# سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

(ايم. اي سنڌي، بي. سي. ايس ۽ سي. ايس. ايس. جي شاگردن لاءِ)

عبدالجبار جوڻيجو

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1994ع

A Roshni Book No. 88

# سنڌي ادب جي مختصر تاريخ

ليکڪ: عبدالجبار جوڻيجو



ٽيون ايڊيشن © 1994ع
ڪمپوزنگ: بشير جماڻي، عبدالبرادرز ليزر ڪمپوزنگ سسٽم، حيدرآباد، سنڌ.
ڇپيندڙ: اسحاقيہ آرٽ پريس، ڪراچي.
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ.
قيمت: 65.00 رپيا

SINDHI ADAB JI MUKHTASIR TAREEKHA

By Abdul Jabbar Junijo

Composed: Abdul Brothers Laser Composing System, Hyderabad, Sindh.
Printed by Ishaqia Art press Karachi.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.
Third Edition © 1994.
Rs: 65.00

## فهرست

## باب ٽيون

# ٽئين ايڊيشن جو مهاڳ

"سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" جو ٽيون ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي. 1973ع ۾ پهريون ڇاپو آيو، ان کان پوءِ 1983ع ۾ ٻيو وڌايل ڇاپو آيو. موجوده ٽيون ڇاپو 1993ع ۾ آيو آهي. هن ڇاپي ۾ ڪا به تبديلي نه ڪئي ويئي آهي. بلڪل ٻئي ايڊيشن موجب آهي.

تاريخ ماضيءَ جي سلسلي ۾ ڳنڍيل معاملو هوندو آهي. ادبي تاريخ جي پهرين ٻن ڇاپن ۾ البت ڪجهه موجوده دؤر جو به بيان اچي ويو. اهو هضم ڪرڻ ۾ نه ڪي مسئلا اُڀري آيا. اهو احوال ٻئي ڇاپي جي مهاڳ ۾ موجود آهي. ٽئين ڇاپي ۾ تازيون تبديليون ۽ واڌارا شامل نه ڪيا ويا آهن.

آءٌ روشني پبليڪيشن جو ٿورائتو آهيان، جو هن اداري ٽئين ڇاپي جو اهتمام ڪيو ۽ ڪتاب کي وس آهر ديده زيب ڪري ادب جي دنيا ۾ آندو. اميد نه ادب جي طالبن ۽ سيني طالب علمن لاءِ مفيد ٿيندو.

والسلام

عبدالجبار

(ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو)

ڊين فئڪلٽي آف آرٽس، سنڌ يونيورسٽي

۽

چيئرمين سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

1993-11-30

# ٻئي ڇاپي جو ديباچو

ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1973ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب نصاب تي به اچي ويو ۽ ايم اي توڙي مقابلي جي امتحانن جي شاگردن لاءِ چڱو مددگار ثابت ٿيو. 1976ع کان وٺي ڪتاب بازار مان ختم ٿي ويو. ان وقت مون واڌارا ۽ سڌارا آڻي پريس جو رخ ڪيو ۽ 1977ع ۾ ڪتاب ڇپجي وڃڻ ڪيپي ها، پر ڪن اڻ ٽر سببن ڪري ايئن ٿي نہ سگهيو ۽ مون کي پوءِ بہ ڪتاب ۾ ٿورا گهڻا اضافا ڪرڻ جو موقعو ملي ويو. خدا خدا ڪري 1981ع جي اپريل ۾ زيب ادبي مرڪز حيدرآباد جي حوالي ڪيم. ڪيترائي سبب رهيا جو پريس ۾ بہ پورا ٻہ سال لڳي ويا. هاڻي هي ٻيو ڇاپو اوهان جي هٿن ۾ آهي، جنهن ۾ گذريل ڏهن سالن ۾ ٿيل تنقيد جي روشنيءَ ۾ ڪيترائي اضافا ڪيل آهن. تقريباً هڪ سؤ صفحن جو اضافو ڪيل آهي، پر ٽائيپ ننڍي ڪم آڻي ڪتاب جي ضخامت وري بہ ٽن سون صفحن جي قريب رکي وئي آهي.

آءٌ نقاد جو گفتو غور سان ٻڌندو آهيان. اگر ان مان ڪجهہ پرائڻ لاءِ ملندو آهي تہ پرائيندو آهيان. گذريل ڇاپي لاءِ ڪن نقادن اهيس بہ چيو تہ موهن ڪلپنا جهڙو ليکڪ بہ هن ڪتاب ۾ نہ آهي! حالانڪ موهن جو ذڪر هو. اُن ڇاپي جا ص ص 140 - 141 شاهد آهن. ڪي ليکڪ ادبي تاريخن ۾ شامل ٿيڻ کان رهجي وڃن ٿا، ان جا ڪي ٻيا سبب هوندا آهن. يعني مواد جو نہ ملڻ يا ليکڪ کي انهيءَ قابل نہ سمجهڻ. ان لاءِ مون وٽ هي دليل آهي تہ ادبي تاريخ خاص طور گذريل زماني جو ادبي رڪارڊ؛ موجوده دور تي لکيل نہ آهي. موجوده دؤر جو ڪجهہ مواد رڳو اُنڪري شامل ڪيل آهي تہ ڪن اهم رجحانن ۽ ليکڪن جي بہ وضاحت ڪري ڇڏجي. گذريل ڏهن سالن ۾ ڪيترن دوستن مون کي روبرو بہ چيو آهي تہ فلاڻو ليکڪ اوهان شامل نہ ڪيو آهي؟ اُهو زنده ليکڪ لاءِ، پاڻ لاءِ يا پنهنجن دوستن لاءِ چيو اٿن- ڄام خان ۽ مولا بخش خاصخيليءَ لاءِ ڪنهن بہ نہ چيو آهي! مون کي فقط هي عرض ڪرڻو آهي تہ نيت تي شڪ ڪرڻ نہ کپي.

هن ڇاپي جي سٽاءَ بہ بدلائي اٿم. ڪتاب کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي، هرهڪ ۾ مختلف باب رکيا ويا آهن ۽ حڪومت جي دؤرن بدران موضوع وار بابن جي ورهاست ڪئي اٿم. هر باب جي آخر ۾ حوالا ۽ سمجهاڻيون ڏنل آهن. ڪيترن ليکڪن جو اضافو بہ ڪيل آهي ۽ ٻہ عنوان يعني مزاح نگاري ۽ سفرنامہ بہ وڌايل آهن. اڃا بہ ڪيتريون ڳالهيون آهن، جن جي کوٽ محسوس ٿيندي. مون کي خوشي ٿيندي جيڪڏهن ڇاڻ کان بهتريءَ لاءِ تجويزون ملنديون.

فقط

ڄامشورو: 4 اپريل 1983ع.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو

# پيش لفظ

محترم عبدالجبار جوڻيجو، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي جهونن ساٿين ۽ استادن مان هڪ آهي. پاڻ سنڌي ادب جو ڄاتل سڃاتل اديب ۽ شاعر آهي. هن جي ڪم ڪرڻ جو طريقو عجيب ۽ انوکو هوندو آهي. ماٺ ۾ رهڻ ۽ خاموش طبيعت سان گذارڻ، اهي ڪيس ڌڻي سائينءَ خاص خوبيون عطا ڪيون آهن. ڳالهائيندڙ تمام ٿورو آهي، پر ٿوريءَ ڳالهه ۾ سڀ ڪجهه چئي ويندو آهي. زبان جي بدران قلم ڪم آڻيندو آهي، انهيءَ ڪري پنهنجيءَ عمر جي پيٽ ۾ وڏيڪ لکيو اٿس. پڙهڻ ٻه سندس هڪ عادت آهي. سنڌيءَ ۾ تازو ڇپيل ڪتابن جي فهرست يڪ ساهيءَ ۾ ٻڌائي ويندو آهي.

تحقيق ۽ کوجنا جي لحاظ کان هي ڪتاب جوڻيجي صاحب جي بهترين ڪوشش آهي. سنڌي ادب جي تاريخ تي سنڌي زبان ۾ جيڪي ٻه ڪتاب لکيا ويا آهن، تن ۾ هي ڪتاب چڱو مقام ٿو رکي. هن ڪتاب مان نه فقط الڳ الڳ امتحانن ۾ ويهندڙ شاگرد فائدو وٺي سگهندا پر سنڌي ادب جي ڌار ڌار مصنفن ۽ مضمونن جي عام معلومات لاءِ پڻ هي ڪتاب مفيد ثابت ٿيندو.

هن ڪتاب جي لاءِ مواد گڏ ڪرڻ ۾ قابل مصنف چڱي محنت ڪئي آهي. سندس محنت جو ثبوت مقدمي کان شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ هن سنڌي ادب جي انهن سڀني تاريخن ۽ تذڪرن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ هن ڪتاب کان اڳ سنڌي ادب جي تاريخ جي باري ۾ مواد ملي ٿو، يا جيڪي هن ڪتاب جا ماخذ رهيا آهن.

سنڌي ادب جي تاريخن ۾ هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڌار ڌار حوالن سان سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ ان جي بڻ بنياد جي باري ۾ بحث ڪيو ويو آهي. هن بحث دوران جوڻيجي صاحب سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد جي باري ۾ انهن نظرين جا حوالا ڏنا آهن جيڪي ڌار ڌار ماهرن ۽ لسانيات جي شاگردن طرفان پيش ڪيا ويا آهن، ان کان پوءِ هن پنهنجي راءِ پڻ ڏني

آهي. هن بحث کان پوءِ انهن ڪتابن جي فهرست پڻ ڏني اٿس جيڪي پرڏيهي ماهرن سنڌي زبان ۽ ادب جي باري ۾ لکيا آهن.

هن ڪتاب ۾ سنڌي ادب جي تاريخ جي دؤروار سٽاءَ جي باري ۾ قابل مصنف مقدمي ۾ وضاحت ڪري ويو آهي. پهريان ٻني دؤر نئين انداز ۽ نئين طرز سان لکيا ويا آهن. هن ۾ ڪافي نئون مواد به آندل آهي جيڪو هن کان اڳ لکيل ادبي تاريخن ۾ موجود نه آهي. اهو نئون مواد حوالن سان ڏنو ويو آهي. انهيءَ نئين مواد ۾ وير- ڳاٿائون ۽ مذهبي پرچار وارو ڪلام يعني اسماعيلي پيرن جا گنان ڏنا ويا آهن. هن تاريخ ۾ سڀ کان اهم حصو سنڌي ادب جو ٽيون دؤر آهي، جنهن ۾ انگريزن جي زماني واري سنڌي ادب يعني 1843ع کان وٺي هلندڙ دور تائين ادبي تاريخ جي ڇنڊڇاڻ ڪئي وئي آهي. هن حصي ۾ نثر سان گڏ نظم جو به گهڻو حصو ڏنل آهي. هن حصي جي پهرين ۽ سڀ کان اهم خوبي هيءَ آهي جو هن ۾ 1853ع کان وٺندي 1875ع تائين سنڌيءَ ۾ جيڪي ڪتاب لکيا ويا هئا، انهن جو ڪئٽلاگ ڏنو اٿس. هن دؤر جي اديبن ۽ شاعرن جي مختصر احوال کان سواءِ سندن ڪتابن جو مختصر تعارف به ڪرايو اٿس.

ويهين صديءَ جي نثرنگارن ۽ شاعرن جي نالن، ادبي خدمتن ۽ ادبي صنفن جي لاءِ هيءَ تاريخ ادبي ڏسٽيءَ (Index) جو ڪم ڏئي ٿي. نثر ۾ نون نون موضوعن جي نشاندهي ڪري ٿي. نثر کان سواءِ نظم واري حصي ۾ به ڪافي معلومات مهيا ڪري ٿي.

بهتر هو ته هن ڪتاب ۾ جيڪڏهن ادبي تحريڪن، ادبي انجمنن ۽ سنڌي ادب تي مختلف سياسي ۽ سماجي تحريڪن جي اثر جو به سرسري طور ذڪر ٿيل هجي ها ڇو ته دنيا ۾ ادب جي موضوعن ۽ مضمونن ۾ تبديليءَ جا جيڪي ڪارڻ آهن انهن ۾ سياسي ۽ سماجي تحريڪون خاص طور اهم آهن. سنڌ به اهڙين تحريڪن کان آجي نه رهي آهي. برصغير جي سياسي ۽ سماجي تاريخ يورپ ۽ ايشيا جي ٻين ملڪن کان متاثر ٿي، ۽ سنڌ جيئن ته برصغير جو اهم حصو رهي آهي، تنهن ڪري سنڌ جو انهن تحريڪن کان متاثر ٿيڻ لازمي هو. انهيءَ کان سواءِ موهن جي دڙي جي کوٽائي سنڌ جي سماجي،سياسي ۽ ادبي تاريخ ۾ هڪ اهڙو اهم انقلاب آندو جنهن سنڌ جي اديبن، شاعرن،مضمون نگارن جا ڳاٽ اوچا ڪري ڇڏيا. انهن سڀني ڳالهين،تحريڪن، هلچل جي ذريعن جو هڪ باب ۾ ذڪر ڪرڻ کپندو هو،

انهيءَ باري ۾ ڪن ڪن جاين تي اهڙا اشارا ڏنا ويا آهن جيڪي اهڙين تحريڪن کي اهم ڏيکارڻ جي بدران انهن جي اهميت کي گهٽائين ٿا.

هن ڪتاب ۾ ڪيترن نقطن طرف اشارا ٿيل آهن جن جي مڪمل ڪرڻ سان سنڌي ادب جي جامع تاريخ لکي سگهجي ٿي. مسٽر جوٽيجو ڪرب ڪيرون لهڻي. هن سال ۾ سنڌس هي ٻيو ڪتاب ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. سنڌس پهريون ڪتاب هو ”مانوءَ جي ملڪ ۾،“ جو بہ هڪ سٺو ڪتاب آهي.

مون کي اميد آهي تہ هي نوجوان جيئن پوءِ تئين سنڌي ادب جي وڏيڪ خدمت ڪندو رهندو. اميد تہ هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي ٻين استادن کي پنهنجي زبان جي خدمت ڪرڻ لاءِ نئنءِ مان اٿاريندو. سنڌ جي ڪاليجن ۾ سنڌي زبان جا ماهر تہ موجود آهن. پر سواءِ چند سڄڻن جي ٻين ڪلهوڙن جي دور کان وٺي 1843ع تائين واري ادبي تاريخ کان اڳتي قدم ڪونہ کنيو آهي. هي نئي وقت آهي جنهن ۾ اسين ڪم ڪري سگهون ٿا. مون کي فخر آهي جو سنڌ يونيورسٽيءَ جو سنڌي شعبو جنهن تي اشارا ڪرڻ ۽ جنهن مان عيب ڪڍڻ لاءِ هرڪو آتو آهي پر تہ بہ ڏسبو تہ ٻين استادن جي ڀيٽ ۾ هن شعبي جي استادن سراسري طور وڌيڪ ڪم ڪيو آهي.

محترم جوٽيجي هي ڪتاب لکي سنڌي شعبي جي عزت وڌائي آهي. آئون سنڌس استاد جي حيثيت ۾ پنهنجي پاران ۽ سيني استادن پاران کيس مبارڪون ڏيان ٿو. خداوند عالمين کيس خوش رکي سياڳي سنڌ جي سرزمين جي خدمت ڪرڻ جو اجان وڌيڪ جذبو ڏئي-آمين

سنڌي ٻوليءَ جو فدائي

ڊاڪٽر غلام علي الانا

چيئرمين، سنڌي شعبو

سنڌ يونيورسٽي

سنڌ يونيورسٽي

1973-10-23ع

# مقدمو

دنيا جي مختلف زبانن توڙي سنڌي زبان ۾ شاعرن ۽ اديبن جي سوانح ۽ ادبي ڪارناما گڏ ڪرڻ جا تقريباً ٽي دؤر رهيا آهن. انهن ۾ پهريون دؤر تذڪره نويسي جو، ٻيو ادبي تاريخ جو ۽ ٽيون تنقيدي مطالعي جو آهي.

دنيا جي ادبيات تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي ته مختلف ادبي شاهڪار جنهن صورت ۾ محفوظ رهيا آهن، تنهن ۾ ڪيترن دلچسپي رکندڙن جي جاکوڙ شامل رهي آهي. جنهن ادبي رڪارڊ کي اسين ڏسون پيا، سو مختلف دورن مان لنگهيو آهي. ان ۾ ذوق رکڻ وارن مرتب ڪندڙن جي پنهنجي ادبي دسترس ۽ استعداد کي وڏو دخل آهي. اڄ جي بنسبت قديم وقت جي عالمن ڇا ڪيو، جو شاعرن جي مختصر سوانح ۽ ڪلام جو انتخاب يا اُهي شعر جي سندن ذاتي پسند هئا، سي گڏ ڪيائون ۽ اهڙن شاعرن بابت سوانح سان گڏ ڪٿي ڪٿي ذاتي رايا به ڏنائون. اهو تذڪري لکڻ جو طريقو هو. اڄ جنهن شيءِ کي اسين ادبي تاريخ (History of Literature) سڏيون ٿا، سا پنهنجي ٻالاپڻ ۾ تذڪره نويسي هئي.

ڪنهن به ٻوليءَ جي قديم ادبي تذڪرن کي ڏسبو ته ان ۾ شاعر جي مختصر سوانح ۽ شاعر بابت ذاتي راءِ کي وزن ڏنل آهي. ڪن هم خيال ۽ واقفيت وارن شاعرن کي قدري وڌيڪ اهميت ڏنل آهي. سوانح ۾ به شاعر جي پيري مريدي ۽ سندس ڪنهن شاعر جو شاگرد هجڻ جي حيثيت کي ڳڻيو ويو آهي. ڪلام جي انتخاب ۾ اڪثر تذڪرا لکندڙ بي پرواهه ڏنا ويا آهن. هڪڙن جو ڪلام ٻين جي نالي ڏنل هوندو يا شاعر جو ڪلام حافظي مان لکڻ ڪري ان ۾ غلطيون هونديون.

هندوستان ۾ فارسيءَ ۽ اردوءَ ۾ شاعرن جا تذڪره مرتب ٿيا. جهانگير جي زماني ۾ عبدالنبي فخرالزمانيءَ، انهن شاعرن جو تذڪرو مرتب ڪيو. جن "ساقي ناما" لکيا. هن پنهنجي تذڪري جو نالو "مي خانه" رکيو.

غلام علي آزاد پنهنجي تذڪري "خزانه عامره" ۾ انهن شاعرن جو ذڪر ڪيو، جن کي مدح جو معاوضو ملي چڪو هو. شاعرات بابت به هندوستان ۾ ڪي خاص تذڪره ملن ٿا. جن ۾ درگا پرشاد نادر جو "گلشن ناز" (1886ع) ۽ فصيح الدين جو "بهارستان ناز" (1864ع) مشهور آهن. اردو شاعريءَ بابت ڪيترا تذڪره فارسيءَ ۾ لکيا ويا. انهن ۾ به شاعرن جي لقبن،سوانح ۽ توڙي چونڊ ڪلام کان قدم اڳتي نه وڌايو ويو. اهڙي طرح مشهور شاعر مير تقي مير "نڪات الشعراء" خوبچند ذڪا "عيارالشعراء" ۽ سعادت خان ناصر "خوش معرڪه زيبا" لکيو . علي لطف اردوءَ ۾ "گلشن هند" لکيو. گارسان دتاسي جو "تاريخ ادبيات هندي و هندوستاني" (اصل فرينچ ۾ لکيل) شايع ٿيو. انهن تذڪرن جي بنياد تي اردوءَ ۾ ادبي تاريخون لکيون ويون. اهي رام بابو سڪسينه ،حامد حسين قادري، محي الدين زور، نصيرالدين هاشميءَ ۽ ٻين لکيون.

اردوءَ ۾ پهريون ڪتاب محمد حسين آزاد جو "آب حيات" آهي، جنهن ۾ 'تذڪري' کان وڌيڪ 'ادبي تاريخ' جو رنگ آهي. هندوستان وانگر ايران ۾ به پراڻا تذڪره، ادبي تاريخن جو بنياد بنيا. نظاميءَ جو "چهار مقاله" توڙي ڪي ٻيا تذڪرا انهن ۾ اچن ٿا. اي جي .براڻون جي ضخيم "تاريخ ادبيات ايران" هڪ جڳت مشهور ڪتاب آهي، ويجهڙائي واري زماني ۾ رضا زاده شفق،ريڪا (Jan Rypka) ۽ ٻين جون ادبي تاريخون فارسي ادب بابت مشهور ٿيون. قديم فارسي شعر جي هئيت ۽ وزن جي تحقيق جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر پرويز خانلريءَ جو ڪتاب "وزن شعر فارسي" اهم آهي. هندوستان ۾ ايران جي فارسي شاعريءَ جي تاريخ تي مولانا شبلي نعمانيءَ اردوءَ ۾ "شعرالعجم "ڇهن جلدن ۾ لکيو. ايران وارن ان ۾ آيل شعر جي تاريخ ۽ تنقيد مان نه رڳو فائدو ورتو پر فارسي ترجمو به علي اصغر حڪمت ڪيو.

اهڙي ريت انگريزي ادب ۾ انهن پراڻن دفترن ڪي اهميت مليل آهي، جن ڪي Chronicles چئبجي ٿو. انهن ڪي چرچ سان واسطو رکندڙ مذهبي ماڻهن مرتب ڪيو. اُهي دفتر ۽ ڪي ٻيا مجموعا جهڙڪ انگريزيءَ جا پراڻا ادبي تذڪرا آهن. اڄڪلهه انگريزي ادب جي تاريخن ۾ ڪزاميان ۽ ليگي (Cazamian & Legouis) ۽ ڪامپٽن ۽ رڪيٽ (Compton & Rickett) به اهم تاريخون آهن. مختصر ۽ جامع تاريخون ۽ ان کان پوءِ ڪيترائي تنقيدي مطالعا به لکيا ويا آهن جن جي وسيلي انگريزي ادب جو ڀرپور اڀياس ڪري سگهجي ٿو. هنن چند مثالن ڏيڻ مان مراد هيءَ آهي ته دنيا جون موجوده ادبي تاريخون،تذڪره نويسيءَ جي دور مان گذريون آهن.

سنڌ ۾ جيڪي ابتدائي تذڪرا آهن سي سڀ سنڌ جي فارسي شاعريءَ بابت آهن. جن ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ (1727-1790ع) جو "مقالات الشعراء" ۽ مخدوم محمد ابراهيم خليل ٺٽويءَ جو "تڪملا مقالات الشعراء" (ٻئي فارسيءَ ۾ لکيل) اهم آهن. قانع، "تحفة الڪرام " ۾ به شاعرن جو ذڪر ڪيو ۽ ڪيترا انهن ۾ سنڌي شاعر به آهن. ڪلام ڪنهنجو ڪونه ڏنائين. سنڌ جي ادبي تاريخ تي ڪم حقيقي معنيٰ ۾ ويهين صديءَ ۾ ٿيو آهي، يعني خان بهادر ميمڻ ۽ پروفيسر بدويءَ هي ڪم ڪيو. ان کان پوءِ ڪي ننڍا تذڪرا ۽ ٻيا ڪتاب لکيا ويا آهن، جن ۾ سنڌي شاعرن ۽ اديبن جو ذڪر اچي ٿو. هن هيٺ انهن تذڪرن ۽ ادبي تاريخن جو مختصر تعارف ڏجي ٿو.

## 1-سنڌ جي ادبي تاريخ (ٻه ڀاڱا)

هي ڪتاب خان بهادر محمد صديق ميمڻ جو لکيل آهي پهريون ڀاڱو 1937ع ۾ ۽ ٻيو 1951ع ۾ شايع ٿيو. ٻنهي ڀاڱن ۾ ڪل 65 شاعرن ۽ نثر نويسن جي سوانح ۽ ڪلام ڏنل آهي. ڪلام تي تفصيلي تبصرو به ڪيل آهي. ڪٿي ڪٿي ڪن شاعرن جي ڪلام سان ڪي نيون ايجادون به منسوب ڪيل آهن. حالانڪ اهي خصوصيتون ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ به موجود آهن. ميمڻ صاحب

ڪن پراڻن قلمي نسخن تان شاعرن جو ڪلام بہ اتاريو هو. هن تاريخ لکندي ڪيس تمام گهڻي محنت ڪرڻي پئي. سنڌي ادب جي هيءَ تاريخ بنيادي سرمايو آهي جنهن جي اهميت کان ڪير بہ انڪارڪري نٿو سگهي. اڄ ڪيترا ديوان ۽ ڪلام جا ڀيا مجموعا ڇپجي ويا آهن، پر ميمڻ صاحب کي اهي وسيلا ميسر نہ هئا. هن ڪيترن ڪتب خانن مان پنهنجي مقصد جا موتي چونڊي سنڌ جي ادبي تاريخ مرتب ڪئي.

## 2- تذڪره لطفي (ٽي ڀاڱا)

پروفيسر لطف الله بدويءَ جو تذڪره لطفي بالترتيب 1943ع، 1952ع ۽ 1955ع ۾ شايع ٿيو. ٽنهي ڀاڱن ۾ ڪل 81 شاعرن جو تذڪرو آهي. هن ۾ نثر نگاريءَ کي نہ آندو ويو آهي. هر جلد جي ابتدا ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ فارسي شاعرن جو ذڪر بہ ڪيل آهي ۽ هر شاعر جي ڪلام تي تفصيل سان تبصرو ڪيل آهي جيڪو ان شاعر جي ڪلام جي سيني پهلوئن تي روشني وجهي ٿو. سنڌي شاعريءَ جي تاريخ ۾ "تذڪره لطفي" هڪ اهم تاليف آهي. هڪ اڌ غلطيون تذڪره لطفي ۾ نظر اچن ٿيون: "زادالفقير" مخدوم محمد هاشم جي تصنيف آهي. تذڪري جي پهرين ڀاڱي ۾ ان کي عبدالخالق جي تصنيف سڏيو ويو آهي(1954ع وارو ڇاپو ص 322) پهرين ڀاڱي کي هاڻي سڌاري گهڻو ضخيم بنائي شايع ڪيو ويو آهي.

## 3- تاريخ شعراءِ سنڌ(اردو)

هيءَ تصنيف فقير هدايت علي نجفيءَ جي آهي، هاڻي ناياب آهي منجهس شاعرن جي ڪلام تي ناقدانہ نظر وڌل نہ آهي ۽ پراڻي تذڪره نويسيءَ جو هڪ نمونو آهي.

## 4- سنڌي ادب (اردو)

پير حسام الدين راشديءَ هيءَ مختصر تاريخ لکي آهي. هن ۾ هر دؤر جي مشهور شاعرن جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪو بہ تمام مختصر آهي.

## 5- ياد رفتگان

1953ع ۾ ڇپيل مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي هن تاليف ۾ تمام مختصر احوال ۽ ڪلام جو نمونو اُچي پني تي ڏنل آهي. شاعرن جا فوٽو بہ ڏنا ويا آهن.

## 6- تذڪرة شعراءِ هالا

سليم هالائيءَ جي هن تاليف ۾ هالا جي شاعرن جو مختصر طور ذڪر ڪيل آهي.

## 7- تذڪره الشعراءِ

1955ع ۾ ڇپيل محمد بخش 'واصف' جي هن تاليف ۾ 'سانگي' ۽

'حامد' سميت ڪل پندرهن شاعرن جو بيان ڏنل آهي.

## 8- تذڪره شعراءِ لاڙ (ڀاڱو-1)

محمد سومار شيخ، هن ڪتاب ۾ بدين شهر ۽ تعلقي جي چند شاعرن جو تذڪرو ڪيو آهي.

## 9- وڻجارن وايون

1961ع ۾ ڇپيل عبدالڪريم پليءَ جي هن تاليف ۾ ڪافيڪو شاعرن جي سوانح ۽ ڪلام ڏنل آهي جن ۾ گهڻا تعلقي عمرڪوٽ سان واسطو رکن ٿا.

## 10- تذڪره شعراءِ ٺٽو

1959ع ۾ ڇپيل، اسدالله شاهه 'بيخود' جي هن تاليف ۾ ٺٽي جي شاعرن جو ذڪر ڪيل آهي. مقامي تذڪرن ۾ هي تذڪرو تحقيقي لحاظ کان مٿيرو آهي.

## 11- تذڪره شعراءِ سکر

1965ع ۾ ڇپيل هيءَ تاليف ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي آهي هن ۾ سکر جي شاعرن جو ذڪر آهي.

سنڌي نثر جي تاريخ تي ٻه ڪتاب ڇپيا آهن ٻنهي جو نالو ساڳيو 'سنڌي نثر جي تاريخ' آهي.

## 12- سنڌي نثر جي تاريخ

پروفيسر غلام علي الانا. جو هي ڪتاب 1966ع ۾ شايع ٿيو. سنڌي نثر تي هي پهريون خصوصي ڪتاب آهي هن کان اڳ نثري صنفن بابت مقالا ته گهڻا لکيا ويا هئا، پر نثر جي وصف ، قسمن ، ابتدا ۽ تاريخ سان گڏ وڏن سنڌي نثر نگارن جو مڪمل ذڪر ڪنهن به هڪ ڪتاب ۾ ٿيل نه هو. هن ڪتاب ۾ پراڻن نثر نگارن سان گڏ هن زماني جي لکندڙن مان ڊاڪٽر دائود پوٽي، عثمان علي انصاري، واصف، شاهواڻي ۽ مسافر تائين بيان ڪيل آهي. هي اُهي لکندڙ آهن جيڪي ٻه ڪتاب لکڻ کان اڳ گذاري چڪا هئا. ڪتاب ۾ زنده نثر نگارن مان ڪوبه شامل ڪيل نه آهي. محمد اسماعيل عرساڻي، ڏيپلاڻي صاحب ۽ چند افسانه نگارن جي گنجائش پيدا ڪري سگهجي ها. ٻيو وڌايل ڇاپو1977ع ۾ ڇپيو.

## 13- سنڌي نثر جي تاريخ:

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي جو هي ڪتاب 1968ع ۾ بمبئي مان شايع ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ جيڪو مواد گڏ ڪيو ويو آهي، سو بيش بها سرمايو آهي. هن صديءَ جي نثر جي تاريخ بزرگ پروفيسر جي اکين جي اڳيان لنگهي آهي. هن سٽڏي ناٽڪ نويسيءَ ۾ پنهنجو حصو به ادا ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪي نثر نگار برابر

نمايان ٿي بيهن ٿا، پر ناولن، ناٽڪن، ڪهاڻين ۽ مضمونن جي عنوانن کي وڏيڪ اهميت ڏنل آهي. ان ڪري اهي صنفون نهايت وضاحت سان بيان ڪيل آهن. ناٽڪن جي اداڪارن جو بيان اچڻ ڪري ناٽڪ جو اهو پهلو به روشن ٿي پيو آهي. هن تاريخ جو ٻيو ڇاپو سنڌ ۾ 1977ع ۾ زيب ادبي مرڪز حيدرآباد طرفان ڇپيو.*

عثمان علي انصاريءَ جي ترجمو ڪيل ناٽڪن کي اڻ ڇپيل ڄاڻايو اٿس (ص109)، حالانڪ هي ڇپيل آهن.

## History of Sindhi Literature -14

پروفيسر لالسنگهه آجوائيءَ جو هي انگريزي ڪتاب ڀارت جي ساهتيه اڪادمي 1970ع ۾ ڇپايو آهي. سنڌ جي ادبي تاريخ جو تازي ۾ تازو ڪتاب آهي. پروفيسر آجوائيءَ هن ڪتاب ۾ سنڌي زبان، نيم تاريخي قصن، شاهه جي متقدمين، شاهه ڀٽائي، برطانوي دؤر کان اڳ جي ڪن شاعرن، سچل، ساميءَ برطانيوي دور جي شاعري ۽ سنڌي نثر تي نظر وڌي آهي. انگريزيءَ ۾ هي ڪتاب نهايت ڪارآمد آهي پر ڪن شاعرن کي آجوائي صاحب ڏيان جو مستحق ئي نه سمجهيو آهي. انهن ۾ غلام محمد شاهه گدا اچي وڃي ٿو. 'گدا' هڪ استاد شاعر آهي پر آجوائي صاحب گدا جي شاعريءَ کي اهميت ئي نٿو ڏي ۽ هن کي مير حسن علي ۽ مير سانگيءَ جو ساٿي ۽ اصلاح ڪندڙ سڏي ٿو(ص149). جيڪو مير سانگي ۽ حسن جي ڪلام جي اصلاح ڪندڙ هوندو سو به ڪو شاعر هوندو! ٻئي طرف ڏيونداس آزاد جي ترجمي ڪيل پورس سنديش تي سڄو سارو صفحو لکيو اٿس پر گدا جي شاعري کي تبصري جي لائق به نه سمجهيو اٿس. ديوان ليلارام خاڪي جي غزل گوئي، جنهن کي معياري ڪلام جو درجو ئي نه مليو آهي. تنهن تي تبصرو ڪندي فخر پيو محسوس ڪري(ص150). خاڪيءَ جو رڳو تخيل ۽ قافيا ڪيس عيبدار نظر اچن ٿا( ص150). شايد آجوائي صاحب رڳو خانبهادر ميمڻ جي ادبي تاريخ تي تڪيو ڪيو آهي. جنهن ۾ گدا جو سنو انتخاب به ڏنل ڪونهي. هاڻي ته ڪليات گدا به ڇپجي ويو آهي. گدا تي آجوائي صاحب کي نظر ثاني ڪرڻ کپي. هن جي شاعري ڪنهن درباريءَ جي شاعري نه آهي.

پانڇي ٿو ته ڪيترا ڪتاب آجوائي صاحب جي نظر مان نه گذريا آهن. هن صاحب لطف الله قادري جي انهن ئي پندرنهن بيتن جو ذڪر ڪيو آهي(ص59). جيڪي ڪيس تذڪره لطفي ۾ مليا. حالانڪ هاڻي قادريءَ جو ڪلام ڇپجي چڪو آهي.

پروفيسر آجوائي ڀٽائي صاحب کان اڳ جي شاعرن مان ڪيترن کي اهميت ئي ڏيڻ نه گهري آهي (ص54). هن سومرن ۽ سمن جي دور تي ڪو به تبصرو نه ڪيو آهي. قاضي قاضن کان ابتدا ڪئي اٿس ۽ رڳو پير صدرالدين تي به پنهنجو ذاتي رايو نه ڏنل اٿس (ص56). هوڏانهن هندو شاعرن جو پراڻن سنڌي مسلم تذڪره نويسن ذڪر نه ڪيو آهي. تن تي تعصب جو نڪر پيجي ٿو (ص 58).

---

* ٽيون وڌيڪ سنواريل هن ڪتاب جو ڇاپو 1993ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو پاران ڪمپيوٽر تي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

جٺرامداس دولترام جي حوالي(هندواسي 1965-7-4) سان ديوچندر ۽ ان جي شش پراڻنات جو بيان ڪري ٿو، جيڪو شاعر بہ چيو ويو آهي. جنهن ارڙهن هزارن کان مٿي شعر چيا آهن ۽ ڇهہ سئو سنڌي سلوڪ چيا اٿس (ص 58).

سنڌي جي پراڻن مسلمان محققن جا ڪتاب دنيا جي اڳيان آهن. انهن هندو شاعرن جو بيان بہ ڪيو آهي. شاهہ ڀٽائي کان پوءِ هندو فقط ٽي وڏا شاعر ٿيا آهن: سامي، دلپت ۽ آسو. مسلمان انهن جي مقابلي ۾ گهڻا وڏا شاعر آهن. سچل، بيدل، مصري شاهہ، گدا، سانگي، رکيل شاهہ، بيکس ۽ ٻيا ڪيترا نالا هن لڙهي ۾ آهن، ان ڪري تذڪره نويسن تي ميار رکڻ مناسب ڪونهي.

عثمان علي انصاريءَ جي ترجمي ڪيل "جرم وفا" کي 'جرم بي وفا' ڪري لکيو اٿس (ص 208).

اُن کانسواءِ 62 صفحي تي "ڪنزالعبرت" جو مصنف، ابوالحسن جي ڀائٽي عبدالله کي سڏيو اٿس. اُهو غلط آهي. تحقيق مان ثابت ٿيو آهي تہ "ڪنزالعبرت"، "قمرالمنير"، "خزانہ اعظم" ۽ ٻين ڪتابن جو مصنف عبدالله نري وارو آهي ۽ نہ اُهو عبدالله (عرف موريو) جيڪو ابوالحسن جو عزيز هو.

"عڪس لطيف" ۾ آغا تاج محمد مرحوم، شاهہ صاحب جي سر ڪلياڻ جو اردو نثر ۾ ترجمو ڏنو آهي ۽ نہ 'فقط سوانح' جيئن اجواڻي صاحب لکي ٿو (ص 69).

اجواڻي صاحب، شاهہ صاحب بابت جيڪو بحث ڇيڙيو آهي، سو نهايت افسوسناڪ آهي. هن ڪن انتها پسند تحريرن جي بنياد تي، جواب ۾ خود اهڙا رايا ڏنا آهن. جيڪي انتها پسندانہ آهن (ص 65-66-67 ۽ 68). شاهہ صاحب تہ اسان سڀني جو شاعر آهي. هرويرو سوُ راشٽر ۽ جيسلمير جو ذڪر ڪرڻ ضروري ڪونهي. اسان جو شاعر تہ دنيا کان پنهنجي اهميت مڃائي چڪو آهي. هندو مسلم جي ڳالهہ ئي ڪهڙي!

## 15- سنڌي شاعريءَ جو سينگار

نعيم تقويءَ جو هي ڪتاب ٻن ڀاڱن ۾ گڏ ۽ فقط ٻيو ڀاڱو جدا بہ ڇپيل آهي. ڪتاب 1971ع ۾ ڇپيو آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌي شاعريءَ جي خصوصيتن جو ذڪر ڪيل آهي ۽ قديم دؤر کان وٺي جديد دؤر تائين منتخب شاعرن جو تعارف ۽ چونڊ ڪلام ڏنل آهي.

انگريزيءَ ۾ سنڌ جي ادبي تاريخ تي بہ مقالا اهم آهن: هڪڙو ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو لکيل هو، جيڪو جوزف شپلي جي مرتب ڪيل انسائيڪلو پيڊيا ۾ 1949ع ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڊاڪٽر دائود پوٽي جو مقالو ايس .ايم. اڪرام جي ڪتاب "ڪلچرل هيريٽيج آف پاڪستان" ۾ آيو. جرمن زبان ۾ لکيل ڪتاب "دنيا جي ادب جي تاريخ" ۾ بہ سنڌي ادب تي هڪ مقالو لکيل آهي.

هيءَ مختصر تاريخ تيار ڪرڻ لاءِ انهن سڀني تاريخن، تذڪرن، مقالن سان گڏوگڏ شاعرن جا رسالا، ڪليات ۽ ديوان بہ نظر مان ڪڍيا ويا آهن ۽ انهن مان

مدد ورتي ويئي آهي. ڪنهن به لکندڙ جي تحرير بنا حوالي جي نه آندل آهي. فقط انگ اکر ورتل آهن شعر نقل ڪيا ويا آهن. تنقيد ۽ تبصرو سمورو پنهنجو طبعزاد آهي.

16- موج موج مهراڻ: سنڌي شاعرن جو اردو ترجمو الياس عشقي شايع ڪيو.

17- مهراڻ جا ماڻڪ: پاڪستان پبليڪيشن قومي نظمن جو مجموعو شايع ڪيو.

18- ٻيلاين جا ٻول: ٻيلي جي شاعرن بابت ڊاڪٽر بلوچ جو ضخيم ڪتاب آهي.

19- ڪڇين جا قول: ماستر محمد سومار ڪڇ جي شاعرن بابت تذڪرو لکيو آهي.

20- سنڌي ادب جا مختلف رجحانات: پروفيسر محبوب علي چنه سنڌيءَ کان سواءِ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ هي ڪتاب شايع ڪيو.

21- سنڌي رسم الخط: پروفيسر محبوب علي چنه جو، زبان تي تحقيقي مقالو آهي.

22- سنڌي ادب جو تاريخي جائزو: ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ، شاعريءَ ۽ نثر جي مختلف دؤرن جو جائزو شايع ڪيو.

## باب پهريون

# تهذيب، تاريخ ۽ ٻولي

### تهذيب

ڪنهن سرزمين جي تهذيب، وقت گذارڻ سان اُتي جي تاريخ جي صورت وٺي ظاهر ٿيندي ٿي، جيڪا ڪنهن وقت اُن سرزمين جي رهاڪن جي بود و باش، رهڻي ڪهڻيءَ کي ظاهر ڪندي هئي. دنيا جي هن خطي ۾ سنڌ قديم زماني کان وٺي تهذيب جو هندورو هئي ۽ سنڌ جا رهاڪو جنهن طريقي سان زندگي گذاريندا هئا، اُن جا اهڃاڻ مختلف کوجنائن مان ظاهر ٿيا آهن، پر تہ بہ اڃان سنڌ جي قديم تاريخ جا ڪيترا پهلو اونده ۾ آهن.

تهذيب ۽ ثقافت جو مطالعو، رڳو اِن 'موضوع کي سينگارڻ' لاءِ نہ ڪرڻ کپي، پر اهو ڏسجي تہ قديم معاشري ۾ اسان جي خطي جا ماڻهو ڪهڙي صورتحال هيٺ رهيا، سندن ڏک سک ڪهڙا هئا، هنن کي ڇا حاصل ٿيو ۽ هنن ڇا ڇا پوکيو. هي اڀياس رڳو وندر لاءِ نہ، پر عام انسانن جي زندگيءَ کان واقفيت حاصل ڪرڻ ۽ نظرياتي طور حق ناحق جي ڇنڊڇاڻ خاطر ڪرڻ گهرجي. اسان جي محققن، مؤرخن ۽ آثار قديمہ جي ماهرن لاءِ اهو دلچسپ آهي تہ ڪنهن قديم دڙي مان ڪي زيور لڌا، پر اهو بہ دلچسپ هجڻ کپي تہ اُن هنڌ جي رهاڪن مان ڪيترن کي زيور تہ خير، پر ڪپڙو لٽو ۽ کاڌو بہ ميسر هو يا نہ!

سنڌ جي قديم تاريخ ۽ تهذيب جي مطالعي لاءِ وڏ ۾ وڏ جيڪو مواد مليو آهي، سو موهن جي دڙي جي حوالي سان مليو آهي. حالانڪ ڪي شهر اهڙا بہ ماهرن ڏسيا آهن، جيڪي موهن کان قديم آهن. موهن توڙي اُن کان قديم شهرن ۽ سلطنتن بابت ڪن شهرن جي کوٽائي وسيلي پروڙ پئي آهي.

قبل تاريخ زماني کان پوءِ تاريخ ۾ جيڪو پٿر وارو دؤر سڏجي ٿو، تنهن ۾ سنڌ ۾ ڪي شيون اهڙيون مليون آهن، جن کي نئين پٿر واري سيپيتا سان تعبير ڪيو ويو آهي.(1) پٿر واري دؤر جي سنڌ بابت کوجنا گهڻي نہ ٿي سگهي آهي، اُن ڪري ماهر بہ وڌيڪ معلومات ڏيڻ کان قاصر آهن.

بنيادي نڪتو جتان کوجنا کي شروع ڪيو ويو، سو آثار قديمہ جي اهميت جي دڙن جي کوٽائيءَ جو هو. قديم ۽ وڏي سنڌ جي سيني دڙن جي کوٽائي کان قطع نظر فقط موهن جي دڙي تي اچو تہ اُن جو داستان نهايت دلچسپ آهي. سرجان مارشل، جيڪو برطانوي هند ۾ آثار قديمہ جو 1902ع کان وٺي 1931ع تائين سربراه هو، تنهن جي رهبريءَ ۾ کوٽايون شروع ٿيون. هن سلسلي ۾ هڪ ماهر اين. جي. مجمدار پنهنجي جان ڌاڙيلن هٿان وڃائي. سر مارٽيمور وهيلر بہ تحقيقات جو ڪم ڪيو. سيني ماهرن جي رپورٽن ۽ تحقيقي مقالن مان موهن جي دڙي بابت ڪي اهم پڌرايون ٿيون. موهن جي دڙي جي نالي بابت بہ ڪي اختلاف ملن ٿا.

'مئن' ۽ 'مهين' جا لفظ بہ عام آهن. ڪن اُن کي 'مئن' يا 'مري ويلن جو دڙو' ڪري تسليم ڪيو آهي. تہ پر 'مهين جو دڙو' ڪري بہ چون ٿا. بهرحال سنڌ جي تهذيب جو هي قديم شهر، هتي جي رهاڪن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن ۽ عقيدن جي رازن تان گهڻي حد تائين پردو کڻي ٿو. ميرپورخاص ويجهو 'ڪاهوءَ جو دڙو'، سڪرنڊ جي ڳوٺ جمال ڪيرئي ويجهو 'چنهو جو دڙو' ۽ دادو ضلعي ۾ آمريءَ جون بہ کوٽايون ٿيون آهن، پر موهن جي دڙي بابت مطالعو سنڌ هند کان يورپ تائين دلچسپ موضوع بڻجي ويو آهي. لڏل شين جي رپورٽن بابت ڊاڪٽر سورلي پنهنجو رايو ڏيندي چوي ٿو: سنڌ مان لڌل شين مان اُن جي ثقافت جي پوري پروڙ پئي ٿي. انهن پڌراين مان عمارتون، عام ۽ تجارتي اهميت جون شيون، زيور، رانديڪا، پتليون، مهرون، نڪر جا ٿانوَ ۽ ڪيتريون ٻيون شيون مليون آهن.(2) شهر جي بناوت، گهٽيون، پاڻيءَ جي نيڪال جو سرشتو، وڏو حمام ڏسڻ کان پوءِ باشندن جي رهڻي ڪهڻيءَ جو اندازو لڳائڻ مشڪل ڪونهي.(3) تصويري لفظن بابت آسڪو پارپولا ۽ ٻين کوجنائون ڪيون آهن.

هن قديم شهر جو بنياد رکڻ وارا ۽ هن تهذيب جا علمبردار ڪير هئا؟ ان بابت کوجنا ابتدا ۾ ايترو واضح طور نہ ٿي سگهي. جيئوٽيڪ ماهرن موهن جي دڙي ۽ سميري توڙي بابلي تهذيبن ۾ ڪي ڳالهيون مشترڪ ڏٺيون آهن. مليل مواد مان اندازو لڳايو ويو آهي تہ هتي جا رهاڪو سڌريل واپاري ۽ هاري هئا. تحريري مواد کي ڪن عالمن پڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ويجهڙائي ۾ ڊاڪٽر پارپولا هن سلسلي جي کوجنا ۾ گهڻي جوش ۽ خروش سان رڌل آهي. موهن جي دڙي جي رهاڪن جي مذهبي عقيدن بابت بہ اندازا لڳايا ويا آهن، پر پوري پروڙ تحريري مواد کي پڙهڻ کانپوءِ پوندي. هونئن ديويءَ جا پتلا بہ لڌا ويا آهن. هڪ پتلو لڌو ويو آهي، جنهن کي 'شوَ' جو نالو ڏنو ويو آهي. موهن جي دڙي ۾ قبرون ڪونہ لڌيون ويون آهن، جن مان هن سلسلي جي چٽائي ٿئي تہ مردن کي قبرن ۾ پوريندا هئا يا نہ؟ ڪي مندر بہ ڪونہ لڌا ويا آهن. ٽنهي وارن هالن بابت وهيلر اندازو لڳايو آهي تہ اتي ڪن رسمن جي ادائگي بہ ٿي سگهي هوندي.(4)

موهن جي دڙي جي بربادي‎ءَ بابت وهيلر توڙي سٽوئرٽ پگٽ رايو ڏنو آهي تہ آرين جي حملي هن تهذيب کي ختم ڪري ڇڏيو. منڪي جنهن موهن جي دڙي جي کوٽائي ۾ اهم حصو ورتو، اهو هن راءِ کي رد ٿو ڪري ۽ هن جو خيال آهي تہ پنهنجي تاريخ جي آخري زماني ۾ هن تهذيب کي دشمن ڇيهو رسايو آهي.

موهن جي دڙي جي آثارن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ هتي جا رهاڪو سڌريل زندگي گذاري رهيا هئا. هن جي رهڻي ڪرڻي، ريتون رسمون هڪ طرف، تہ مالي حالتون ۽ واپاري طور طريقا ٻئي طرف ظاهر بيٺا آهن. تاريخون لکن ٿيون تہ هن اولهہ جي پاڙيسري ملڪن کي خاص طور گهڻو ڪجهہ ڏنو ۽ اِها هاڻي ڪا لڪل ڳالهہ نہ آهي.

تاريخن جي بيان موجب جن جي حملن سان موهن جي دڙي جو قائم ٿيل

ٺاٺئو ڦٽوسي دشمن هئا. جيئن مٿي بيان ٿي آيو آهي ته ڪن انهن حملو ڪندڙن کي 'آريا' سڏيو آهي. تاريخن آرين کي سڌريل هجڻ بدران اڻ سڌريل به سڏيو آهي. ان مسئلي تي يورپ، پنهنجي ننڍي کنڊ ۽ ايران جي محققن گهڻو ڪجهه لکيو آهي. ايران جو محقق ڊاڪٽر صفا لکي ٿو. "هند ايراني قبيلا جيڪا پاڻ کي 'اري' يا آئري (بهادر يا معزز) سڏائيندا رهيا آهن ۽ انهن مان جيڪي سنڌو ۽ گنگا ماٿرين ۾ رهيا تن پنهنجي ملڪ کي 'آريه ورت' سڏيو ۽ جن اڳتي وڌي ايران ۾ سڪونت اختيار ڪئي، تن پنهنجي ملڪ کي 'ايئرين' سڏيو." (5)

آرين جي دؤر جو احوال سنڌن ڌرمي ڪتابن 'ويدن' مان ملي ٿو، جن کي هو آسماني ڪتاب مڃيندا رهيا. ويد چار آهن، پر انهن ۾ تاريخ ۽ تهذيب جي پروڙ جي سلسلي ۾ 'رگ ويد' اهم آهي. نئين تحقيق موجب هندو تاريخ دان ويدن کي آسماني ڪتاب ڪونه ٿا ليکين ۽ هنن جو خيال آهي ته سنڌن رشين سنڌوءَ جي ڪنارن تي ويهي هي ويد لکيا. (6) رگ ويد ۾ خاص طور ديوتائن جي نالن ڪانسواءِ 'سپت سنڌو' يعني ستن دريائن واري پراڻي سنڌ جي مختصر تاريخ ۽ جاگرافي ڏنل آهي. (7) آرين جي زماني ۾ به سنڌ ۾ معاشي، معاشرتي، سياسي ۽ تجارتي نظام جو هڪ ڍانچو قائم هو. جنهن جا تفصيل ويدڪ ادب ۽ ان مان ورتل طفيلي مواد مان ملن ٿا. آرين جنهن قسم جو خراب ورتاءُ اصلوڪن رهاڪن سان ڪيو، اُن بابت تاريخ جي ڪتابن ۾ گهڻو مواد موجود آهي، جيڪو هڪ قبضو ڪندڙن ٽولي جي ذهنيت کي ظاهر ڪري ٿو.

1200 ق-م، کان سنڌ توڙي ننڍي کنڊ جي مختلف علائقن ۾ 'برهمڻ' جو راڄ شروع ٿيو ۽ مسڪين جنتا کي منوشاستر جي سخت قانون هيٺ چپيو ۽ چٿيو ويو. تقريباً ڇهه سؤ سال هي سلسلو پنهنجي زور تي رهيو. 'مهاتما ٻڌ' (وفات پنجين صدي ق -م.) انسان ذات جي مڪتي ۽ نجات لاءِ پنهنجا نه رڳو اصول پيش ڪيا، بلڪ خود نمونو بنجي اڳتي وڌيو. ٻڌي ڌرم سنڌ ۾ به پهتو، ٻڌ ڌرم جا متا پالي زبان ۾ لکيل آهن. ٻڌ ڌرم ۽ جين ڌرم جا متا ۽ اثر محققن لاءِ دلچسپيءَ جو باعث بڻي رهيا آهن.

سنڌ تي ايران جو اثر ۽ قبضو به رهيو آهي. ايران سنڌ تي ڇهين صدي قبل مسيح ۾ قبضو ڪيو ۽ 'گشتاسپ' سنڌ جون واڳون پنهنجي پٽ 'بهمن اَرد شير' جي حوالي ڪيون، جنهن 'بهمن آباد' جو شهر آباد ڪيو. (8) ۽ شاپور فرشاپور ۽ ٻيا شهر جوڙايا. (9) نوشيروان، پرويز ۽ ساساني بادشاهن جي دؤر ۾ ايران ۽ سنڌ جي لاڳاپن جي پروڙ ڪتابن مان پوي ٿي. (10)

يونانين به سنڌ تي ڪاهيو. جنهن جا تفصيل يوناني ليکڪن ڏنا آهن. مشهور يوناني پلوٽارچ، سڪندر اعظم جي ڪاهن ۽ سفرن جو بيان ڪندي 325 ق-م ۾ سنڌس سنڌو جي سفر ۽ ڪنهن مالي قوم سان مقابلي ۽ قلعي وٽ زخمي ٿيڻ جو ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر سورلي اندازو لڳايو آهي ته قلعو سيوهڻ جو ٿي سگهي ٿو ۽ مهاڻن سان سنڌس مقابلو ٿيو هوندو. (11)

## تاريخ تي سرسري نظر

تهذيب ۽ تاريخ جو هي دؤر جيڪو گذري آيو اُن جو مواد آثار قديمہ ۽ حملہ آور ٽولن جي لکيل احوال مان ملي ٿو. اُن کان پوءِ سنڌ جي تاريخ جو ٻيو دؤر شروع ٿئي ٿو، جيڪو نسبتاً وڌيڪ واضح آهي. خاص طور اهو دؤر وڌيڪ واضح آهي، جيڪو عربن جي ڪاهہ ۽ قبضي (712ع) کان ڳڻجي ٿو.

ڏاهر پٽ چچ کي شڪست ڏيئي 712ع ۾ عربن سنڌ فتح ڪئي. اُن وقت سنڌ ۾ هندو ۽ ٻڌ مت جي مڃيندڙن جي باهمي رقابت جو ڪافي احوال ملي ٿو، جيڪو چيني سيلاني هيون سانگ (شئن چوانگ) لکيو آهي. عربن جي فتح (712ع) کان پوءِ صورت حال ۾ گهڻي تبديلي آئي. سنڌ جي مذهبي، لساني، معاشرتي، ادبي ۽ اقتصادي زندگيءَ ۾ آهستي آهستي ڦيرو ايندو ويو. عرب خاندان سنڌ ۾ رهي پيا. ڪيترن ماڻهن اسلام قبول ڪيو ۽ سنڌين توڙي عربن جي باهمي ويجهڙائي هڪ نئين معاشرت کي جنم ڏنو. سنڌي زبان ۾ عربي لفظن جو ذخيرو شامل ٿيو. سنڌ ۾ عرب راڄ گورنرن جي وسيلي هڪ نئين اقتصادي نظام کي نافذ ڪيو. اِن ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي. ايترو چئي سگهجي ٿو تہ غير ملڪي حڪومت جي سربراهن جو رابطو سنڌ ۾ وڏن سردارن ۽ چڱن مڙسن سان رهيو ۽ عوام وري بہ انهن سردارن جي گرفت ۾ رهندا آهن.

يارهين صدي عيسويءَ جي اڌ ڌاري ۽ سومرن جي اقتدار سنڌ کي پنهنجي خود حڪومت ڏني. سومرن جي دؤر جو احوال تاريخن ۾ قدري تفصيل سان آيو آهي. اُن سلسلي ۾ دودي چنيسر جي جنگ جو واقعو ادبي اهميت بہ وٺي چڪو آهي. سومرن جي دؤر جي خاتمي جو سال تاريخن ۾ 1351ع ڏنل آهي، جڏهن سما خاندان جي هڪ باهمت فرد ڄام اُنڙ سومرن کي شڪست ڏني. سنڌ ۾ سمن جو راڄ (1351-1520ع) بہ باهمي رقابتن سان پر آهي. هن دؤر ۾ ڪي حڪمران اهڙا ملن ٿا، جن بلند حوصلي ۽ همت توڙي عدل ۽ انصاف سان حڪومت هلائي. انهن ۾ ڄام نظام الدين (دور حڪومت 866-914هہ) جو نالو اچي ٿو. جنهن شيءِ کي اسين اڄ عدم تشدد جو اصول چئون ٿا، سو هن ڄام جي ڪردار ۾ ملي ٿو. پنهنجي هڪڙي فارسي شعر ۾ چوي ٿو:

اي آنکہ ترا نظام الدين مي خوانند،
تو مفتخري کہ ميرا چنين مي خوانند.
گر در رہ دين ز تو خطائي التد،
شڪ نيست کہ ترا شيطان ولعين مي خوانند.

(جيڪي توکي نظام الدين پيا چون، تون خوش آهين جو ائين پيا چون پر سيان توکان خطا ٿيندي تہ شڪ ناهي توکي شيطان چون.)

هن عظيم ڄام جي ناعاقبت انديش پٽ فيروز، سپہ سالار ۽ وزير اعظم دريا خان جو چيو نہ مڃيو ۽ حڪومت 1521ع ۾ ارغونن جي قبضي ۾ هلي ويئي.

جيڪي هونئن ئي چنگيز ۽ هلاڪوءَ جي اولاد مان هئا ۽ جيڪي سنڌ جي غريب عوام سان ڪيائون، سو ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. ارغونن مان شاه بيگ ۽ سندس پٽ شاه حسن سنڌ تي 1554ع تائين حڪومت ڪئي، اُن کانپوءِ سنڌ ارغونن جي سردارن ترخانن جي هٿ هيٺ آئي ۽ ترخانن به 1591ع تائين راڄ ڪيو. سنڌن دؤر ارغونن کان به وڏيڪ اذيت ڀريو هو. مرزا عيسيٰ ترخان هجي يا باقي بيگ ۽ جاني بيگ، سنڌ جي ماڻهن کي ذهني عذاب ۽ جسماني اذيتون ڏيڻ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کڻي ويا.

اُن کان پوءِ سنڌ ۾ مغل راڄ طرفان گورنرن جي حڪمراني شروع ٿي. اُها به هڪ ڌاري حڪومت هئي ۽ ڌارين ۽ پنهنجن مان ڪن ابن الوقت فردن مغل دؤر ۾ به سنڌ جي ماڻهن کي گهڻو ڇيهو رسايو. شاه عنايت جهوڪ واري ۽ مخدوم عبدالرحمٰن کهڙن واري جا واقعا هن سلسلي ۾ مثال طور وٺي سگهجن ٿا.

ڪلهوڙن جي حڪومت جي سلسلي ۾ ايترو چئي سگهجي ٿو ته هو پنهنجي دؤر ۾ مغل هندوستان، ايران ۽ افغانستان جي ڪنهن نه ڪنهن صورت جي ماتحتيءَ ڪري پورا خودمختار نه هئا.(12) سنڌن خاندان ۾ آدم شاه هڪ روحاني پيشوا ٿي اُڀريو. ڪانئس پوءِ ميان شاهل محمد، دين محمد ۽ يارمحمد نشانبر ٿيا، ميان نورمحمد ۽ ميان غلام شاه جا ڏينهن استحڪام وارا به رهيا ته ڌارين جي حملن کي به منهن ڏنائون. مغلن جي ڏنل گورنريءَ جو دؤر 1701ع کان شروع ٿيو. نيم خودمختيار حاڪم طور 1736ع کان حڪومت ڪيائون، 1739ع ۾ نادر شاه جي حملي سبب ايران جا ڏن ڀرو ٿيا ۽ 1747ع ۾ افغانستان جي تحت رهيا.(13) سنڌن اقتدار به بدنصيب حاڪم ميان سرفراز جي سياست سبب پڄاڻيءَ تي پهتو ۽ وفادار اميرن يعني ٽالپرن کين شڪست ڏيني. 1783ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ مير فتح علي خان ملڪ جون واڳون سنڀاليون. سياست جو هي ڦيرو ٽالپرن جي حڪمت عمليءَ جو هڪ ٻيو رنگ وٺي ظاهر ٿيو ۽ ميرن هڪ ٻئي جي صلاح ۽ رضامندي توڙي حڪومت ۾ ڀاڱي ڀائيواريءَ جو طريقو رائج ڪيو، جنهن کي چوياري چئجي ٿو. مير فتح علي خان، ڪرم علي خان، غلام علي خان ۽ مراد علي خان کي پاڻ سان شامل ڪيو ۽ ڀهرين چوياريءَ جو راڄ شروع ٿيو ۽ اُهو مرڪزي سنڌ تي هو. اهڙي طرح ميرپورخاص تي ٺارو خان ۽ خيرپور تي سهراب خان حڪومت ڪرڻ لڳو. ميرن جي نااتفاقيءَ دشمن کي موقعو ڏنو 1843ع ۾ انگريزن مياڻيءَ ۽ دٻي جي جنگ کان پوءِ سنڌ تي قبضو ڄمايو ۽ اُهو دؤر پنهنجي اُن جاگيردارانه صورت ۾ 14 آگسٽ 1947ع تائين هليو، جڏهن پاڪستان وجود ۾ آيو.

## سنڌي ٻولي

موهن جي دڙي جي تهذيب جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته سنڌي زبان جون پاڙون قديم ماضيءَ ۾ کتل آهن. گهڻ ۾ گهڻ هاڻي اِن ڳالهه ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته سنڌي زبان هڪ قديم ۽ ٻڌائتي زبان آهي. موجوده صورت ۾ پهچڻ لاءِ سنڌي

زبان هڪ وڏو سفر اختيار ڪيو ۽ مختلف مرحلا طئه ڪري اڄوڪي ترقي يافته ۽ مڪمل زبان جو روپ اختيار ڪيائين، جنهن ۾ جديد علمن ۽ فنن تي ڪتاب لکڻ جو استعداد موجود آهي.

## قدامت ۽ بڻ بنياد

سنڌي ٻوليءَ جي قدامت بابت جيڪا کوجنا ٿي آهي، ان ۾ اهو ظاهر ڪيو ويو آهي ته هيءَ زبان فلاڻي فلاڻي گهراڻي سان واسطو رکي ٿي. پر ان ڳالهه ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته عيسوي سن کان اڳ سنڌي زبان جي وجود جا اهڃاڻ ملن ٿا. سياحن جي سفرنامن مان به سنڌي زبان جي موجود هجڻ جا ثبوت ملن ٿا. مشهور سياح 'بشاري المقدسي' ۽ 'الاصطخري' وغيره جڏهن سنڌ ۾ آيا ته هتي سنڌي زبان ڪي موجود ڏٺو ۽ ان بابت پنهنجن ڪتابن ۾ ذڪر ڪيائون. هنن سياحن جون تصنيفون نائين ۽ ڏهين صدي عيسوي جون آهن. ترت پوءِ سومرن جي دؤر (1050-1351ع) ۾ سنڌي شعر مليا آهن. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته جنهن زبان ۾ شعر موجود آهي سا ڇڱو زمانو اڳ هيءَ صورت (جنهن ۾ شعر مليو ٿو) وٺي بيٺي هوندي. قدامت بيشڪ اهم آهي، پر ٻوليءَ جي اصليت ۽ بڻ (Origin) جو مسئلو به ماهرن ۽ طالبعلمن لاءِ اهميت وارو آهي. هن سلسلي ۾ ڪافي کوجنا ۽ بحث ٿيو آهي. لسانيات جا ٻه شعبا هن معاملي جي کوجنا ۾ مشغول نظر اچن ٿا. ماضيءَ ۾ تاريخي لسانيات (Historical Linguitics) جي آڌار تي ماهرن چنڊڇاڻ ڪئي آهي. هن سلسلي ۾ سرگريئرسن (1851-1941ع) "لنگسٽڪ سروي آف انڊيا" لکي بنيادي ڪم ڪيو. سنڌي عالمن مان ڀيرومل مهرچند (1876-1952ع) گريئرسن جي ڪم مان استفادو ڪيو ۽ سندس نظرين تي ڪاربند رهي: "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" نالي ڪتاب لکيو. جنهن ۾ تفصيل سان هن نظرئي جي اپنار ڪيائين ته سنڌيءَ ۾ سنسڪرت واريون خصوصيتون لڀن ٿيون. سندس ڏنل راءِ موجب: 'هاڻوڪي سنڌيءَ ٻولي سنسڪرت جي ڄائي آهي. پراڪرت ۽ اپڀرنش جا روپ وٺي وراڇڊ سڏجڻ ۾ آئي ۽ ان ڪانپوءِ شايد عربن جي صاحبيءَ ۾ رنگ بدلائي موجوده پوش پاتائين ۽ سنڌي آريائي زبان آهي'.

سنڌ ۾ گريئرسن جي کوجنا جي آڌار تي ڏنل مٿيون نظريو چٽڪ منظور ٿي چڪو هو، تان جو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ' ۾ هڪ نئون رايو پيش ڪيو ۽ لکيائين ته "سنڌي ٻولي بنيادي طور سڌو سنئون سنسڪرت مان نڪتل ڪانه آهي بلڪ سنسڪرت کان اڳ واري دور جي سنڌو ماٿر جي قديم ٻولي آهي.' (14)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب وضاحت ڪندي اهو به لکيو ته 'خاص سنڌ جي آڳاٽي ٻوليءَ جي ابتدائي سٽاءُ ۾ سمير ۽ بابل جي تمدن وارين ٻولين ۽ سامي صفت زبانن جا ڪي اجزا شامل آهن'. (15) ڊاڪٽر صاحب هن بحث ۾ سنڌيءَ ڪي سامي زبانن جهڙوڪ: سرياني، عبراني، حبشي ۽ عربيءَ جهڙو سڏي ٿو. (16) سندس هن راءِ تي

سراج الحق ميمڻ پنهنجي ڪوجنا ڪان پوءِ مهراڻ (سماهي) ۾ لکيو ۽ ٻنهي محققن مهراڻ ۾ ٻئي هن سلسلي ۾ بحث ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ جي ڪتاب ڪان پوءِ سراج جو ڪتاب "سنڌي ٻولي" شايع ٿيو. جنهن ۾ هن صاحب اهو موقف اختيار ڪيو ته سنسڪرت سنڌيءَ جي جائي آهي.(17)

سنڌي زبان جي تاريخ بابت ڀارت ۾ ليلي رچنداڻيءَ جو مقالو 'سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس' شايع ٿيو. ليلي ڪافي تفصيل ڏنا، پر سندس ڪيل بحث مان اهڻ ظاهر ٿو ٿئي ته هو خود ڪنهن آخري فيصلي تي ڪونه ٿو پهچي سگهي. هو مختلف اٿرن جو ذڪر ڪندي ظاهر ڪري ٿو ته سنڌ جي پراڻي ٻوليءَ جو واسطو سنسڪرت سان به ٻيو ۽ سامي ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪري ڪي خصوصيتون منجهس سامي ٻولين واريون به آهن.

تاريخي لسانيات جي لحاظ کان سنڌي ٻوليءَ تي هن وقت تائين جيڪا کوجنا ٿي آهي، تنهن ۾ ڊاڪٽر ٽرومپ جي گرامر کي اهميت آهي ۽ اُن ۾ آيل ڪن نڪتن تي بحث جي گنجائش آهي ۽ بحث جي ابتدا به پاڪستان ۽ ڀارت جي ڪن عالمن ڪئي آهي، جن وٽ تشريحي لسانيات (Discriptive Linguistics) ۽ ٻوليءَ جي سٽاءُ (Structurc) کي بنيادي اهميت آهي.

پاڪستان مان منهنجن اُستادن پروفيسر علي نواز جتوئي ۽ پروفيسر غلام علي الانا هن سلسلي ۾ ڪم ڪيو آهي. ٻئي محقق ڪن نڪتن تي اختلاف به رکن ٿا ۽ بحث به ڪندا آيا آهن. الانا صاحب لنڊن يونيورسٽيءَ ۾ تحقيقي مقالو 'سنڌيءَ ۾ عربي عُنصر' (1963ع) لکيو. جتوئي صاحب پنهنجو مقالو سنڌي شعبي سنڌ يونيورسٽيءَ جي مخزن 'سنڌي صحيفو (1962ع) ۾ لکيو ۽ اُن ڪان پوءِ لنڊن وڃي لسانيات جي تربيت ورتائين ته ڪيس پنهنجي مقالي ۾ ڪي تبديليون ڪرڻيون پيون ۽ اُن سلسلي ۾ سندس ڪتاب "علم لسان ۽ سنڌي زبان" اهم آهي. ڀارت مان لڇمڻ خوبچنداڻي، جيرامر داس دولترام، ڪرشنچندر جيٽلي، ڪماري پوپٽي هيرانندائي ۽ ٻين محققن ڪم ڪيو آهي. لڇمڻ خوبچنداڻيءَ جي مقالي جو عنوان آهي: "The phonology and Morp Hophonemics of Sindhi" جيڪو هن صاحب 1961ع ۾ پنسلوانيا يونيورسٽي ۾ لکيو. آمريڪا ۾ ڊاڪٽر بورڊي به سنڌي زبان تي ڪم ڪيو آهي.

سنڌي ٻوليءَ تي کوجنا ڪندڙ هنن محققن جو بُڻ بنياد کي لهڻ جو طريقو هڪ ئي آهي، يعني ٻوليءَ جي ڍانچي جو جائزو وٺڻ. هن سلسلي جي تحقيق جي آخري ڪڙي ڊاڪٽر الانا صاحب جو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد" آهي، جيڪو هن صاحب پنهنجي ساڳئي نالي واري مقالي (ڇپيل مهراڻ 1968/2ع) کي مڪمل ڪندي 1974ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ ڪالڊويل جي ڪتاب (18) جي ڪن نڪتن کي اهميت ڏني اٿس ۽ ٻولين جي ڀيٽ ۽ اٿرن بابت چوي ٿو: 'ڪن به ٻن يا ٻن کان وڌيڪ زبانن جي تقابلي مطالعي لاءِ جن اهم جزن جي اڀياس ۽ ڀيٽ جي ضرورت آهي، اُهي آهن: صوتي هڪ جهڙايون، لفظن جي ذاتن جون هڪ جهڙايون، گردانن جي بناوت جا هڪ جهڙا اصول، اسمن ۽ فعلن جي گردانن ۾ هڪ

جهڙايون، ضميرن ۽ حرفن ۾ هڪ جهڙايون: مطلب ته اگر ڪن به ٻن ڪان وڌيڪ ٻولين ۾ اهي سڀ هڪ جهڙايون موجود هونديون ته چئبو ته يا ته هڪ زبان ٻيءَ مان ڦٽي نڪتي آهي، يا ٻئي (يا وڌيڪ) ڪنهن هڪ ئي ساڳئي بنياد جون شاخون آهن.' (19)

پروفيسر الانا پنهنجي مقالي (20) ۽ هن ڪتاب ۾ پنهنجو موقف مثالن ۽ دليلن سان پيش ڪيو آهي ۽ ڏيکاريو اٿس ته سنڌي لفظن جي منڍ ۾ سنسڪرت لفظن وانگر جيڪي مرڪب آواز ٿين ٿا، سي ڪنهن به سامي صفت يا سامي ٻوليءَ ۾ ڪونه ٿا ٿين.(21) ٻوليءَ جي بڻ (Origin) بابت حتمي نتيجا هيٺيان ڪديا اٿس.

1- آرين جي اچڻ ڪان اڳ برصغير ۾ دراوڙي ٻوليون چالو هيون، انهيءَ ڪري چئبو ته سنڌو ماٿر ۾ به آرين جي اچڻ ڪان اڳ ڪا غير آريائي ٻولي چالو هئي. انهيءَ آڌار تي چئبو ته موهن جي دڙي واري ٻولي به ڪا قديم دراوڙي ٻولي هئي.

2- موهن جي دڙي واري قديم تهذيب ۽ قديم ٻولي، دراوڙي تهذيب ۽ دراوڙي ٻوليءَ جي نشاني آهي.

3- سنڌي ٻوليءَ جو صوتياتي نظام، دراوڙي ٻولين جي صوتياتي نظام سان هڪ جهڙائي رکي ٿو.

4- سنڌي ٻوليءَ جي صرفياتي ۽ نحوي سٽاءَ دراوڙي ٻولين جي صوفياتي ۽ نحوي سٽاءَ ۾ هڪجهڙائي آهي.

5- سنڌي ٻولي بنيادي طور غير آريائي زبان آهي، جنهن کي سنڌو ٻولي يعني سنڌي ٻولي چئي سگهجي ٿو. جا بنيادي طور 'توراني' ٻولين جي خاندان سان واسطو رکي ٿي.

6- فنس ۽ روسي ماهرن جي راءِ موجب، دراوڙي ٻولين ۽ موهن جي دڙي جي قديم ٻوليءَ ۾ هڪجهڙائي آهي. تنهن ڪري ايئن چئبو ته دراوڙي ٻولين جي موهن جي دڙي جي ٻوليءَ سان ڪا نسبت آهي. اهي ماهر انهيءَ راءِ جا آهن ته موهن جي دڙي جي ٻولي، دراوڙي ٻولين جو بڻ بنياد آهي.

7- جيڪڏهن ڪالڊويل جي راءِ موجب، دراوڙي ٻوليون مٿين ٻولين جي معرفت توراني خاندان سان هڪجهڙائي رکن ٿيون، ته پوءِ هيئن چونه چئجي ته دراوڙي ٻولين جو بڻ بنياد موهن جي دڙي واري ٻولي آهي ۽ موهن جي دڙي واري ٻولي يعني سنڌو ٻوليءَ (سنڌوي 7 سندوي 7 سنڌي) جو بنياد توراني ٻوليءَ سان واسطو رکي ٿو.

8- سنڌي ٻولي آرين جي اچڻ ڪان اڳ، موهن جي دڙي واري قديم تهذيب جي ٻولي، هئي، جنهن تي پهرين داردي ۽ ايراني سرحد وارين ٻولين جو اثر ٿيو، ۽ ان ڪان پوءِ سنسڪرت جو، پوءِ پاليءَ جو. انهي لحاظ ڪان سنڌي جو شجرو هن ريت بيهندو.

توراني ٻولي

موهن جي دڙي واري ٻولي

دراوڙي | بروهڪي | سنڌو

قديم سنڌي

وچين دؤر واري سنڌي

هاڻوڪي سنڌي (22)

پروفيسر محبوب علي چنہ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادب جا مختلف رجحانات" ۾ الانا صاحب جي نظرين تي اشارتاً بحث ڪيو آهي، پر تفصيلوار بحث هن آخري نظرئي، موقف ۽ مطالعي تي ٿيڻ ڪپي.

مٿي سنڌي ٻوليءَ جي بنياد بابت مختلف نظريا ۽ مطالعا ڏسيا ويا آهن. اسان جي هنن محققن جي کوجنا تي غورڪرڻ سان زبان جي اصليت معلوم ٿي سگهي ٿي ۽ اُن سلسلي ۾ رسم الخط جو مطالعو بہ گهڻو مددگار ٿيندو.

## رسم الخط

موهن جي دڙي جي تهذيب تي نظر وجهڻ سان اُتي جي رهاڪن جي رهڻي ڪهڻيءَ جي جيڪا پروڙ پوي ٿي سا تہ هاڻي مڃجي چڪي آهي. هن تهذيب جي مالڪن کي پنهنجو هڪ رسم الخط بہ هو، جيڪو هاڻي روسي ماهرن (23) ۽ ڪرين هيگن جي ماهرن آسڪو پارپولا (24) ۽ ٻين جي توجهہ جو مرڪز آهي. بلڪ هنن پنهنجي سائنسي اڀياس جا ڪي نتيجا مختلف رپورٽن وسيلي شايع بہ ڪيا آهن. 1975ع مارچ مهيني ۾ ڊاڪٽر آسڪو پارپولا انهن کوجنائن جا مڪمل تفصيل 'سنڌ صدين ڪان' سيمينار ۾ پنهنجي پيپر ۾ ڏنا. پارپولا ۽ سندس ٽيم جو قديم رسم الخط کي پڙهڻ جو هي ڪم آئيندي گهڻو مددگار ٿيندو. هن پنهنجي مقالي ۾ هنٽر ۽ فادر هيراس جي نتيجن تي بہ بحث ڪيو آهي. هيراس پنهنجي ڪتاب ۾ اهو لکيو تہ هتي جي ٻولي دراوڙي سٽ جي آهي. هو هيراس جي طريقہ ڪار کي موثر سمجهي ۽ راءِ ڏي ٿو تہ سڀ معروف تحريري صورتون ٽيهہ لک سال ق.م. هڪ پديون، ويهہ لک سال ق.م. گهڻ پديون ۽ ڏهہ لک سال ق.م. الف بي تي ٻينل نظر اچن ٿيون. (25)

پارپولا پنهنجن رپورٽن ۾ ڪن مهرن جا نتيجا بہ ڄاڻايا آهن. مڃي ۽ ٻين ڪيترن تصويري لفظن جي اپٽار ڪئي اٿس. انهن جا ڪي مثال هن هڪ پيرو وري ڏنا آهن. (26) موهن جي دڙي جي قديم تصويري لفظن ۽ مهرن جو مطالعو هڃي يا

مصر، چين ۽ ڪن ٻين ملڪن جا قديم تصويري لفظ هجن، انهن جي پاڻ ۾ ٻه هڪ نسبت ظاهر ٿي سگهي ٿي. اُن لاءِ گهڻي کوجنا جي گهرج آهي.

مٿي ذڪر ڪيل ماهر جا نتيجا جڏهن هڪ صورت وٺي بيهندا ته صورتحال وڌيڪ واضح ٿيندي ۽ رسم الخط جي مطالعي جو هي پهريون مرحلو حل ٿيندو. ان کان پوءِ ٻيو مرحلو قدري ويجهڙائي وارو آهي، جنهن کي عرب سياحن جي تحريرن ذريعي سمجهي سگهجي ٿو. ان کان پوءِ جيڪا ٻي تحقيق ٿي آهي، سا نظر ۾ رکڻ کپي. مختلف عرب سياح جن مان ڪن جي سنڌ بابت ڏنل احوال جو زمانو نائين ۽ ڏهين صدي عيسويءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي، تن سنڌي زبان جي وجود جو حوالو ڏنو آهي. جاحظ سنڌي خط ڏي ٻه اشارو ڪيو آهي. يعني نائين صدي عيسويءَ ۾ هڪ اهڙو رسم الخط موجود هو، جنهن ۾ سنڌي نجوم ۽ حسابدانيءَ ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريندا هئا. اهڙي طرح تقريباً سؤ سال پوءِ ابن نديم هڪ کان وڌيڪ اهڙن خطن (Scripts) بابت ٻڌايو جيڪي سنڌ ۾ رائج هئا.

سنڌي زبان ۾ رسم الخط جي اڀياس لاءِ مواد هڪ هنڌ گڏ ٿيل نه هو ۽ ان کي پهريون ڀيرو تنقيد جي تارازيءَ ۾ پروفيسر غلام علي الانا صاحب توريو. هن صاحب لنڊن يونيورسٽيءَ مان "The Arabic element in Sindhi." جي عنوان تي ايم. اي، جي ڊگريءَ لاءِ مقالو لکيو ۽ 1964ع ۾ "سنڌي صورتخطي" ڪتاب شايع ڪيو. جنهن ۾ ابتدائي بحث کان پوءِ مختلف رسم الخطن بابت به لکيائين. الانا صاحب واضح طور ڄاڻايو ته رسم الخط ۽ صورتخطيءَ ۾ فرق محسوس ڪرڻ گهرجي. سنڌي رسم الخط جي قدامت ۽ عرب سياحن جي تحقيق جي سلسلي ۾ سنڌ جي آثار قديمه جي کاتي جي هڪ رپورٽ جو حوالو ڏيندي لکي ٿو: ڀنڀور مان لڌل ٺڪرين تي ڏنل تصويرن مان ٻن تي اردنا گري خط ۽ هڪ تي لوهاڻڪي يا لاڙي رسم الخط لکيل آهي. رسم الخط جا هي ٻئي نمونا عرب سياحن جي بيانن کي صحيح ثابت ٿا ڪن ۽ آثار قديمه جي ڊائريڪٽر جي راءِ کي سچو ثابت ٿا ڪن ته اهي رسم الخط اسلام جي آمد کان اڳ واري سنڌي ٻوليءَ جا اهڃاڻ ڏين ٿا.(27)

جڏهن ته ڪيترائي رسم الخط هئا ته انهن مان هرهڪ جي عمل ۽ پهچ جو دائرو ڪٿي ڪٿي محدود به هو. يعني ڪي فقط ڪن قومن ۽ قبيلن جي لاءِ مخصوص هئا. انهن ۾ خداوادي، شڪارپوري، ساڪرو، ٺٽائي، لاڙائي، ونگائي، راجائي، خواجڪو ۽ ميمڻڪو مشهور آهن. (28)

خواجڪن اکرن جو سنڌي رسم الخط جي ارتقاء ۽ تاريخ ۾ چڱو حصو آهي. هنن جي ترقيءَ ۽ ترويج ۾ پير صدر الدين جو گهڻو هٿ هو. پير صاحب اسماعيلي فرقي جو داعي هو. لوهاڻڪي خط ۾ پير صاحب ڪي ماترائون شامل ڪري رائج ڪيو. اهو چاليهه اکري يا خواجڪي سنڌي سڏجي ٿو.(29) هن خط ۾ لکيل ڪتاب اڄ به دنيا جي مختلف ملڪن ۾ اسماعيلي پڙهن ٿا.(30) الانا صاحب جي مٿي بيان ڪيل راءِ تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ۾ بحث ڪيو آهي، جنهن جو وچور ۽ تنقيد الانا صاحب (حاشيي

۾ ص ص 24-25) ڏني آهي.

_ انهن قديم رسم الخطن کي پنهنجو پنهنجو اثر جو دائرو هو. وقت گذرڻ سان ايترو ٿيو جو هندن ۽ مسلمانن هن سلسلي ۾ مذهبي اثرن کي وڌيڪ اهميت ڏني ۽ هندو، هندو اکرن ۾ اڙجي پيا ۽ مسلمان عربي حرفن کي پنهنجو ڪيو ۽ اٿپورو ته اٿپورو سهي، هڪ نئين رسم الخط ڏي ڇڪجي ويا. اهو عربي سنڌي سڏجي ٿو. اُن کي مخدوم ابوالحسن ڪنهن حد تائين وڌيڪ فعال ۽ مفيد بنايو. هن صاحب 1700ع ۾ پنهنجو ڪتاب "مقدمة الصلواة" لکيو، جنهن ۾ هن صاحب نون مسلمانن جي رهنمائي لاءِ اسلامي اصولن مان نماز تي بحث ڪيو ۽ عربيءَ جا 28 حرف قائم ڪيائين. پ، ڇ، گ فارسيءَ مان ڪنيائين.(31) "مقدمة الصلواة" ۽ ارڙهين، اوڻويهين صدي عيسويءَ جا لکيل ٻيا ڪتاب گهڻو ڪري ابوالحسن جي رٿيل الف- ب جي بنياد تي موجود آهن ۽ ڪن ليکڪن ڪٿي ڪٿي اوت تي ٻيا حرف به آندا. اهو اڀياس به گهڻو دلچسپ آهي. انگريزن جي قبضي (1843ع) کان وٺي سنڌي الف- ب جي هڪ مقرر صورت قائم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ٿيون ۽ انگريز سرڪار هڪ ڪميٽي تشڪيل ڏني، جنهن ۾ انگريز عملدارن سان گڏ ڏيهي عالمن کي به شامل ڪيو ويو. هن ڪميٽيءَ گهڻي بحث مباحثي کانپوءِ عربي رسم الخط 1853ع ۾ منظور ڪيو. ابوالحسن جي ڪم کي به نظر ۾ رکيو ويو. نج سنڌي آوازن لاءِ نيون صورتون قائم ڪيون ويون. جهڙوڪ ٻ، ٿ، ڏ، ڏ، ڃ، ڄ، ۽ ڳ وغيره. سنڌي لفظ لکڻ جي سلسلي ۾ به ڪي سفارشون ڪيون ويون، جيئن تحرير ۾ پختگي ۽ هڪجهڙائي قائم رهي. هن الف- ب بابت به اڄ ڪلهه علم لسانيات جا ماهر اجان نيون تجويزون رکن ٿا. بهرحال اسان جي موجوده الف- ب جي مختصر تاريخ اها آهي.(32)

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1- Sorely. H. T: Gazetteer of W-pak, Sind. Westpak: Government press, Karachi, 1968, PP. 106-107.

2- Ibid : PP. 112-113.

3- وڌيڪ تفصيلن لاءِ محمد ادريس صديقيءَ جو ڪتاب 'واديءَ سنڌ کي تهذيب' ڏسڻ گهرجي.

4- Wheeler, Mortimer, Sir: "Civilizations of Indus Valley and Beyond". Thames and Hudson, London 1966, P.17.

5- صفا، ذبيح الله، ڊاڪٽر: 'مرزهاي دانش' (فارسي) انتشارات راديو ايران تهران 1338 (خورشيدي) ص ص 56-57.

6- مولائي، رحيمداد خان شيدائي : 'تاريخ تمدن سنڌ' سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1959ع، ص35.

7- ايضاً، ص 35.

8- Smith, J. W: "Gazetteer of the province of Sind". Vol. I Government Central press Bombay, 1920, PP. 28,29.

9- Cousens, Henry: "Antiquities of Sind." Government of India Central Publications Calcutta, 1929, P. 63.

10-Billimoria, N. M: "The Iranians in Ancient India", Especially in Sind and Punjab, "Sind Histrical Journal> Vol. III PP. 41,42.

11- "Sorley: Gazetteer", PP. 128,129.

ب: قانع، مير علي شير: 'مقالات الشعراء' سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي 1957ع: ص 816.

12- Ibid: P. 166.

13- Ibid: P. 165.

14- بلوچ نبي بخش خان، ڊاڪٽر: 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ' حيدرآباد 1962ع ص 'ج'.

15- ايضاً، ص 19.

16- ايضاً، ص 3.

17- ميمڻ، سراج الحق: 'سنڌي ٻولي' عظيم پبليڪيشن حيدرآباد، 1964ع، ص 14.

18- Caldwell, R, Dr: "A Comparative Grammar of the Dravidian or south Indian Family of Languages". Turbner Co ludgote hill, London 1875.

19- الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: 'سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد' زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد، 1974ع ص 7.

20- الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، مقالو: 'سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد' سماهي مهراڻ، حيدرآباد، 1967/2ع ص ص 75 کان 80.

21- الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: مقالو 'سنڌي' سماهي مهراڻ، حيدرآباد، 3-1966/4ع ص ص 108- 110.

22- رجوع ڪريو حوالو نمبر 19، ص ص 115-116.

23- Alekseev, G.V And others: Soviet studies in Haraparo Script Paper No. 6. Field research project, Mascow 1965.

24- Parpola, Asko and others: Decipherment of the proto Dravidian Inscip-tions of the Indus civilization the Scandinavian Institute of Asian Studies, Copen Hagen 1969.

25- Parpola Asko: Recent developments in the study of the Indus script. pa-per read at the international Seminar "Sind through the Centuries." Karachi 2-8 March 1975, P. 17.

26- Ibid: PP. 18, 22, 23 & 24.

27- الانا، خواجه غلام علي: 'سنڌي صورتخطي' سنڌي زبان پبليڪيشن، حيدرآباد، 1969ع (ٽيون ڇاپو) ص20.

28- ايضاً ص ص، 31-32.

29- ايضاً، ص 24.

30- ايضاً، ص 25.

31- عربي- سنڌيءَ تي لوڪنات پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ٻوليءَ جي لپي' ۾ ڪڙي تنقيد ڪئي ۽ اُن کي غيروگيانڪ سڏيائين. سندس نظرين کي الانا صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ رد ڏنو. ڏسو: سنڌي صورتخطي ص ص 4-12.

32- تفصيلي مطالعي لاءِ ڏسو ڊاڪٽر غلام علي الانا جو ڪتاب 'سنڌي صورتخطي'.

## باب پهريون

# ادب، قديم شاعري ۽ شاعريءَ جو پهريون دؤر

### ادب جي وصف

ادب هڪ وسيع موضوع آهي. هن جو ڪائنات جي حسن ۽ قبح توڙي انسان جي جذباتي دنيا سان سنئون سڌو واسطو آهي. جيئن جيئن وقت گذرندو پيو وڃي تيئن تيئن نه رڳو ادب ۾ واڌ ۽ ويجهه پئي اچي، پر خود ادب جي وصف ۾ گونا گونيءَ بابت رايا وڌندا پيا وڃن.

ادب بابت سوچيندڙ عالمن ۽ نقادن پهريائين پهريائين ان جي دائري جو تعين ڪيو آهي ۽ ٻڌايو اٿن ته ڇا ادب آهي ۽ ڇا ادب نه آهي. هن مان مراد هيءَ آهي ته ڪهڙا موضوع (Subject) ادب جا آهن. جن ۾ نقادن تاريخ جاگرافيءَ ڪان وٺي سائنس جي موضوعن ڏي اشاري طور سمجهايو آهي ته ادب فقط اهو آهي جنهن جو ڪنهن به تاريخي ۽ ٽيڪنيڪي علم سان نه پر ان جي جذباتي دنيا ۽ انسان جي مسئلن سان واسطو آهي. پوءِ ان جي سمجهاڻيءَ لاءِ جانورن ۽ پکين جا قصا به ڇو نه بيان ڪيا وڃن.

ادب کي واضح طور ڏسڻ لاءِ ان کي زندگيءَ جو تفسير به چيو ويو آهي. هيءَ وصف واضح ڪري ٿي ته انسان زندگيءَ ۾ جيڪي ڏک ۽ سک، مسئلا مرحلا، محبتون نفرتون ۽ ڏاڍ ڏهڪاءُ ڏسي پسي ٿو تنهن جو تحريري رڪارڊ ادب جو حصو بنجي سگهي ٿو. هن شرط سان ته اهو قصي، ڪهاڻي ۽ شعر جي صورت ۾ هجي ۽ نه ڪنهن ٻي صورت ۾، جهڙوڪ: پوليس رپورٽ يا سرڪاري حڪم نامو وغيره، تحرير ۾ اچڻ ڪان اڳ نظم ۽ نثر جو ادبي خزانو سڄو زباني هو. سڪاٽ جيمس يوناني ادب جو مثال ڏيندي چوي ٿو: "وڏن ميلن ۽ اجتماعن ۾ شهري گڏ ٿي وڏن ليکڪن جا ڊراما ڏسندا هئا ۽ ڊرامي جو نظم بنيادي طور فقط ٻڌڻ لاءِ هو. نثر جي سلسلي ۾ مقررن (Orators) جا خطاب ماڻهن کي متاثر ڪندا هئا، اُهي بلاغت ۽ فصاحت سان پر هوندا هئا.(1)

يوناني ادب ۾ اهڙا ڪيئن مثال آهن ۽ ان کان متاثر ٿيل مغربي ادب اڄ به ان جي شاهدي پري ٿو. دنيا جي ٻين ملڪن توڙي دنيا جي هن حصي ۾ جتي اسين رهون ٿا، صورتحال تقريباً ساڳي هئي. ادب جا پهريان ٻڌندڙ، ميلن ۽ اجتماعن ۾ شريڪ شخص ئي هئا. ادب جي صنفن جا راوي به اهي ئي بنيا ۽ زباني روايتن تي اڳتي هلي ادب جون صنفون تحرير ۾ آيون.

ادب جون صنفون سيني لاءِ آهن. ڪنهن هڪ علم سان لاڳاپيل ماڻهو بنيادي طور فقط پنهنجي موضوع تي ذهن کي مرڪوز رکي ٿو. تنهن سان گڏ ادب به

هن جي زندگيءَ ۾ اهم جڳهه والاري سگهي ٿو. مثال طور ڪو ماڻهو انجنيئر آهي ۽ ادب پڙهڻ وارو ته ڇا پر اديب به آهي، جيئن الطاف شيخ. هو ڊاڪٽر به آهي ته اديب به، جيئن ، تنوير عباسي، نجم عباسي، سليمان شيخ ۽ ٻيا به گهڻا آهن. بلڪ دنيا جي ادبيات جي تاريخ اهڙن ڪيترن نالن سان سينگاريل آهي. هن گفتگو مان مراد هيءَ آهي ته ادب سڀني لاءِ آهي. ادب انساني ذهن جي خوراڪ آهي. افلاطون جيڪڏهن اديب کي پنهنجي رياست مان ڪڍڻ گهري ٿو ته پلي ڪڍي پر سيني ڏنو ته اهو اديب يونان ۾ ايو ۽ ادبي شهپارن سان يونان جي سرزمين دنيا کي گهڻو ڪجهه ڏنو آهي.

## ادب ڪنهن لاءِ

مغربي محققن ۾ ايمرسن، هڊسن، سڪاٽ جيمس، ايليٽ ۽ ٻين ادب جي دائري ۽ وصف بابت وضاحت ڪري ڇڏي آهي. جنهن جو تت مٿي بيان ٿيو. هتي هڪڙو سوال ٿو اٿي ته اسان ادب جي وصف ۾ اهو ڏنو ته شعر، ڪهاڻين ۽ قصدن جا دفتر جيڪي انساني زندگي جو تفسير آهن، سي وندر، خوشي ۽ سڪون ڏيڻ سان گڏ جتني غم ۽ اندوه به پيدا ڪن ٿا ته به زندگي سان هم آهنگ آهن. اهو به چيوسين ته ادب سڀني لاءِ، يعني هر طبقي، هر علم ۽ فن سان واسطو رکندڙ ماڻهن لاءِ پر هن صديءَ ۾ ادب بابت ڪميونسٽ دنيا ۾ هڪ نظريو ايريو آهي، جنهن جو بنياد طبقاتي سوچ تي آهي. مارڪس اينجلز، لينن، مائوزتنگ، هوچي منهه ۽ ڪم ال سنگ جهڙن مدبرن ان کي پنهنجي پنهنجي انداز سان پيش ڪيو آهي. هنن ۾ به چين جي رهبر چيئرمين مائو(وفات (1976ع) نهايت تفصيل سان ادب بابت پنهنجا رايا پيش ڪيا آهن. يينان فورم (Yenan forum) ۾ 'ادب ۽ فن' بابت پنهنجي مشهور مقالي ۾ چيئرمين مائو خاص طور جيڪو مسئلو ڇيڙيو، اُهو هي آهي ته 'ادب ڪنهن لاءِ؟'

'ڪنهن پرماري ٿولي لاءِ؟' جواب خود ڏي ٿو ته "نه !! ادب عوام الناس (Ren minin zhong) لاءِ، هارين، مزدورن، سپاهين، شاگردن ۽ وچولي طبقي جي محب وطن، عوام دوست عهديدارن لاءِ." چيئرمين مائو ادب جي لکجڻ بابت رايو ٿو ڏي. هو چوي ٿو ته : "اسان جي ادب (چيني ادب) ۾ شاهوڪارن ۽ وڏن آفيسرن جي زندگي ۽ انهن جي عياشيءَ کي جن ساراهيو سي انهن جا پاليل اديب آهن. جنهن ادب ۾ عوام جي زندگي جو صحيح عڪس ناهي، انهن جي مسئلن جي چنڊ ڇاڻ ناهي ۽ عوام کي اڳتي وڌڻ ۾ء خدمت ڪرڻ لاءِ اتساهيو نه ويو آهي، سو شاهنشاهي دفتر داخل ڪري ڇڏيو. چين جي عوام کي ان جي ضرورت ناهي. اهو ادب رهنمائي نٿو ڪري، بلڪ رهزني ڪري عوام جي ذهن تي ڌاڙو هڻي ٿو".

غور ڪري ڏسبو ته هي ڪو ڪميونسٽ منشور جو حصو ناهي، پر ان ۾ دنيا جي ادبي تاريخ ۽ تجربي کي ڏسي پسي سگهبو. اديب جي شاهوڪار ۽ غريب کي ڏسي ۽ ڪردار فقط شاهوڪارن جا چٽي ته ان کي ديانتدار نه چئبو. هن ڳالهه جا اهڃاڻ مغرب جي ڪلاسيڪي (Classical) ۽ روماني(Romantic) مڪتب فڪر

جي مطالعي مان ملن ٿا. انگريزي ڪلاسيڪي ادب ۾ بادشاهن ۽ لارڊن جا قصا ملن ٿا. وڏين دعوتن جو ذڪر ٿئي ٿو ۽ شاهاڻي رعب تاب جي ذڪر سان اديبن پنهنجا شهپارا سينگاريا. ڪلاسيڪي دؤر جي هڪ هٽيءَ ڪي ورڊ سورٿ، ڪالرج ۽ بين ٽوڙيو. هنن ٻڌايو تہ محلن کان ٻاهر اصل دنيا موجود آهي. جهنگ جبل، ڳام گهٽيون، نديون نالا ۽ سرسبز فرش ۽ وڻ ٽڻ شاعريءَ جو سينگار بنجڻ کپن. هڪ شهزاديءَ جو ذڪر گهٽو ٿي چڪو هاڻي اچو هڪ پورهيت لاهياري ڇوڪريءَ (2) جي محنت کي ساراهيون ۽ هن کي سورمي ڪري ليکيون.

سنڌيءَ ۾ اڃان ڪلاسيڪيت ۽ رومانيت جي مفهوم کي واضح طور اختيار نہ ڪيو ويو آهي. هي ٻہ لفظ مغربي مفڪرن بحث هيٺ آندا آهن. سڪاٽ جيمس چوي ٿو: "روسو (Jean-Jacques Rousseau) پهريون اديب هو، جنهن پراڻن قدرن کي لڪايو، پر هن جو نشانو سماج هو ادب نہ، هن جي زندگي ۽ تحريري ڪارناما قائم ٿيل ڪلاسيڪي ادبي معيارن جي خلاف نہ پر دنيا جي قائم ٿيل دستور ۽ روشن جي خلاف احتجاج هو. هو ماڻهوءَ جي آزادي گهري ٿو فقط فنڪار جي نہ." (3) انگلنڊ ۾ جنهن ڳالهہ کي رومانيت جي تجديد چئجي ٿو، تنهن کي سياسي سطح کان روشني ملي. شاعريءَ ۽ نثر ۾ قائم ٿيل معيارن کان وليم ورڊ سورٿ ۽ سموئل ٽيلر ڪالرج جو طريقو ڪجهہ ٻيو هو. اهو عوام سان وابستہ هو ۽ ڌرتيءَ جي حسن سان لاڳاپيل هو. ڪالرج جي ڪلام ۾ جيڪا مافوق الفطرت ڪردارن جي حيثيت آهي، سا پراڻي ادبيات کان قطعي مختلف آهي. مختصر طور ايترو چئي سگهجي ٿو تہ سنڌيءَ ۾ ڪلاسيڪي پراڻي ادب کي چئون ٿا ۽ روماني نئين ادب کي، جنهن ۾ جماليت کي بنيادي حيثيت هجي. پر پنهنجي هن موقف کي سئو سيڪڙو مغربي مفهوم سان تعبير ڪري نٿا سگهون، ڇو جو شاهہ عبداللطيف کي ڪلاسيڪي شاعر چئون ٿا ۽ روماني اهڃاڻ بہ سندس ڪلام ۾ موجود آهن. پنهنجن شاعرن کي هنن ٻن گروهن ۾ ورهائي نہ سگهندا سين. ڇو جو انهن ۾ جيڪي خصوصيتون آهن، سي پراڻي هجڻ ڪري ڪلاسيڪي ناهن ۽ نون شاعرن ۾ وري نئين هجڻ ڪري روماني ڳالهيون واضح نہ آهن. تنهنڪري بهتر ٿيندو تہ پراڻي شاعريءَ کي اساسي چئون، جئن ڊاڪٽر بلوچ ۽ ڪن سنڌي محققن بہ چيو آهي.

هن بحث مان ڏنو ويو تہ ادب هڪ وسيع موضوع آهي. ادب جو سماج، پنهنجي تاريخ، ۽ معاشي حالتن، بلڪ سائنسي ايجادن سان بہ گهرو واسطو آهي، پر انهن مان ڪو بہ مضمون خود ادب نہ آهي.

## سنڌي ادب جا سرچشما

سرچشما هڪ وسيع لفظ طور ڪم آڻيندي، هت ڏسبو تہ موضوع ۽ هيئت جي لحاظ کان سنڌي شاعر شروع کان وٺي ڪتان ۽ ڪيئن اتساهت (Inspire) ٿيا. ڪهڙو ڪهڙو اثر ورتائون ۽ سنڌي شاعريءَ جو بنياد ڪهڙن اثرن تي ٻيٺل آهي.

هونئن سنڌي شاعريءَ جي سڄي دفتر کي پڙهبو تہ ان ۾ رنگيني ۽

گوناگوني معلوم ٿيندي، پر اها وسعت پوءِ آئي آهي ۽ گهڻا موضوع پوءِ داخل ٿيا. بنيادي طور جنهن ريت سنڌي شعر اتساهت ٿيو ته ان ۾ ٻن اثرن کي ڳڻجي ٿو. هڪ هندي شاعري جو اثر: موضوع ۽ هيئت جي مدنظر ۽ ٻيو اسلام جو اثر: عقيديءَ ۽ ورثي جي لحاظ کان. هي ٻئي اثر ايترو همه گير آهن، جو انهن کي سرچشمي جهڙي لفظ سان سڃاڻڻ ڪنهن حد تائين بهتر ٿيندو.

## هنديءَ شاعريءَ جو اثر

سنڌ جا باڪمال شاعر نه رڳو هندي شعر کان متاثر ٿيا آهن، پر هنن هنديءَ ۾ به معياري ڪلام، دوها، شبد وغيره چيا آهن ۽ پنهنجي شاعرائي ذات جا جوهر ڏيکاريا اٿن. هندي زبان ۾ سنڌي شاعرن بيدل، بيڪس، مصري شاهه ۽ ٻين ڪيترن ڪلام چيو. هندي ٻوليءَ جي ميناج بابت ڊاڪٽر جعفر حسن چوي ٿو: جئن يورپ ۾ فرانسيسي ۽ وچ اوڀر ۾ فارسي کي شيرين زبان ڪري ڄاتو وڃي ٿو، تئين هندوستان جي مڙني ٻولين ۾ هندي هڪ مٺي زبان آهي.(4) هي رايو احترام جوڳو آهي. جذبن وهيڻو ٿي ماڻهو ڪوبه قدم کڻي سگهي ٿو ۽ قدرتي آهي.آئون ڊاڪٽر جعفر حسن جي راءِ ۾ فقط ايترو واڌارو ڪرڻ گهران ٿو ته سنڌي به ميناج جي لحاظ کان هندي واري خاني ۾ اچي ٿي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن سلسلي ۾ چوي ٿو: 'سنڌي توڙي هنديءَ جو، ملڪ جي سياسي، اقتصادي ۽ شهري تمدن جي پيٽ ۾ ملڪ جي سرزمين ۽ ملڪ جي فطري ماحول سان ايترو ته گهاٽو ۽ گهرو تعلق آهي، جو انهن ٻولين جي لفظي ۽ اصطلاحي سٽاءِ توڙي نفسياتي ڪيفيت بلڪل سادي آهي، پر نازڪ جذبات ۽ احساسات جي اظهار ۾ وڏي واهر ڪن ٿيون' .(5)

هندي شاعريءَ ۾ جيڪا شيريني آهي، ان مٺاڻ ۽ ميناج سنڌي شاعرن ۽ سگهڙن کي گهڻو متاثر ڪيو. هندي لفظن جي سريلائي ۽ سنگيت، سينگار شاعري کي جنم ڏنو. هندي شاعريءَ ۾ عاشق عورت آهي.هن جا فطري جذبا سنڌي شاعريءَ جي ابتدائي دؤر ۾ ٺي ملن ٿا. ٻئي طرف جوڳ واري شاعريءَ جا اهڃاڻ سيلاني جوڳين جي وسيلي سنڌ ۾ پهتا. ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن سلسلي ۾ پنهنجي مقالي 'سنڌي ۽ هندي شاعري جو لاڳاپو' ۾ تفصيلي بحث ڪيو آهي.(6) هندي شاعريءَ جو پڙاڏو سنڌ ۾ پهتو ۽ ان جو اثر چڱو چوکو ٿيو.

ڪيترن هندي شعرن (دوهن) جو پڙاڏو سنڌي بيتن ۾ ملي ٿو. ان جو سبب اهو ٿو معلوم ٿئي ته سنڌ ۾ هندي دوها مشهور هئا.

نينا انتر آئيو، پلڪ ڍانپ توهي لون،
نا مين ديکون اور ڪو، نا توهي ديکن دون،

شاهه صاحب جو بيت 'اکين ۾ ٿي ويهه، ته آءُ واري ڍڪيان' متئين دوهي جي مفهوم جي دائري اندر آهي. گرنٿ صاحب ۾ هڪڙو دوهو آهي:

جي سؤ چندا اگهي، سورج چڙهن هزار،
اتني چانڌن هونديان ، گر بن گهور انڌار،

شاهه ڀٽائي چوي ٿو:-

سهسين سجن ايري، چوراسي چنڊن،
بالله ري پرين، سڀ اونداهي پانئيان.
(سرڪنيات)

اهڙي اثر، توارد ۽ ترجمي جامثال سنڌيءَ ۾گهڻا ملندا. ان جوسبب اهو آهي ته سنڌي شاعرن جي اڳيان هندي ڪلام آيو ۽ ان جو اثر ورتائون. جيڪڏهن اثر بابت دوهن ۽ بيتن جي روشنيءَ ۾ نظر وجهجي ٿي ته ڪيترو سنڌي ڪلام ملي ٿو، جنهن تي هندي ڪلام جو اثر آهي. ان لاءِ تفصيلي مطالعي جي ضرورت آهي.(7) هندي شاعرن جا دوها سنڌي شاعرن جي ڪلام ۾ گڏجي مسجي ويا آهن ۽ انهيءَ توسط سان سنڌي شعر جي هيئت تي به اثر وڌو اٿن. هندي شاعرن ڪبير، (1518-1400) دادو ديال (1544-1602) ۽ تلسي (1532-1623) جو سنڌ ۾ خاص طور اثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ڪبير، شاهه ڪريم (1538-1623)ڪان اڳاٽو آهي. پويان به شاعر سندس همعصر آهن. شاهه ڪريم جي ڪلام ۾ 'سمن' شاعر(12 صدي ع) جو هڪ دوهو ملي ٿو. ۾ هيئت جي اثر بابت اينترو چئجي پيو ته هندي دوهي جي اثر هيٺ سنڌي بيت اسريو ۽ بيت سنڌي جي قديم ترين صنف آهي. پروفيسر جهمٽ مل پنهنجي ڪتاب "چند سنگند" ۾ اهو بحث تفصيل سان ڪيو آهي. جيڪڏهن ڪير چوي ته سنڌي بيت، دوهي کان قديم آهي يا دوهو بنيادي طور سنڌ ۾ اسريو ته هن امڪان کي رد ڪري نٿو سگهجي ۾ ثبوت ڪپن.

سنڌي شاعرن هندي ۾ به ڪلام چيو آهي ته تن ۾ پير نورالدين (1079 ۾ سنڌ آيو)، پير شمس (1165-1276) پير صدرالدين (1290-1409)، عثمان فقيرسانگي (1778-1860)، خليفو نبي بخش (1776-1863)، صورت سنگهه (1832-1877ع)، حمل خان لغاري 1809-1880ع)، بيڪس (1859-1883ع)۽ م ـي شاهه (1828-1904ع) خاص طور مشهور آهن. روحل فقير (1734-1804ع) ۽ سندس عزيز مراد فقير (1747-1796ع) توڙي روحل جا پٽ دريا خان، غلام علي ۽ شاهو خان هندي شعر ۾ به يگانا شاعر آهن. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته سنڌي شعر سان گڏ هيءَ جيڪا هندي شعر جي روايت هلندي پئي آئي تنهن سنڌ جي شاعرن کي هندي شاعريءَ جي مزاج کان هميشه واقف رکيو. موضوعن ۾ نصيحت ۽ عاشقاڻو مضمون اچي ٿو. نصيحت اڳتي هلي صوفياني شعر جو به هڪ حصو بڻي ۽ عاشقاڻي شعر جي نوعيت سنڌيءَ ۽ هندي ۾ ساڳي آهي. 'ياشا جي عاشقاڻي شعر ۾ جيڪا ڳالهه ان کي اردو ۽ فارسي شعر کان ممتاز بنائي ٿي، اها هيءَ ته هندي عين انساني فطرت موجب آهي ۽ تخاطب عورت جو مرد سان ۽ مرد جو عورت سان آهي.(8) پراڻي سنڌي شاعريءَ ۾ ان جو عڪس چٽو ڏسي سگهجي ٿو. مٿي جيڪو مختصرجائزو آيو ان مان اسان سنڌي شعر تي هنديءَ جي اثر جا اهڃاڻ ڏنا.

## تصوف

بيو سرچشمو جيڪو سنڌي شعر جو آهي، ان کي هڪ لفظ ۾ اسين مذهب چئي سگھون ٿا. سنڌي شعر جيڪو هٿ آيو آهي، تنهن ۾ قرآن جي تعليم ۽ صوفياڻن خيالن جي اپٽار هنڌ هنڌ ملي ٿي. هن سرچشمي جو دائرو نهايت وسيع آهي ۽ دنيا جي شاعريءَ ۾ خاص طور عربي، فارسي ۽ هن ننڍي کنڊ جي مختلف زبانن ۾ صوفياڻين خيالن جي پوري اپٽار ملي ٿي. صوفي مت يا تصوف ڪنهن ٻئي فلسفي يا غير اسلامي تحريڪ جي پيداوار نہ آهي.

اسلام مان ئي تصوف جا سلا ڦٽي نڪتا. ابتدا ۾ 'احسان' سڏيو ويو. گھڻو پوءِ مختلف سلسلا ۽ طريقا رائج ٿيا، پر تصوف جو روح قلب جي صفائي، حق جي طلب ۽ خُلق هو، تصوف وسيلي بہ اهم ڪم سرانجام ٿيندا رهيا. حق جي طلب ۽ مخلوص سان محبت. جيڪي دل جي صفائيءَ ۽ نفس جي پاڪائيءَ بنا ممڪن ئي ڪونہ آهن.

ڪتابن ۾ حضرت امام جعفر صادق بابت آيو آهي تہ تصوف جا ٻہ طريقا رائج ٿيا، هو انهن جو اڳواڻ آهي. تصوف کي لفظي توجيهہ موجب ڪيئن بہ قبول ڪجي پر ان جو روح تذڪيہ نفس آهي. لباس سوتي، اوني يا پشم سان بنيادي طرح تصوف منسلڪ ڪونهي. اسلامي اڪابرن سادو لباس پاتو ۽ سادگيءَ جو نمونو بنجي، حق جي طلب ۽ خَلق سان خُلق جو رويو رکي سنئل دلين کي جاڳايائون. مولانا جامي، ابوهاشم کي پهريون صوفي ڪري لکيو آهي.

اهو سچ آهي تہ ڪن ماڻهن حق جي طلب ۾ خلق سان گھٽ واسطو رکيو، پر تصوف مان مراد رهبانيت نہ آهي. 'مقدمہ' ۾ ابن خلدون لکيو آهي: "تصوف شرعي عملن مان آهي. جيڪي مسلمانن ۾ پيدا ٿيا' وڏا وڏا اصحاب تصوف کي حق ۽ هدايت جو رستو ڪري ڄاڻندا هئا. صوفي درويش عيش جي زندگي کان پري، خلوت ۾ گذارڻ پسند ڪندا هئا". اهو صحيح آهي، ليڪن خلوت کي پسند ڪندي بہ انهن ٻين جي تربيت ڪئي. عام طور اسلام جي فقط ڪن اصولن کي اهم ڄاتو ويو ۽ ائين ڪرڻ سان اڪثر شريعت ۽ طريقت ۾ ٽڪراءُ جي صورت حال بہ پيدا ٿي.

حضرت بايزيد بسطامي (وفات 874ع) 'سبحان ما اعظم شاني' جو نعرو هنيو ۽ منصور حلاج 'اناالحق' جو . مولانا جامي، ذوالنون مصريءَ کي صوفين جو اڳواڻ ليکيو آهي. مختلف درويشن تصوف جو ڦهلاءُ پنهنجي پنهنجي ابلاغي ذريعي سان ڪيو. انهن ۾ فيلسوف ۽ شاعر اچي وڃن ٿا. تصوف جي تاريخ ۾ اهڙا سوين اهم نالا ملن ٿا، جن ۾ ابوسعيد ابوالخير، عطار ۽ روميءَ کي تہ وساري نٿو سگھجي.

تصوف جي علمي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ نثر ۽ نظم ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا ويا. جيڪي وڏن وڏن صوفين لکيا. مختلف درويشن جي ذڪر فڪر جي طريقي پنيان مختلف طريقا وجود ۾ آيا. جن ۾ سهروردي، قادري، نقشبندي ۽ چشتي طريقا اهم

آهن. حضرت محي الدين ابن عربي فلسفہ 'وحدت الوجود' ۽ حضرت مجدد الف ثاني جي 'وحدت الشهود' بابت ڪافي علمي بحث ٿيا.جن ۾ بالترتيب 'همہ اوست' ۽ 'همہ ازاوست' جي نعرن جي مطلب، مفهوم ۽ حيثيت تي گهڻو ڪجهہ چيو ويو. شاهہ ولي الله دهلوي هن سلسلي ۾ نهايت واضح موقف اختيار ڪيو. جنهن سان لفظي ٺاهہ ٺوهہ جي ڪا گنجائش نٿي رهي. مقصد آهي تہ هي ڪائنات ڌڻيءَ جي وجود جو مظهر آهي. موجودات ڪي جيڪو وجود آهي، سو پنهنجو ڪونهي. عام زندگي ۾ جيڪڏهن اسين تخليق جي نوعيت تي سوچڻ بجاءِ خالق جي حيثيت کي ڏسون تہ بہ گهڻيون ڳالهيون سمجهہ ۾ اچن ٿيون.

ڪن اختلافن کي درويشن خوب حل ڪيو آهي. مولانا رومي شريعت، طريقت ۽ حقيقت جي مرحلن کي هيئن سمجهايو آهي:

"شريعت همچون شمعي است کہ راه مي نمايد، چون در راه آمدي اين رفتن تو طريقت است و چون بہ مقصود رسيدي ان حقيقت است."

صوفين جو اهو گروه جنهن جو سنڌ ۾ پهرين پهرين پتو نشان ملي ٿو، تن مان هڪ درويش حاجي ترابيءَ بابت تذڪرن ۾ احوال آيو آهي. هو تبع تابعين مان هو ۽ ٻي صدي هجريءَ جي سنتين ڏهاڪي ۾ سنڌ ۾ آيو. هندستان ۾ صوفي سلسلن بابت مولانا اعجاز الحق قدوسي پنهنجي ڪتاب "تذڪره صوفيائے سندھ" ۾ لکي ٿو: "هند ۾ پهريون سلسلو آهي، جنهن جو زمانو ڇهين صدي هجري آهي. خواجہ اجميري کان پوءِ خواجہ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي وسيلي سهرورديہ طريقو هند ۾ پهتو ۽ 15 صدي عيسويءَ ۾حضرت شاهہ نعمت الله قادريءَ جي وسيلي قادري سلسلو پهتو. اڪبر جي زمانيءِ ۾ خواجہ باقي بالله. نقشبندي سلسلي جو بنياد رکيو." (ص35).

هنن سلسلن ۾ سنڌ جا بہ ڪيترا اهل دل منسلڪ آهن.ٺٽو،لنواري، درازا، سيوهڻ، روهڙي ۽ ٻيا ڪيترا آستان، صوفي درويشن جي نيڪ نالن سان تصوف جي دنيا ۾ نشانبر آهن. سنڌ جي صوفي درويشن ۾ گهڻا شاعر هئا ۽ تصوف جي تعليم شعر وسيلي ڏنائون.

هڪ لحاظ سان فنا ۽ بقا جا مسئلا، خالق ۽ مخلوق جو تعلق ۽ سلوڪ جي راه صوفي شاعرن جنهن نموني سمجهائي سا فيلسوفن جي بيان جي مقابلي ۾ آسان هئي. سنڌ جي ڪنهن بہ صوفي شاعر جو ڪلام ڏسو هو پنهنجي بيان ۾ منجهيل هرگز نہ آهي. قاضي قاضن، شاهہ ڪريم ،شاهہ لطف الله ، شاهہ عنايت رضوي ۽ شاهہ لطيف جو ڪلام ڏسو يا ڪنهن ٻئي درويش جو، هر هنڌ حق جي طلب ۽ تنوار ملي ٿي. جانب جو جمال ماڻڻ لاءِ مري جيئڻ لاءِ واضح تلقين ملي ٿي. سنڌ ۾ تصوف صلح ڪل جي فلسفي ۽ فرقيوارانہ امن جي سلسلي ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو. مسلمان درويشن جي مريدن ۽ طالبن ۾ ڪيترا هندو بہ نظر اچن ٿا. اها باهمي رواداري ۽ محبت جي فضا ايستائين قائم رهي جيستائين اُن کي سياست جي باد صموم تپائي ذڪار جي بنيءَ ۾ تبديل نہ ڪيو. پر اهو ڪو تصوف جي منشور

جو اهم فقرو نہ هو. فقط صلح ڪل خيالات ۽ انساني محبت ۽ رواداريءَ سبب اڻين ٿيو جو بغير مذهب ۽ ملت جي فرق جي هرڪو سلوڪ جي لازوال رشتي ۾ واڳجي ويو. سياسي خيالات هن فضا کي سنڌ ۾ رهڻ نہ ڏنو.

سنڌي شاعريءَ جي سرچشمن ۾ تصوف اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. هڪڙا حال جا صاحب شاعر ٿيا ۽ پوءِ ڪيترا قال جا صاحب بہ ٿيا، جن جو عملي طور تصوف سان لاڳاپو ڪو نہ هو، پر سندن ڪلام ۾ بہ تصوف جا رنگ جهلڪن ٿا.

## قديم شاعريءَ جو مطالعو

ڪنهن زبان ۾ ادب پهريائين ڪڏهن پيدا ٿيو، ان لاءِ هتمي فيصلو ڏيڻ آسان ڪونهي. خوش اعتقاديءَ ۽ وطني حب جي جذبي ڪان پنهنجي زبان ۽ ادب جي قدامت بابت دعوائون ڪندڙن جو قدر ڪرڻ ڪپي، بلڪ وجي ساڻن شامل ٿجي. عام طور اسين جڏهن ڪنهن ٻوليءَ جي ادب جي قدامت بابت سوچيون ٿا تہ ڪنهن زباني روايت تي اعتبار ڪندي ڪن ادبي اهڃاڻن جي نشاندهي ڪريون ٿا. سنڌي ادب ڪيترو قديم آهي، ان تي ادبي تاريخن ۾ ٿورو گهڻو بحث موجود آهي.

هتي هڪ اهم سوال ٿو پيدا ٿئي، اهو آهي ڪنهن بہ ادب پاري جي نموني جو موجود هجڻ ۽ ٻي صورت ۾ فقط روايت جو موجود هجڻ. يعني ڪنهن شاعرجو نالو وٺڻ ۽ اڻين چوڻ تہ شعر چوندو هو. هر ٻولي جي ادبْ بابت ٻنهي قسمن جون ڳالهيون ٿينديون رهيون آهن. جن ٻولين ۾ ڪنهن نہ ڪنهن دفتر ۾ مواد مليو آهي، سي خوش نصيب آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي ادب جي تحقيق ڪندي عالمن هن وقت تائين جيڪي ابتدائي اهڃاڻ ڏسيا آهن، تن جو بنياد گهڻو تڻو زباني روايتن تي آهي. زباني روايت مان مراد هيءَ آهي تہ ڪنهن ماڻهو ڪنان ڪو شعر ٻڌو ۽ ان جي روايت تي وري اهو مشهور ٿيو ۽ پوءِ تذڪرن ۾ آيو. سنڌي ادب ۾ بہ شعر جا اهڃاڻ پهرين ملن ٿا.

جيئن اسان سنڌي زبان جي قدامت بابت عرب سياحن جي سفرنامن مان ڄاتو تہ سنڌي ڪيتري قديم آهي، تئين دنيا جي هن حصي يعني نندي ڪنڌ جي عالمن جي اچ وڃ بہ سنڌ ڏي رهي آهي ۽ هنن سنڌ جي شعر جي ساک پري آهي. ان موجب اچ ڪان تقريباً ٻارنهن سئو سال اڳ سنڌ ۾ يا سنڌ جي پرپاسي ڪي شاعر هئا، جن ڪي سنڌ جو ڄاتو ويو. انهن جو سنڌي ڪلام اسان جي اڳيان هجي تہ اسين ڪجهہ چئي سگهون. شعر جي حقيقي تاريخ تڏهن ڪان بيان ڪري سگهجي ٿي، جڏهن ڪان شعر جو نمونو مليو آهي. سنڌي شعر ڪان اڳ هڪ گمنام شعري سلسلو آهي، جنهن ڪي سنڌ جو شعر بيشڪ چئبو ۽ ان لاءِ اچان گهڻي ڪوجنا جي ضرورت آهي.

## ابتدائي شعر

ڪوبہ ادبي عالم ان ڳالهہ کان انڪار ڪونہ ٿو ڪري تہ قديم سنڌ ۾ شعر ڪونہ هو. جيڪو شعر هو، اهو تلاش ڪري يقيناً ڪي ادبي عالم سنڌي ادب جي تاريخ کي جرڪائيندا. في الحال تہ شعر جي تاريخ، ملبل شعرن جي بنياد تي ئي مرتب ڪرڻي پوندي.

هن سلسلي ۾ هڪ اهڙو شعر بحث جو موضوع رهيو آهي، جيڪو اڄ تہ سمجهہ ۾ نٿو اچي پر تذڪرن ۾ ان کي اهميت ڏنل آهي.

امام ابو حاتم محمد جي ڪتاب "روضتہ العقلاء ونزهة الفضلاء" ۾ آيو آهي تہ ڪو سنڌ جو ماڻهو بغداد ۾ يحيٰ بن خالد برمڪيءَ جي روبرو ويو ۽ هڪ 'سنڌي' شعر پڙهيائين:

ارہ اصرہ ڪڪرا، ڪي ڪرہ مندرہ.

"مجمل التواريخ والقصص" ۾ بيت جي پڙهڻي مختلف آهي ۽ يحييٰ جي بدران سندس پٽ فضل (وفات 180هہ) جو نالو آهي. شعر هن ريت آيل آهي:

ارہ برہ ڪنڪرہ، ڪراڪري مندرہ.

بيت جو ترجمو جيڪو ان موقعي تي پيش ڪيو ويو سو هي هو. "جڏهن اسان وٽ نيڪين جو بيان ٿئي ٿو تہ ان وقت تنهنجو ئي نالو ورتو ويندو آهي."
ڊاڪٽر بلوچ هن سلسلي ۾ سنئو بحث ڪيو آهي. هن شعر لاءِ اهو بہ چيو ويو تہ حضرت بلاول حبشي، اهو بيت رسول ڪريم صلعم جي تعريف ۾ چيو آهي. يقيناً پنهنجي زبان (سواهلي) يا ڪنهن بہ حبشي لهجي (dialect) ۾ چيو تہ هوندائين. آءٌ پيڪنگ ۾ ڪيترن حبشي (تنزاني، ڪينياني، ڪانگو وارن) سان گڏ پڙهيو آهيان. مون ڪين ڳالهائيندي ٻڌو ۽ ڪيترائي لفظ ۽ جملا ڪانئن سڪيس. انهن جي ٻولين ۾ مون کي هن شعر جي آوازن جو آهنگ نہ مليو. سندن. زبان جي آوازن جو پڙلاءُ ڪجهہ هن ريت آهي: " باما بونگا، نيڪونا، ڊانگا ڊونگا.

انهن تو معلوم ٿئي تہ عربي تذڪرن ۾ هن شعر جي صورت بگڙجي وئي آهي. مون ڪيتري وقت کان شعر تي غور پئي ڪيو آهي. 1973ع ۾ پنهنجي شايع ڪيل هن ئي ڪتاب "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ۾ لکيو هوم: منهنجي طالباڻي تحقيق موجب شاعر جو نالو منترو هو يا هو ذات جو منترو هو. هن خود ثنائيءَ ۾ ڪنهن نموني کي سٿون جوڙيون هونديون يا ڪنهن منتري حاڪم يا رئيس جي تعريف ۾ هي شعر هن وٽ اڳئي تيار هوندو. بغداد ۾ وڃڻ کان پوءِ اتي صورت حال کي منهن ڏيڻ لاءِ اهو ئي شعر ڪٽي چيو هجيس. "مجمل التواريخ" واري پڙهڻيءَ کي مون سنڌي ۾ هن ريت پڙهيو آهي.

اهـڙا ٻـڙا ڪـو [نہ]ڪري، ڪہ ڪري منترو،
(مولا مٺان مون، ٻڙو، لاءِ م ٻاجهہ جو- شاهہ)

’يعني اهڙي مهرباني ڪو بہ ڪري نہ سگهندو. جهڙي منترو ڪري ٿو‘ .
هن پڙهڻي کي في الحال ڦني پڙهڻي ڪٺي سڏجي، پر عالم ۽ اديبن هن تي غور ڪري سگهن ٿا. خاص طور هن لحاظ کان تہ سنڌيءَ کي جڏهن عربيءَ ۾ لکجي ٿو تہ املا بدلجي ٿي وڃي.
مٿين شعر کان پوءِ سنڌي شعر جي تاريخ جي بلڪل ابتدا ۾ جيڪي بيت مليا آهن، يا ڳاهون مشهور آهن، اُهي زباني روايتن مان قلمبند ڪيل آهن. هن سلسلي ۾ اهو ياد رکڻ کپي تہ سگهڙن ۽ ڀٽن جي بيان ڪيل روايتن ۾ غلطين جي گهڻي گنجائش آهي. دودي چنيسر جو مشهور قصو هن سلسلي جي پهرين ڪڙي آهي. هن قصي بابت چيل ڪلام لاءِ هن وقت تائين جيڪو بحث ٿيندو آيو آهي، سو هڪ طرف تاريخ جو موضوع بہ آهي ۽ ان جي ادبي پهلوءَ بابت هي يا پوءِ جي شاعرن قصي جي اهم اهڃاڻن کي معلوم ڪري ڪلام چيو. چو تہ سگهڙن علاؤالدين کي بہ تہ هڪ نالي سان نہ سڏيو آهي. قصو ڪٺندڙن تہ اهو بہ متفق طور نہ چيو آهي تہ دودي ۽ ٻاگهي جي هڪ ماءُ هئي يا چنيسر ۽ ٻاگهي هڪ ماءُ مان هئا. علاؤدالدين کي سگهڙن بيتن ۾ الادين، عالادي ۽ عالادين وغيره ڪري سڏيو آهي. ننڍي ڪنڊ جي تاريخ موجود آهي ۽ خلجي خاندان جي حڪومت بابت تاريخون احوال ڏين ٿيون. جنهن موجب اها 1290 کان 1321ع تائين رهي آهي.
علاؤالدين خلجي 1296ع کان 1315ع تائين اقتدار ۾ رهيو. واقعات جو جائزو وٺندي معلوم ٿئي ٿو تہ ارڪلي خلجي، نصرت خان کي سنڌ مٿان مقرر ڪيو ۽ پاڻ بہ گشت ڪري سردارن کي زير ڪيائين. علاؤالدين وري غازي الملڪ کي سنڌ ۽ ملتان جو حاڪم مقرر ڪيو. جيڪڏهن سومرن حاڪمن جي مختلف فهرستن تي تاريخ ۾ نظر وجهجي ٿي تہ بہ اهو معلوم نٿو ٿئي تہ علاؤالدين سنڌ تي ڪاهي آيو.(9) خلجين سان معرڪا ٿيا آهن، پر دودي چنيسر جي مشهور ڪيل قصي جا اهڃاڻ ۽ تاڻا ڪنهن بہ مستند تاريخ ۾ ڪونہ ٿا ملن. سگهڙ ۽ ڀٽ ڀان مورخ ڪونہ آهن. هنن جي زبان مان هزارين ڪچيون ڦڪيون ڳالهيون ٻڌڻ ۾ اينديون آهن. هوڏانهن علاؤالدين جو سپہسالار ظفر خان 1297ع ڌاري سنڌ تي ڪاهي آيو.مقامي روايت موجب ان وقت دودو تيون (وفات 1301ع حڪمران هو. پر بيتن ۽ ڳاهن جي تاريخي حيثيت جي تسليمي ايتري آسان نہ آهي. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تجزيو قابل قدر آهي:
’سنڌ جي موجوده عام مقبول روايتن ۾ سومرن جي دؤر جي ڪن مشهور لڙاين ۾ سومرن حاڪمن ۽ سمن سردارن جي سورهيائيءَ بابت ڳايل داستانن ۾ ڳاهون ۽ بيت ملن ٿا.‘ جڻ مان گهڻا تڻا جيتوڻيڪ پوئين دؤر جي قصي خوان ڀانن، ڀٽن، چارڻن ۽ ٻين سگهڙن جا چيل تا ڀانئجن‘ پر ڪي ڳاهن وارا بيت اهڙا آهن جي تاريخي اهڃاڻن توڙي ٻوليءَ جي قدامت جي لحاظ سان ڪافي ’آڳاٽا معلوم ٿين ٿا‘ ۽ ’گمان غالب آهي، تہ اهي سومرن جي دؤر جا ’چيل هجن‘ ۽ مسلسل صدري روايتن ذريعي سيني بہ سيني اسان تائين پهتا آهن. اهي ڳاهن وارا تاريخي بيت

خصوصن سومرن جي دؤر جي ٽن مشهور معرڪن، سومرن ۽ گجرن جي لڙاين ، سومرن ۽ سلطان علاؤالدين جي لشڪر جي جنگين ۽ آخري سومري بادشاھ همير سان چامر هالي ۽ سندس پٽن جي مقابلن سان تعلق رکن ٿا.(10)

پروفيسر لطف الله بدوي، "تذڪره لطفي" ۾ دودي چنيسر جي رزميہ قصي سان واسطو رکندڙ بيتن کي ٻن ڪان وڌيڪ مصرعن ۾ هجڻ ڪري بہ هن دور جا بيت مڃڻ ڪان انڪار ڪيو آهي.(11) سندس ان دليل کي نہ تسليم ڪجي تہ بہ اهي بيت، هن دؤر جي ٻين قصن،عشقيہ داستانن ۽ واڪاڻ جي ورڪا وارن پٽن جي شعري ڪارنامن وانگر ڪنهن تاريخي ٽيڪ سان موجود نہ آهن.(12) شاھ ڀٽائي سر ڏهر ۾ لاکي ڦلاڻي جو ذڪر ڪيو، پرياتيءَ ۾ سپڙ سخي کي ساراهيو ۽ بلاول ۾ جادم جکري کي ڳايو ۽ ابڙي ۽ علاؤ الدين وغيره جو ذڪر ڪيو تہ اهو ڪلام انهن ماڻهن جي دؤر جو تہ نہ سڏبو. هن سلسلي ۾ جذباتي ٿيڻ بجاءِ مورخ وانگر حقيقتن جو تجزيو ڪرڻ وڌيڪ بهتر ٿيندو.

جيئن تہ دودي چنيسر جي رزميہ داستان بابت عام مشهوري اها آهي تہ ان زماني جي شاعرن اهو چيو آهي. دودي جي ڳالهہ ڪرڻ وارن فقيرن بہ پشتان پشت هي داستان ڪچهرين ۾ پنهي ڳايو آهي. ان ڪري هن داستان جو ادبي جائزو وٺڻ مناسب ٿيندو.

سنڌ جي حاڪم پونگر جي ٻن پٽن دودي ۽ چنيسر جو پڳ تان تڪرار ٿيو ۽ چنيسر اتان مايوس ٿي دهليءَ جي حاڪم جي مدد وٺي آيو. زبردست لڙائي لڳي. سومرن جون سامون ابڙي جهليون ۽ آخر ۾ جن جي سرسي ٿي تن بہ پڇتايو تہ گهرو معاملي لاءِ غير کي چاڙهي آياسين، خون خرابو ٿيو. پنهنجو گهر تباھ ڪيوسين ۽ ٻاگهيءَ جي ٻانهن تي بہ ممڻ متو هو. دودو مارجي ويو. ڪيترائي واقعات آهن جن کي شاعرن ڳايو آهي.

ٻاگهيءَ راڄ چنيسر کي ڏيڻ جي صلاح ڏني. چنيسر سان سگهڙ هن ريت مخاطب ٿئي ٿو:

ويهہ پڇاٿان پيءُ جي، اءُ چنيسر آءُ..
ٻاڳ سڻائو تنهنجو، توکي پلي جٽيو ماءُ.

چنيسر جواب ڏنو:

ائين سعيو ڪريو سپاءِ جو، تہ گهمي اڇان گهراءُ
وڏي جا ورهن جي، پڇي اڇان تنهن ماءُ،
جيڪا ڏي صلاح، سان قبول ڪريان اڪين سان.

چنيسر گهر آيو تہ سردارن ڏنو تہ هي زنانو ڪهڙو راڄ هلائيندو، جيڪو پڳ لاءِ بہ گهران پڇڻ ويو آهي ! تن دودي کي ڪٺي پڳ ٻڌائي. سگهڙ چيو:

پيءُ پڇاٿان پاڳڙي، دودا ٻانءِ م راند،
راڄ نہ ڏجن مگيا، مگيا ڏجن ڏاند،
پائي ڳچي پاند، دودل تن مڃائيو.

دودي مجيو ۽ سردارن کيس پڳ ٻڌائي:

سمان سوڍا سومرا، راڄ جت مڙن،
خلقون ات اچن، دودي جي درٻار ۾،

چنيسر موٽي درٻار ۾ ويو ته دودو پڳ ٻڌي چڪو هو ۽ ڦڪو گهر موٽيو.
پوءِ ته ماڻس، جوڻس ويندي دايون ۽ ٻانهيون به سندس لاڪ لاٽي. ماءُ چيو:

مون ڄڻيو مئين پٽ ڪري، پر ٿي پئين تون ڌيءَ،
ويهي اَٽڻ وچ ۾، پانديون ڪتج تيهه،
هاٿي صلاح اتئي هيءَ، ته گهر ويهي ڳالهيون ڪرين.

جوءِ چيو:

چاچي چگيان نه چئين، ڪانڌ منهنجي ڪي،
اڳي هيوسين ٻه جٽيون، هاٽي ٽيوسين ٽي،
من ويهي اَٽڻ وچ ۾، پانديون ڪتي ڏي،
مرگهر جو ڪم ڪري، هي چا جاٽي راڄ مان.

کيس نياڻڻ واري دائيءَ چيو:

دماما ڪر دانگيون، پالا پجي پار،
گهوڙا بيڙا وڪٽي، ڏڻ رين جو ڏار،
سائو لڪڻ چيچ ۾، گهڏندو گهيتا چار،
بي کهڙي ڪندين ڪار، تون چا جاڻين راڄ مان.

بزمر جي هن گفتگو سان گڏ چنيسر جو دهلي مان لشڪر وٺي اچڻ ۽ جنگ
جو بيان گفتگو سان گڏ چنيسر جو دهلي مان لشڪر وٺي اچڻ ۽ جنگ جو بيان
ڪندي به سگهڙن گهڻايو ڪونهي. ننگر جي مقابلي ۾ مارجي وڃڻ بابت بيت آهي:

ننگر، مغل پاڻ ۾، چڙهي ڏني چوٽ،
پجي چٽ چيهون ڪري، گهڻا ماريائون گهوٽ،
بنا پر ۽ اوٽ، ننگر ماريو ماڳ ۾،

سالار، ابڙي جي پائيتي سبڙ سان مقابلو ڪيو:

سنئين سانجهيءَ وار، چلي آيا چوگان ۾،
ڏيئي منهن ماٿهن ڪي، ڪيائون مارو مار،
سبڙ ۽ سالار، پورت ڪئي پاڻ ۾.

ياڳ فقير سومرن جون سامون ابڙي وٽ وٺي ويو، جنهن سامون جهليون ۽
ان موقعي جون ڳاهون آهن،

ابڙاٽي جا ابڙا، توکي دودي ڏنا سلام،
وڙهان ويرين سامهون، جو تون سرن جهلين سام،
آهي تنهنجي سام، هيءَ امانت ابڙا.

سهتيون جي سومريون، سي پلي آئج پاڳ،
راڻيون جي روپاه جون، هي محل تنين جو ماڳ،
سر سلامت پاڳ، ته سام نه ڏيندو ابڙو.

دودو بي فڪرو ٿي ويريءَ تي وار ڪرڻ لڳو ۽ گهڻيءَ بي جڳريءَ سان وڙهيو. سگهڙن چيو آهي ته جڏهن دودو جنگ تي ٿي چڙهيو ته وٽن واءُ ٿي چڙيو. زمين لرزي ٿي ۽ آسمان ٿرٿلي ۾ هو. رڻ گجيو ۽ راڙو ٿيو. هي سورهيه وطن لاءِ پنهنجو نذرانو ڏيئي چڪو. چنيسر سندس لاش ڳولهي هٿ ڪيو ۽ پشيمان ٿيو:

پهريان پيئي نه چت، پوءِ ٿو ٿئي ڏک،
دودو مارائي ڪڙي، ڪونه پسنديس سک،
تو جهڙو پرک، گيدي ڏٺم نه ڪڏهن.

ابڙي سامن تي سر ڏيئي پاڻ موڪيو ۽ سندس ننڍڙي پٽ ڏونگر سامون ڏيڻ کان انڪار ڪيو: 'پٽ سيني ڏنيون، ڏنيون نه ڏونگر راءِ' پٽن ۽ پانن جي ڳايل هنن بيتن جي مختلف روايتن ۾ به فرق آهي. فني لحاظ کان هي بيت اعليٰ شاعريءَ جو نمونو نه آهن. هنن بيتن ۾ ڪنهن حد تائين رزم جو چڱو زور آهي. هتي فقط نموني طور ڪي بيت آندا ويا آهن ۽ سنڌي شعر جي تاريخ ۾ پوءِ به ڪيترا بيت هن قصي تي چيا ويا آهن.(13) جن ۾ شاهه عنات، شاهه لطيف، مستي رند ۽ ڪيترا ٻيا شاعر اچن ٿا. ان ڪري هنن بيتن کي اڪيون بند ڪري سومرن جي دور جا بيت چوڻ صحيح نه ٿيندو، اهڙي طرح گجرن سان لڙائيءَ بابت به ڳاهون موجود آهن. مثال طور:

جر نه ڪٽن ڪنگرين، راءُ نه ڳنڍين ويڻ،
گولي ويندي گجرين ، ته به چوندا دودي پيڻ.

قديم بيتن جي سلسلي ۾ بيت محترم پير حسام الدين راشديءَ، سيد عبدالقادر جي ڪتاب "حديقة الاوليا" جي مقدمي ۾ ڏنا آهن، اُهي هي آهن:

ڪٽين تان هارائين، مرين نه وڃين واءِ،
پنهي منجهون هڪڙي، چڱي نه ٿئي ڪاءِ،

(سيد بدرالدين بن سيد محمد مڪي بکري)

ڪهنو اٿم ڪپڙو، سٽيون ڪين سهي،
نظر ڪريو مهر جي، تنهن تان مر لهي،
اجاريوس اهوي، پراڻو پرتو اٿئي.

پوکيم سرنهه، ٿي پيو جانيو،
اهو اولانيو، مون کي آيو نينهن جو.

(مخدوم پريان لوڻي)

وسـين تـان وس، عالم لـڳوئـي آسـري،
هاڻي ڪيم ترس، جو منڊون موڻي آئيون.
(سالڪ مجذوب والده حاجي ابراهيم)

پهرئين بيت کي پير صاحب قديم ترين شعر ڄاڻي ٿو. سيد محمد مڪي (المتوفي 644هه) جي فرزند جو هي بيت سنڌي شعر جي تاريخ ۾ هڪ اضافو آهي.(14)

## اسماعيلي داعين جا گنان

هن فرقي جا داعي وقت به وقت سنڌ ۾ ايندا رهيا. انهن جو سلسلو تقريباً عيسوي يارهين صديءَ جي پڇاڙي کان شروع ٿئي ٿو.جڏهن پهريون اسماعيلي داعي 'نورالدين' وقت جي امام جي حڪم سان 1079ع ۾ سنڌ ۾ آيو. هن علائقي ۾ اچي هن ملتاني، بهاولپوري ۽ سنڌيءَ جي ڪڇي ۽ لاڙي لهجن کان واقف ٿيو. انهن سڀني لهجن ۾ نورالدين يا 'ست گر نور' جو ڪلام مليو ٿو. سندس دعوت سان جيڪي ماڻهو مسلمان ٿيا. تن کي ويدانت ۽ تصوف جا مِتا شعر وسيلي سمجهايائين. ست گر نور جي ڪلام جو نمونو هي آهي:

بن ڪلمي بندگي ڪري، تو بندگي سڄي سار
جيون نت اٺ راه چلٿا، آخر اجڙواس. (15)

'پير شمس' جيڪو 1165ع ۾ غزني جي شهر سبز وار ۾ ڄائو، سو 1201کان 1267ع تائين تبليغ جو ڪم ڪندو رهيو. 115 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائين. سندس تبليغ جي طريقي کي 'شمس مت' چئجي ٿو. سندس گهڻو ڪلام ملتانيءَ ۾ آهي. سنڌي ڪلام جو نمونو هي آهي:

هـم دل خالق الله سـوئـي وسـي،
جنـي قـائـم قـدرت چـلائـي،
حق تون پـاڪ تـون بـادشـاه،
مـهربان ٻي يا علي تون ئي تون،
رب تـون رحـمـان تـون،
يـا علي اول آخر قاضـي تـون ئـي تـون.(16)

## پير صدرالدين (1290-1409ع)

اسماعيلي داعين ۾ جنهن بزرگ جو ڪلام زبان ۽ بيان جي لحاظ کان متاثر ڪري ٿو، سو پير صدرالدين آهي. هن بزرگ پنهنجي ڪلام کي گنان يا گيان سڏيو. اڄ ڪلهه سندس ڪلام گنان جي نالي سان مشهور آهي. سندس ڪيتريون تشبيهون شاهه ڀٽائي ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ ملن ٿيون.

پير صدرالدين وقت جي امام شاهه اسلام شاهه جي حڪم سان هند ۽ پوءِ سنڌ ۾ آيو. سنڌ جي لاڙ ڀاسي ڪوٽڙي الله رکئي شاهه ۾ پنهنجي دعوت جو

مرڪز قائم ڪيائين. گجرات ۾ ڪافي وقت رهيو ۽ شاسترن ويدن ۽ گرنٿ مان واقف ٿيو. هندن کي دليل دلائل سان قائل ڪيائين (17) هڪ هنڌ چوي ٿو:

گنگا ڪي ماڇلڙي گنگا ۾ رهوي،
آخـر هـووي گـنـديـري،

بُيشمار برهمڻ ۽ لوهاڻا سندس هٿ تي بيعت ڪري مسلمان ٿيا. پير صاحب وڏو عالم ۽ شاعر هو. سندس ڪلام سنڌي، هندي، گجراتي ۽ ملتانيءَ ۾ آهي. سنڌيءَ ۾ ڪچي ۽ لاڙي لهجن ۾ چيو اٿس. سنڌي لکڻ لاءِ صورتخطي به تيار ڪيائين، جنهن کي چاليهه اکري يا خواجڪي سڏجي ٿو.(18)

پير صدرالدين جو ڪلام گهڻو آهي. جيڪو اسماعيلي فرقي وارن وٽ محفوظ آهي. ان مان گهڻو ته خواجڪي سنڌيءَ ۾ آهي. ڪيترا خواجه ڪميونٽي جا بولڻ وارا (ڳائڻ وارا) مشنري توڙي دلچسپي رکڻ وارا ڄاڻن ٿا. ڪن وٽ لکيل صورت ۾ آهي ۽ ڪي گنان ۽ وينتيون ماڻهن کي ياد به آهن. ٿورا گنان شايع به ٿيا آهن. جن کي ڏسي اندازو لڳائجي ٿو ته پير صاحب فقط داعي ۽ مبلغ نه هو پر هڪ اعليٰ پايي جو شاعر پڻ هو. سندس ڪلام ۾ زبان جي چاشني ۽ بيان جون خوبيون ملن ٿيون. سندس فصيح بياني ۽ تشبيهون هڪ طرف ته تخيل جي اڏام ٻئي طرف متاثر ڪري ٿي. فاني دنيا جو نقشو هيئن ڪڍي ٿو:

ڪيڙيون اڏائيين گڊ ماڙيون، تين تي ڪيڙا رکائيين چٽ،
نيهي نينڊ دوڙ ۾، ٽـوتي لـتون ڏيـنـدا مـٽ،
سڻ وڻجارا هو يار ، هي من هـووئـڙو تـو جـهولـي.

هنن مصرعن جو تاثر شاه ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ ملي ٿو:

فاني ني فاني، دنيا دم نـه هـڪـڙو،
لـئي لوڙهـ لتن سين، ات جوڙينـدءِ جانـي،
ڪـوٺر ۽ ڪاني ، آهي سر سڀ ڪنهنم .

پير صاحب چوي ٿو:

ٻانها تنهنجو تکيو، ڪندن ۾ ڪوڙ،
پسي رتا گلـڙا ، م وڃائج مور.

شاهه صاحب چوي ٿو ته "پسي ڳاڙها گل، متان ڪو گل ڇانگي کي چارئين!"
اهڙي طرح پير صدرالدين سنڌي شاعريءَ جي روايت جو بنيادي پٿر آهي. جنهن کي اسان شاهه صاحب وٽ ڪمال جي حد تي ڏسون ٿا. سر ڪاپائتي واري مضمون ۾ به سندس شعر آهن. غفلت ڇڏڻ ۽ ڪتڻ بابت نهايت واضح لفظن ۾ چوي ٿو:

ڪپاه جنين ڪتيو، جڏهن ستو لوڪ،
تنين پانجو ڪتي وتو، ڳچيءَ ڳاڙهو ٿوڪ.

ڪاپانتيءَ ۾ شاه صاحب جيڪو ڪجهه چيو ان جا اهڃاڻ هتي:يعني شاهه صاحب ڪان تقريباً ساڍا ٽي سئو سال اڳ ملن ٿا. پير صاحب جا گنان غفلت ڇڏڻ ۽ مرشد ۾ فنا ڪائڻ بابت نهايت متاثر ڪندڙ انداز ۾ ملن ٿا. ڏٺي ياد ڪرڻ بابت چوي ٿو:

اٿي الله نہ گهرين بندا، تون ستين ساري رات،
نڪا جهوري جيو جي، نڪو سمر ساٿ،
شاهہ جو مجيڙو تن ،جي صبحڙي جاڳن.
ڪونا مندپ ماڙيون، گهر گهوڙا پندار،
ڪين نہ نيا پاڻ سين ، جيو چلنتي وار،
شاهہ جو مجيئڙو تن، جي صبحڙي جاڳن.
پٽي پير صدرالدين آئين سٽو مومن وير،
الک چتو تن ڪي، جن مجيو شاهہ پير،
شاهہ جو مجيئڙو تن جي صبحڙي جاڳن.

پير صدر الدين ۽ ٻين دائين جو ڪلام لاڙي ۽ ڪڇي لهجي ۾ آهي. ڪن لفظن جو اڄڪلهہ جي معياري لهجي موجب اچار هن ريت ٿيندو:

ڪيڙيون= ڪهڙيون، ڪيڙا= ڪهڙا ، تين= تنهن، ڪين= ڪنهن، آئين= اوهين.

هن ڪلام ڪان سواءِ اسماعيلي سلسلي جي شاعرن ۾ پير حسن ڪبيرالدين، امام بيگم ۽ غلام علي شاه وغيره جو ڪلام مشهور آهي. في الحال انهن مان ڪنهن جو سنڌي ڪلام ميسر نہ ٿيو آهي. فقط ڪن گنانن جا ڪي بند هت هيٺ ڏجن ٿا: جن جو اپياس ٻوليءَ جي لحاظ ڪان بہ گهڻ دلچسپ ڪونهي:

تن ويرين جون آسون اميدون پنيون،
جيو جيو جيم نہ چنديون،
يارا گهر مومن جي واڌايون،
جڳ ميڙو جبو ميڙو ٿيتيهين ساڻ.

يارا ونديو سو گنان مشاهدو،
ويران من جيون من ماهين لايو برانت،
يارا چاچي شاهہ جا، وير هيڪاندا شاهہ پرٿي جبو.

پرٿي تر بٿو ور رائي،
سچي شاهہ جا ديداري سي ورجو ڳان،
جڳ جس مومنين کي جنين لذڙو هي پيد.

جڳ ۾ قري شاهہ جي ميندي،
شاهہ پير ڳتيئن گهر واڌايون،
نور شاهہ پورک هي پچاٹو،
يارا آئين سو هي پير ڪري جاٹو.

ڳڻيون ڳرئي پير سرهايون،
پير متوءِ ڳنان اي سٽايا،
ڀائي نوين ڪندين ۾ علي شاهه پلي آيو.

پير جيو پٽي پير صدرالدين،
آئين سٽو ڳڻيون لوڪان،
ڀائي اڄ صحيح نور شاهه آيو.

نور ويڙها نور ٻيو ڪريو من آنند جي،
جاڳو جاڳو ڀائڙا، ريڻ وهاڻي آن جي.

## شاعريءَ جو ٻيو دؤر

سمن جي حڪومت (1350- 1520ع) واري زماني ۾ ڪن شاعرن جا بيت ملن ٿا. انهن بيتن مان نه رڳو شاعرن جي فڪر ۽ فن جي پروڙ پوي ٿي، پر اها به خبر پوي ٿي ته سنڌي شاعري هڪ اهڙي ڳس تي پهچي رهي هئي، جيڪو ڳس پوين شاعرن ورتو ۽ سنڌي شعر هڪ پختي پايي تي پهتو. هنن شاعرن وٽ الاهيات جو فلسفو ۽ تصوف ملي ٿو، سندن ڪلام ٿورو هٿ آيو آهي، پر ان مان فڪر جي پروڙ چڱي ريت پئي ٿي.

جيڪي ٿورا بيت مليا آهن، سي زباني روايتن ۽ تذڪرن جي سند سان اسان تائين پهتا آهن. سومرن جي صاحبيءَ واري ڪلام کان پوءِ هي ڪلام هڪ لحاظ کان هڪ قدم اڳتي آهي. جو هن ۾ فڪري انداز سان شاعرن پنهنجو تجربو ۽ مشاهدو پيش ڪيو آهي ۽ سندن حال ۽ حقيقت کان اسين واقف ٿيون ٿا. هن دؤر (1350- 1520ع) ۾ جن شاعرن جي ڪلام سچ جي روشني ڏني سي آهن: شيخ حماد، اسحاق آهنگر، مخدوم احمد ڀٽي، پير مراد، علي شيرازي ۽ ماموئي فقير. ان کان سواءِ ڪن روايتن سان ڪو ٻيو به ايڪڙ ٻيڪڙ بيت تذڪرن ۾ ملي ٿو. پر ان سان شاعريءَ جي روايت کي ڪا خاص هٿي ڪونه ٿي ملي. اهڙا واقعاتي بيت ۽ فقرا ٻيا به هوندا.

## شيخ حماد جمالي

هي شاعر اُچ شريف جي مشهور بزرگ شيخ جمال (وفات 700هه) جو ڏوهٽو هو. شيخ حماد جي والد جو نالو رشيد الدين هو. تاريخ ۾ آيو آهي ته جام جوڻي تخت جي وارثن جام تماچي ۽ جام صلاح الدين کي گرفتار ڪري دهليءَ ڏياري موڪليو هو ۽ جيڪي شيخ حماد جا عقيدت مند هئا. تماچيءَ جي ماءُ دعا لاءِ شيخ حماد وٽ ايندي هئي ۽ هن درويش حقيقت کي ڄاتو ٿي. سندس زبان ۾ تاثير هو. هن دعائيه بيت چيو، جيڪو هي آهي:

جوڙو مت اوڙو، آءُ تماچي آءُ،
ٻاجهاري ٻاجهہ پئي، توسين ننڍو راءُ.

ڦني لحاظ کان هي دوهو آهي. عين اُن زماني جو آهي، جنهن ۾ سکهڙ پٽ ۽ پيان، ڏان جي لالچ ۾ سخي سردارن کي پيا ساراهيندا هئا. هن شعر ۾ شاعر اقتدار جي چٽ جي خلاف خيال ظاهر ڪيو آهي. تاريخ ۾ آيو آهي تہ شيخ حماد جي هن دعا اثر ڪيو ۽ تخت جا وارث موٽي آيا. شيخ حماد جي هن هڪ بيت کان سواءِ ٻيو ڪلام نہ مليو آهي. پاڻ 1362ع ڌاري گذاري ويو.

## اسحاق آهنگر (لوهار)

اسحاق جو ٻہ هڪ بيت مليو آهي. "حديقة الاولياء" جي مصنف لکيو آهي تہ شيخ پريو جيڪو گنجي ٽڪر تي رهندو هو، تنهن جي واتان مون بيت ٻڌو ۽ شاعر جو ٻہ نالو ٻڌايائين. اسحاق اڄوڪي حيدرآباد جو رهاڪو هو. بيت هي آهي:

ٿيان مان جهرڪ، وهان پرينءَ جي چڃ تي،
مان ڪرن ٻرڪ، ٻولي ٻاجهاري مون سين.

ظاهر مضمون موجب هي عشقيہ بيت آهي، هيئت جي لحاظ کان سورٺو آهي. محبوب سان ملڻ جي تمنا ظاهر ڪندي عاشقانہ جذبات ظاهر ڪيل آهن. غور ڪريو تہ جيڪڏهن اسين صوفياڻي شعر جي ڪيفيت جو اطلاق هن بيت تي نہ ڪريون تہ هي بيت عام عاشقاني مضمون جي نمائندگي ڪري ٿو. عام طور هن جو مضمون گهرو ۽ سنجيدو نٿو لڳي ۽ اهو اندازو لڳائڻ بہ آسان آهي تہ اسحاق جي ذهني ڪيفيت ڇا هئي. حقيقت يا مجاز ۾ هن پنهنجي جذبات کي ظاهر ڪيو آهي. ٻوليءَ جي مطالعي لاءِ بہ بيت جا لفظ گهٽ ۾ گهٽ ايترو ظاهر ڪن ٿا تہ جڻ اڄوڪي ٻولي آهي ۽ لفظن جي سٽاءَ ۾ ذرو بہ مونجهارو ۽ ابهام نہ آهي. اسحاق 14-15 صديءَ جو شاعر آهي.

## مامُوئي بزرگ

هنن بزرگن بابت مليل بيت ۽ روايت نهايت دلچسپ آهي. بيت زبان توڙي مضمون جي لحاظ کان ڏيان ڇڪائين ٿا. مونجهاري جو باعث بہ بڻيا آهن. هڪ روايت موجب هي بيت پيشن گوييون آهن، جيڪي سمن جي دؤر ۾ ننڍي جي ستن درويشن ڪيون.(19) تاريخ ۾ آيو آهي تہ جڏهن وقت جي حاڪم هنن کي قتل ڪرايو تہ هنن مان هرهڪ درويش پنهنجي سسي هٿ تي کڻي بيت چوندو اڏامي ويو. ٻئي نظرئي موجب هي بيت سمن جي مخالفن جا چيل آهن، جن جو دلي لاڙو سومرن ڏي هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اهو رايو ظاهر ڪيو آهي.(20) جنهن موجب بيتن جي پيشن گوئيءَ واري حيثيت کي رد ڪيو ويو آهي. تاريخ جي روشنيءَ ۾ ڏسبو تہ بہ ڪي بيت هن راءِ جي پٺڀرائي ڪن ٿا تہ هنن ۾ ڪا پيشن گوئي ناهي. هي بيت

ماموئيءَ جا بيت سڏجن ٿا. هنن جا ڇهيل متن ٻه هڪٻئي کان مختلف آهن. هڪڙو متن هيٺ ڏجي ٿو:

1- هاڪ وهندو هاڪڙو، ٻچندي ٻنڌ اروڙ،
ٻه مڇي ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي.

2- وسي وسي آر، جڏهن وچي ڦٽندو،
تڏ ٻاروچاڻو ٻار، پنجين درمين وڪبو.

3- ڪاري ڪاٻاري، جهيڙو لڳندو ڇهه پهر،
مرمڇي ماري، سڪ وسندي سنڌڙي.

4- مرمڇي ماري، مرمڇي ڪهڙا پار،
هيٺن ڪاريون پوتيون، مٿن ڪارا وار.

5- نيرا گهوڙا ڏيرا، اتر ڪئون ايندا،
گهاگهيريون گسن تي، ورهائي ويندا،
تهان پوءِ ٿيندا، طبل تاجاڻين جا.

6- لڳندي لاڙان، سونڪو ٿيندو سري ۾،
جڏهن ڪڏهن سنڌڙي، اوڳاٽان وٺاهه.

7- اچي ويجها ماڙهئا، ننگر جي آڏار،
پراٽا پرار، نوان اڏج م نجهرا.

هي متن سنڌو رسالي 1937ع وارو آهي. بيتن جي زبان اهڙي آهي، جنهن ۾ ڪي لفظ سمجهه ۾ نٿا اچن. ايئن به ٿي سگهي ٿو ته زباني روايتن بيتن جي صورت بگاڙي ڇڏي هجي. بيت نمبر پنجين جي ٻي روايت ۾ هيٺيون ٻه مصراعون آهن:

ٽيلو ٽالپرن جو نهوڙي نيندو،
تهان پوءِ ٿيندو، طبل تاجاڻين جو.

هيءَ ته ويجهڙائيءَ جي تاريخ آهي. اسان کي خبر آهي ته ٽالپرن کانپوءِ انگريز سنڌ تي قابض ٿيا ۽ نه تاجاڻي، ان ڪري بيتن جي ان حيثيت تي ڪنهن به خوش فهميءَ ۾ پوڻ جي گنجائش نه آهي. بهرحال هي بيت سنڌي ادب جي تاريخ جي هڪ اهم ڪڙي آهن ۽ زبان جي لحاظ کان جڏهن واضح ٿي سگهيا ته ڪجهه چئي سگهبو.

## مخدوم احمد سان منسوب ٿيل بيت

هي درويش حالن جو رهاڪو هو. سماع ۽ راڳ ڏي دلي لاڙو هوس. سندس والد جو نالو مخدوم اسحاق هو. "تحفة الڪرام" ۾ مخدوم احمد جي مختصر سوانح ۽ ڪرامتن جو ذڪر ٿيل آهي. حيدرآباد ۾ هڪ سماع جي محفل ۾ مخدوم

صاحب شريڪ هو. ڳائڻ واري سوناري چوڪر ٻه بيت ڳايا ۽ مخدوم صاحب پنهنجي حال ۾ اچي ويو ۽ پساهه ڏٺيءَ جي حوالي ڪيائين. بيت هي آهن:

سڌ سٽي پرينءَ جو، وانگي جي نہ ورن،
ڪوڙي دعويٰ دوست جي، ڪچاڙي ڪي ڪن.

سر ڏيئي ست جوڙ، ڪنهن پر ڪلالن سين،
مرٽا منهن م موڙ، وتي تي وڌ لهي.

پويون بيت جڏهن شاه جي رسالي ۾ ڏسجي ٿو تہ اتي وچ ۾ هڪ سٽ 'ڪاتي ڪرڻ ڪپار ۾، خنجر آٿي ڪوڙ' اٿس. هي بيت يقيناً ڪنهن اڳاتي شاعر يا مخدوم موصوف جي همعصر شاعر جا آهن. رسالي جي سر يمن ڪلياڻ جو مضمون آهي ۽ هن مضمون جا اڳاتا نشان اسين هنن بيتن ۾ ڏسون ٿا. نہ رڳو ايترو پر سمن جي دؤر جي ٻوليءَ جا انگ بہ وڌيڪ ظاهر ٿي بيهن ٿا. لفظ 'ڪچاڙو' (معنيٰ ڇا) اهو ظاهر ڪري ٿو تہ هن بيت جو خالق لاڙ جو آهي ۽ اتر طرف ان جي حد ۾ چوٽ ڏجي تہ بہ هالن تائين اهو گمنام شاعر ٿي سگهي ٿو.

## ڪي ٻيا بيت ۽ روايتون

شيخ حماد جي بيت وانگر 'نوح هوٽياڻي' جا موزون فقرا بہ ڄام تماچيءَ جي حمايت ۾ ملن ٿا:

جوٺو وجي جهوري ماريو،
ڄام تماچي شهرين چاڙهيو.

اهڙن فقرن ۾ پير مراد شيرازي (891هه) جو هڪ فقرو بہ ملي ٿو، الله! اوياتي ڏيئي وڏي ڄمارا! پير مراد جي ڏهٽي سيد علي ثاني جو هڪ بيت بہ تذڪرن ۾ آيو آهي. اهو هي آهي:

سرتين سانگ سڪن جو، مون ڪي رويو رهائين،
آءُ ٿي هلان هوت ڏي، تان هو واريو وهارين،
وريتيون ورن سين، وينيون گهر گهارين،
پنڌان ٽيون ڪارين، ڪانہ هلائي ڪيچ ڏي.

حضرت 'شيخ عبدالجليل' چوهڙ جي روضي ۾ ڳايل ٻہ بيت بہ هن دؤر جو يادگار آهن:

ڇران تہ ڇڪن چاڪ، وهان تہ وه سنجري،
ماءُ منهنجي ڏيل سين، سورن ڪي اوطاق،
جيئن تون جانان پاڪ ، آسابنداڙين جو.(21)

مون ڪي لوچ فراق، اسانهون نہ ڌار ٿئي،
سڪون پريان ساڪ، رب ڏڪاهي ڪڏهن.

هڪ بيت شيخ چوهڙ جي خدمت ۾ ذاڪرن پيش ڪيو جيڪو هي آهي:

جو گهڙي سو ني، ڪو جو ڦهر ڪلاچ ۾،
خبر ڪونہ ڏئي، ريچ ڪچاڙي رنديو.

هنن بيتن جي زبان ۽ بيان تي ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي تحقيق 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ' ۾ مدلل بحث ڪيو آهي. هونئن انهيءَ زماني ۾ درويش راڄو به هڪ شاعر ٿي گذريو آهي، پر سندس ڪلام ڪونہ مليو آهي. بلوچ صاحب سخي سردارن جي واڪاڻ ۾ چيل ڳاهن تي بہ بحث ڪيو آهي.

مجموعي طور سمن جي دؤر جي مليل ڪلام جي بنياد تي هنن بزرگن کي شاعر چوڻ ۾ ڪو عار نہ هجڻ کپي. پر ڪلام جي موضوع ۽ نوعيت کي ڏسي شاعرن تي تنقيد ۽ تبصرو انهي انداز ۾ ممڪن ڪونهي، جنهن انداز سان اسين هڪ پرڳو شاعر تي تبصرو ڪندا آهيون. هي هڪڙا ٽڙيل پکڙيل ۽ اهڙا خيال آهن، جن ۾ شاعريءَ جي روايت نہ پر الاهي عشق بابت ڪي رايا ۽ واقعاتي طرز جا خيال ظاهر ڪيل آهن.

سومرن توڙي سمن جي صاحبيءَ جي تقريباً پنجن صدين ۾ ڪلام ڪو گهٽو ڪونهي، پر هن ڪلام سان سنڌي شاعريءَ جي عمارت بني ۽ اُن ۾ گوناگون مضمون آيا.

## صنفون

جن شعر جي صنفن جو سنڌي شاعريءَ جي اوائلي زماني (1520ع) تائين نشان ملي ٿو، اهي بيت ۽ گنان آهن. سومرن ۽ سمن جي زماني جي شاعريءَ جو ذڪر ڪندي ۽ خاص طور شعر جي ابتدا بابت لکندي، اڳ عرض ڪري آيو آهيان تہ جن صنفن جا نمونا تاريخي طور نہ مليا آهن، تن بابت يقين سان ڪجهہ نہ چئي سگهبو. مثال طور علم ادب جي ڪن مجيل ڪتابن ۾ حضرت آدم کي پهريون مرثيہ گو بہ چيو ويو آهي. اهو فقط اندازو آهي ۽ پٽ جي قتل ٿيڻ تي هن يقيناً ڏک جو اظهار ڪيو هوندو. جنهن ڏک جو هر زباني اظهار مرثيو ڪونهي، تنهن ڳالهايل ٻوليءَ جا ڪي بہ لفظ يا ٻول شعر ڪونهي. قديم زماني ۾ يقيناً سنڌ جي ماڻهن شادين تي خوشيون ڪيون هونديون، پر انهن جو هر گفتو ڳيچ ۽ سهرو ڪونهي.

اندازي موجب اسان جي نظر قديم صنفن ۾ ڳيچ ڏي ويندي، پر ثابتي هر مفروضي کي رد ڪندي آهي. ڪنهن ڳيچ ۾ وري رسول ڪريم صلعم جو ذڪر اچي يا راڻي ۽ مومل جو ذڪر اچي تہ اهي انهن دؤرن جا ڪونہ چئبا. اسين ڏسون ٿا تہ ڳيچ ڳائڻ واريون عورتون هميشه پيون ڳيچ جوڙينديون آهن. اهي عقيدت ڪان هي ڳيچ ڳائينديون آهن:

"محمد وينم سيج تي، منهنجا نيڻ ٿا ٺرن"
يا
"آءُ راڻا، مل سوڍا، توکي من اندر ۾ ويهاريان" (22)

اهڙا سوين ڳيچ آهن، جن ۾ حضرت رسول ڪريم صلعم، پير عبدالقادر جيلاني، ٻين درويشن ۽ سنڌي نيم تاريخي داستانن جي ڪردارن جا نالا آهن. ڪوجنا ڪندي پنهنجي ڳالهه مٿي ڪرڻ لاءِ مليل ثابتيون ئي ڪافي آهن. هرويرو خيالي پلاءُ پچائڻ جي ضرورت ڪونهي. اسان جي ابتدائي سگهڙن جا بيت ۽ ڳاهون فني پختگيءَ جي حد تي رسيل نه آهن. ان جي ثابتي سومرن ۽ سمن جي سلسلي جي بيتن ۽ ڳاهن ۾ پڌري پئي آهي. ان ڪري هرويرو اوراڻ ڪري سڄي هند ڪان اڳ بيت جا وارث بنجي نه سگهنداسين.

اڃو ته هنديءَ جي عالمن 'بيت' جي ساخت بابت جيڪا سمجهاڻي ڏني آهي، تنهن تي نظر وجهون ۽ محسوس ڪريون ته جيڪو دوهي ۽ سورٺي جو سلسلو، جنهن کي اسان رڳو قافيي جي تبديلي تي ئي ڪٽي مقرر ڪيو آهي، تنهن ۾ ڪيتريون پيچيدگيون آهن. سنڌ ۾ اڳوڻن محققن جهڙوڪ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، علم عروض تي نه هجڻ ڪري سنڌي بيت کي جهنگلي قسم جو شعر چيو.(23) تنهن ڪانپوءِ ڳالهه کي محسوس ڪندي توجهه اصل حقيقت ڏي ويو. (24) پروفيسر جهمٽ مل هندي پنگل ۽ ڇند جو مطالعو ڪري پنهنجو ڪتاب "ڇند سڳند" شايع ڪيو. ان ڪتاب جي مدد سان ڳالهه بلڪل واضح ٿي پئي، جيڪا هاڻي هر ڪنهن کي سمجهه ۾ اچي ٿي.

هاڻي اهو ظاهر ٿي چڪو آهي ته سنڌي بيت ۽ وائيءَ جو وزني ڍانچو جنهن سرشتي تي آڌاريل آهي، تنهن کي ڇند وديا يعني ڇند جو علم چئجي ٿو. هن علم جي هر ڇند کي آسانيءَ سان سمجهڻ لاءِ ڪيس بحر واري حيثيت ڏجي ته غلط نه ٿيندو. شاعريءَ جي عالمن بلڪل بحرن وانگر ڇندن تي به مختلف نالا رکيا آهن. قديم هند ۾ جيڪو ڪلام چيو ويو، سو ڪنهن نه ڪنهن ڇند تي آڌاريل هو. هونئن ڇندن جو تعداد گهڻو آهي، پر مشهور ۽ مقبول اهي ٿيا، جن ۾ نسبتاً گهڻو ڪلام چيو ويو. انهن مان ڪن جو ذڪر پروفيسر جهمٽ مل ڀاوناڻيءَ جي ڪوجنا جي آڌار تي ڪجي ٿو.

## دوها ڇند

هن ۾ قافيا ٻنهي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ ايندا آهن. هر سٽ ۾ ٻه اڌ (چرڻ) ٿيندا آهن. هيٺ ڏنل خاڪي مان ان جو اندازو لڳايون ٿا. (x) نشان قافيي جي جاءِ ڏيکاري ٿو ۽ انگ ماترائن جو تعداد ڏيکارين ٿا. ماترا کي هڪ لحظو يا پل ڪٺي ڄاڻجي.

x---------- , -------------
11 13

x---------- , -------------
11 13

مثال:

چلنا هي رهنا نهين، چلنا بيسو بيس،
سهجو تنک سهاگ پر، کيون گنڌ وائي ڪيس.

ابتدائي زماني جي سنڌي شاعريءَ ۾ دوهي جا ڪيترا مثال آهن. شاه ڪريم تائين قدري گهڻا ملن ٿا.

## سورٺا ڇند

جيڪڏهن ماترائن ۾ تبديلي نہ آهي، فقط چرڻ يعني سٽ جي اڌن کي اٿلائي هڪ ٻئي جي جاءِ تي رکبو تہ سورٺا ٿيندو.

,-------------- x -----------
13 11
,-------------- x -----------
13 11

عام طور هي ٻہ مقبول هيئتون (Forms) آهن. انهن جي هڪ هڪ سٽ پاڻ ۾ ملائبي تہ نئين هيئت بنبي، يعني دوها سورٺا ميل.
مثال:

,-------------- x -----------
x----------- , --------------

سنڌي شاعرن انهن بنيادي هيئتن ۾ پوءِ گهڻا اضافا ڪيا ۽ هن 'ميل' جا مثال وڌيا، چو جو سٽن جو تعداد وڌيو. پوءِ تہ ڇند بہ محدود نہ رهيا ۽ انهن ٻن ڇندن کانسواءِ ٻيا ڇند، جهڙوڪ: چندراين، آت بروا دڪپال ۽ مالتي وغيره. وزن جو فرق هن ريت ظاهر ٿيندو جو ماترائن جي تعداد ۾ ڪمي بيشي آهي. مثال طور چندراين جي ماترائن جو نقشو هن ريت آهي:

x----------- , --------------
10 11
x----------- , --------------
10 11

ات بروا جو نقشو هن ريت آهي:

x----------- , --------------
12 9
x----------- , --------------
12 9

اهڙي ريت ٿورو مختلف فارم ڏسبو تہ هڪ ڇند آهي 'مت' جيڪا شاه جي رسالي جي ڪاپائتيءَ جي مت جو وزن آهي. جنهن کي فارسي مسمط جي طرز تي

لڪيل چاتو وڃيٖ ٿو. (25) پر وزن ڇند ۾ اٿس.(26)

جيڪڏهن ڪنهن بہ بيت کي اڳيان رکي متحرڪ ۽ ساڪن آوازن جي طريقي تي ڏکهي آواز لاءِ ٻہ ماترائون ۽ ڇوٽي آواز لاءِ هڪ ماترا ڳڻبي تہ ڇند ظاهر ٿي پوندو. بلڪ ڪنهن سٽ ۾ وزن جي گهاٽي واڌي هوندي تہ پڌري ٿي پوندي. سٽن ۾ ڏاري ٽُنب (تضمين) ڪري اپنڻ ٿيندو آهي.

سنڌي وايون بہ ڇند تي آهن. انهن تي اڳتي اپٽار ايندي. بيت کي ڏسبو تہ هيءَ هڪ اهڙي صنف آهي، جنهن سنڌي شاعريءَ جي ابتدا کان اڄ تائين پنهنجو حسن قائم رکيو آهي.

## ڳنان

قديم دؤر جي سنڌي شاعريءَ ۾ ڳنان هڪ اهڙي صنف آهي، جنهن جي هيئت دلچسپ آهي. ڇو جو سنڌي شاعريءَ جي ابتدائي دؤر ۾ بيت هڪ نمايان صنف وانگر نظر اچي ٿو ۽ ڳنان جي هيئت وائيءَ کان بہ ٻہ قدم اڳتي وڌي، ڪافيءَ جي هيئت ۾ بہ آهي. ڪي ڳنان اهڙا آهن. ڪي مختلف هيئتن ۽ بيت جي مصرعن وانگر بہ آهن. ڪيترا ڳنان، عين ڪافيءَ وانگر آهن ۽ بند ٻن مصرعن جو اٿن، وراڻي يا ٿل بہ موجود اٿن، جيڪو وائي وانگر نہ پر ڪافيءَ وانگر بيهي ٿو. البت وزن ۾ ڪٿي ڪمي بيشي بہ آهي. ڪي مصرعون ڇند تي تہ ڪي ڪافيءَ وانگر موسيقيءَ تي آهن. جڏهن ڳنان گهٽي تعداد ۾ منظر عام تي ايندا تہ هيئت جو اپياس قدري تفصيل سان ڪري سگهبو.

ڳنانن کي اسماعيلي فرقي ۾ مذهبي تقدس بہ حاصل آهي. ويدانت ۽ تصوف جي اپٽار ڳنانن ۾ ملي ٿي.(27) جماعت خانن ۾ ڳنان ٻوليا وڃن ٿا ۽ وينيتون بہ. اسماعيلي پيرن جي ڪلام تي اجان هيئت ۽ موضوع جي لحاظ کان گهٽي ڪوجنا ٿيڻي آهي.(28)

ڳيچ ۽ سهرا چوندڙ هڪ قديم شاعره 'مرڪان شيخڻ' جي ڪلام بابت بہ اجان تحقيق جي ضرورت آهي. جنهن کي سومرن جي دؤر جي شاعره سڏيو ويو آهي. ڏانهس منسوب ڳيچن جي ڪوجنا ڪرڻ ۽ دور متعين ڪرڻ لاءِ تاريخ جي ٽيڪ کپي.(29)

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:


1- Scott- James, R. A: "The Making of Literature.> Secker & Warbarg London 1962, PP. 33-34.

2- Worksworth. W: The Solitary Reaper:

3- op, cit. under ref: No. 1, P. 161.

(4) جعفر حسن، ڊاڪٽر: 'منتخبات هندي ڪلام'، حيدرآباد بڪ ڊيپو، حيدرآباد دکن، ص 9.

(5) بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: مقالو، 'سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو' سماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1955/1ع.

6- ايضاً - نمبر 1-2 ۽ 1955/3ع.

7- تفصيل لاءِ ڏسو: عبدالجبار جوڻيجو: مقالو 'سنڌ ۾ هندي شاعري' سهڻي پبليڪيشن جو 'موتنڊڙ چوليون' . حيدرآباد.

8- جعفر حسن، ص 19.

9- مولائي شيدائي: 'جنت السنڌ' ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1958ع، ص ص 279، 286، 314، 315 ۽ 316.

10- بلوچ نبي بخش خان، ڊاڪٽر: 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ' ، پايونير پريس، حيدرآباد، 1962ع.

11- بدوي، لطف الله: 'تذڪره لطفي' ، (ٻيا ڱو ڀهريون) آر. ايچ، برادرس، حيدرآباد، ٻيو ڇاپو 1955ع، ص ص 40-41.

12- سومرن جي دؤر جي رزميہ ۽ عشقيہ داستانن بابت تفصيلي احوال ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتابن 'سنڌ ٻوليءَ جي مختصر تاريخ' ، 'مشهور سنڌي قصا - جلد پهريون' ، 'سسئي پنهون' ، 'ليلا چنيسر' 'مومل راڻو' ۽ 'عمر مارئي' ۾ آيو آهي.

13- دودي چنيسر جا بيت ڊاڪٽر بلوچ جي مرتب ڪيل ڪتاب ' سنڌ جو رزميہ داستان: دودو چنيسر' ڇپايل سنڌي، ادبي بورڊ حيدرآباد (1986) تان ورتل آهن.

14- سيد عبدالقادر: 'حديقة الاوليا،' بحواشي و تصحيح پير حسام الدين راشدي، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1967ع، ص ص 64-65 (مقدمو).

15- الانا، غلام علي پروفيسر: 'سومرن جي دور جي سنڌي شاعري' ، سماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، جلد 9، نمبر 1960/201ع، ص 149.

16- ايضاً، ص 150.

17- ايضاً. ص 151.

18- ايضاً. ص 152.

19- ميمڻ محمد صديق: 'سنڌ جي ادبي تاريخ' ، (ٻيا ڱو پهرين) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد 1937ع ص 40.

20- بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر: 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ' ، بايونير پريس، حيدرآباد 1962ع، ص 100.

21- هن سٽ جي هيٺين ٻن پڙهڻين کي بہ ذهن ۾ رکڻ کپي:

جٿي تون جانان پاڪ، آسابند اکين جو.

جيٿي تون چاڻان پاڪ، اسان پانڌيڻڙن جو.

22- ڳيچ

23- مرزا قليچ بيگ: 'تحريرون ۽ تقريرون' ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1970ع، ص ص 237، 238، ۽ 239.

24- آسانند چتارام: 'هندي پنگل' ، 1937ع.

25- گربخشاڻي، ايچ، ايم: 'شاه جو رسالو' ، جلد 1 ، ڪمشنر جو ڇاپخانو ڪراچي، 1923ع، ص 166.

26- جهمت مل ڀاوناڻي، هن سلسلي ۾ پنهنجن ڪتابن 'چند سڳند'، 'ڏولا مارو' ۽ 'ائت جي اوت' ۾ تفصيلي اپٽار ڪئي آهي.

27- خواجه محمد هاشم لعل محمد: 'حق موجود'، پرنس علي روڊ، حيدرآباد 1955ع. (ٻيو ڇاپو).

28- هن سلسلي ۾ مس گلشن خاڪي ڊاڪٽريٽ جو مقالو لکيو ۽ پير شمس الدين جي 'ڏس اوتار' بابت مقالو مارچ 1975ع ۾ ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿيل بين الاقوامي مذاڪري 'سنڌ صدين کان' ۾ پڙهيائين. عنوان آهي:

The Das avatara of pir Shams as linguitic and literary evidence of the early development of Ismailism in Sind.

29- شيخ محمد سومار: 'مرڪان شيخڻ'، جيلاني پبليڪيشن، بدين، 1971ع.

## باب ٽيون

# قاضي قادن کان

هن باب ۾ سنڌي شاعريءَ جي ابتدائي دؤر کان پوءِ اُن زماني جي شاعرن جي ڪلام جو جائزو ورتو ويندو، جن جو زمانو تقريباً سنڌ ۾ ارغون، ترخان ۽ مغل دور جي راڄ ۽ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دور (1521-1718ع) تائين پکڙيل آهي. پهريون وڏو شاعر قاضي قادن آهي، جنهن سمن جي دؤر ڪي ٻه ڏنو ۽ ٻن ارغون حڪمرانن شاه بيگ ۽ پٽس شاه حسن جي زماني تائين زنده هو. هن باب جي ابتدا ۾ قاضي قادن اچي ٿو.

## قاضي قادن

قاضي صاحب جو ڪلام فقط ستن بيتن تي مشتمل آهي.(1) پر پنهنجي فڪر ۽ فلسفي جي ڪري ذهن تي اثر ڪرڻ وارو ۽ فڪر جي دعوت ڏيڻ وارو ڪلام آهي. قاضي قادن جي والد جو نالو قاضي ابو سعيد هو. بکر کان پوءِ سندن خاندان جو مسڪن سيوهڻ بنيو. قاضي قادن قرآن شريف، حديث ۽ فقه ۾ مجيل عالم هو. هونئن ته ظاهري علم تي ڪيس ناز هو، پر ڪو زمانو آيو جو هو تصوف ڏي مائل ٿيو. ڄام نظام الدين جي زماني ۾ لڏي بکر ويو ۽ قضا جي عهدي تي فائز ٿيو. سياست ۾ به سندس نالو اچي ٿو. سمن ۽ ارغونن جي جنگ ۾ سندس خاندان تڪليف ۾ اچي ويو. پر قاضي قادن ان دور مان بچي نڪتو ۽ ارغونن کان به اهو ساڳيو عهدو حاصل ڪيائين.

پروفيسر بدويءَ، قاضي صاحب جي سيد ميران محمد سهدي جونپوري سان ارادتمنديءَ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته ان ڪري سنڌ جا اڪثر عالم مٿس ناراض ٿيا، پر هو مهدويہ طريقي تي پوري ريت قائم رهيو.(2)

قاضي قادن جا ست بيت ڪانئس پوءِ جي شاعر شاه عبدالڪريم بلڙائيءَ جي ملفوظات "بيان العارفين" ۾ آيا آهن. شاه ڪريم، قاضي قادم جي نالي سان اهي بيت پنهنجي گفتگو ۾ چيا ۽ ملفوظات ۾ اچي ويا. اهوئي هڪ وسيلو (Source) هئن بيتن جي محفوظ رهڻ جو بنيو. بيتن جو معيار ڏسي شاعر جي فن ۽ فڪر جي پختگي معلوم ٿئي ٿي.

جنهن بيت قاضي قادن جي شخصيت ۽ فن کي متعارف ڪرايو، تنهن سان هڪ واقعو به منسوب آهي. جنهن موجب ڪيس ڪنهن ٻڌايو ته ڪو شخص مسجد ۾ ڪعبي طرف پير ڪريو ستو پيو آهي. قاضي صاحب درو ڪڍي اٿيو ۽ اچي پيرن ۾ درو هڻڻ لاءِ الاريائين ته اتي ان شخص جو مٿو نظر آيس ۽ اهو نظارو ڪيس عجيب

لکيو. درويش ڪيس چيو ته: 'پير وٺي تيڏانهن رک، پر دل دوست ڏي رک' .(3) ان واقعي کان متاثر ٿي قاضيءَ هي بيت چيو:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچري.

هن بيت لاءِ لساني ترجيهون ڪيتريون ڪيون ويون آهن، اهي غلط نه آهن. يعني جوڳي ۽ جاڳايوس جي هم آوازيت جي تجنيس حرفي، فڪر جي لحاظ کان خانبهادر ميمڻ 'جوڳي' لفظ جي استعمال تي پنهنجا خيالات ظاهر ڪندي لکيو ته هي لفظ پهرين هتي مليو آهي ۽ ان کي پوين شاعرن جي بيتن سان به پيش ڪيو ويو آهي، ان ۾ ڪو عيب ڪونهي. پر قاضي قادن جهڙي شخص جي هٿ هارجڻ جو هن کان وڌيڪ عمدو ٻيو ڪهڙو مثال هوندو! هڪڙو اعتراف آهي ۽ غفلت مان سجاڳ ٿيڻ جو اظهار آهي. ٻوليءَ جي لحاظ کان هي بيت توڙي سنڌس ٻيو ڪلام نهايت سهڪ ۽ فصيح آهي. لهجو به ايترو نرم آهي، جو ان کي کانئس اڳ جي شاعرن سان ڀيٽبو ته فرق ظاهر ٿيندو. لفظن جي چونڊ ۽ خيال جي ادائگيءَ ۾ سنڌس هر بيت هڪ موتيءَ جو داڻو آهي. پوءِ چو نه سنڌي ادب جي حقيقي تاريخ کانئس شروع ڪجي.

ظاهري علم، ميران محمد مهديءَ جي عقيدت کان پوءِ رڄ مثل نظر اچڻ لڳس ۽ جيڪي ڪتابن ۾ پڙهيائين، تنهن تي سؤ سيڪڙو تڪيو ڪرڻ کان هٽي پري ٿيو ۽ چيائين:

ڪنز قدوري ڪافيه، ڪو ڪونه پڙهيوم،
سو پار ئي ٻيو، جتان پرين لڌوم.

ڪنز قدوري ڪافيه، جي پڙهي پروڙين سڀ،
ته ڪر منڊي ماڪوڙي ڪوه ۾، پيئي ڪڇي اڀ .(4)

ظاهري علم ۽ پڙهيل ڪتابن تي ڀروسو نٿو ڪري ۽ چوي ٿو ته اجان ڪي ٻيو آهي، جنهن وسيلي محبوب جو جلوو ڏسي سگهجي ٿو، سو ٻيو طرف آهي، جتان ازلي حسن جا جلوا پسجن ٿا. اڳتي شاه ڪريم به دل دوست ڏي ۽ هٿ هاج ۾ رکڻ بابت چيو ۽ شاه لطيف ڪنهن ٻئي فهم لاءِ تاڪيد ڪئي. منڊي ماڪوڙيءَ جو اشارو مشاهدي جو هڪ سهڻو مثال آهي. جئن کوه جي ڏيڏر جو مثال ته اسين ڄاڻون ٿا ۽ منڊي ماڪوڙي ته کوه مان آسمان جيترو ڏسي ٿي، اوترو اندازو لڳائي ٿي. بلڪل اينئن جيئن ئي ڪتاب پڙهي ڪو ڦونڊجي وڃي ۽ چوي ته علم مون تي ختم ٿيو ۽ سڀ راز ڄاڻي ورتم. اهڙن خود پسندن لاءِ مٿيون بيت هڪ تازيانو آهي.

ان کان به وڌيڪ چٽائيءَ سان قاضي صاحب ظاهري علم ۽ مڪتب جي نحو ۽ صرف جي سبق بابت پنهنجا رايا ڏيئي واضح ڪري ٿو:

سيئي سبل ٿيام، پڙهيم جي پاٺان،
اکر اڳيان اڀري، واڳو ٿي وريام.

لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي پڙهيو سو پڙهان، سوئي سو حرف. (5)

محبوب پنهنجي من ۾ آهي، ٻاهر ان کي ڳولڻ عبث آهي. اندر ۾ نائي نيڻ نهارڻ سان دوست جو ديرو ملي ٿو. اهو نڪتو قادن هيئن بيان ڪيو:

سجڻ منجهه هئام، مون ويئي واءُ ٿيا،
هيڏانهن هوڏانهن هٿڙا، هنئين جاڙ وڌام.

محبوب جي هيءَ تلاش مجاز جي مام ۾ ناهي، پر حقيقت جي رمز ۾ آهي. اها رمز صوفين جي رمز آهي. جنهن موجب محبوب جو جلوو هر جا آهي، بلڪ ان جلوي سائر جي اٿل وانگر هر نقش کي ميٽي ڇڏيو آهي. وحدت الوجود جي نظرئي جي همه اوست ،جي تنوار اسان جو شاعر هن ريت ظاهر ڪري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته ٻيا طرف ۽ جهتون اُن اٿل ٻوڙي ڇڏيون آهن:

سائر ڏيئي لت، اوچي نيچي ٻوڙيئي،
هيڪائي هيڪ ٿيو، ويئي سڀ جهت. (6)

نه رڳو ايترو پر نفي ۽ اثبات کان به اڳتي وجي ايئن ٿو لڳي ته نفي (لا) آهي ئي ڪونه. محبوب ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه هجي ته ان جو انڪار ڪجي.

’لا‘ لاهيندي ڪن ڪي، لا مورهين ناه،
بالله ري پريان، ڪٿي نه ڏسي ڪو ٻيو.

قاضي قادن جي هن ٿوري ڪلام مان به ايتري خبر پوي ٿي ته هو پهريون شاعر آهي، جنهن جي ڪلام ۾ تصوف ۽ طريقت بابت ڪي نڪتا اچن ٿا ۽ اهڙي ريت صوفياني شعر جي سنڌ ۾ باقاعدي هڪ روايت ملي ٿي، جنهن تي شاه ڪريم، لطف الله قادري، شاهه لطيف ۽ ٻين نوان نقش نگار رکيا.
قاضي قادن جو ڪلام بلاغت ۽ فصاحت جو سهڻو مثال آهي. هن جو انداز بيان ۽ لفظن جي چونڊ توڙي موسيقيت اهڙي آهي، جنهن ۾ بيت جي مڪمل معنوي ۽ صوتي حيثيت ظاهر ٿئي ٿي.

## پير محمد لکوي

هي بزرگ هڪ طويل نظم جي ڪري سنڌي شاعريءَ ۾ اهم آهي. سندس احوال گهڻو ڪونه ٿو ملي. پروفيسر بدوي جي "تذڪره لطفي" (جلد پهريون) ۾ اهو ٿورو احوال ۽ نظم جو هڪ حصو آهي، جنهن کي بدوي صاحب آزاد نظم سڏي ٿو. حقيقت ۾ الف اشباع تي آڌاريل هي نظم ’ڪبت‘ جي دفعي ۾ اچي ٿو.(7) پير محمد کان پوءِ جي ڪن عالمن انهيءَ طرز جا شعر لکيا، جن کي ’ڪبت‘ يا عالمن جون ’سنڌيون‘ سڏجي ٿو. جئن ’ابوالحسن جي سنڌي‘ وغيره.
پير محمد اصل ٺٽي جو وينل هو ۽ پوءِ لڏي سکر تعلقي جي لکي ڳوٺ ۾

اچي رهيو. سندس وفات جو سال 1600ع ڌاري آهي.(8) سندس سوانح عمريءَ بابت وڌيڪ احوال تذڪرن ۾ نه آيو آهي. الف اشباع تي لکيل هن نظم ۾ پير محمد صبح جي ٿڌڙي هير کي پيغام نيندڙ بنائي حضرت رسول ڪريم جي حضور ڪجهه عرض ڪري ٿو ۽ پنهنجي دل جو احوال ڏيندي چوي ٿو:

اي صبا واءُ صبوح جا خاطي خير هٿا،
تون ريهارو رحمان جو ۽ قاصد قريباً،
تون ميانجي محبوبن جو پيڪ سندو پريا،
تون پانڌي پيارن جو اولي اڪڙيا،
تون ساٿي سڪاين جو ماهر مشتاقا،
آٿي عجيبن جون خبرون خوشحالا،
ني نياپا نينهن جا وايوڙين وٺا،
ڦڪي ڦوڙاين جي توکي آهي ادا،
اچي اوير ڏيهه ڏهون آسهه اولاها،
نه مون سڪڻ ساهه ۾ ڏکڻ جي ڏيها،
نه مون اور اتر سين پرت نه پچارا،
اولهندي آهين مون دلبر دل گهريا. (9)

نظم جو هي نمونو آهي، جيڪو ڪن قديم عالمن پنهنجي خيالن جي اظهار لاءِ اختيار ڪيو. پير محمد انهن ۾ پهريون آهي. هن نظم جي سٽاء چند تي بيٺل آهي. هن کي آزاد نظم نه چئبو. آزاد نظم ته ويهين صديءَ جي سنڌي شاعريءَ جي صنف آهي. پير محمد آسان ۽ مروج زبان ۾ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو ۽ نظم جو هي آسان نمونو ڪم آندائين، جيڪو پوءِ ٻين اختيار ڪيو.

## مخدوم نوح

سنڌ جي هڪ متبرڪ خاندان جي چشم و چراغ حضرت مخدوم نوح جي ولادت هالا ۾ 911هه ۾ ٿي. سندن والد جو نالو نعمت الله هو. مخدوم نوح جو اصل نالو لطف الله هو. پاڻ حضرت ابوبڪر صديق جي اولاد مان هئا. نه رڳو حضرت مخدوم نوح پر سندن خانوادي ۾ وڏا وڏا بزرگ، حق جا طالب ۽ شاعر ٿي گذريا آهن.(10) حضرت مخدوم نوح قرآن شريف جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سندن ملفوظات پوين وٽ محفوظ آهن. سندن ٿورا بيت به منظر عام تي آهن. انهن بيتن جي ٻولي سهڪ ۽ سلوڻي آهي. ماڪ کي شاعرن پنهنجي پنهنجي خيال سان آندو آهي. مخدوم صاحب ان جي جا توضيح ڪئي آهي، سا ڪجھ ڳاري تي وجهي. فرمائين ٿا:

پيئي جا پريات، سا ماڪ م ڀانيو ماڻهئا،
روئي چڙهي (11) رات، ڏسي ڏکوين کي.

پريات جي ماڪ يا شبنم جي قطرن تي ڪيترا شعر ملن ٿا. هر شاعر پنهنجو پنهنجو نڪتو پيش ڪيو آهي. هتي به نازڪ خياليءَ جو هڪ مثال آهي.
ڪي ٻيا بيت به ملن ٿا، اهي به شاعر جي ڪمال کي ظاهر ڪن ٿا. جڏهن ته هن بزرگ ۽ شاه ڪريم جو پاڻ ۾ محبت جو رستو هو ۽ شاعري به بزرگن جي پاڻ ۾ رابطي قائم رکڻ جو هڪ ذريعو هئي. ڪيترا مضمون اهڙا آهن، جيڪي ان هم‌عصر دور جي فڪر کي ظاهر ڪن ٿا. حضرت مخدوم نوح فرمائين ٿا ته:

نه سي جوڳي جوءِ ۾، نه سي سامي واڻ،
ڪاپڙين ڪنواڻ، وڏي ويل پلاڻيا.

اسان جي هن پراڻي ڪلاسيڪي انداز جي شعر ۾ هڪ خوبي هيءَ آهي ته شاعرن عوام جي زندگيءَ کي ويجهو ٿي ڏٺو ۽ بيان ڪيو. هڪ ٻئي جو سڪ ڏک ونڊيائون. ڪنهن پياري جي جدائيءَ جو ذڪر جنهن مخدوم صاحب ڪيو آهي ۽ ان کي جوڳي ۽ سامي چئي انهن لفظن جو تقدس هڪ طرف ظاهر ڪيو ويو آهي ته ڪنواڻ جو ذڪر ڪري هڪ قدرتي عمل ۽ سفر جي روانگيءَ جو تاثر ٻئي طرف پيدا ڪيو ويو آهي.
هيٺيان بيت به حضرت مخدوم نوح جن ڏي منسوب آهن:

ابوبڪر آءُ، سامي سفر هليا،
متان تي پٺان، سڪين سناسين کي.

سمون به ساٿين گڏ، تون به لوچ لچ کي،
هلندي سمي سامهون، تون پڻ ڪرت ڪج،
تو پڻ ٿئي ڏيڌ سمي به سوڀ ٿئي،

پهريون بيت پنهنجي خليفي ابوبڪر کي مخاطب ٿي چيائون ۽ ٻيو هڪ سائل جي جواب ۾ چيل آهي. بيتن جي زبان ڏي ڌيان ڏجي ٿو ته اها به خبر پوي ٿي ته مخدوم صاحب ان وقت جي شاعريءَ جي سلسلي سان بلڪل قدم به قدم گڏ آهن.

## شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو

شاه عبدالڪريم (1536- 1623ع) بلڙيءَ وارو.(12) شاه ڀٽائي جي ابن ڏاڏن مان هڪ مشهور درويش ٿي گذريو آهي. سندس صبر اڄ به سنڌ ۾ ضرب المثال طور هر ڪنهن جي زبان تي آهي.
شاه ڪريم تذڪرن ۾ سيد صاحب جي پياري نالي سان مشهور آهي. سندس وڏا هرات جا رهاڪو هئا. سندس والد جو نالو سيد لعل محمد هو. سيد ڪريم صاحب جي وڏن جو مسڪن مٽياري هو، پر پاڻ اتان لڏي بلڙي وسائي ويٺو. اتي سندس تعليم ۽ تربيت ٿي. مڪتب جي تعليم ۾ ڪا دلچسپي نه ورتائين، ان ڪري سندس ڀاءُ سيد جلال فڪر مند ٿيو. نيٺ هن به ڄاتو ته ڪريم ڄمندي ڄام هو.
ان ڪانپوءِ سيد صاحب کي مشهور اهل الله حضرت مخدوم نوح جي صحبت

نصيب ٿي. تذڪرن ۾ لکيل آهي تہ سيد صاحب کي روحاني فيض سيد ابراهيم شاهہ بهاريءَ کان مليو، جيڪو سنڌ ۾ آيو هو. شاهہ ڪريم جي زندگيءَ ۾ خدا جي خالق جي خدمت جو جذبو ملي ٿو. سندس ڪردار جي پوري پروڙ پوي ٿي، جيڪا سندس شخصيت جي محبوبيت ظاهر ڪري ٿي.

سيد صاحب جي لاءِ مشهور آهي تہ هڪ طرف خلق جي خدمت ۾ وقت گذاريندو هو تہ ٻئي طرف مسجدن جي پاڻي ڀرڻ جو فرض ادا ڪندو هو. سندس نهٺائيءَ ۽ صبر جا بہ ڪيترا واقعا مشهور آهن. ڪن ماڻهن ڪيس هر وهائيندي روڪيو، ڏڳا چورڙي، پاڻيءَ جي اڌ ڀچي ڪيس ڏک هنيائون تہ بہ چيائين تہ: چڱو ٿيو اوهين حق تي آهيو. مائي بلڙي سندس صبر جو امتحان وٺڻ لاءِ اگهاڙن پيرن تي گرم رڃ جو ڪنو لاٿو تہ بہ سيد صاحب کي ڪاوڙ نہ آئي. سندس شخصيت ۽ ڪلام ۾ ڪوبہ تضاد ڪونہ نظر ايندو. سيد صاحب مجرد رهڻ وڌيڪ پسند ڪندو هو. پر زماني جي دستور موجب شادي ڪيائين ۽ کيس ٻارهن پٽ، ٽي نياڻيون ٿيون. سندس زندگيءَ ۾ ڪيل گفتگو کي ملفوظات ۾ سندس مريد محمد رضا، سيد صاحب جي وفات کان ڇهہ ورهہ پوءِ لکي مڪمل ڪيو.(13) جنهن ۾ روحاني نڪتا ۽ بيت آهن. سيد محمد رضا هن ڪتاب جو نالو "بيان العارفين في تنبيهہ الغافلين" رکيو. ان جو فارسيءَ مان ملڪي سنڌيءَ ۾ ترجمو عبدالرحمان ڪيو. هن طويل نظم ۾ سيد صاحب جا بيت پنهنجي پنهنجي جاءِ تي آيا آهن. ميان عبدالرحمان جي ڪتاب کان پوءِ 1904ع ۾ مرزا قليچ بيگ "رسالہ ڪريمي" شايع ڪيو. پر ڪلام ۽ سوانح کي ڊاڪٽر عمر محمد دائود پوٽي صاحب نئين انداز ۽ ترتيب سان 1937ع ۾ شايع ڪيو. ڊاڪٽر صاحب جي ترتيب مان سيد کان پڇيل هڪ سوال جو جواب ۽ بيت جو مثال وٺڻ سان بيان العارفين، جو سچو تاثر سامهون اچي ٿو: فرمايائون تہ ڪنهن بزرگ کان پڇيائون تہ مجاز ڪيئن پچائجي؟ چيائين تہ 'مجاز مانيءَ وانگر آهي، جنهن کي اهڙي طرح پچائجي جو نہ ڪچي رهي نہ ڪامي وڃي' . حضرت جن هي بيت پڙهندا هئا:

مجازي موهي، ڪڌهن ويندءِ نڪري،
اڪڙيون توهي، مچڻ ويهين وسهي. (14)

سيد صاحب جي دل جيتري نرم هئي، اوتري نرمي سندس لهجي ۾ آهي ۽ سندس شخصيت جي محبوبيت ان مان ظاهر ٿئي ٿي. هو هڪ درويش صفت ۽ انسان دوست شخص هو. هن تصوف جي اپٽار ۽ سمجهاڻي لاءِ ڪو اهڙو رستو نہ ڳوليو جيڪو عام جي سمجهہ کان ٻاهر هجي. هن پنهنجي گفتگو ۾ مريدن کي ڪي نڪتا وقت بوقت چيا. ڪي پنهنجا بيت ۽ ڪي ٻين شاعرن جا بيت چيائين. سندس فڪر جو سرچشمو قرآن کان وٺي روميءَ تائين اچي ٿو.

تصوف ۽ الاهياتي فلسفي جي سبب فارسي زبان جي شاعرن جو اثر سنڌ ۾ گهڻو اڳاٽو آهي. ان جي مقابلي ۾ عروضي شاعري ۽ فارسي شاعريءَ جو باقاعدي اثر پوءِ آيو. قلندر شهباز ۽ جام نظام الدين توڙي سنڌ جي ڪن پراڻن

شاعرن جو ڪجهه فارسي ڪلام به مليو آهي. موضوع جي اثر جي لحاظ کان به ٿورو گهڻو فارسيءَ جو اثر نظر اچي ٿو. اهو ترجمي، توارد يا هڪ ئي خيال جي ادائگيءَ جي سلسلي ۾ ملي ٿو.

انهيءَ سلسلي ۾ قاضي قادن جو شعر 'ڪنز قدوري قافيه، ڪو ڪونه پڙهيوم' هيٺين فارسي شعر جو ترجمو ڪنهن حد تائين توارد آهي:

در ڪنز قدوري ڪافيه، نتوان يافت خدارا،
سيپاره دل بين ڪه بهه ازين ڪتابي نيست.

شاه ڪريم ته خاص طور مثنوي رومي جي ڪن نڪتن کي پنهنجي بيتن ۾ سموهيو. جيڪو توحيد جي يڪسان اپٽار جي نشاندهي ڪري ٿو ۽ نه فارسي شاعريءَ جي ڪل اثر کي ڏيکاري ٿو. ڪيترا مثال شاه ڪريم وٽ آهن. رومي فرمائي ٿو:

خشڪ باشي برلب جو خشڪ لب،
ميدوئي سوئي سراب اندر طلب.

شاه ڪريمؒ:

پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، موڪ اُڃ مرن،
دم نه سڃاڻن، دانهون ڪن مُنن جڻن

ان ڪانپوءِ شاه ڀٽائيءَ ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ اهو اثر نمايان آهي. شاه صاحب 'ايڪ قصر در لک، اي روميءَ جي رهاڻ' جنهي ڪنهن شڪ شبهي جي گنجائش نٿو ڇڏي.

سنڌي شعر جو جائزو وٺندي فارسي لفظن جو عمل دخل به تقريباً سيد صاحب جي زماني کان ئي ملي ٿو. ۾ سيد صاحب ڪو لفظن جي ڪيڏ جو شاعر نه آهي. هن جو مقصد انسان جي روحاني ترقي آهي. ان ڪري هر ڳالهه مثال، تشبيهه ۽ دليل سان واضح ڪري ٿو. ان مان سندس شاعرانه قابليت به ظاهر ٿئي ٿي. راز بابت چوي ٿو:

مَٽ ڀيڙيائي ڀلي، جي اُپٽي ته واءُ،
جي پٽر وڌءِ ڳالهڙي، ته ڇڏي وڃي ساءُ.

جنن فارسيءَ جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم، ان سلسلي ۾ سيد صاحب هڪ مقولي 'دست بڪار دل به يار' کي هڪ بيت ۾ نه رڳو سموهيو پر ان نڪتي کي ظاهر ڪري ٿو، جنهن کي شاه جي ڪلام ۾ اسين 'روزا ۽ نمازون، اي پڻ چڱو ڪم' جي صورت ۾ ڏسون ٿا. سيد صاحب چوي ٿو:

مورڪ مور نه ٻجهڻا، هيڏانهن هوڏانهن ڪن،
ڪنڙ جن اکيون ۾، سي ڪيئن پرين پسن.

پرين پسڻ لاءِ اکيون روئي ڌوئي صاف ڪرڻيون پونديون ۽ محبوب جو

فرمودو پڌڻ لاءِ هي ڪن وڪڻي ڪي پيا ڪن ونٺان پوندا:

هي ڪن گاڏهان وڪڻي، ڪن ڪي پيا ڳنيج،
سندي پريان ڳالهڙي، تنبين سين سٽيج.

عشق جي واردات تي شاعرن گهڻو ڪلام چيو آهي. ان جو خلاصو هي آهي ته 'عشق ناهي راند، جيڪس ڪيڏن ڳيرو!، هن ۾ جان ۽ دل قربان ڪرڻي تي پئي. پنهنجو سر منو نه ڪبو. منهن ۾ گهاءَ سهبا. بلڪ هلي وڃي سر اڏيءَ تي ڌربو. نه رات ڪي رات جاڳبو ۽ نه ڏينهن ڪي ڏينهن. شهر به ويراني برابر هوندو. هينان ٽي بيت اُن واردات جي مڪمل عڪاسي ڪن ٿا:

نينهن نياپي نه ٿئي، سڌين سيڻ نه هون،
ڪارئين راتين رت ڦڙا، جان جان نيڻ نه رُون.

جي جاڳندي من ۾، سڻي پڻ سيئي،
من پريان نيئي، پڳهيو پاڻ ڳري.

ورسا سُڃي ويڙ، جتي سڄڻ هيڪلو،
سو ماڳوئي ڦير، جتي ڪوڙ ڪُماڙيئين،

سنڌ جي نيم تاريخي داستانن جي حوالي سان به سيد صاحب ڪي بيت چيا آهن. هتي به سسئي، مارئي يا ليلا هڪ باهريون پوش آهي. هر هنڌ پنهنجي اندر جي پياس ۽ اُهي ڳالهيون چيون اٿس، جن جو تعلق انسان جي جذباتي دنيا سان آهي:

امڙ ڪوءِ گهروءِ، مونهان ساٿڙو وڃي نڳيو،
هنئڙو ڏيئي وٿ جئن، مون جيئن تان نه پريوءِ.

(سسئي)

اسين تتان آئيون، جتي ڪنهبو ناه،
جي وڃون ڪنهن وهان، ته به مٿهون لوئيون.

(مارئي)

جيري اُتي جن، داغ تنهنجو داسڙا،
تون ڪئن مٿان تن، چنيسر چِت ڪٽين.

(ليلا)

دنيا جي ڪم ڪار ۽ محبوب حقيقي جي حضور حاضر رهڻ بابت پڇيل هڪ سوال جي جواب ۾ سيد صاحب هي بيت چيو:

پاٽيهاري سر ڀهڙو، جر تي پڪي جئن،
اسان سڄڻ تئن، رهيو آهي روح ۾.

يعني هڪ پاڻي ڀريندڙ عورت مٿي تي پاڻي جا گهڙا کڻي هلي ٿي ته پيرن

سان پنڌ ڪندي وڃي، اڪين سان گس ڏسندي وڃي. بلڪل انسان ايئن گذاري سگهي ٿو. هن بيت ۾ گوشه نشيني (۽ رهبانيت) تي بلڪل واضح اشارو ڪيو اٿس. پر پورهئي جي اجوري جي لالچ ۽ سچي دل سان ڪيل پورهئي جو فرق ٻڌائيندي فرمائي ٿو:

پاٿيهاري سيڪا، جا سر گهڙو تري،
ڪا لئه سندي سڄڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ پري.

سيد صاحب جي ڪلام جي عام مقبوليت جو هڪڙو سبب اهو به آهي ته آسان ۽ عام جي ٻوليءَ ۾ گفتگو ڪئي اٿس. ان ڪري سندس ڪن بيتن جون ڪي تڪون چوڻين طور سنڌ ۾ ڪم اچن ٿيون. هن درويش شاعر جي ٻين ڪرامتن کان قطع نظر سندس ڪلام به هڪ شاعرانه ڪرامت آهي:

جي پڇڻان سي نه منجهڻان، جي پڇن سي وير،
جو لڪڻ منجهه ماڻهئين، سو مڪڻ منجهه ڪير.

## شاه لطف الله قادري

هن درويش بابت هاڻي تحقيق چڱي حد تائين ٿي چڪي آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق موجب "هو اگمهه ڪوٽ يا اگهاماڻو جو رهاڪو هو، جيڪو تعلقي ماتلي (هاڻي ضلعو بدين) ۾ آهي". (15) اندازي موجب شاه لطف الله 1611ع ۾ ڄائو ۽ 1679ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس تعليم تربيت به پنهنجي ڳوٺ ۾ ٿي. جيڪو هڪ علمي مرڪز هو ۽ سهروردي توڙي قادري طريقن جي بزرگن جي فيض جو مرڪز به هو. ان ڪري لطف الله 'قادري' مشرب اختيار ڪيو ۽ طريقت جي راه جو پانڌيئڙو ٿيو. (16)

شاه لطف الله جي سنڌي بيتن جو مجموعو ۽ ڪتاب "منهاج المعرفت" هٿ آيو آهي سندس ٽيون ڪتاب "تحفةالسالڪين" اجان ملي نه سگهيو آهي. (17) "منهاج المعرفت" فارسي زبان ۾ لکيائين ۽ ڪيترن نڪتن جي سمجهاڻي لاءِ ان ۾ سنڌي بيت به لکيائين. ان ڪانپوءِ ڪيس خيال ٿيو ته سنڌي بيتن سان ڪنهن مسئلي کي سمجهائڻ آسان آهي. رسالو به منهاج المعرفت وانگر توحيد جي تنوار آهي، جنهن ۾ شاه لطف الله، توحيد ۽ سلوڪ جي صحيح شعور جي ڄاڻ ڏني آهي.

"منهاج المعرفت" ۾ 21 باب آهن. سلوڪ جي مفهوم جي سمجهاڻي ڏيندي، سنڌي بيت چٽڪ هڪ دليل آهي، جيڪو مصنف جي دعويٰ کي ثابت ڪرڻ لاءِ آندل آهي. ڊاڪٽر بلوچ 'منهاج' جي موضوعن جي تسلسل جو جائزو وٺندي لکي ٿو ته: 'هي سلسلو مرشد، مريد ۽ شريعت جي بيان سان شروع ٿئي ٿو ۽ الاهي صفات ۽ باري تعاليٰ جي وحدت تي ختم ٿئي ٿو ۽ ان جي برعڪس سنڌي رسالو وحدت باري تعاليٰ جي مرڪزي مضمون جي وضاحت سان شروع ٿئي ٿو ۽ آخر ۾ فقر ۽ فقيرن ۽ پيرن مرشدن جي حال حقيقت تي ختم ٿئي ٿو'. (18)

سنڌي رسالي ۽ منهاج جي ڪل بيتن جو تعداد تقريباً چار سؤ آهي. ان لحاظ سان سنڌي زبان جي هڻ آيل شعري ذخيرن ۾ هي ڪلام نہ رڳو نشانبر آهي پر هڪ شاعر جي گهڻي لکيل ڪلام ۾ بہ پهريون آهي. اثر ۽ نفوذ جي مدنظر شاه لطف الله متاخرين کي چڱو متاثر ڪيو آهي، ان جا مثال اسان کي شاه ڀٽائي جي رسالي ۾ گهڻا ملندا.(19)

شاه لطف الله جي ڪلام ۾ مسئلي جي اُپٽار نهايت دقيق انداز سان ملي ٿي. هن جي سمجهاڻي ايتري عام فهم نہ آهي، جيتري شاه ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ آهي. زبان ان جو پهريون سبب آهي. لطف الله نهايت گهرائيءَ سان مسئلي جي سمجهاڻي ڏي ٿو ۽ مجموعي طور ايترو فصيح زبان نہ آهي، جو بيت عوام الناس جي حلقي ۾ مشهور ٿئي. هو توحيد جي تنوار بابت سنجيدگيءَ سان گفتگو ڪندو اڳتي وڌندو وڃي ۽ سلوڪ جي منزلن کان واقف ڪري ٿو. "فنا في الله "جي منزل ڏي اشارو ڪندي فرمائي ٿو:

هي جي فاني ٿيا في الله ۾، موٽڻ تن محال،
اُن وڃائي وجود کي، حاصل ڪئو حال،
تني سندو قال، آتانگهان اتانگهہ ٿيو.

شاه عبداللطيف 'مٿي متي مهراڻ ۾، پئو تپو ڏيئي' چئي وحدت جي واديءَ ڏي جو اشارو ڪيو تہ لفظن جي لحاظ کان بہ اها سٽاء اول شاه لطف الله وٽ ملي ٿي:

مٿي متي مهراڻ ۾، هي جي پاڻ وجهن،
نہ سي اوري نہ پري، اوءِ اندر وه وڃن،
تن منجها منجهہ تڪيا، اوءِ منجهہ رهن،
سي بيٺا تت وڃن، ناه نهايت جنهن جي.

قاضي قادن ۽ شاه ڪريم جو شاعرانہ اثر بہ مٿس پيل ٿو ڏسجي، قاضي قادن چيو، "لا لاهيندي ... الخ" تہ لطف الله چوي ٿو:

'لا' کي لاتائون، الا الله کي اوڏا ٿيا،
قطع ڪامل تني ڪي، اوءِ چڏي سڀ ويا،
محب تنهن مڙئا، جنهن کي سڪي سيڪو.(20)

شاه لطف الله جا گهڻ سٽا بيت موجود آهن. ان ڪري هيئت جي سلسلي ۾ سندس ڪلام جو اڀياس دلچسپ آهي. هن هيئت عام اڀياس جي مد نظر ڪي بيت آڻجن ٿا:

جي ذات گڏي ذات کي، تہ لهي نہ سگهي ڪوءِ،
سوئي پاڻي ڪوهرين، سو سمندين هوءِ،
سوئي وهي واهڙين، سوئي دريائين هوءِ،
آه مڙوئي هيڪڙو، جي پروڙي ڪوءِ.

نہ وھڻ نہ واٽ ڪا، نہ ڪو پان نہ تاڻ،
نڪا پروڙ نہ پيچرو، نڪو پڇي پرياڻ،
عقل اُت اوچون ٿيو، وئو وڃائي پاڻ،
اِت دعويٰ دم نہ ماڻ، حيرت ھنيو سيڪو.

سوئي پانڌي پنڌ سو، سائي راه سو رند،
سوئي مڪان مڪين سو، سوئي حضور سو ھنڌ،
سوئي بحر بر سو، سوئي شھر سو سنڌ،
سوئي ساٿي سونھون سو، سوئي آڇيندڙ پنڌ،
جني آ آڪنڊ، تن پاڻيھين پروڙيو.

حسن حبيبن جو، جني ڏٺو ماءُ،
تني منجھان ڪاءُ، ڪري نہ سگھي ڳالھڙي.

گر اڳيان گوڏو ھٽي، ڪي جو ٻڌائون،
تنھن اوسيڙي آٿيا، رہ پر رنائون،
پاتائون ماڳ تنھين، مرڪي مدائون،
اوءِ جڏي ھليا سپرين، ڪھہ ۾ ڪدائون،
گنگا، گورک، ھنڙي، مڙئي ڏٺائون،
ماءُ سي مدائون، توءِ نہ پنيون جوڳين.

ڪي ھليا ھَر مَج ڏونہ، ڪي پُرتڪ ال پُرن،
ڪني ڪوڏ ڪنيات جو، ڪي گنگا مٿي گجن،
ڪي وھيا ونڪوٽ ڏونہ، ڪي لڪا سر لن،
ڪي گوئي گنگا ٿري، ڪي گواس وجن،
ڪني آڏمر ڪاپڙئين، ڪي بازارين وھن،
ڪن ڏاريا ڏنڊ ڪينرا، ڪي واسليين وندرن،
آءٌ گھوريون مٿان تن، جي پيھي ويا پاڻ ۾.

جنھن پنڌ نھايت ناہ ڪا، نہ ڪو انت ڇيھہ،
سو ڪوڙين ڏسي ڪنبيا، ڏوران ڏايو ڏيھہ،
اُت ھلڻ حيرت ۾ ٿيو، چيتان تون چَليھہ،
اوري ڪر م آسرو، ورچي تون م ويھہ،
ثابت ٿي سبحان سين، منجھہ حقيقت پيھہ،
تہ سوئي پسين ڏيھہ، جنھن کي سڪي سيڪو.

پرين پاٺهين پاڻ ۾، پاٺهين پاڻ حال،
نکو اِت قيل نہ قال، اي ڳجها ڳجهي ڳالهڙي.(21)

## عثمان احساني

عثمان جو ڪو پروسي جوڳو احوال هٿ ڪونہ آيو آهي. "تذڪره لطفيءَ" ۾ ئي عثمان جو ٿورو گهڻو احوال ۽ ڪلام مليو ٿو. احساني سندس تخلص لڳي ٿو. پير محمد لکويءَ جو همعصر چيو ويو آهي. هو اصل پاڳناڙي طرف جو هو ۽ اتان 1640ع ڌاري لڏي لکيءَ ۾ اچي رهيو. پير محمد لکويءَ جو ننڍيو همعصر هو. عثمان احسانيءَ جا ڪي بيت محفوظ رهيا آهن. جن جو عنوان 'وطن نامہ' آهي. هنن بيتن ۾ شاعر هن دنيا کي هڪ راهہ گذر سڏيو آهي. فاني دنيا بابت پنهنجا رايا ڏيندي، انسان جي اصل وطن جو ذڪر ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾ آخرت جي بيان ۾ عثمان احساني بلڪل ان انداز کي پيش ڪري ٿو، جيڪو پوءِ جي شاعرن خاص طور اختيار ڪيو. سندس ڪلام ۾ بہ گهڻا سنا بيت شامل آهن.

عثمان احساني فنا ۽ بقا جي مسئلن تي نسبتاً دلنشين انداز ۾ خيال آرائي ڪئي آهي. هن جو ڪلام ڪنهن بہ طرح منجهائي نٿو، سندس فاني دنيا بابت گفتگو ۾ ڪو بہ ابهام ڪونهي:

اٿي ويهہ م ويسلو، اٿي دنيا ڪوئي دم،
سانباهہ جو ساٿيا، فڪر ڪر فهم،
تون وٺجارو آهين، ڪتي وجهہ م خم،
سستي ڇڏ سعيو ڪري، دل جو ڪر ادم،
روپ پسي تون پانهنجو، گوندر لاهہ غم.

ڪيترن ئي شاعرن فاني دنيا بابت چيو آهي. جنهن ۾ اينترا تفصيل آهن، جو اهو بہ هڪ علحدي موضوع وانگر لڳي ٿو. ان سلسلي ۾ موت کي ياد ڪرڻ، دنيا جي رنگ روپ تي نہ ٺڳجڻ ۽ اصل وطن يعني هن دنيا ڏي هلڻ جو سعيو ڪرڻ بابت چيو ويو آهي. عثمان احساني جي هنن بيتن جو تت بہ اهوئي آهي. چوي ٿو:

شمع آڻج پاڻ سين، هٿن ۾ باري،
ڪر سعيو انهيءَ سڌ جو، ويهہ مَ وساري،
ڪِبر ڪڍ قلوب مان، مروت سان ماري،
تہ هجي سدائين سوجهرو، دائم تو ڏاري.

تيسين ياد نہ اچئي جا، حد هيبتناڪ،
تہ اچڻ تيندءِ اوچتو، بندا هوشناڪ،
ڏڙ لٿيندءِ ڏوڙ ۾، چست هٿي چوطاق،
تون آڻج پاڻ سين، ڪو وس وچاٿو واڪ،
ڳالهہ اٺانگي گورجي، مشڪل ناهي مذاق.

جن سفر ساٿيو، سي ڪن سمر جي سار،
اُٿ ڳچيءِ ۾ گھنڊ جو، وڃي ٿو وٽجار،
وهائڻ جو ويلو اٿئي، ٻڌ سفر جو سار،
ساٿيئڙا سمجھ تون، اِها تند تنوار.

وهاءِ ڙي ويلو ٿي، اٿي ٻندا جاڳ،
جنهين محمد مڃيو، سدا تن سهاڳ،
احساني عثمان چوي، پريو تن جو پاڳ،
ڪلمي جي قرار سين، لطفون لهندا لاڳ. (22).

عثمان احسانيءَ جا تذڪره لطفي ۾ 12 بيت ڏنل آهن، تن سڀني ۾ قافيو سٽ جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو ۽ بيت واري دستوري اڌ سٽ ۾ قافيو ڪنهن به آخري سٽ ۾ ڪونهي.

## شاهه عنايت الله رضوي نصرپوري

سنڌي زبان جو هي عظيم شاعر گھڻو وقت شعر جي دنيا ۾ سڃاتو ڪونه ويو. سندس ڪلام ظاهر ڪونه ٿيو هو ۽ ڪي بيت شاهه جي رسالي جي پراڻ ڇاپن ۾ هئا. هاڻي سندس ڪلام ڇپجي چڪو آهي.(23)

شاهه عنايت رضويءَ جي خاندان جو تعلق رضوي سادات سان آهي. هن خاندان هجري ڇهين صديءَ ۾ بکر ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ٻن ٽن صدين کان پوءِ اتان هڪ شاخ لڏي نصرپور ۾ آئي.(24)ميين شاهه عنايت جو والد شاهه نصرالدين، شاخيرالدين (وفات 1027هه) جو مريد هو. ڪيس شاهه عنايت ٻڍاپڻ ۾ ڄائو.(25) سندس ننڍپڻ ۽ تعليم بابت ڪو پروسي جهڙو احوال ڪونه ٿو ملي. جوانيءَ ۾ کيس پلن گھوڙن جو شوق هو ۽ راڳ سان به دلچسپي هئس. هڪ کان وڌيڪ شاديون ڪيائين، عيال وارو ٿيو. عمر موڙ کاڌي ته دل حقيقي محبوب ڏي راغب ٿي ۽ گھڻو وقت بزرگن جي آستانن تي گذارڻ لڳو.(26)

شاهه عنايت ڪلهوڙن جي اوائلي دؤر جو شاعر هو. شاهه ڀٽائيءَ جو وڏو همعصر هو. شاهه ڀٽائي نوجوان هو(22-23 سال) جڏهن عنايت وفات ڪئي.(1125هه)

شاهه عنايت جو ڪلام گھڻو وقت هڪ محدود دائري ۾ رهيو. سندس رسالو ڇپيل نه هو ۽ ڪيترو ڪلام شاهه جي رسالي ۾ گڏيل مسيل رهيو. جڏهن ڪلام ڇپجي ظاهر ٿيو يا ان جو هڪ حصو عالمن وٽ پهتو ته ڪن بزرگن تڪڙ ۾ راءِ ڏيڻ جي عادت سبب کيس شاهه ڀٽائيءَ کان وڏو شاعر ڪري ظاهر ڪيو.

ڊاڪٽر بلوچ هن سلسلي ۾ جيڪو خيال ظاهر ڪيو آهي، تنهن ۾ توازن ۽ ادبي مطالعي جي صحيح ڄاڻ ملي ٿي. ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو:

" عام سنڌي داستانن ۽ مشهور عنوانن جي تاجي پيٽي ۾ اُٿيل سر وار بيتن ۽ واين جي سٽاءَ ۾ سمايل شاعريءَ جي سنوارينڌڙن ۽ سينگارينڌڙن ۾ ميين شاهه عنايت ۽ شاهه عبداللطيف جو شرف مڙني ۾ مٿاهون آهي. ٻنهي هن نئين تحريڪ ۾ پائيوار آهن. بلڪ ٻنهي هن تخليق لاءِ فطرت طرفان ڄڻيل جاڙا ٻار آهن. ٻنهي ساڳي صورت جون ٻه اکيون آهن. ٻنهي ساڳي سپ جا ٻه موتي آهن. البت سنڌي شاعريءَ جي فن ۽ ان جي اسرندڙ فڪر جي ارتقائي تقاضا موجب ٻنهي مان هر هڪ پنهنجو پنهنجو ڪم ڪيو. ميين شاهه عنايت قالب گهڙيا ته ڀٽائي صاحب اهي سوڌي سنواري پريا: ميين شاهه عنايت ديوارون ڪنيون ته ڀٽائي صاحب عمارتون اڏيون، ۽ ميين شاهه عنايت صورتون ايجاد ڪيون ته ڀٽائي صاحب اهي روح ڦوڪي جاڳايون. ميين شاهه عنايت ڄڻ ڀٽائي صاحب جي آمد لاءِ اڳواڻ بنجي آيو ۽ اچي ميدان سنواريائين، جنهن ۾ ڀٽائي صاحب پوءِ ڪونتل ڪڏايا." (27)

بيشڪ شاهه عنايت هڪ وڏو شاعر آهي، جنهن وٽ فڪر ۽ فن جا خزانا آهن. شاهه ڪريم ۽ لطيف جي دؤر جي وچ جي ڳنڍيندڙ ڪڙي آهي. شاهه ڀٽائي جي زباني سندس ڪلام جو ڪو حصو شاهه جي رسالي ۾ آيو. انهن جو انداز ڊاڪٽر بلوچ 69 بيت ۽ 6 وايون ٻڌايون آهن. شاهه جي رسالي ۾ ڌارين ڪلام جو ذڪر ڪندي مون پنهنجي مقالي ۾ سندس ڪجهه ڪلام جي نشاندهي ڪئي آهي. منهنجو مقالو ۽ ان جا ماخذ به هن سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.(28) هاڻي شاهه عنايت جو ڪلام ڪتابي صورت ۾ موجود آهي: ان ڪري مطالعي جي لحاظ کان به گهڻي سهوليت موجود آهي.

شاهه عنايت پنهنجي ڪلام ۾ نالو، 'عنات' ڪري آندو آهي. سندس ڪلام ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. جنهن کي روحانيت ۽ تصوف چنجي ٿو. جنهن سلسلي ۾ ڪانئس اڳ ۾ قاضي قادن، شاهه لطف الله ۽ شاهه ڪريم نشانبر شاعر آهن. عنايت ان شاعرائي ذات ۽ بلند خيالات سبب هڪ اهم شاعر آهي. هن جو ڪلام اڄ اسان وٽ سرن جي ترتيب سان موجود آهي. ان لحاظ کان به هي شاعر اوليت جو درجو رکي ٿو. عام خلق ۾ جيڪو سسئيءَ جي بيتن جي باري ۾ چوڻ ول اٿيو، ان کي شاهه عنايت جهڙي هم صفت شخصيت سان نهڪائڻ ڏاڍو مشڪل آهي. اهڙي ڪا مستند روايت موجود ڪونهي، جنهن موجب مڃجي ته شاهه لطيف جي چوڻ تي سسئي جا بيت چيائين، نه ته عنايت سسئي جي 'ڪردار' کي پسند نه ڪندو هو. جڏهن ته لطيف ڪانئس گهٽ ننڍو هو. هن روايت ۾ صداقت نه آهي. بهرحال عنايت سنڌ جي مختلف نيم تاريخي داستانن کي پنهنجي اظهار جو موضوع بنايو. انهن ۾ هن پنهنجن خيالن جي اپٽار ڪئي ۽ مراد قصه نويسي نه هيس. شاهه عنايت جو ڪلام اعليٰ شاعريءَ جا سڀ لوازمات پورا ڪري ٿو. سندس رسالي ۾ 22 سر آهن.(29)

عام دستور موجب شاهه عنايت سر ڪلياڻ ۾ ڏٺيءَ جي ساراهه ڪئي آهي ۽ رب جي عظمت جا ڳڻ ڳايا آهن. هن سلسلي ۾ هو ڪائنات جي وسعت ۽ الله

جي احسان بابت چوي ٿو:

سائر لهريون ريج ورڻ، جيئن سي پکين پک،
وڏا ورڻ ويڙين ۾ ، ڪير ڳڻيندو ڪک،
اونهون ڏيهه عظيم جو، پيم تان نہ پرک،
تهان متي لک، آءُ پال پلي جا پانئيان.

الست جي اسرار ۽ ڪائنات جي تخليق بابت چوي ٿو:

الست ارواحن کي ، جڏهن جاڳايو جبار،
رڙهي رهبر رسيا، سي سل مون نبي يار،
ملڪين فلڪين پترا، آگي ڪيا اظهار،
ساڪن ڪيا ستار، اوڏا سي عنايت چئي.

عنايت جي سرن جو مضمون ان ترتيب جو پهريون نمونو آهي، جيڪو پوءِ وارن شاعرن اختيار ڪيو. سر يمن ڪلياڻ ۾ ويجهن ۽ طبيبن، محبوب جي سچي سڪ توڙي سرڪ جي طلب موجود آهي. اظهار جي جنهن واضح طريقي ۽ سادگيءَ سبب سنڌي شعر سجاتو وجي ٿو، تنهن جا اهڃاڻ هن بيت ۾ چٽا موجود آهن:

پيالي پرين جي، مون کي پر ڪيو،
ساقي ان شراب مان، پري ڏي پيو،
گهمان مست ٿيو، اڳيان در دوست جي.

سڪ جو سلسلو جيڪو سنڌي شاعريءَ ۾ ملي ٿو، تنهن جا واضح نشان عنايت وٽ موجود آهن. پرين جي اوطاق ڪٿي آهي، تنهن بابت سندس خيالات کان واقف ٿيڻ لاءِ هينيان ہ بيت ڪافي آهن:

تارا اوتارا، وليون وچاٿو پرين جو،
سيئي اگڻ آئيا، جي جيءَ جا جيارا،
پسي پيارا، اکين آسون پنيون.

چيو تاري جو ڪري، آيو چنڊ چڙهي،
بيٺو اُت اڙي، پسي پيشاني پرين جي.
(ڪليات)

عنايت وٽ فصيح زبان جا اڪيچار مثال آهن. اها فصاحت جنهن جي مڪمل صورت وري ہ لطيف جي ڪلام ۾ ظاهر ٿئي ٿي. لفظن جي چونڊ هونئن ہ شعر جي حسن ۾ اضافو ڪري ٿي. سري راڳ ۾ چوي ٿو:

جني واسيا وار، گهر سوريا جر پوچيا،
پرلڪان پري هٿا، اني جا پتار،
ايندن جي عنات چئي، سئائون تڙ تنوار،
سمنڊ ساهوڪار، اوءِ سيل رکي سنجهه آئيا.

رامڪليءَ ۾ جوڳين جو ذڪر ڪندي، شاهه عنايت پڙهندڙ کي ان معلومات مان ونڌ ڏي ٿو. جيڪا جوڳين ۽ سامين بابت ظاهري لحاظ کان دلچسپ آهي. اهڙي طرح مارئيءَ جي سر ۾ ٿر جي اپٽار ۽ اتي جي زندگي جو عڪس توڙي گاهن ۽ ٻوٽن جا تفصيل ڏي ٿو. ان مان سندس مشاهدي جي پروڙ پوي ٿي:

ڪهه ڪوڙي، ٻهه مڪٽي، جت ڳاگيو ڳم ڳنڍير،
پيريو پرت پچتي، ميڙين منجهه ملير،
هلرو للرو لنب لاٽي، هنجن واچوٽو وير،
ڍيڀي ڍامڻ ڍڪٽي، ڪانو ڪرٽو ڪرير،
سڻ سيارچ ساڏوهيون، ساريان منجهه سرير،
تن ڪي واحد مينهن وسايا، تاهرئا ٿر ڏير،
سيد چئي ساٿيهه جي، گهر ڪٿيرين ڪير،
ثابت رکي سير، پرچي اوءِ پهنوار سين.

ٿر جي جيون جي ننڍين ڳالهين ۽ تفصيلن ۾ شاهه عنايت گهڻو ويو آهي. ان طرح هن متاخرين لاءِ هڪ قسم جو رستو کوليو آهي. سندس ڪلام ۾ لفظن جي مناسب چونڊ جي ڪري نغمگي پيدا ٿي، جيڪا ٻه متاخرين لاءِ رهنمائيءَ جو باعث بني:

آب جنڊين آن ٻورئين، جن جا پڪا جهوپا پال،
اوپر ٿر عنات چئي، تن جهجها آڏيا جال،
سج سياڻي جا ڪري، تهڙي لوين وٽڪ لال،
جن جا ڪال برابر سال، تن بنديئڙن بدا ڏئين.

سسئيءَ جي سورن جو بيان ٻه شاهه عنايت پرپور انداز سان ڪيو آهي. سسئي علامتي شاعريءَ ۾ هڪ اهڙي علامت (Symbol) آهي، جيڪو همت ۽ سيبعي، ادم ۽ عزم جي ترجماني ڪري ٿو. جهنگ جبل هن جي همت پست نٿو ڪري. بلڪ ڏونگر ڏوريندي اڳي کان اڳري آهي. ڏير چپ چاپ سسئيءَ جو ور چانگهي تي چاڙهي وني ويا ۽ هن جبل جهاڳڻ ۽ وندر ووڙڻ لاءِ سندرو ٻڌو. پنهون کهڙي ريت وني ويا، تنهن جو بيان شاعر هيئن ٿو ڪري:

نڪي رٽڪيا نه ڪٽڪيا، ڪن نه ڪچيائون،
ٻوندي بار پيڪيا، ٻوٽين ٻڌائون،
جود جمازي جهانجهرا، ڪامئين ڪاهيائون،
آڏي رات عنات چئي، ليڙا لانچيائون،
چل م چام چتين جا، پنهون پرانهون،
اچين اوراهون، ته جيان جانڪتيان نه مران.

سسئي، سورٺ، مومل،ليلا توڙي سهڻيءَ جي روپ ۾ به عنايت هڪ وايومنڊل قائم ڪيو، جيڪو متاخرين لاءِ رهبر بنيو ۽ انهن ئي اِندن تي اڳتي هلي شاعريءَ جو رنگ محل رچيو. سهڻيءَ ۾ چوي ٿو:

گهڙڻ منهنجي وس، مڙڻ هٿ ٻئن جي،
ساهڙ سڪندين سين، مڇڻ پوءِ عڪس،
تن جو باب نہ بس، پريم جنهن جو پار ۾.

شاهہ عنايت جي شاعري جي اپٽار لاءِ ڪيترائي بيت مثال لاءِ آڻي سگهجن ٿا. هتي جيڪو ٿورو بيان ڪيو ويو آهي، سو مختصر طور سندس شاعراڻي ذات کي سمجهڻ لاءِ آهي. بلاشڪ هو هڪ اهڙو شاعر آهي، جنهن پنهنجي همعصر دؤر تي ڇانئجي شاعري جو هڪ اهڙو ماحول پيدا ڪيو جنهن ۾ سندس ئي خاندان مان شاهہ شريف ۽ شاهہ بلاول چڱا شاعر ٿيا.(30) بلاشبہ شاهہ ڀٽائي متاثر ٿيو ۽ جيڪي نقش نگار رکيائين، تن سنڌي شاعري کي پختي پايي تي پهچايو.

## ميون عيسو هالائي

سنڌي زبان جا ڪي اهڙا شاعر آهن، جن جو ڪلام بہ گهڻ ملي ٿو. ميون عيسو انهن مان هڪ آهي. هي بزرگ شاهہ ڀٽائيءَ جو وڏو عمعصر هو. هو قادري طريقي جو هو. بيت بہ چيا اٿس. سندس هڪ ٽيهہ اڪري مشهور آهي. جيڪا 'مُئين عيسي جي سنڌيءَ' جي نالي سان مشهور آهي ۽ 1123هہ ۾ لکيائين. بيتن ۾ مضمونن جي ورچ اها ئي آهي جيڪا شاهہ لطف الله ۽ شاهہ عنايت رضويءَ وٽ آهي. ڪنيات ۾ چوي ٿو:

رات سهائي پونءِ سنئين، پس پٽرو پٽ،
هل تہ رسين هوت کي، پسين جانب جت،
کهڙو رسوءِ ڪٿ، چئن تون ويهين ويسري.

مارئيءَ جي سڪ کي ظاهر ڪندي چوي ٿو:

تہ ڪا رهان هتڙي، جي تون بندين منجهہ بند،
ماريس ماروئڙن جي، عيسو چئي آڪند،
کوءِ حويليون هي هنڌ، ور پڪا پنهوارن جا.

ٽيهہ اڪريءَ ۾ توحيد جي تنوار سان ابتدا ڪري ٿو:

الف اول الله سين، جل جلالہ ٻيون ٻن ڏيئي،
تو گڏجين غير سين، عمر سڀ ويئي - الخ.

## صنفون

**وائي:** هن صنف بابت سنڌي ادب جي شاگردن کي گهڻو منجهايو ويو آهي. خاص طور وائيءَ کي ڪافيءَ سان ملائي هڪ صنف ڄاڻائڻ سبب ائين ٿيو آهي. حقيقت ۾ وائيءَ جو بنياد وزن جي لحاظ کان ڇند وديا تي آهي. پر ڪافيون علم موسيقي ۽ علم عروض ۾ بہ ملن ٿيون. وائي، بيت ۽ گنان کان پوءِ سنڌيءَ ۾ ملي ٿي. تاريخي لحاظ کان وايون گهڻو پوءِ ملن ٿيون. روايتون موجود آهن تہ سنڌ ۾ وايون ۽ ڪافيون

ڳايون ويندڙيون هيون. جن ۾ شيخ لاڏ جٽي ۽ فاضل بکريءَ جا نالا اچن ٿا. جنهن شاعر جون وايون اڳاٽي ۾ آڳاٽيون هٿ آيون آهن، سو شاهه عنايت رضوي نصرپوري آهي. ان کان پوءِ شاهه ڀٽائي، سندس همعصر ۽ متاخرين اچن ٿا.

وائيءَ جو وزن بيت وانگر ڇند تي آهي. هر وائيءَ ۾ ٿلهه کان پوءِ بند جي مصرع فقط هڪ آهي. اڪثر ڳائڻا ٻه ٻه مصرعون ڪري ٻه هڪ بند ڳائيندا اچن. مثال:

جبل مٿي باهڙي ٻاري ٻاروچن،
لوڪ ستو پيو ننڊون ڪري، مئيءَ تي مچ ٻرن،

فقط مضمون جي هڪ جهڙائي ڏسي کي ڳائڻان ائين ڪن ٿا، نه ته وائيءَ جو هر بند هڪ مصرع جو ٿئي ٿو. البت شاهه ڀٽائي ڏيڍ مصرع به آندي آهي. مثال طور ٿلهه ۽ بند هن ريت بيهي ٿو:

ٿلهه- آءٌ ٻاروچل اچ، پنهل جام پرچ،
موٽ وڇوڙو ٿو ماري.

بند- قولن ڪوڙي آهيان، صاحب وٽي سچ-
پيس جنهن جي پناري. (شاهه)

ڪافي هڪ ته بنيادي طور موسيقيءَ تي آڌاريل ٿئي ٿي ۽ ان ۾ ڏيڍي مصرع کان اڳتي به واڌ جي گنجائش آهي. ٻيٽيون، ٽه تڪيون، چوتاريون بلڪ مثمن ڪافيون به ملن ٿيون، جن ۾ هر بند اٺن مصرعن تائين وڃي ٿو.

وائيءَ جي گائڪيءَ جو انداز به مختلف ٿيندو آهي. ڀٽائيءَ جو راڳ انهيءَ سلسلي ۾ نهايت اهم آهي. جنهن ۾ وائيءَ جي گائڪي "ڌرپد" جي انداز ۾ ڳائجي ٿي، جيڪو "خيال" کان به آڳاٽو آهي. موجوده دور ۾ شيخ اياز جون وايون وزن جي ڍار توڙي مضمونن جي گونا گونيءَ ڪري اهم جڳهه والارين ٿيون.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1- پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" (19962ع) ۾ڊاڪٽر 'بلوچ قاضي قادن' ڪري لکيو آهي. 1978ع ۾ هيري ٺڪر "قاضي قادن جو ڪلام" دهليءَ مان شايع ڪيو آهي. جنهن ۾ قاضي قادن ۽ ٻين جا ستر کان مٿي بيت آهن. هن ڪتاب تي تفصيلي تبصرن لاءِ ڏسو سماهي مهراڻ، نمبر 78/4ع ۽ 79/1ع.

2- بدوي، لطف الله : "تذڪره لطفي"، جلد1 ،آر. ايچ . احمد برادرس حيدرآباد،1963ع (ٽيون ڇاپو) ص ص 122،123.

3- مرزا قليچ بيگ ، رسالا ڪريمي جو پهريون جامع ۽ مرتب آهن. مرزا صاحب هن واقعي لاءِ لکي ٿو ته قاضي قادن پاڻ مسجد ۾ پير ڪعبي ڏي ڪريو ستو پيو هو. جو شهر جي قاضي درو ڪٺي اچي ڪيس سجاڳ ڪيو. (ص 98).

4- هن بيت کي مرزا قليچ بيگ آندو آهي. ڊاڪٽر دائود پوٽي هن بيت جي بدران، 'لوڪان نحو

صرف، مون مطالع سپرين ڏنو' ، جيڪڏهن ست ئي بيت ڳنڍيا آهن ته هتي پن بيتن مان هڪڙو قاضي قادن جو هوندو.

5- ڏسو: مٿي سمجهاڻي نمبر4.

6- ڏسو: جر تڙ تک تنوار وڻ ٽڻ واڻي هيڪڙي(شاهه لطيف)

7- پير محمد لکويءَ جو هي نظم بياض خادمي (پروفيسر بدويءَ جي والد امام بخش خادم جي بياض مان نقل ٿي "تذڪره لطفي" جلد 1 ۾ آيو.

8- بدوي، لطف الله : "تذڪره لطفي" جلد 1، آر. ايچ. احمد برادرس حيدرآباد،1963ع ( ٽيون ڇاپو)ص.551.

9- ايضاً ،ص ص 156-157.

10- منهنجي پياري شاگرد ۽ دوست محترم عبدالرحمان قريشي هالائيءَ هن خاندان جي ديني ۽ ادبي خدمتن تي پي. ايچ. ڊي جي ڊگريءَ لاءِ مقالو لکي 1976ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ کي پيش ڪيو. ان ۾ تفصيل سان احوال اچي ٿو. عنوان آهي، 'سروري خاندان جون علمي، ادبي ۽ ديني خدمتون' . هن مقالي ۾ قريشي صاحب حضرت مخدون نوح جي خاندان جي پنج اهم شاعرن ۾ لاکي لطف الله ، مخدوم امين محمد، مخدوم غلام نبي پنيلتو ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ صاحب جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

11- ڪن روايتن موجب پڙهڻيءَ ۾ فرق آهي. ڪٿي 'چڙي' ته ڪٿي ' چڙي' آهي. مختلف ڪتابن ۾ پروف جون غلطيون به آهن. هتي ڪتاب "چپر ۾ چڙيون" ، مجموعه ڪلام حضرت طالب المولىٰ جي پڙهڻي اختيار ڪيل آهي.(ص.يز مقدمو)

12- ڊاڪٽر دائود پوٽي، سيد صاحب جي والات جي تاريخ 20 جنوري 1538ع لکي آهي. شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام پيپلزپرنٽنگ پريس حيدرآباد،1937ع، ص-1.

13- ايضاً،ديباچو، ص 30.

14- ڊاڪٽر دائود پوٽي جي ايڊيشن کان پوءِ مير محمد نظاماڻي ۽ ميمڻ عبدالمجيد، ڊاڪٽوريٽ جي مقالي جي حيثيت ۾ "بيان العارفين" کي نئين سر ايڊٽ ڪيو.

15- بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر: "شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام". آف سنڌ الاجي ، سنڌ يونيورسٽي 1968ع، ص، 1( مقدمو).

16- ايضاً ص ص 11.10 (مقدمو).

17- مليل پن ڪتابن کي ايڊٽ ڪري ڊاڪٽر بلوچ، "شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام" شايع ڪيو آهي.

18- رجوع ڪريو، مٿي ڏنل حوالو نمبر 15، ص 16(مقدمو).

19- ايضاً ص. 30 کان 42(مقدمو).

20- شاهه لطف الله جنهن ته لاڙ جو هو، ان ڪري سندس ڪلام جو تلفظ اتراد کو ٿي نٿو سگهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪلام کي لاڙي تلفظ ۾ نه رکيو آهي. هن بيت ۾ ان جا مثال هي آهن تني،( صحيح لاڙي اچار تني ٿيندو) سَيڪو ( صحيح لاڙي اچار سيڪو) ٿيندو.

21- بيتن جو چونڊو ڪتاب شاهه لطف الله قادريءَ جو ڪلام مان ٿورن سان ڪيو ويو آهي.

22- بيتن جو چونڊو ۽ سوانح "تُذڪره لطفي" جلد 1 تان، ٿورن سان ورتل آهي.

23- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: "ميين شاهه عنايت جو ڪلام" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1963ع).
24- رجوع ڪريو، حوالو نمبر 23، ص22.
25- ايضاً ،ص 30.
26- ايضاً، ص 37.
27- ايضاً ،ص ص 89-90 .
28- عبدالجبار جوڻيجو: مقالو "شاهه جي رسالي ۾ آيل ڏارين ڪلام تي تحقيق " ، مخزن پورب، سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد،1969ع ص 17).
29- سرڪلياڻ، جمن ، ڪنيات، سريراڳ، رامڪلي، مارئي، پرڀات، ڏناسري،. جيتسري، پورب، ليلا، آسا، ڪاپاتي،ڏهر، مومل راڻو، بلاول ، ديسي، سورٺ، سارنگ ، توڏي، ڪاموڏ ۽ ڪارائيڙو، ڊاڪٽر بلوچ "ميين شاهه عنات جو ڪلام".
30- ڊاڪٽر بلوچ صاحب "ميين شاهه عنايت جي ڪلام" سان گڏ ڪيترو ئي بہ شعري ذخيرو پنهنجي تاليف "ميين شاهه عنات جو ڪلام" ۾ ڏنو آهي. شاهه عنايت جي سوانح ۽ ڪلام لاءِ تفصيلي مطالعو مٿين ڪتاب مان ڪرڻ گهرجي.

## باب پهريون

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي

سنڌي ٻوليءَ جي هن عظيم شاعر جي شهرت هاڻي فقط سنڌ تائين محدود نہ آهي. شاهه صاحب سنڌي ادب جي سچائپ جي علامت آهي. شاهه جو شعر هڪ آفاقي پيغام آهي. اسان جو هي عظيم شاعر عالي نسب تہ آهي. پر سندس ڪلام ۾ آفاقيت ۽ انسان ذات لاءِ هڪ عظيم پيغام بہ آهي.

شاهه صاحب جي نسب جو سلسلو حضرت رسول اڪرم ﷺ جن سان وڃي ملي ٿو. سندس وڏن جو اصل وطن هرات هو. سنڌ ۾ سندن سلسلو وڌيو ۽ ڪيترا نامور عالم، اديب ۽ شاعر هن خاندان ۾ ٿيا. جن ۾ شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو اهم آهي. اسان جو شاعر شاهہ ڀٽائي اُن جو تڙپوٽو آهي. شاهه صاحب جي والد جو نالو شاهه حبيب هو. جيڪو هڪ مرنجان مرنج ۽ درويش ماڻهو هو. ڪيس بہ فرزند ڄاوا پر اُهي گذاري ويا ۽ پوءِ شاهه عبداللطيف 1689ع ۾ ڄائو، جنهن کي لاڏ ڪوڏ سان نپايو ويو. پڙهڻ لاءِ آخوند نور محمد وٽ ويٺو. نظر ائين ٿي آيو تہ ظاهري علم بدران دل جي قُرهيءَ ڏي وڌيڪ ڌيان هوس. اڪيلائيءَ کي گهڻو پسند ڪندو هو. ڪتابن ۾ هن سلسلي ۾ بہ چڱو بحث مباحثو ٿيو آهي. نتيجو ڪڍڻ کان اڳ ايترو ضرور سوچڻ کپي تہ ظاهري تعليم اجوڪي دنيا کي سڀ ڪجهہ تہ ڪونہ ڏنو آهي. دل وارن اهو بہ سوچيو تہ نيڪ نظر هجي تہ بسم الله ڪافي آهي. بهرحال شاهه صاحب ڪنهن نہ ڪنهن طرح پاڻ ۾ علميت پيدا ڪري ورتي ۽ هن کي اٿپڙهيل سڏي نٿو سگهجي.

سندس سوانح عمري پهريائين مير علي شير قانع، "تحفة الڪرام" ۾ لکي، جنهن جي بنياد تي پوين محققن ڪم ڪيو ۽ اڄ ڪيترا ڪتاب سوانح بابت آهن، جني جي بنياد تي سندس ننڍپڻ جي زندگيءَ جا نقوش قدري واضح آهن. ننڍپڻ ۾ جهنگ منهن ڪري هليو ويندو هو ۽ بقول شاهه ڪريم جي ان سڄي ويڙهہ ۾ محبوب سان لنئُ لائي ويهندو هو. ڪيس جواني ۾ مجاز جي مهميز بہ آئي، ان ڪيس راهان رد ڪونہ ڪيو، بلڪ سندس اندر اُجاري اڇو ڪيو. شاهه صاحب جي ننڍپڻ ۽ جوانيءَ بابت ڪيتريون روايتون عام خلق وٽ ۽ ڪتابن ۾ آهن، جيڪي سندس ذات ۽ شخصيت تي قابل قدر روشني ڪونہ ٿيون وجهن.

اسين ڏسون ٿا تہ شاه صاحب جي شخصيت محبوبيت جي علامت آهي. هن جو عمل محبت ۽ مروت جو نمونو آهي. هن عملي طور پنهنجي هم وطن سان محبت جو پيچ پاتو ۽ نفرت، ڪروڌ ۽ ڏڪار کي پاڻ کان پري ڪيائين. سندس مخالفت ۾ ڪيترا خاندان هلائون ڪري آيا. ڪيس ايذاءُ رسائڻ گهريائون، پر پاڻ ڪنهن کان بدلو وٺڻ جو سوچيائون بہ نہ. اها اُها آفاقي محبت هئي، جنهن سان عملي طور

شاهه صاحب ثابت ڪيو ته ڪير ڏکيائي پيدا ڪري ته ان سان نرمي ڪجي، اڳرائي ڪرڻ وارو پاڻهي خطا کائيندو. ڪيني ۽ بغض وارو پاڻ ۾ ڪجهه به نٿو ڪٿي وڃي، سواءِ ان ڪيني ۽ نفرت جي.

سندس والد به اهڙي ئي ڪردار وارو هو. شاهه صاحب ان ڪردار جو هڪ پرتوو هو. ننڍپڻ ۾ راند روند بدران محويت جي عالم ۾ رهڻ مان به اهڙي ثابتي ملي ٿي ته شاه صاحب جو من محبت جي ازلي تانگهه ۾ مصروف هو. شاهه صاحب قدرت جي ڪتاب جو اڀياس جاري رکيو ۽ پنهنجي اندر جون اکيون وڌيڪ کوليائين.

مغل بيگ جي خاندان مان سندس شادي ٿي. اُتي ئي سندس روح جو رايو هو. پر شاديءَ جي ڪري منجهس دنيا داري ۽ مايا جو موه وڌيو ڪونه. اٽلندو دل جي ڪيفيت ٻي ٿي ويس. جهنگ جبل ۽ ٿر بر اڳ ئي گهمي آيو هو. وصال ۽ فراق جا عملي تجربا حاصل ٿيس. سندس ننڍپڻ، نوجواني ۽ موٽيل عمر هڪ غير معمولي طرز جي هئي.

شاه صاحب کهڙا سر ڪٿي ۽ ڪڏهن چيا هوندا، انهن جو بيان ڀيرومل جي "لطيفي سير" ۾ آهي. سندس رسالو هڪ پيغام آهي، جنهن جي وسيلي پڙهندڙ هڪ دڳ، هڪ پيچرو پسي ٿو، جيڪو آئيندي لاءِ ضروري آهي. انساني عمل ۾ صحيح راه جي نشاندهي ڪندي شاهه صاحب ڪوبه منجهيل شاعرانه طريقو ڪونه ٿو ڪم آڻي پر هر ڪنهن جي ٻوليءَ ۾، هر ڪنهن جي ذهني سطح تي ڳالهائي ٿو.

"شاه جو رسالو" بيشڪ شاعري آهي، پر هڪ ڪرشمو به آهي، جنهن جي مقابلي ۾ سنڌ جي قديم توڙي جديد شاعرن مان ڪنهن به شاعرانه ڪرشمو پيش ڪونه ڪيو آهي.

شاه صاحب جو اڀياس انهيءَ لحاظ سان نه ڪرڻ کپي، جيئن معلوم ٿئي ته 'منهنجن نظرين' جو پرچار آهي. هڪ آفاقي شاعر کي محدود پيمانن ۾ نه ڏسڻ کپي. ڪيس صوفي شاعر چئي هن جو رابطو هڪ مخصوص طبقي سان ڏيکارجي ۽ شاهه جي صوفياني ڪلام جي هڪ محدود معنيٰ وٺجي يا سندس ڪلام کي روحانيت ۽ تمثيلي انداز کان جدا ڪري انقلاب جو پنهنجو نظريو شاهه صاحب تي لاڳو ڪجي ۽ پنهنجي دل جي راءِ شاعر تي ٿپجي. صحيح طريقو هي آهي ته سندس مطلب ۽ معنيٰ کي وسيع نظريءَ سان معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي.

شاه صاحب هڪ سادو سودو ماڻهو هو. هڪ درويش صفت شخص هو ۽ هڪ اهڙو شاعر به جيڪو سادن ۽ سهڻن لفظن ۾ پنهنجو مطلب بيان ڪري ٿو.

شاه صاحب اهڙو شاعر نه هو، جيڪو پاڻ لاءِ هڪ ڳالهه ۽ عقيدو پسند ڪري ۽ ٻين لاءِ ٻي ڳالهه ۽ عقيدو. جيئن اڪثر اديبن ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انور پيرزادي پنهنجي مقالي ۾ شاه صاحب لاءِ لکيو آهي ته 'اڄان ته ماڻهو ماڻهوءَ آڏو محتاج آهي. ماڻهو ماڻهوءَ جو غلام آهي، انسان انسان آڏو جهڪي رهيو آهي' ، ان قسم جي سماج خلاف ڀٽائي ننڍي ڪنڊ ۾ رهندڙ مسلمان عوام کي چيو آهي ته:

وحــده لا شـريـڪ لـه، جــان تـو چـئـن ايـئـن،
تان مـج مـحمـد ڪارڻي، نرتئون منجهان نينهن،
سو تون وجيو ڪيئن، نـائـين ڪـنـڌ ٻـين ڪـي.

هن بيت ۾ ڀٽائي پاڻ ڪوبہ اقرار ڪونہ ٿو ڪري، پر هو ٻين کي مخاطب آهي ۽ چوي ٿو تہ 'جيڪڏهن توهان چئو ٿا تہ الله هڪ آهي ۽ ان جو ٻيو ڪوبہ شريڪ ڪونهي تہ پوءِ ان جي رسول کي مڃيو. پوءِ ٻين آڏو ڇو ٿا سر نوايو' .(1).

هن تحرير ۾ فاضل ليکڪ ڀٽائيءَ لاءِ اهو ٿو چوي تہ هو پاڻ اُهو اقرار ڪونہ ٿو ڪري ۽ ماڻهن کي چوي ٿو تہ جي اوهين اهڙو عقيدو رکو ٿا تہ ٻين اڳيان تہ نہ سر نوايو. انور صاحب 'جان تو چئين ايئن' جو مطلب اهو ڪڍيو آهي تہ 'آءٌ ڪونہ ٿو چوان' يعني شاه صاحب جهڙو شاعر پاڻ لاءِ ٻيو نظريو ٿو اختيار ڪري ۽ عوام لاءِ ٻيو ان جو ثبوت بہ فاضل ليکڪ ساڳئي مثالي ۾ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. چوي ٿو:

"باقي پنهنجي لاءِ تہ ڀٽائي هيئن لکيو آهي 'جا اسلامان اڳي هئي، سا سڻائون ٻانگ' ".(2) عرض آهي تہ شاه صاحب کي هڪ ٻي روپ آهي. 'پنهنجو عقيدو ۽ اُن جي سيني لاءِ هڪ جهڙي اپٽار.' لڳي ايئن ٿو تہ فاضل ليکڪ کي شاه صاحب جي زبان ۽ فلسفي کي پنهنجي مقرر مطالعي سبب سمجهڻ مشڪل ٿي پيو آهي. هن سلسلي ۾ هو تنوير عباسيءَ جي ڪتاب "شاه لطيف جي شاعري" کي ڪا ٽيڪ ڏيڻ بجاءِ ڪجهہ ٻيوئي رنگ ڏي ٿو. شاه صاحب جي ڪلام تي تنوير عباسي نئين نظر سان لکيو آهي. ان مان هن جي ڳوڙهي اڀياس جي خبر پوي ٿي. هن شاه جي ڪلام جي عام فهم ۽ عوامي پهلو، موسيقيت، شعر ۾ عڪسي خوبين ۽ اهڃاڻن جي استعمال بابت مجموعي طور سهڻو بحث ڪيو آهي. شاه صاحب جي شاعريءَ جي تصوف جي بنياد تي مطالعي بابت اڳ بہ گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي، تنوير مغربي محققن جي قائم ڪيل ادبي معيارن جي حوالن سان بيتن کي پيش ڪيو آهي. هن مان شاگردن ۽ عام دلچسپي رکڻ وارن کي سٺي رهنمائي ملي ٿي. انهن مقرر معيارن جي صحيح پيٽ نہ ڪرڻ ڪري ڪٿي ڪٿي خود رديت (Self Contradiction) بہ نظر اچي ٿي. مثال طور هڪ سٽ 'آڪون ڏاڪون سر ڪنڌ شاخون، جت چوٽا چندن کهور' ڏيئي لکي ٿو. "هن سٽ ۾ آڪون ۽ ڏاڪون هم قافيہ آهن، ۽ لفظ 'شاخون' بہ انهن سان هم قافيہ آهي، پر وچ ۾ سرڪنڌ جو لفظ آڻي، انهن ٻنهي کي ڌار ڪيو ويو آهي، ڇو تہ جي يڪو آڪون ڏاڪون شاخون پڙهجي تہ ساڳئي قافيي جي اُچارڻ ڪري شايد ٿڪجي پئجي" .(3)

موسيقيت جي ان مجموعي (Set) جي ابتڙ بہ خود ئي هڪ بيت آڻي ٿو. 'ڪانڌين ٽانڌين ٻاهرين، ٻچران آءٌ پيئي' . هن ٽن هم قافيہ لفظن جي وچ تي ڪوبہ اهڙو لفظ ڪونهي، جيڪو اڳ ۾ آيل حوالي پٽاندر ٿڪاوٽ کان بچائي. هتي اهو اصول ڇاڻايو اٿس تہ ٽني هم قافيہ لفظ هڪ ٻئي جي ڀرسان اچڻ ڪري پياري موسيقي پيدا ڪن ٿا.(4)

هن تضاد کي حل ڪرڻ لاءِ لفظن جو وزن پهريائين ڌيان ۾ رکڻ کپي، پهرئين بيت جي منڍ جي هم قافيہ لفظن ۾ وزن ۽ ڊار جي ڪري هڪ وڌيڪ لفظ سرڪنڻ جي گنجائش آهي. شاهہ صاحب جي موسيقيت تي مجموعي طور تنوير بيتن جي سهڻي چوڻ سان پنهنجو مقصد واضح ڪيو آهي. عڪسي شاعري جنهن کي هن کان اڳ فطرت نگاري، منظر نگاري ۽ محاڪات سڏيو پئي ويو. تنهن تي بہ تنوير لکيو آهي.

"شاه لطيف جي شاعري ڪتابن جي مطالعي بدران فطرت جي مشاهدي مان ڦٽي نڪتي آهي، ان ڪري ئي سندس شاعري عڪسن سان پري پئي آهي. هن پنهنجي چوڌاري وسندڙ دنيا کي چڱيءَ طرح ڏٺو وائسو آهي. ان کي پوريءَ ريت محسوس ڪيو اٿائين ۽ ان کي بيان ڪرڻ ۽ احساس کي بيهر تخليق ڪرڻ لاءِ ٻوليءَ جو وسيع ڀنڊار جمع ڪيو اٿائين، چو تہ هر جذبي يا احساس لاءِ هن وٽ هڪ ڌار لفظ آهي ۽ فقط اهو هڪ ئي لفظ ان جذبي يا ان احساس کي ظاهر ڪري سگهندو آهي. سنڌ جو هر نظارو سندس شاعريءَ ۾ موجود آهي. ٿر، بر، رائو، رڃ، ڏنگا چارا، ڊونديون، پاڻيءَ تي ترندڙ ٻيڙيون، ڪنول جا گل، بندر بازاريون، جهاز، جهازن جا سڙهہ، ٻيڙياتا، سامونڊي، اُنن جون قطارون، پکين جا ولر، ڪونجون، ڪانءِ، هنج، درياهہ، ان جي مستي، چولين جو شور، سج چنڊ تارا ڪتيون، لهندڙ سج، ڦٽندڙ باک، موڪيءَ جا مٽ، مينهن جا وسڪارا، ڪنديون مينهون، پنل نيڻ، پنل پنيا وار ۽ ٻيا ڪيترائي اهڙا عڪس آهن، جن کي شاه لطيف ڪمال فنڪاريءَ سان پيش ڪيو آهي." (5).

عڪسي شاعريءَ وانگر اهڃاڻي شاعريءَ بابت بہ تنوير عباسي جو رايو قابل قدر آهي: "شاه لطيف وٽ اهڃاڻن جي ايتري تہ ندرت آهي جو جيڪڏهن ڪيس رڳو اهڃاڻي شاعر چئجي تہ بہ ٺهي. هن وٽ ڪائنات جي هر شيءِ اهڃاڻ آهي، هن جي لاءِ اشارا ئي اشارا آهن. هو جنهن بہ شيءِ جو ذڪر ٿو ڪري اها رڳو ذريعو آهي سندس اظهار جو. اصل مقصد ان شيءِ جي ذڪر ڪرڻ جو نہ اٿس، پر اصل مقصد اٿس ان شيءِ جي ذريعي ڪن آفاقي حقيقتن جي اظهار جو." (6)

اهڃاڻ ۽ تمثيل کي هڪٻئي کان جدا ڪرڻ ايترو آسان ناهي. جنهن شيءِ کي تمثيل چوندا رهيا آهيون، ان کي اهڃاڻ (Symbol) چوڻ ۾ ڪو عيب ڪونهي. البت تمثيل کي ماضيءَ ۾ محققن اهڙي محدود دائري ۾ شاه جي ڪلام تي اطلاق ڪندي بيان ڪيو آهي، جو اهڃاڻ جي وسيع مفهوم تائين نہ پهچي سگهي آهي. مجموعي طور مون کي ٻنهي لفظن کي هڪٻئي جي ويجهي مفهوم وارو ڄاڻڻ ۾ ڏکيائي ناهي.

رسالو، جنن ان تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ هڪڙا سر اهڙا آهن، جن جو آڌار راڳ راڳڻين تي آهي. جهڙوڪ: سر ڪلياڻ، سر ڪنيات ۽ رامڪلي وغيره. ٻين تي موضوع ۽ قصي جي مد نظر نالو رکيل آهي. جنن: گهاتو، مومل راڻو، ليلا چنيسر ۽ سورٺ وغيره.

شاه صاحب سنڌ جي نيم تاريخي داستانن مان پنهنجي مقصد کي واضح ڪرڻ لاءِ ضروري مواد ۽ اهڃاڻ چونڊيا آهي. هو عام قصه گو وانگر ڪو به قصو سڄو بيان نٿو ڪري، فقط ان جا ڪي حصا چونڊي ٿو، جيستائين تمثيلن ۾ اهڃاڻن جو تعلق آهي ته شاه صاحب جي ڪلام ۾ تمثيل ۽ روحاني راز جو رنگ ملي ٿو.(7) خاص طور قصن تي ٻيٽل سرن ۾ روحاني رنگ ۽ سلوڪ جي منزلن بابت اشارا ملن ٿا. سر سسئيءَ ۾ چوي ٿو:

وڃين ڇو وٽڪار، هت نه ڳولهين هوت کي،
لڪو ناهي لطيف چئي، ٻاروچو ٻئي پار،
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

قصي جي سٽاء موجب پنهون سسئيءَ کان پري ڪيچ ۾ هو ۽ شاعر هتي به سسئيءَ کي چوي ها ته ستي تي سندرو ٻڌ، پنهون وٽ پهچ ۽ پرت پاڙ. پر ان جي ابتڙ وٽڪار ڏي وڃڻ کان روڪيس ٿو ۽ من ۾ جهاتي پائي پرين پسڻ لاءِ تاڪيد ڪري ٿو. انهيءَ هنڌ تي روحاني راز جي صورتحال پيدا ٿئي ٿي. سڄي موجودات ۾ جيڪا هڪ ئي تنوار آهي ۽ محبوب جي وجود جو مظهر هر هنڌ آهي. بحر بر، وڻ ٽڻ هن جي هستيءَ جي شاهدي پيا ڏين. صوفين جي ٻن اهم ۽ مختلف نظرين موجب 'وحدت الوجود' ۽ 'وحدت الشهود' جا اهڃاڻ پنهنجي جاءِ تي آهن. شاه صاحب آسان لفظن ۾ پنهنجو مقصد واضح ڪري ٿو.

جر تڙ تڪ تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سڀئي شي ٿيا، سوريءَ سزاوار،
همه منصور هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهئين.

جيڪڏهن ڪو محقق چوي ته شاه صاحب نه خود صوفي هو ۽ نه هن کي صوفي طريقي جي خبر هئي ته اهو محقق جو ضد ته بيشڪ ليکبو، پر شاه صاحب جو ڪلام اهڙي ضد کي رد ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي. صوفيءَ جو لفظ ڪم آڻيندي چوي ٿو:

صوفيءَ صاف ڪيو، ڏوئي ورق وجود جو،
تنهان پوءِ ٿيو، جئري پسڻ پريءَ جو.

ظاهري هوڏ هستي، لوڀ لالچ ڇڏڻ به نيڪ عمل آهي. مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي وجود کي وڃائي محبوب ۾ فنا ڪائڻي پوي ۽ ان ريت عبد 'اعليٰ' درجي تي پهچي ٿو. محبوب جو حسن پسڻ لاءِ مري جيئرو ٿيو، انا ۽ آءُ جي احساس سان ڪڏهن به پار نه پهچبو. اهي نظريا ٻين صوفين وانگر شاه صاحب به ورجائيا آهن ۽ سادين سٽن ۾ سموهيا اٿس:

- مري جيءُ ته ماڻئين، جانب جو جمال،
- آءُ سين آن پار، ڪڏهن تان ڪونه ٿيو،
- پاڻ م ڪٿج پاڻ سين، ري وسيلي وانءُ،
- نابوديءَ نيئي، عبد کي اعليٰ ڪيو.

شاھ جي رسالي جي تفصيلي مطالعي کان پوءِ ڪير بہ ايئن نہ چئي سگھندو تہ شاھ صاحب صوفي شاعر نہ آهي. ڪنهن سر جي تمثيل ۽ روحاني راز ڪيڻ بہ ڪو غلط طريقو نہ آهي. سر مارئيءَ جو پهريون بيت ئي ان جي مڪمل تمثيل ڏي اشارو ڪري ٿو:

الست بربڪم، جڏهن ڪن پيوم،
قالو بليٰ قلب سين، تڏهن تِتِ چيوم،
تنهن وير ڪَيوم، وچن ويڙهيچن سين.

شاھ صاحب انساني عمل ۽ ڪردار بابت بہ واضح طور تعليم ڏني آهي. بظاهر اُهي شعر آهن ۽ هڪڙو اسلوب انهن ۾ موجود آهي ۽ لفظن جي سادگيءَ سان اسان کي سيکاري ٿو:

هو چوندئي تون مَ چوءُ، واتان ورائي،
اگ اگرائي جو ڪري، خطا سو کائي،
پاند ۾ پائي، ويو ڪيني وارو ڪينڪي.

ان مان ايئن نہ سمجهڻ کپي تہ شاعر اسان کي ڪمزوريءَ جي تلقين ڪري ٿو. جيڪڏهن صورت حال جي تقاضا ڪات ٽيڻ جي آهي تہ ڪات ٽجي. ڪجھ ڀڄجي ۽ ڪجھ ڀڃائجي.

ڪڏهن پئجي ڪن ٽي، ڪڏهن ٽجي وات،
ڪڏهن ٽجي ڀڪرو، ڪڏهن ٽجي ڪات.

سسئيءَ جي پوش ۾ بہ شاھ صاحب دنيا جي دستور بابت اشارا ڪري ٿو. سندس نظر نهايت دور رس آهي. پنهنجن پراون جو فرق سمجهائيندي چوي ٿو:

ڏريان ئي ڏاريان، مٺ مئيءَ جا نہ ٿيا،
مدي ڏيرن من ۾، ڪليو ڪيڪاريان،
صبح ٿي ساريان، تہ اُٺ نہ اوطاقن ۾.

شاھ صاحب جا هن مادي دنيا سان بہ لاڳاپا هئا. هن نہ خود رهبانيت اختيار ڪئي نہ اُن جي تلقين ڪئي. حالانڪ پراڻن تذڪرن ۾ سندس نالي سان 'تارڪ' لفظ لکيو ويو آهي. اهو سندس جوانيءَ جي وقت جي ٿوري عرصي واري دؤر جي حوالي سان ٿيو آهي. هن جي رويي کي ايترو چئي واضح ڪري سگھجي ٿو تہ 'هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ ڳڏجن لوڪ' . ماڻهن سان لڳ لاڳاپا رکندو آيو. سندس دوستن ۽ جانثار مريدن جو هڪ حلقو موجود هو. دنيا ۾ بہ شاھ صاحب ڪنهن کي 'محبوب' جو درجو ڏنو هو. سندس ڪلام ۾ مجازي مام پڌري پئي آهي. سندس محبوب يقيناً اهڙو هو، جنهن جي اڳيان تارا ڪتيون تائب هئا ۽ سج چنڊ جو جوهر جهڪو پئي ٿيو. ان سان گڏ سندس محبوب لاءِ ڪو حتمي رايو ڏيڻ سولو ڪونهي. محبوب جي سونهن جو بيان ڪندي الله جو قسم کڻي ٿو. يعني هتي الله کي محبوب ڪوٺ ٿو سڏي:

سهسين سجن آيري، چوراسي چندن،
بالله ري پرين، سڀ اونداهي پانئيان.

هتي ممڪن آهي تہ اشارو رسول ڪريم، ڪنهن بزرگ يا دوست يا مجازي محبوب ڏي هجي.(8) سندس ڪلام ۾ مجازي محبوب جي حسن جي جهلڪ ۽ سراپا نويسي بہ گهڻي ملي ٿي:

- ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ.
- پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، پلائيءَ جا پير.
- نہ ڪو عام نہ خاص، جي وياسي وييا،
- سڄڻ سانوڻ مينهن جان، جهٽڪن پاسي جهرڪ. (9)
- مومل ڪي مجاز جا، اکين ۾ انبور.

حسن ازل کي ساراهڻ ۾ شاعرن گهٽايو ڪونهي. حسن جي ساراه کي شاه صاحب جي ڪلام ۾ بہ ڏسي سگهجي ٿو. جتي حقيقي محبوب جو ذڪر آهي. اُتي مجازي رنگ بہ ملي ٿو. مارئيءَ جو حسن سيرت ئي ڪافي آهي: پر حسن صورت بہ گهٽ نہ آهي:

پکي ۾ پدمڻي، ڪر ڏي وراڪا وڄ،
جهڙي صورت سڄ، تهڙي مورت مارئي.

اهائي سونهن جنهن لاءِ وڄ جي تشبيهہ اچي ٿي، سا ڪنهن عيب ۽ ڪاڻ سبب ڄٽڪ ضايع ٿئي ٿي ۽ مارئيءَ جو پڇتاءُ ظاهر ٿئي ٿو. مارئي خود چوي ٿي تہ مون سِڪر راڻيءَ جهڙي سونهن وڃائي ڇڏي اهي. 'سونهن وڃايم سومرا سڪر جهڙي سونهن.' يعني هاڻي منهنجو منهن ميرو ٿيو آهي، آءُ ڪاٺياري ٿي آهيان. شاه صاحب هتي جنهن ڪردار کي اسان جي اڳيان آڻي ٿو، اُن جي مختلف حالتن ۾ ذهني حالت ۽ نفسيات کان بہ اهڙي ريت واقف ڪري ٿو. مارئي هجي يا مومل، سسئي هجي يا سورٺ، ليلا هجي يا نوري، شاه صاحب هر هڪ جي نفسيات بہ ظاهر ڪري ٿو ۽ جيڪو اخلاقي سبق ڏيڻ گهري ٿو سو پنهنجي يا سورميءَ جي گفتگو وسيلي ظاهر ڪري ٿو.

شاه صاحب جو مجازي محبوب اسان کي مٺن ٻولن وارو محسوس ٿيندو ۽ ڪٿي بہ محبوب جلاد وانگر نہ لڳندو. البت ڪٿي اهو محبوب 'هٿ ڪاتي ڳڙ وات، پڇن پر پرين جي' مثل بہ معلوم ٿيندو. شاه صاحب مجاز جي مهميز سهي لاهوت لامڪان، هنگلاج، لاڙ، ڪڇ، جهونا ڳڙه ۽ ٿر جا سفر ڪيا ۽ پنهنجي دل جي دردن سان سنڌي شعر کي لازوال بنايائين.

بنيادي طور شاه صاحب انسان دوست بلڪ جهان دوست شاعر آهي. پنهنجي پياري ديس جو خيرخواه آهي تہ سڄي عالم جي آبادي ۽ خوشحالي بہ گهري ٿو. ماڻهن ۽ مرڳهن جو گهڻگهرو آهي. سارنگ لاءِ چوي ٿو: 'اڄ بہ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا' . سارنگ اُڃايلن لاءِ اُميد ۽ سيرابيءَ جو نياپو آڻي ٿو.

سڪل پٽ ساوا ٿين ٿا. هر هنڌ گاهه پيدا ٿئي ٿو ۽ مال لاءِ چٽڪ زندگيءَ جو پيغام
اچي ٿو:

وسي تڏهن وس، منڊ مڙيوئي مينهن جي،
ڪٿرن ڪيتا چڏيا، جي مڙيون ٿي مس،
گابا متي گس، ڏک نہ ڪندا ڏيرا.

ملڪ ۾ ڏڪر آهي تہ عوام دشمن قوتن جو مڪو مچي ٿو پوي ۽ اهي ٿوري
نفعي لاءِ غريبن کي آزارڻ ۾ لڳي وڃن ٿيون. شاهه صاحب اهڙن خلق آزار ماڻهن کي
البت تکيون مٺيون ڳالهيون ٻڌايون آهن. چو جو اهي ايذاءِ رسائڻ وارا پنجن مان
پندرهن ڪمائڻ گهرن ٿا. انهن کي صاف صاف چوي ٿو: 'ڏڪاريا ڏيهہ مان شل
موذي سڀ مرن' . مارو ماڻهو جيڪي 'آئين ۽ چاڙهين' واري حيثيت وارا آهن.
مزور ۽ هاري آهن تن جو شاهه صاحب دوست آهي. انهن جي کہ گڏيل ڪڙين ۽ ٽمنڊڙ
پگهر سان ڪين سڃاڻي ٿو. چي: 'مٿين ٽپڪ ٽپڪڙا، چڪنڊڙا اچن' . مزور جي
تڪليف جو احساس ڪري ٿو ۽ جيڪو بار ڪان ڪنجهي ٿو ۽ محنت ڪش آهي،
تنهن جي ذات ۽ شخصيت کان اسان جو شاعر غافل نہ آهي. (10)

سر ڪاهوڙيءَ جي روحاني معنيٰ کي نظر ۾ رکڻ سان گڏ ظاهري مضمون
موجب بہ شاهه صاحب غريبن جي ڪشٽ ۽ جدوجهد جو جيڪو نقشو لفظن ۾ ڪڍي
ٿو، سو هڪ انسان دوست ئي ڪڍي سگهي ٿو:

ڪاهوڙين ڪٽي، ساجهر ٻڌا سندرا،
ڏورينڌي ۾ ڏونگرين، ڪيئون پاڻ پٽي،
ڏکن ڏيل هٽي، ڇهون لڏائون ڇپرين.

ڪٿن نہ ڪرڪاڻ، پنڌ پراڻهين هليا،
ڏوٿيڙا ڪنهن ڏٺ کي، جنبيا ڏانهن جنباڻ،
ڪاهوڙين اهڃاڻ، انگ نہ سڃي اگِڙي.

شاهه صاحب جي سورمن ۽ سورمين ۾ هڪ ڳالهہ ساڳي ملي ٿي. اُها هيءَ
تہ هنن وٽ هڪڙو عزم آهي. اُن عزم تي پختا رهي هو ڪو عمل ڪن ٿا. مثال طور
سسئيءَ وٽ پنهونءَ کي پهچڻ لاءِ پڪو اِرادو آهي. جبل جهاڳڻ کان ڪيبائي نٿي
خوفن خطرن کان بي نياز آهي:

نڪو جن جهان ۾، نڪو سڄي نانگ،
سسئيءَ چڏيو سانگ، تہ چير مڙئي چاڙڪي.

ماءُ کي چوي ٿي تہ پنهنجا طول وهاڻا، پلنگ پٽرائيون ۽ سمورو ڏاج واپس
وٺ، آءٌ پنهون ڏي ويندس. سڪين ۽ سرتين کي چوي ٿي:

وڃو سڀ موٽي، آئين جي ورن واريون،
ڪان هلندي ڪيچ ڏي، ڪريو نہ ڪوٽي،
ڪڇيم ڪاڇوٽي، وٽم جوڳ جتن سان.

اهڙي طرح سهڻي پاڻ اُڇلي درياءَ ۾ ٽپي وجهي. ڇوري ٽپي ته مون کي ڪابہ نہ جهلي پلي، مون کي نينهن درياءَ ۾ اُڇلي وڌو آهي. ٻيلي طرف جيڪي ڪرڪيون ٽپي وڳيون، تن سنڌس من کي ڇڪيو ٽپي. جڏهن سهڻي درياءَ ۾ ٻڏي وڃي ٿي تہ ميهار ٽو چوي:

ڪنڌيءَ جهليو ڪانهہ، عاشق آپو آنهون ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙي سهڻي، ٻيلي منهنجي ٻانهن،
درياءَ توتي دانهن، ڏيندس ڏينهن قيام جي.

موروڙو بہ سسئيءَ وانگر عزم جو پيڪر آهي. هو سيني پائرن ۾ هيٺو ۽ عيب وارو آهي، پر اجگر سان ويڙه ڪرڻ جو عزم ڪري ٿو. ٻري تي ٻج ٽپي ٿئي ۽ اهو مڇ جنهن گهٽڻ کي ختم ڪيو هو، تنهن جو موروڙو انت ٿو آڻي:

مـتـو آهـين مـڇ، ٽلها تـو ٿـونـا هـٺـين،
تو جا پانئي اڇ، تنهن پاڻيءَ پنا ڏينهڙا.

نوري نهٺي آهي ۽ ان نهٺائي جو ذڪر جڏهن شاه صاحب ٿو ڪري تہ هڪ ڪردار ۽ شخصيت جا چٽا نقوش ظاهر ٿين ٿا. شاعريءَ ۾ سادگي، نماڻائي ۽ نهٺائيءَ لاءِ هينئن لفظن ڪان وڌيڪ ڪهڙا لفظ موزون ٿيندا.

تون سمون آءُ گندري، مون ۾ عيبن لک،
ڪارڻ رب الک، متان ماگر متئين.

پنهنجي سوچ موجب نوري سمجهي ٿي تہ ڍوليو 'هيناهون هلڻ' سان حاصل ٿئي ٿو. پوءِ ظاهري نت نخرو ڪيترو بہ ڪيو وڃي ان کي دوام ناهي:

سپ سميون سپ سومريون، سيني گچيءَ هس،
پسڻ ڪارڻ پريءَ جي، وڌا ڪيائون وس،
ڍوليو تنهي گس، هيناهيون هلن جي.

نوريءَ جي نياز جو ذڪر ڪري شاعر اُن کي سراپا نياز بنائي ٿو ڇڏي. ٻئي طرف مومل ۽ ليلا هڪ جون پتليون آهن ۽ پنهنجين معمولي خواهشن جي ڄار ۾ ڦاسي اعليٰ مقصد تان هٽي ٿيون وڃن. مومل کي راڻو ڏهاڳ جو ڏنءُ ان ڪري ٿو ڏي جو هوءَ شرڪ ڪري ٿي. پوءِ تہ گهٽو ٿي پڇتائي پر ڪو ڏڏو ڪير ٽٽين پئي! ڪاڪ جا تڙ جتي نينهن اُڇل هئي، سي پنهنجي سونهن ڪان وانجهجي ويا. ڪاڪ جا اُهي وڻ پنهنجي ونڪ بدلائي ويا:

ڪاڪ ڪڙهي وڻ ويا، جلي منهنجي جان،
رکي ڪام ڪٺڪيو، ماريس تنهن گمان،
هڏ نہ جيان هاڻ، سگهو موٽج سپرين.

راڻو رسي ويو. پرچائڻ سان بہ نہ پرتو. مومل وانگر ليلا بہ اهڙو ويل وهايو هو، هن هار جي جنسار تي هرڪجي پنهنجي ور کي عارضي طور ڪونرو جي حوالي

ڪيو، پر هن کي خبر نہ هئي تہ اهو هار هاچو ڪندو. چنيسر جو پيار ڌڪار ۾ بدلجي ويو. ليلا جي پڇتاءُ کي شاه صاحب هيئن ٿو ظاهر ڪري:

وڏيري هياس، چنيسر جي راڄ ۾،
ڍهلين ڍمامين نڪرين، پر ۾ پڇياس،
ڍولي ڍيلياس، تيس ڏهاڳڻ ڏيهہ ۾.

آجائي ڏاهپ ليلا کي ڏک ڏيکاريا ۽ شاه صاحب اِن تڪي کي لاهڻ لاءِ هر وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ چوي ٿو:

ليلا چڏ لهور، وڃ پنهنجي مائٽين،
ابو ڏاڏو گهور، چنيسر جي چاڳ تان.

ليلا ڏيهہ ۾ ڏاهي هئي، سرتين ۾ سڄاڻ پڻ، هوشيار بہ گهڻي هئي ۽ ڪانڌ جي دل جي حال کان بہ واقف هئي. پر هن آپڌا ڪيس نهوڙي نيو. شاه صاحب آهيءَ ۾ قاتل اهڙي سورميءَ کي بہ مايوسي جي عالم ۾ نٿو ڇڏي ۽ چويس ٿو:

جي ليلائي م لهين، تہ پڻ ليلائيج.

سورٺ جي سڪ کي شاه صاحب جيڪا جلا بخشي آهي، اُن موجب هوءَ هڪ منفرد سورمي آهي. جيڪا ڪانڌ جي سريءَ کي بيجل کان محفوظ رکڻ لاءِ سون رپو، گهوڙا ہيڙا ۽ راڄ پاٽ ڏيڻ لاءِ بلڪ پنهنجو ڪنڌ ڪپائڻ لاءِ تيار آهي. بيجل بہ ٻول تان هٽڻ وارو نہ هو. هن کي تہ دشمن جي چرچ هئي ۽ ڏياچ جهڙي ڏاتار جو سر ئي هن کي گهربو هو:

محلين آيو مڱڻو، ساز ڪٺي سرندو،
سر جي صدا سر ۾، گهور هٺي گهرندو،
مٿي ري ملوڪ جي، چارڻ نہ چرندو،
جهونا ڳڙه جهرندو، پوندي جهانءَ جهروڪ ۾.

ڏياچ بہ سخن جو پڪو هو. هن وچن پاڙهيو ۽ چارڻ کي چيائين:

وڍ سر: ٿي سرهو، م ڪين آءُ م ڳاءُ،
جاجڪ تو مٿاءُ، ملڪ مڙوئي گهوريان.

داستانن سان واسطو رکندڙ هنن سرن ۾ شاه صاحب روحاني رمزون رکيون آهن. هر ڪردار ظاهري معنيٰ ۾ بہ هڪ اهڃاڻ بنجي اچي ٿو ۽ پڙهندڙ کي اخلاقي سبق ملي ٿو. اهوئي شاهہ صاحب جهڙي عظيم شاعر جو مقصد آهي. اهڙو شخص جيڪو شرڪ کي برداشت نٿو ڪري ۽ وحدت جي وائي وات اٿس:

ڇا ڪي وڄيو ڇو، ٻيلي ٿي ٻين جو،
وڻ ڪنجڪ ڪريم جي، جڳ جو والي جو،
سوئڪو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين.

سر ڪلياڻ خاص طور توحيد جي تنوار تي آڌاريل آهي. توحيد جي تعليم رڳو 'مسلمان عوام' کي ڪونہ ٿو ڏي، بلڪ پنهنجو عقيدو ۽ ايمان بہ ظاهر ڪري ٿو. محبوب جو جلوو هر جاءِ موجود آهي. محلات هڪ آهي، سهسين ڳڙکيون اٿس، جيڏانهن پرک ڪجي ٿي تہ محبوب نظر اچي ٿو، پر سچن عاشقن لاءِ سوريءَ چڙهڻ سيج پسڻ جي برابر آهي:

سوريءَ چڙهڻ سيج پسڻ، اي ڪم عاشقن،
پاهون ڪيم پسن، سائو هلن سامهان.

ڪاتيءَ ڪسڻ ڪان ڪيپائين ڪونہ ٿا بلڪ سڪ جي سرڪ سرس پيتي اٿن، جو چون ٿا:

ڪاتي تکي م ٿئي، مر منيائي هوءِ،
مان ورمن توءِ، مون پريان جا هٿڙا.

موکيءَ کي جي ڪلاڙڪي هٽ جي اهڃاڻ ۾ شاہ صاحب سڪ وارن ۽ سچن پياڪن کي استغراق جي معراج تي ڏيکاريو آهي. اُهي سڏڙيا ڪونہ آهن. سڏڙين کي سري جي سڏ ڪرڻ کان ئي روڪي ٿو:

سڏڙيا شرابن جون، ڪوه پچارون ڪن،
جہ ڪات ڪلاڪن ڪيا، موٽيو توءِ وڃن،
پکون سي پين، سر جنين جا سٽ ۾.

چو جو سر ڏيڻي سٽ جوڙٿو آهي. وٽيءَ جو ملهہ سر کان وڌيڪ آهي. محبت جي مچ ۾ بہ اهو ٽپي پوندو، جنهن جي سڪ سچي هوندي. پتنگن جي پريت جو بيان شاہ صاحب رڳو شاعرانہ نازڪ خياليءَ جي پورائيءَ لاءِ ڪونہ ٿو ڪري، پر سڪ جي سچائيءَ جي پروڙ ڏي ٿو:

پتنگن پهہ ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نہ لچيا، سڙيا مٿي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وجائيا.

شاہ صاحب جو ڪلام ايترو ڳوڙهو ۽ گهڻن پهلوئن وارو آهي. جو هر سر ۾ ڪي ٿورا بيت پڙهڻ سان سچي ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي، تہ بہ عام تاثر قائم ٿيو وڃي. هر سر کي پنهنجو پنهنجو تاثر ۽ وايومنڊل آهي. جئن سهڻيءَ ۾ درياء، سارنگ ۾ مينهن، سسئيءَ ۾ جبل ۽ راٿو، مارئيءَ ۾ ٿر آهي تئن سيراڳ ۽ سامونڊيءَ ۾ سمنڊ جو وايو منڊل آهي. انهن ٻن سرن ۾ فراق ۽ وصال سان گڏ وڻج واپار بہ هڪ اهڃاڻ آهي. فراق جي ڪيفيت شاہ صاحب جي ڪلام ۾ تقريباً هر سر ۾ ملي ٿي. جوڳين ۽ سامين جو ذڪر رامڪليءَ ۾ تفصيل سان ملي ٿو. اهڙي طرح رپ، بلاول، پرڀاتي، ڪاپائتي، ڏهر، پورب ۽ ڪارايل ۾ بہ شاہ صاحب پنهنجي شاعرانہ بلند خياليءَ ۽ تعليم ڏيڻ واري ويچار ۾ عروج تي آهي.

سر بروويءَ بابت ڪي نيون مليل ڳالهيون نهايت دلچسپ آهن. عام طور

اهو چاتو ويندو آهي ته هن سر تي راڳڻيءَ جي لحاظ کان ئي نالو پيو آهي ۽ هن سان ڪو داستان وابسته نه آهي. مون کي جيڪا ڪهاڻي ملي آهي، اُن جو تت هن ريت آهي:

'قلات جي پاسي لوڙائو ذات جا ڪي ماڻهو رهندا هئا. انهن روزگار سانگي دهلي وڃي وسائي. انهن ۾ بروو نالي نوجوان هو، جيڪو بادشاه جي محلات جي پرسان لنگهندي شهزاديءَ کي ڏسي مٿس عاشق ٿي پيو. محلات جي پرسان ڪاسائيءَ جو دوڪان هو. بروويءَ کي اُن چيلن چارڻ لاءِ رکيو. باقي وقت هو ڪاسائي جي دوڪان تي ويٺو هوندو هو ۽ محلات جي دري هڪ مقرر وقت تي کلندي هئي. هو شهزاديءَ کي ڏسي محبت جي باه ۾ پيو پچندو هو. ڪو وقت دوڪان تي گوشت به وڪڻندو هو. شهزاديءَ جي ٻانهي ٿالهه کڻي گوشت وٺڻ آئي. بروو گهڻو خوش ٿيو. چيائينس: 'ترس ته اندران سنو گوشت آڻي تو ڏيان' هو ٿالهه کڻي ڪوٺيءَ ۾ ويو ۽ پنهنجي ران مان گوشت ڪوري، ران کي پٽي ٻڌي، گوشت اچي ٻانهيءَ کي ڏنائين. ان گوشت مان جڏهن ڪباب ۽ ٻيا طعام ٺهيا ته سيني کي پسند آيو. شهزاديءَ چيو ته گوشت ته مون اڄ ڪاڏو آهي. هيستائين الائي ڇا آڻيندي رهي آهين.

'ائين بروو روز پنهنجو گوشت ڪوري ڏيندي ويو ۽ پوڻو پوندو ويو. ٻانهيءَ هڪ ڏينهن بروي کي ڪوٺيءَ ۾ بيمار پيل ڏٺو ۽ حقيقت معلوم ٿيس، جيڪا شهزاديءَ سان وڃي ڪيائين. ۽ ٻڌايائينس ته بروويءَ چيو ته ڏس سڄي جسم تي پٽيون ٻڌل رهن، پر اجان به ڪٽي گوشت نظر اچي ته ڪوري کڻي وڃ، ڪو به رحم نه ڪر.

شهزادي هڪدم شاهي طبيب ڏانهن ماڻهو موڪليو سچو مهينو علاج ٿيو ۽ بروو چاق ٿيو. بروويءَ جي شهزاديءَ سان ملاقات ٿي ته بادشاه جي شهزاديءَ ڏي اچڻ جو اعلان ٿيو. بادشاه جي اچڻ کان اڳ بروو ته هليو ويو پر بادشاهه کي شڪ پيو، جنهن نيٺ ٻانهيءَ کي دبڙائي ڳالهه معلوم ڪري ورتي. صلاح مصلحت ڪانپوءِ بادشاهه لوڙائن کي لڏائي ڇڏيو ۽ بروو واپس قلات اچي پهتو. شهزاديءَ جو به حال بروويءَ کان مختلف ڪونه هو. هوءَ سانوڻ ۾ لوڙائن جي حال تي غور ڪندي هئي:

> وٺو ڏيهه قلات، مون لوڙائو پسيا،
> جئن هت ڪنون ڪنوٽيون، تئن هت بره سندي بات،
> وڏي ڪنهن ولات، مارو ملڪ مٿي ويا.

ڪانگن کي پيٽي نياپا ڏيندي هئي:

> وهلو ور وريا پرين، آءُ ڪانگا ڪر لات،
> ويا جي قلات، سي آڏامي آڻ تون.

بادشاه کان به ڌيءَ جي حالت ڏٺي نه ٿي. هن بروويءَ کي واپس گهرايو. شهزاديءَ جو سنگ مليس. چون ٿا ته جڏهن ٻئي جدا هئا ته مقرر وقت تي شهزاديءَ جو دري کولڻ وارو دستور قائم هو ۽ بروويءَ چيو ته آءُ قلات مان توکي روز اُن وقت دريءَ ۾ بيٺل ڏسندو هوس.(11)

اهو صحيح آهي ته بروه هڪ راڳڻي آهي. هن قصي کي ڪا تاريخي ٽيڪ به نه آهي. تڏهن قصي جي اهڃاڻن ۽ سر جي بيتن جي باهمي ربط کي نظر ۾ رکڻ کپي. روايت ۾ آيل ٻن بيتن ۾ قلات جو ذڪر آيو آهي. سر بروويءَ ۾ محبت ۽ مجاز جو مضمون نشانبر بيٺو آهي ان کان سواءِ قصي ڏي هيٺين بيتن ۾ اشارا موجود آهن:

ڪڏهن طاقيون ڏين، ڪڏهن ڪلن در دوستن جا،
ڪڏهن اچان اچڻ نه لهان، ڪڏهن ڪوٺيو نين،
ڪڏهن سڪان سڏ کي، ڪڏهن ڳجهاندر ڳرهين،
اهڙائي آهين، صاحب منهنجا سپرين.

جانب منهنجي جيءَ ۾، تنهنجي طمع پوءِ،
وٺ ڪاتي، وڍ انگڙا، ادب ڪر م ڪوءِ،
پانيان ڀال سندوءِ، جي ساڃن سنئون نهارئين.

جانب اي نه جڳاءِ، جي ماريو موٽيو نه پڇين،
رتي رت نه سنجري، سڪ تنهنجي ساءِ،
اسان توهين لاءِ، ٽي پر ۾ پڇائون ڪيون.

ڪٺان سکي سپرين، ڪاسائڪي ڪار،
تکي ڪاتي هٿ ڪري، منيءَ سين نه مار،
چوري چاڪ نهار، سورن سانگيڙا ڪيا.

شاهه صاحب جي شاعريءَ کي لفظن جي ذخيري جي وسيلي ڏسجي ته به ڳالهيون اهم نظر اينديون. هڪ ته لفظ اهڙا چونڊي ٿو، جن جو سنڌ جي جيوت ۽ سڀيتا سان سنئون سڌو واسطو آهي. ٻيو ته انهن لفظن ۾ غنائيت موجود آهي. لباس جي سلسلي ۾ هيٺيون سٽون واضح بيٺيون آهن:

1. ڪلهي قاتو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو،
2. گند جنين جي گوڏ ۾، پاڀوڙا پوشاڪ،
3. ڪتيءَ منجهه ڪتيائين، مارو جام ملير جو،
4. ورلوئيءَ جي لون، پٽ نه پهريان سومرا،
5. آئي منڊ ملار، آءُ ڪنهبا ڪنديس ڪپڙا،

اهڙي طرح عام زندگيءَ جو نقش به ڪاهوڙي، مارئي ۽ سارنگ وغيره ۾ چٽو چٽو موجود آهي، تر ۾ پاڻيءَ جي اثاث ۽ سانيڪا سنجڻ (سٽ پره اونهن ڪوهن مان پاڻي ڪيڻ) جو ذڪر ڪندي چوي ٿو: 'سنجن سانيڪن تي، وڏي وير وهون' .
ڪوريءَ کي ڏاڳو ڳنڍيندي ڏسي چوي ٿو:

چڻن توءِ م چن، پاءِ اميري ان سين.

ساڳي طرح ڪنهباڻين، ڪتين ۽ رنگريزن جي ڪم جي پوري جاچ لڌي اٿس ۽

پنهنجي تجربي مان ڄاڻي ٿو تہ هالاري رڱيل ڪپڙو رنگ جو پڪو ٿئي ٿو ۽ ان کي ڪنيءَ بہ ڪاري نٿو سگهي:

رڃي جي ريٽو ٿيا، ڪين اُباٽجن اوءِ،
ڪنيءَ نہ ڪارين تن کي، جي هالاري هوءِ.

ان ڪانسواءِ ٻين هنرن ۽ ڌنڌن جو تذڪرو اشاري اشاري ۾ شاہ صاحب ڪري ٿو. صرافن، وينجهرن، لوهارن، ڪنڀرن، ڪورين، ساٽين، واڍن، ڳائڻن، ڪاتبن، ملاحن ۽ آهيڙين وغيره جو بيان ڪندي پنهنجي مقصد کي واضح ڪري ٿو:

1 - جہ صرافن لڌيو، تہ تون پڻ لڌ ڄ سون.
2 - ويا سي وينجهار، هيرا لعل ونڌين جي.
3 - راڄا راڳائي، هر دوئي هيڪ ٿيا.
4 - ڪاتب لکي جئن، لايو لام الف سين.
5 - ملاح تنهنجي مڪڙيءَ، اڇي چور چڙهيا.
6 - ملان ملان نہ ڪريو، آهيڙي آهين.
7 - هيري هٽ وڌائين، ويهي ساٽين وچ ۾.

ڪيترا مثال ملندا جن ۾ شاہ صاحب عام جيوت، رهڻي ڪهڻي، قوت گذران جو ذڪر ڪري ٿو. وطن جي وانڍن ۽ ويڙهين، ٿر جي ٿڌي مٽيءَ جو بيان ڪندي ڪيس روحاني خوشي حاصل ٿي آهي.

ثقافت ۽ سڀيتا ڪان سواءِ لفظن جي چونڊ بہ شاہ صاحب وٽ عام شاعرن ڪان مختلف آهي. سندس لفظ بناوت ۽ تصنع ڪان آجا آهن. عام ماڻهو انهن کي ڄاڻن ٿا. شهرن جا ماڻهو، جيڪي ٻين ٻولين جي اثرن ڪري نج زبان ڪان خود وانجهيل آهن، سي شاہ کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪري سگهن ٿا، پر سنڌ جو عام ماڻهو شاہ صاحب کي چڱي طرح سمجهي سگهي ٿو.

ڪيتريون سٽون آهن، جن ۾ لفظن جي چونڊ، تجنيس حرفي جا بهترين سيٽ (Set) بنايا آهن.

- نهائيءَ ڪان نينهن، سک منهنجا سپرين.
- ورسين پايو ڪاڻ، ڪر سين ڪلون پائيين.
- ور ۾ ڪونهي ور، ڏيرن ور وڏو ڪيو.
- مون تان مهر نظر، پرين لاهہ م پنهنجي.
- پيشانيءَ ۾ پرينءَ جي، پلائيءَ جا پير.
- نڪو اير نہ پير، نڪو اوٺي آئيو.
- مومل کي مجاز جا، اکين ۾ الماس.
- بہ رنگو لوڪ ٻيو، چنيسر چورنگ.
- ڪن ڪٽ ڪاپٽ ڪاپڙي، ڪنوٽيا ڪن چير.
- گهڙو پڳو منڌ مٽي، وسيلا ويا.

- نوري ۽ ناري، جوڳيڙا جهان ۾.
- سونهن رپي سون سين، سندا ڪامڻ ڪن.
- آٺين ۽ چاڙهين، ڏٺ ڏهاٺي سومرا.

اُن کان سواءِ اندروني موسيقيت ۽ سٽ جي وچ ۾ آواز جي ڪري به غنائيت جا مثال شاه صاحب وٽ موجود آهن. جن جي تفصيلي مطالعي ۾ دفتر پرجي سگهن ٿا.(12) موزون ۽ موسيقيت سان پر هجڻ ڪري شاه صاحب جو ڪلام ڳائي سگهجي ٿو ۽ انهن معيارن تي پورو آهي، جيڪي شاعريءَ بابت مقرر آهن.

شاه صاحب جو شعر سنڌ ۾ ايترو عام مقبول آهي، جو سنڌي ادب ئي شاه صاحب جي نالي سڃاتو وڃي ٿو. بلڪ سنڌ ئي دنيا ۾ سندس نالي جي ڪري ڄاتي وڃي ٿي. اڄ شاه صاحب جا بيت ۽ وايون محدود طبقي وٽ نه آهن، پر رسالي جي اثر جو حلقو وسيع ٿي چڪو آهي ۽ متاخرين تي جيڪو شاه صاحب جو اثر آهي، تنهن به سنڌي ادب تي اُٽمٽ نقش ڇڏيا آهن.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:

1- پيرزادو، انور: مقالو "ڀٽائيءَ جي ترقي پسندي"، روزانه هلال پاڪستان، ڪراچي، 12 ڊسمبر 1976ع ص 7.

2- ايضاً.

3- عباسي، تنوير: "شاه لطيف جي شاعري"، شاه عبداللطيف ثقافتي سوسائٽي، ڪراچي، 1976ع ص 41.

4- ايضاً ص 5.

5- ايضاً، ص ص 70-71.

6- ايضاً، ص 137.

7- تمثيلن جي تفصيلي سمجهاڻيءَ لاءِ مولوي غلام محمد خانزائيءَ جو ڪتاب "منهاج العاشقين" ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو ڪتاب "روح رهاڻ" ڏسڻ کپي.

8- پروفيسر علي نواز جتوئي، پنهنجي هڪ مقالي 'پٽ ڏٺيءَ جو پاري پيد' ۾ شاه صاحب جي محبوب بابت پنهنجي تحقيق پيش ڪئي آهي. ڏسو محڪمه اطلاعات مغربي پاڪستان جو 'تحفه لطيف' 1985ع.

9- شاه عنايت جهوڪ واري (شهادت 1718ع) ڏي اشارو ٿي سگهي ٿو.

10- اڪثر ليکڪن اڳيان غريب ۽ پورهيت جو نالو وٺو ته هو اوهان کي ڪميونسٽ هجڻ جو طعنو ڏيندا. شاه صاحب کي به پورهيتن جو حامي سڏبو ته اُهي حضرات چوندا ته پين لفظن ۾ شاه صاحب کي پرولتاريه جو انقلابي ۽ ڪميونسٽ پيا چئو ڇا!

جڏهن مديني جا مير صلعم جن خود مفلسن جا حامي ۽ بي وسيلن جا همراه آهن ته لطيف کي سندن پيروي ڪندڙ ڏيکاريو ويو ته ڪهڙي اشتراڪيت ٿي پئي. هن سلسلي جي ڪچ بحثي 'سنڌي ڊائجسٽ' فيبروري مارچ 1977ع ۾ ص 9 کان 18 تائين پڙهو.

اهوئي حال تنقيد بر نظر ايندو. جنهن جو هڪ مثال هي آهي ته شاهه صاحب بابت پنهنجو ڪتاب "ڪنزاللطيف" مون 1960ع بر لکي پورو ڪيو جڏهن آءُ بي. اي. آنرس پڙهندو هوس ۽ ڪتاب 1961ع بر شايع ٿيو. چوڏهن سالن کان پوءِ ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل صاحب 1975ع بر هن ڪتاب تي پنهنجي ڪتاب "ادب ۽ تنقيد" جي ٻئي ڇاپي بر تنقيد ڪئي. مون پنهنجي اپياس آهر گربخشاڻيءَ جي رسالي تي بحث ڪيو هو. ان مان مقصد ڪنهن کي لوڻ ڪرڻ هو. نه هندن جي طرفداري جو مقصد هو. نه مسلمانن جي تذليل مقصد هو. آخر آءُ مسلمانن جي تذليل ڇو ڪريان؟ پرائي دين جي به نه ڪريان، سو پنهنجي دين جي تذليل ڇو ڪريان؟

لڳي ايئن ٿو ته ڪنهن همدرد ڊاڪٽر خليل صاحب کي منهنجي باري بر ڪجهه ٻڌايو هوندو ۽ ڊاڪٽر صاحب مسلمان کي ڪافر بڻائڻ لاءِ ميدان بر اچي ويو. ڊاڪٽر صاحب منهنجو مهربان آهي. آءُ سندس تنقيد بابت پنهنجا رايا تفصيل سان "ڪنزاللطيف" جي ٻئي ڇاپي بر يا ڪنهن مناسب موقعي تي ڏيندس هتي فقط چند ڳالهيون عرض ڪريان ٿو.

1- ڊاڪٽر خليل صاحب لکي ٿو ته جنهن وقت گربخشاڻيءَ تي تنقيدون ٿيون، تنهن وقت آءُ (عبدالجبار) ڄائو ئي ڪونه هوس. (ص 238) اهو صحيح آهي ۽ اُن سان گڏ اهو به صحيح آهي ته جڏهن "شاهه جو رسالو" وجود بر آيو يا 'قرآن حڪيم' نازل ٿيو، اُن وقت اسان مان ڪير به نه ڄائو هو؟ ته پوءِ ڪير قرآن ڪريم ۽ رسالي کي سمجهڻ جي به دعويٰ نه ڪري؟

خليل صاحب مون کان پڇي ٿو ته مون ڪڏهن اسلام جي حقيقت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ (ص 263) ها سائين! جيڪو محمد عربي صلعم تي ڪلمو پڙهي ٿو، سو ڇو نه اهڙي ڪوشش ڪندو. اسلام ته منهنجو به مذهب آهي.

خليل صاحب، مون لاءِ لکي ٿو ته ڪيس ويدانت سان دلچسپي آهي ۽ مسلمانن جي معاشري سان دلچسپي ڪونهي (ص 277). عرض آهي ته ڪنهن به موضوع سان دلچسپي رکڻ ڏوهه ڪونهي. باقي معاشري سان ته هتي بحث ئي ڪونهي. خليل صاحب پاڻ به ويدانت جي ديوتائن جي فهرست لاءِ ڪتاب اُٿلايا هوندا. اها دلچسپي ناهي؟

ڊاڪٽر خليل صاحب خاص زور هن ڳالهه تي ڏنو اهي ته "ڪنزاللطيف" جو گربخشاڻيءَ وارو بحث مون ڊاڪٽر دائود پوٽي کي لوڻ لاءِ لکيو آهي. (ص 288) عرض آهي ته ڊاڪٽر دائود پوٽي لاءِ مون ديباچي بر جيڪي لکيو آهي، اُن کي به پڙهڻ کپي ها. ڊاڪٽر دائود پوٽي جي علميت کان مون کي انڪار ڪونهي. اهڙو ڪارنامو ته پاڻ خليل صاحب سر انجام ڏنو آهي جو استاد (گربخشاڻي) کي لوڻ کان نه ڪيبايو اٿس ۽ دوست جي دفاع جو ته ڀڳو بهانو ڪري ٿو. تنقيد ڪندڙن جي عزت افزائي هنن لفظن بر ڪري ٿو: 'ڪن نالائق ماڻهن منهنجي هڪ دوست ۽ هم ڪلاسيءَ کي پنهنجي ذاتي غرض لاءِ بدنام ڪيو آهي' . (ص 298). 'نالائق' لفظ ڪم آڻڻ بر خليل صاحب فقط پاڻ کي ئي لائق سمجهيو ۽ ٻين کي 'غير قوم جو غلام' (ص ب ديباچو) ڄاتي ٿو.

شاهوائي صاحب جي رسالي بر جيڪي ڪجهه لکيو پيو آهي، اهو 'اُتي' ته اعتبار جوڳو آهي؟ 'لطيفي لنءُ' بر چند صاحب جيڪو رايو ڏنو سو 'اُتي' ته معتبر آهي؟ مون اُتان حوالا ورتا آهن. فقط انهيءَ لاءِ ته بحث کي واضح ڪجي. صاحب انهي ٻن بزرگن جي اِن تحرير بابت ته تنقيد ڪري.

ايترو ته آءُ به پڇي سگهان ٿو ته جيڪڏهن ڊاڪٽر گربخشاڻي ٽئين جلد ڇپائڻ کان پوءِ سورهن سال زنده هو ۽ چوٿون جلد تيار ڪري نه سگهيو ته پلا ڊاڪٽر دائود پوٽو صاحب به رسالي جو ڪم پورو طرفان ملڻ بعد به ڪيترا سال زنده هو. ڪم جو ڪو حصو مڪمل ٿيو؟

جيڪڏهن ڊاڪٽر دائود پوٽي بابت ڪجهه لکڻ سبب خليل صاحب کي ڪو 'اسلام کان انڪاري' (ص ب ديباچو) ٿو نظر اچي ته اُن جو ڪهڙو علاج ڪجي! ڊاڪٽر خليل صاحب ڇوڏهن سالن کان پوءِ منهنجي ڪتاب تي تنقيد ڪئي. جهڙس عالم کي پنهنجي پسند جي موضوعن کان ڇوڏهن سال بيخبر ته نه رهڻ کپي ها! منهنجي ڪتاب ۾ ڪي ڳالهيون بحث طلب ٿي سگهن ٿيون، پر ڪنهن جي نيت تي فيصلو ڏيڻ ۽ ان کي دين کان ڪيڻ جو اعلان ڪرڻ مناسب ڪونهي. خليل صاحب "ادب ۽ تنقيد" جي هن بحث جا پهريائين ڪيترا حصا 'آئيني' ۾ شايع ڪرايا هئا ۽ اُن ۾ هن صاحب منهنجي ذات تي ڪي وڌيڪ ڏکوئيندڙ لفظ لکيا هئا. مون کي افسوس ٿيو ته ٻه مون ڊاڪٽر خليل صاحب کان ذاتي طور پاڻ کي دور نه رکيو. آءٌ سائنس ملندو رهيس ۽ "ادب ۽ تنقيد" جو بيو ڇاپو پاڻ مهرباني ڪري مون کي سوکڙي طور ڏنائين. آءٌ تنقيد کي ذات جو سوال نٿو بنائڻ گهران. وقت اچڻ تي سندس تنقيد جو تفصيلي جواب ڏيندس. سندس ذات منهنجي لاءِ ڪڏهن به وير وروڌ جو نشانو نه بڻبي.

11- ڳالهه جي هيءَ روايت مونکي ڳوٺ گوهريجي تعلقي بدين جي مرحوم الهڏني لٽر 1974ع ۾ ٻڌائي هئي، جيڪا تفصيل سان مون وٽ قلمبند ٿيل آهي. روايت وارن پهرين ٻن بيتن ۾ 'قلات' لفظ موجود آهي.

12- تنوير عباسيءَ پنهنجي ڪتاب "شاهه لطيف جي شاعري" ۾ هن سلسلي ۾ سنو بحث ڪيو آهي. اُتي ڏسڻ کپي.

# باب ٻيو

# طويل نظم: سنڌيون

**تعارف:** هي طويل نظم ڪو اعليٰ شاعريءَ جو نمونو نہ آهن، پر شاعريءَ جي سلسلي جي هڪ ڪڙي بنجن ٿا.

هن قسم جي نظمن لاءِ بہ پراڻا نالا ملن ٿا: هڪ ڪبت ۽ ٻيو ملڪي سنڌي. هن سلسلي ۾ نثي وارو علاقو رهنمائي ڪندو نظر اچي ٿو. عالمن جي سڪونت نثي ۾ هئي. عربي ۽ فارسيءَ تي ڪين عبور هو. بلڪ سندن تصنيف ۽ تاليف بہ انهن زبانن ۾ ملي ٿي. انهيءَ هوندي بہ وقت جي تقاضا ڪي نظر ۾ رکي ڪيترن عالمن سنڌي نظم جي هن نموني ۾ پنهنجا مستقل ڪتاب لکيا. هن طويل نظم کي اُن ڪري مُلن واري يا ملڪي سنڌي سڏيو ويو. پير عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان حضرت شيخ يوسف الدين بغدادي سنڌ ۾ تبليغ جي ارادي سان آيو.(1) سندس هٿ تي ڪيترائي لاڙ طرف جا ماڻهو مسلمان ٿيا. انهن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ ضروري هو تہ ڪين سنڌيءَ ۾ تعليم ملي، جنهن اسلامي اصولن کي سمجهي سگهن.

فني لحاظ کان هي اُهو ساڳيو چند تي آڌاريل نظم جو نمونو آهي، جيڪو پير محمد لکويءَ لکيو.(2) پر باقاعدي مڪمل ڪتاب مخدوم ابوالحسن مقدمة الصلواة نالي سان 1700ع ۾ لکيو. هن ڪتاب لاءِ لکڻ عربي حروف جي بنياد تي هڪ الف ب کي اختيار ڪيو. نج سنڌي آوازن لاءِ ڪي نوان حرف مقرر ڪيائين.

ابوالحسن جي طرز کان متاثر ٿي ڪيترا اهڙا طويل نظم لکجڻ ۾ آيا. عام خلق ۾ عالمن جي نالن سان گڏ انهن جي سنڌين (طويل نظمن) جو عام چرچو ٿيو. هي سنڌيون شرعي مسئلن جي سمجهاڻيءَ لاءِ لکيون ويون. پوءِ ڪن عالمن طريقت جي رنگ کي بہ داخل ڪيو ٽالپورن جي زماني تائين اُهو رنگ غالب رهيو ۽ پوءِ عشقيہ موضوع ۽ آخر ۾ ڪي مزاحيہ نظم بہ لکيا ويا. تڏهن بہ گهڻو ڪري سنڌين ۾ ايمان، عقائد ۽ شرعي مسئلن جي چنڊڇاڻ ملي ٿي. وضو ۽ نماز جي سمجهاڻي (ابوالحسن) ڪلمو ۽ حج (ضياؤالدين) ترڪو (گرهوڙي) عام اسلامي اصول ۽ فقه (مخدوم محمدهاشم) رسول ڪريم صلعم جن جي حيات ۽ اسوه حسنہ (مخدوم عبدالله) جو تفصيلي ذڪر ملي ٿو. ان کان پوءِ زڪواة، روزي، خيرات، حرام ۽ حلال، اخلاقي قدرن، ايمان جي صفتن، قبرستان ۾ وڃڻ، اوليائن کان مرادون پنڻ، پڙ وجهڻ، جادو ۽ ڪامڻ، ٽوڻن ڦيڻن، پوشاڪ ۽ تعليم تربيت جو بہ بيان ملي ٿو.

هونئن ڪيترائي شاعر آهن، جن رسول ڪريم صلعم جن جو اسوه حسنہ جو ذڪر هن قسم جي نظم ۾ ڪيو. جهڙوڪ مخدوم غلام محمد بگائي، مولوي

محمد صلاح، ميون عيسو هالائي ۽ مولوي عبدالسلام خاص طور قابل ذڪر آهن. پر جن عالمن 'سنڌيءَ' واري طرز ۾ اڻ مٽ اثر ڇڏيو آهي. تن جو ذڪر دلچسپيءَ کان خالي نہ ٿيندو.

## مخدوم ابوالحسن

مخدوم صاحب جي زندگيءَ جو تفصيلي احوال ڪونہ ٿو ملي. پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو حصو نئي ۾ پڙهڻ پڙهائڻ ۽ تصنيف تاليف ۾ گذاريائين 1700ع ۾ مقدمة الصلواة لکيائين. ان جو مقصد بيان ڪندي چوي ٿو:

ڪارڻ طلب طالبين رسالو لکيوم،
مقدمة الصلواة سنڌي نالو تنهن رکيوم.

هي اُهو زمانو هو، جڏهن سنڌي لاءِ ڪا مقرر الف ب موجود نہ هئي. عربي ۽ فارسيءَ جا عالم فاضل اُن مسئلي ڏانهن ڪو ڌيان ڪونہ ڏيئي رهيا هئا. هرڪو پنهنجي پنهنجي نموني پيو لکندو هو ۽ اُن کي اوڻ تي پڙهبو هو. هيٺين نج سنڌي آوازن لاءِ ڪي بہ حرف موجود ڪونہ هئا: ٻ، ڳ، ڏ، ڄ، ج، ڇ، ٺ، ڀ، ڙ، ڊ، ڍ، ڻ، ڌ، ڱ، گهہ، ٿ، ٽ ۽ ڦ.

ابوالحسن انهن لاءِ بالترتيب هي صورتون قائم ڪيون: ب، گ، د، ج، نج، چهہ، تهہ، بهہ، ڑ ۽ ر، در، ڍ، ن، دهہ، نگ، تر، تهہ ۽ ڦ ۽ پهہ. 1853ع واري ڪميٽيءَ سنڌس ڪي حرف قائم رکيا. مقدمة الصلواة مدرسي ۾ پڙهائڻ لاءِ لکيائين. سناء جي لحاظ کان سنڌس نظم ۾ قافيا چند مصرعن کان پوءِ بدلجي وڃن ٿا. سنڌس توجهہ شعر جي حسن ۽ نزاڪت ڏي گهٽ ۽ مقصديت ڏي وڌيڪ آهي. هن ڪتاب ۾ نماز ۽ وضو توڙي غسل بابت سمجهاڻيون ڏنل آهن. سنڌس اسلوب توڙي الفاظ ۾ سادگي آهي ۽ شعر ۾ ڪوبہ تڪلف ڪونهي.

سند طور ڪتابن مان حوالا بہ ڏنا اٿس. ڪفن بابت چوي ٿو:

بہ ڪرائيون بنهي پارين، مٿيا تن ڪجن،
موڪرائيءَ ۾ ميت ڪي، ويڙهي جئن وڃن،
پر مٿيا پهرين چادر ۾، چيائون گهرجن،
منجهينءَ ۾ ناه ڪو احتياج سنڌو تن،
امداد الفتاح ۽ متانت ۾ انپر تا لکن.

نماز پڄڻ جا سبب ڄاڻائيندي. 'فتح القدير' ۽ 'بحر' جو حوالا ڏي ٿو:

فتح القدير ۽ بحر ۾ هن پر ٿو چوي،
تہ ايڪيتاليهون اوچتي جي ڪنهن ڦيءَ اچي،
سا وري پوءِ نہ پتري، پري وات وجهي،
تہ اهڙي ڦئي نماز کي پڙهيا چون پڄي.

ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ پنهنجي پٽ عبدالعزيز جو نالو آڻي، ڪيس هنن مسئلن

جي سکڻ جي تاڪيد ڪندي پنهنجي نجات لاءِ مناجات ڪري ٿو:

ابول عبدالعزيز پٽ پڇي پڙهين ڪان،
هي مسئلا نماز جا ساري سنڌي واءُ،
تہ مان موهن تن ڪي سکن سهج منجهان،
هن ڪميڻي ڪي ڪن ڪا ڪارڻ ڏٿيءِ دعا.

ابوالحسن ڪوشش ڪري ڪي ڏکيا ۽ ثقيل عربي فارسي لفظ ڪم نہ آندا آهن. هن نج سنڌي لفظ ڪم آندا ۽ لاڙي لهجي ۾ سنڌس ڪتاب ۾ ڪي اهڙا لفظ آهن، جيڪي اڄ عام فهم نہ آهن، پر انهن جو مطالعو بہ دلچسپيءَ کان خالي نہ آهي. مثال طور چند لفظ معنيٰ سميت هن ريت آهن:

وترو = تکو، مهيلي= عورت، جها= جهڙا، ملا = وٺان، ٻجهن= ٻڌجن،
جيٺو= ساڃو، رسائي= رسائي، مرهڻ = معاف ڪرڻ، اُبهڻ= بيهڻ، پنو = پهتو،
ماڙهو = ماڻهو، پانجو= پنهنجو، هوءِ= هجي، توجو = تنهنجو، ڪريج = ڪج،
ويج = وڃج، ۽ ڪجاڙو= ڇا.(3)

## مخدوم ضياءُالدين

سنڌس والد جو نالو مخدوم هارون هو ضياءُ الدين 1677ع ۾ ڄائو. سنڌس پڙڏاڏو مخدوم الياس، سومرن جي زماني ۾ عراق مان لڏي قديم شهر جوڻ ۾ اچي رهيو.(4) ضياءُالدين ٺٽي جي مشهور عالم مخدوم ضياءُالدين وٽ تعليم ورتي. شاہ ڀٽائيءَ جو پيارو دوست مخدوم محمد معين بہ سنڌس هم درس هو. تحصيل ڪري مخدوم ضياءُالدين پنهنجو مدرسو جاري ڪيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي بہ سنڌس شاگرد آهي. مخدوم ضياءُالدين باوجود وڏي علميت جي فقيريءَ جي راہ جو سالڪ ۽ نهايت نوڙت وارو بزرگ هو، پنهنجن همعصرن ۾ وڏي هدايت ۽ ڪافي فيض سان زندگي گذاري آسي ورهن جي ڄمار ۾ گذاري ويو. سنڌس فرزند يار محمد ۽ پوٽو غلام محمد بہ وڏن جي نقش قدم تي هلي، وڏي مان ۽ مرتبي وارا ٿيا.(5)

'مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي' سنڌس ڪتاب آهي، جيڪو هن 'سنڌين' واري سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن ڪتاب ۾ وضو ۽ نماز کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترا مسئلا، عقيدا ۽ فرض بيان ڪيل آهن.

بنيادي طور اسلامي طرز زندگي ۽ عقيدن جي ڄاڻ ڏنل آهي. جهڙوڪ: ٻار ڪي نماز جو عادي ڪرڻ، بالغ ٿيڻ تي مذهبي فرضن کان واقف ڪرڻ، اسلام جا پنج رڪن، ايمان جون ست صفتون، جسم ۽ لباس جي پاڪيزگي، پليد ٿيل شيءِ پاڪ ڪرڻ، وضو ڪرڻ، غسل ڪرڻ، نماز جا وقت ۽ شرط، ٻانگ، واجب، سنتون ۽ مستحب، وتر، نفل ۽ تراويح، نماز بابت ٻي معلومات، حج، روزو ۽ ذڪواة وغيره.

سڄو نظم هڪ ئي قافيي تي نہ لکيو اٿس. ڪٿي ڏهاڪو سٽون هڪ ئي قافيي تي آهن تہ ڪٿي گهٽ وڌ بہ آهن. سٽاءُ، تسلسل ۽ رواني‌ءَ جي لحاظ کان ابوالحسن ۽ ضياءُ الدين ۾ گهٽو فرق ڪونهي. وضوءَ جو بيان ڪندي چوي ٿو:

ست ادب موچارا وضوءَ جا سٽيج،
دستار لاهي مٿي آتان گوڏي تي رکيج،
پهريائين پاڻي ڪرئان هٿ جيٽي هاريج،
پوءِ تون ڏائي هٿ کي ان پر پاڪ ڪريج،
ٻوئي هٿ ڪرائي سين ٻئي ٽترا ڪريج،
پاڻي نڪ ۾ وات کي ساري سڦرو ڏيج،
ڏندڻ هرئي ڪ سڪي سين وات کي سوئيج،
جي نه ليي ڏندڻ ڪي ته آڱر هلائيج،
غر غرا ۾ گرڙيون موچاريون ڪريج.

مخدوم صاحب، جنهن ته لاڙ طرف جو هو تنهن ڪري سندس زبان لاڙ واري آهي. ڪٿي خود ساخته صورتخطي ڪم آندي اٿس ته ڪن هنڌ ابوالحسن واري سرشتي کي قائم رکيو اٿس.

## مخدوم محمد هاشم

هي يگانو عالم 1690ع ۾ ميرپور بٺوري ضلع ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو عبدالغفور هو.(6) ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان مليس. ان کان پوءِ ٺٽي ۾ مولوي محمد سعيد ۽ مخدوم ضياءُالدين کان تعليم ورتائين. مير علي شير قانع کيس ڳوناٺو سڏيو آهي.(7)

مخدوم محمد هاشم فارغ التحصيل ٿيو ۽ ڏٺائين ته ٺٽي توڙي سڄي سنڌ ۾ ڪيتريون بدعتون پکڙيل هيون. هن اسلام جي اصولن جي صريح ڀڃڪڙي ٿيندي ڏٺي. سندس دل ۾ دين جو درد هو ۽ اسلام جي تبليغ ۽ ترويج لاءِ ڪوششون ڪرڻ لڳو. هن سلسلي ۾ مخدوم صاحب نه سنڌ جي حاڪم توڙي افغانستان جي حاڪمن ڏانهن وقت بوقت خط لکيا. سنڌ جي حاڪم کان کيس اهڙو پروانو مليو، جنهن ۾ ملڪي عملدارن کي هدايت ڪيل هئي ته برائين جي پاڙ پٽڻ ۾ مخدوم صاحب سان ٻانهن ٻيلي ٿين. مخدوم محمد هاشم غير شرعي ڪم بند ڪرائڻ ۽ فيصلا شرعي حڪمن موجب ڪرائڻ لاءِ گهڻو پاڻ پتوڙيو. عملي طور کيس گهڻي ڪاميابي حاصل ٿي. تقرير، تحرير توڙي درس ۽ تدريس جي لحاظ کان مخدوم صاحب هڪ وڏو عالم هو. 1135هه ۾ مديني شريف ويو، جتي به عالمن ۾ سندس گهڻو ناماچار ٿيو. حج ڪري 1137هه ۾ موٽندي سورت ۾ هڪ بزرگ سيد محمد سعدالله جو مريد ۽ خليفو ٿيو. انهيءَ سلسلي ۾ مخدوم معين پنهنجي ڪتاب دراسات اللبيب ۾ به لکيو آهي.

مخدوم محمد هاشم ڇهين رجب 1174هه بمطابق 1761ع ۾ وفات ڪئي. سندس مدفن مڪليءَ تي آهي. سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر جي علمي حلقن ۾ هي عالم سدا جيئرو آهي. سندس تصنيفون نه رڳو سنڌيءَ ۾ آهن، پر سندس علمي آثارن جو وڏو ڀاڱو عربي ۽ فارسيءَ ۾ آهي. سندس عربي ڪتاب جامع الازهر ۾ پڙهايا

ويندا هئا.

سنڌيءَ ۾ مخدوم صاحب جا هن قسم جي نظم ۾ لکيل ڪتاب هيٺيان آهن: ”تفسير پاره عم“ ۽ ”تفسير تبارڪ“، ”فرائض الاسلام“، ”زاد الفقير“، ”قوت العاشقين“، ۽ ذبح شڪار. سنڌس هي ڪتاب نهايت اهم آهن. قوت العاشقين، ۾ معجزا ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب جو هڪ قلمي نسخو سنڌالاجيءَ ۾ به موجود آهي. ڪتاب ڇپجي به چڪو آهي. ڪتاب ”فرائض الاسلام“ ۾ تفصيلي بحث آهي. جنهن ۾ اسلام جي مڪمل معلومات فراهم ڪيل آهي. هي ڪتاب مخدوم صاحب پهريائين عربيءَ ۾ لکيو ۽ پوءِ اُن جو سنڌي ترجمو ڪيائين. ابوالحسن جي برپا ڪيل مدرسي ۾ جڏهن ”مقدمة الصلواة“ بدران هي ڪتاب پڙهائڻ شروع ڪيائين ته جهونن شاگردن اعتراض ڪيو. ان ڪري مخدوم صاحب مقدمة الصلواة وري جاري ڪيو پر اُن ۾ ڪي ترميمون ۽ اضافا ڪيائين.

”فرائض الاسلام“ ۾ اهي سڀ ڳالهيون بيان ٿيل آهن، جيڪي اسلامي فرضن ۾ شمار ٿين ٿيون. هن ڪتاب ۾ ابوالحسن جي ڄاڻايل ڪن مسئلن سان اختلاف ڪيو ۽ اشاري طور انهن جو ذڪر ڪيو اٿس. ڪتاب ۾ ڪل ٻارهن هزار مصرعون آهن. ٿورن مصرعن کان سواءِ سڀ الف اشباع جي قافيي تي آهن.

رسالي ”ذبح شڪار“ جو تت هي آهي ته جانور کي ڪيئن حلال ڪجي. حلال ڪيل جانور جي مڪروه ٿيڻ جي حالت، حلال ۽ حرام جانور وغيره. هن ننڍي رسالي جو لکجڻ به اِن ضرورت تحت هو ته مسلمانن کي صحيح رستو ڏسجي:

هينئڙي منجهه حقير جي اچي وهم پيو،
ماٺهو مسئلا ذبح ۽ شڪار جا پڇن گهڻيرو،
ڪي لکجي تن منجهان گهڻو جي ٿورو.

”زادالفقير“ ۾ روزي جي اهميت ۽ ماهيت توڙي شرعي حيثيت تي بحث ڪيو ويو آهي.(8)

روزي کي زاد يعني ثمر ٿو سڏي. 1125هه ۾ لکيل هن ڪتاب ۾ اهڙو اظهار ڪري ٿو ته عربي ماڻهن کي ڏکي ٿي لڳي، ان ڪري سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکي هو هڪ مقصد کي پورو ڪري رهيو آهي:

عربي اجاڻن کي گهڻو ڏهلي هوءِ،
سنڌي ڪيم سهڪي چان سکي سيڪوءِ.

هن ڪتاب ۾ رمضان جي چنڊ ڏسڻ، روزي جي اهميت، روزي جي قسمن، سحري ۽ افطار جي وقتن سان گڏ ٻي گهربل معلومات گڏ ڪيل آهي.

سٽاءَ جي لحاظ کان مخدوم محمد هاشم جو هن ڪتاب ۾ لکيل نظم نسبتاً پختو ۽ وڻندڙ آهي:

بقا ناهي بلاد کي دنيا ناهي دوام،
اجل ٿو اوتون ڪري، ٿي قريب قيام.

سمر سنڌي ساٿيا، ڪريو تات تمام،
ڪريو ياد ڪريم کي، سنجهي صبح شام،
مڇڻ ويسارا وهو، آڀيو منجهہ اسلام،
ڪهو ڪلمو صدق سين،مٿي محمد ڄام.

مٿين چند سٽن مان خبر پوي ٿي تہ مخدوم محمد هاشم جي ڪلام ۾ عربي لفظن جو بہ چڱو ذخيرو موجود آهي. سندس ڪلام ۾ تجنيس حرفيءَ جا بہ سهڻا مثال موجود آهن. دنيا جي بي ثباتيءَ بابت ڪيترو نہ سهڻو چيو اٿس. 'بقا ناهي بلاد کي دنيا ناهي دوام.'

## مخدوم عبدالله

ڪلهوڙن جي ئي زماني جو هي يگانو عالم ڪيترن ئي علمي ۽ ديني ڪتابن جو مصنف آهي. سنڌ جي تذڪره نگارن غلطي کان هن بزرگ جون تصنيفون سندس هڪ هم نام ميان عبدالله واعظ عرف ميان مورئي جي نالي منسوب ڪري ڇڏيون. ان ڪري اصل مصنف گمناميءَ ۾ رهيو. تازين تحقيقن مان معلوم ٿيو آهي تہ جيڪي بہ ڪتاب عبدالله واعظ عرف ميان مورئي جي نالي ۾ڌڻ ۾ پئي آيا سي مخدوم عبدالله مندري نرئي واري جا آهن.(9)

مخدوم عبدالله ذات جو مندرو (منڍرو) هو. هو اصل بدين تعلقي جو هو. سندس ڳوٺ جو نالو ماندر (10) جاٿايل آهي. سندس تعليم ٺٽي ۾ ٿي ۽ مخدوم محمد هاشم جو شاگرد هو. ڪن اٿتر سببن ڪري ماندر (مانڌر) مان لڏي ڪڇ جي نري يا نرئي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. اتي بہ ڪيس نہ سنو وبو. اتان لڏي ٻئي ڳوٺ سريءَ تعلقي ابڙاسو ۾ وڃي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. ڪڇ جو راجا بہ سندس عزت ڪندو هو. مخدوم صاحب جو اولاد ڪڇ ۽ ڪراچي ۾ رهي ٿو. پروفيسر مولانا قاسمي صاحب جي لکڻ موجب مخدوم صاحب جي ڪتابن جو وڏو ذخيرو سندس پوين وٽ ڪڇ ۾ محفوظ آهي.(11)

مخدوم عبدالله جا گهڻا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. پر سندس عظيم ۽ ذخيم علمي ڪارنامو "خزانہ اعظم" جو اٺن جلدن تي مشتمل آهي، سو اجان پير جهنڊي جي ڪتبخاني ۾ قلمي صورت ۾ پيل آهي.(12) مخدوم صاحب جا ڪتاب هي آهن: "ڪنزالعبرت"، "قمر المنير"، "غزوات"، "تفسير يوسف" ۽ "خزانہ اعظم". هن هيٺ ٻن مشهور ڪتابن جو جائزو پيش ڪجي ٿو.

"ڪنزالعبرت" ۾ 'مڙيئي مسئلا شرع جا' گڏ ڪيل آهن. جيڪي ڪيس حديث ۽ فقهہ جي ڪتابن ۾ مليا ۽ انهن کي قرآن شريف جي روشنيءَ ۾ نظم ڪيو اٿس. 1175هہ ۾ لکيل هن جامع ڪتاب ۾ هڪ طرف مضمون جي گونا گوني آهي تہ ٻئي طرف مسئلن جي اُپٽار ۽ علمي ڇنڊڇاڻ آهي، هر مسئلي جو بيان دليل سان ڪيل آهي. فرضن، واجبن، سنتن سان گڏ منع ڪيل عملن جو ذڪر بہ ڪيو اٿس. مثال طور:

لڪن ڪتابن ۾ انپر تا علماءِ،
ڪرڻ زيارت عورتن کي آهي ڪراهتا،
بلڪ هن زماني ۾ حرام چيائون آهه،

ڪنهن به مسئلي جي سمجهاڻيءَ کي وڌيڪ واضح ۽ موثر بنائڻ لاءِ ڪي قصا ۽ رسول ڪريم صلعم جي حيات پاڪ مان مثال به ڏنا اٿس. ذات پات جي مت ڀيد ۽ وڏائيءَ کي واضح لفظن ۾ ننديو، چوڙڪاري جي باري ۾ چوي ٿو:

مور نه ٿيندو مهند سو ذات جي سببا،
نه ڪي سيد آهيان ڪ قريشن منجهان،
آءٌ چٽندس عملن ري ذات جي سببا.
ڪ آهيان پوٽو پيرن جو ۽ وڏيرن وياءُ،
منهنجا ڏاڏا پاٺهي مون کي ڇڏائيندا،
متان ڀروسو انهيءَ ڳالهه تي ڪري ڪو ادا،
سيڪو لهندو پورهيو موجب ڪمائيا.

"ڪنزالعبرت" "اوامر" ۽ نواهي بابت هڪ مڪمل ڪتاب آهي، جنهن ۾ قبرن تي وڃڻ، مجازي عشق، شرابنوشي، نذر نياز، سرود سماع ۽ ٻين ڪيترن مسئلن تي تفصيل سان بحث ڪيل آهي.

"قمر المنير" جو بنياد عربي ڪتاب "شرح سراج المنير" تي آهي. جنهن ۾ حضرت رسول ڪريم صلعم جن جي پاڪ زندگي ۽ اسوه حسنه جو بيان آهي. مخدوم عبدالله ان ساري سهڻي ذڪر کي سنڌي نظمي ويس ڍڪايو آهي. ڪتاب جي شروعات نهايت پرسوز ۽ پردرد انداز ۾ ڪيل آهي، ان لاءِ خانبهادر ميمڻ بلڪل صحيح لکيو آهي ته مخدوم صاحب ههڙي قسم جو نظم اڪثر ان وقت لکندو هو جنهن وقت سندس دل تي غمن جو بار هوندو هو.(13) عزيزن جي وڇوڙي ۽ فراق جي صدمي کي لفظن جو جامو ڍڪائيندي چوي ٿو:

گوندر مٿي گوندرين اپر اوتون ڪن،
موت مشڪلاتون مفارقتون هم غم هزارن،

موت جا صدما سهڻ کان سواءِ هن ڪن طرفن کان سرد مهريءَ جا صدما به سنا. لکي ٿو:

ويو ميٺ مڙن مان ڪو جو واءُ ورين.

تمهيد بيان ڪرڻ کان پوءِ حضور پاڪ جي حياتيءَ جي احوال تي اچي ٿو. هو چوي ٿو ته حضور پاڪ جي حياتيءَ جي احوال جي واقفيت مان انسان کي متانت ۽ سنجيدگي حاصل ٿئي ٿي. نظم ۾ محاڪات ۽ منظر نگاريءَ جا سهڻا مثال موجود آهن. معراج نبويءَ جو بيان ڪندي براق جي تصوير هنن لفظن ۾ پيش ڪري ٿو:

جئن پاتو پير رڪاب ۾، رحمت عالمين،
براق پڄي اڳهون ٿيو اپيي نہ اسپ سندن،
پٽ نہ جهلي سو پانهنجي اڳيان عجيبن،
هينئڙي هٺڪارون ڪري، ڪڏي پر قدمن.

حضرت جبريل براق کي هڪل ڪري چوي ٿو تہ تو سڃاتو ڪونہ تہ محبوبن جو مهندار توتي سواري ڪرڻ وارو آهي ۽ براق جو جواب آهي تہ:

چي گهڻو سڃاڻان گوهر اي دادلو ڏٺين،
مولي سندو محبوب جو، سو سيئي سڃاڻن،
اکين تي آءُ ڪٽان پيزارون پرين،
پر جاٺي ڪيم سرڪشي ايءُ اڳيان عجيبن،
تان مون سين ڪري وعدو ور تهان پوءِ چڙهن.

انهن پارڪن کي هن نظم لاءِ وري سوچڻو پوندو تہ هي شاعري جي اصولن سان سينگاريل آهي يا سندن چوڻ موجب نثر آهي.(14)

"قمر المنير" جو سڄو نظم 'ن' جي قافيي تي آڌاريل آهي. پختگي توڙي شعريت جي لحاظ کان اڳين مڙني نظمن ۾ نشانبر ۽ معياري آهي. نہ رڳو هم عصر دؤر ۾ پر ڪبت يا 'سنڌي' جي نالي واري نظم جي ارتقائي تاريخ ۾ "قمر المنير" اهم آهي.

## عبدالرحيم گرهوڙي

سنڌ جو هي مجاهد ۽ عالم پنهنجن ڪارنامن جي ڪري گهڻو مشهور آهي. ذات جو مگريو هو.(15) ڳوٺ واڙ تعلقي ڪپري ضلع سانگهڙ ۾ 1739ع ۾ ڄائو.(16) فقهہ ۽ تفسير جي تعليم ڇوٽيارين ۾ ورتائين.(17) جتي مشهور عالم ۽ مدرس مٺين مبين وٽ پڙهيو. پنهنجي ذهن ۽ ذڪاوت سبب پڙهي پرجهي هڪ يگانو عالم بڻيو. هو ڪتابي علم تي گهڻو تڪيو نہ ڪندو هو. عقل سليم ۽ اجتهاد تي هلندو هو. پنهنجي علم تي ناز بہ هوس. اڪثر اهل دل ۽ درويشن تان ننوليون ڪندو هو. نيٺ هڪ ڏينهن اهڙو آيو، جو هو لنواريءَ جي لال حضرت سلطان اولياء خواجہ محمد زمان جو هلي وڃي مريد ٿيو ۽ سڄو هٺ هاري ڇڏيائين.(18) حضرت کان فيض وني گرهوڙ موٽيو:

اتران عيد ٿي، ڏکڻ ڏنو چنڊ،
جهڙي قري جند، آيو گڙ گرهوڙ ۾.

علم جي ڪري ڏاڪو جميل هوس، هاڻي تہ ڏکن ڏڏي خلق جي ڏانهس گهڻي ڇڪ ٿي.

حضرت سلطان الاولياء جي جامي بدلاڻ تي گاديءَ تان تڪرار ٿيو تہ گرهوڙي صاحب، خواجہ گل محمد ولد سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان جي

حمايت ڪئي ۽ خواجہ گل محمد گاديءَ تي ويٺو. عام خلق ۾ گرهوڙي صاحب بابت تمام گهڻيون خوش اعتقاديءَ جهڙيون ڳالهيون موجود آهن. انهن سڀني جو تجزيو ۽ تذڪرو ڊاڪٽر دائود پوٽي پنهنجي ھن ڪتابن ۾ ڪيو آهي.(19)

گرهوڙي صاحب کي جهاد جو شوق هو. هو شرڪ ۽ بدعت جو جاني دشمن هو. پير پٺوري تي بانگ ڏيارڻ ۽ ٽنڍي جان محمد وارو ٽڙ وڍڻ سندس بہ مشهور ڪارناما آهن، پر جنهن معرڪي ۾ پاڻ شهيد ٿيو، سو مهاڏيو جي مڙهيءَ واري پروهت سان سندس دوبدو لڙائي آهي. اهو سال 1778ع هو.

سنڌيءَ کان سواءِ عربي ۽ فارسيءَ ۾ هيٺيون تصنيف ۽ تاليف اٿس: "فتح الفصل"، "مڪتوبات"، "رسالہ گل نما" ۽ "شرح ابيات". سنڌيءَ ۾ سندس طويل نظم ۾ ڪن سورتن جا تفسير ۽ ايمان بابت بہ آهن تہ ترڪي ۽ حقيقت محمديءَ بابت بہ. پوئين موضوع تي فن ۽ فڪر جي لحاظ کان جيڪا پالوت ڪئي اٿس سا وسارڻ جي ناهي.

اڪثر عالمن ۾ رسول ڪريم صلعم جن جي باري ۾ جيڪو نور ۽ بشر وارو بحث رهيو آهي، تنهن کي اعتقاد توڙي علم جي روشنيءَ ۾ سمجهايو ويو آهي. هن سلسلي ۾ نور محمدي، حقيقت محمدي ۽ بشريت محمدي کي سڄاڻ عالمن سمجهايو آهي. گرهوڙي صاحب بہ انهن مان هڪ هو. هو چوي ٿو:

اصل مڙني ماهيتين، ماهيت محبوبا،
آگو چو م ان کي م ڪي مخلوقا.
مدح ۾ محبوب جي هاتڪ حيرانا،
حقيقت حبيب جي عجب جهڙي آءِ،
جامع ليل نهار کي شفق جي ساجاهہ،
آدم ولد ان جو توڙي والد آهہ،
والد آهہ وڻ جيئن ميوو مولودا،

اسم ساڻ الله جي، سيئي ٿوڪ ٿيا،
جو خالق مخلوقن جو، رهبر رحيما،
صلواتون سرور اتي ، جو جوهر جهانا،

سي ڪئن سڄاڻن سپرين، جنين قلب ستا،
سٺي صورت ظاهري آين آراما، دار
دنيا جو ڇڏي، لنگهہ لقاپور ڏانهہ،
جي دنيا دار ۾ پرين ٿيا پترا،
تہ هوند نہ رهيو هڪڙو ڪافر منجهہ ڪفرا،
لالن لقاپور رهي پتر پاڇويا.

وحدت جي واديءَ جا سير ڪرائي ٿو ۽ ڪل مخلوق جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

حمد لائق حق کي، جو خالق ڪل خلقن،
ساراهجي مخلوق تہ ساراهہ رب سمجهن،
ڪنان ڪنيارن سقرا تہ اوءَ سقرائي آن،
پاڻيءَ چند چمڪيو تہ ايءَ آهي سونهن آين،
بجهڻ وارن بجهيو، بجهيو تان نہ بين،
نچڻ وارا پولڙا اڳيان استادن،
مالڪ مڙني مون ڏٺي ، واري تئن ورن.

گرهوڙي صاحب کان پوءِ ڪيترا ٻيا بہ عالم ساماڻا جن ڪي نہ ڪي مسئلا سنڌيءَ جي طرز تي لکيا، انهن مان ڪن رسول ڪريم جن جي سوانح ، معجزن ۽ ڪيترن ٻين موضوعن تي لکيو. ڪيترين مداحون، مناجاتون بہ هن طرز تي لکيل آهن. مذهبي نوعيت جو توڙي قصي نويسيءَ جوگهڻو مواد بہ ملي ٿو. پر جن عالمن هن طرز کي متعارف ڪرايو ۽ قبول ڪيو، سي ابوالحسن ، ضياءالدين، محمد هاشم، عبدالله ۽ گرهوڙي صاحب آهن.(20)

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:

1- ميمڻ، محمد صديق: "سنڌ جي ادبي تاريخ" ، (ٻاڳو پهريون) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، 1937ع ص113

2- چند وديا تي اڏاريل هن نظم ۾ ڪٿي دوهي وارا چند بہ آهن. ۽ ڪن سٽن ۾ ت بروا، چندرين ۽ دڪپال چند بہ پورا اچن ٿا. تفصيلي مطالعي لاءِ پروفيسر جهمٽمل جو ڪتاب "چند" "سگند" ۽ منهنجو ڪتاب "سنڌيون" ڏسڻ کپي.

3- 'مقدمتہ الصلواۃ' جو جهوني ۾ جهونو ڇاپي نسخو 1861ع جو آهي. پوءِ ڪيترا ليٿو ۽ ٽائيپ ۾ ڇاپا نڪتا.

4- ميمڻ محمد صديق: "سنڌ جي ادبي تاريخ " ، (ٻاڳو پهريون) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد،1937ع، ص131، قانع لکي ٿو تہ پهريائين ورياه ۽ پوءِ ٽي ۾ وڃي ويٺو . تحفۃالڪرام سنڌي ص 561

5- قانع، مير علي شير: "تحفۃ الڪرام" (سنڌي) سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1957ع ص ص561،558

6- خانبهادر محمد صديق ميمڻ، مخدوم محمد هاشم جي والد جو نالو عبداللطيف لکيو آهي، "سنڌ جي ادبي تاريخ "ج 1، 1937ع ص 149) جيڪو صحيح نہ آهي. عبداللطيف سندس فرزند جو نالو هو، مخدوم محمد هاشم جو شجرو هنريت آهي: محمد هاشم بن عبدالغفور بن عبدالرحمٰن بن عبداللطيف بن عبدالرحمٰن بن خيرالدين سنڌي ٺٽوي، قانع: "مقالات الشعرا" ، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ص ص 841--842ء 'مهراڻ جون موجون' ص177.

7- قانع: " تحفۃ الڪرام ( سنڌي) ص565.

8- "تذڪره لطفي" (ٻاڳو پهريون) ۾ پروفيسر لطف الله بدوي ' زادالفقير' جي مصنف جو نالو عبدالخالق لکيو آهي. (ڇاپو ٻيو ص 322) اهو صحيح نہ آهي. عبدالخالق جو ڪتاب

"مطلوب المومنين" آهي ۽ نہ 'زادالفقير' .

9- ڏسو مولانا محمد مدني ( ڪراچي) جو ڇپايل "ڪنزالعبرت" 1961ع مهاڳ ص ، ب: مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب مهاڳ، ۾ اها تحقيق پيش ڪئي آهي.

10- بدين تعلقي جي سڄي ڏاڪڻين حصي کي منڊرا قوم جي نسبت سان مانڊر چئجي ٿو. آئون هن تر جو رهاڪو آهيان ۽ ماندر يا مانڊر نالي سان ڪو بہ ڳوٺ مون کي ڪو نہ سمجهي.

11- رجوع ڪريو، حوالو نمبر 9 مهاڳ، ص"ج" .

12- 1967ع ۾ مون کي هن ڪتاب جي ڏسڻ جو موقعو مليو. بنيادي طور معلومات گهڻو اڳ منهنجي مهربان استاد پروفيسر مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب مون کي ايم. اي. جي مقالي، 'سنڌيون' لاءِ عنايت ڪئي ، جيڪو 1962ع ۾ لکيم ۽ 1970ع ۾ شايع ٿيو.

13- ميمڻ محمد صديق: 'سنڌ جي ادبي تاريخ ' ، پاڳو پهريون، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، 1937ع، ص 241

14- شمس الدين عرسائي پنهنجي مقالي "سنڌي نثر جي شروعات" نئين زندگي آڪٽوبر1964ع ۾ ابولحسن ۽ ٻين عالمن جي سنڌين کي نثر سڏيو. مون ان جو جواب پنهنجي هڪ مقالي 'ڪبت نثر آهي يا نظم' ، نئين زندگي جون 1965ع ۾ ڏنو.

15- ڪيس "موسيجو" بہ سڏيو ويو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: اخبار 'تارج' 15 آگسٽ 1955ع

16- جتوئي ، علي نواز، پروفيسر: "سنڌي ڪلام مخدوم شهيد ميان عبدالرحيم گرهوڙي جو" . آزاد بوڪ ڊيپو حيدرآباد ، 1956ع ص 5.

17- دائود پوٽو، عمرمحمد، ڊاڪٽر: "ڪلام گرهوڙي" ، سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي.1956ع. ص ص 9.8ءِ 10.

18- گربخشاڻي ، هوتچند مولچند ڊاڪٽر. "لنواريءَ جا لال" ، ايجوڪيشنل پبلشنگ هائوس ڪراچي،1934ع ص 57.

19- "ابيات سنڌي" ۽ "ڪلام گرهوڙي" .

20- هن سلسلي ۾ دائري وارن جي سنڌي بہ مشهور آهي. جنهن کي ڊاڪٽر بلوچ صاحب 1970ع ۾ ايڊٽ ڪري "مصلح المفتاح" جي نالي سان انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي سنڌ يونيورسٽيءَ پاران شايع ڪيو آهي. جيڪو نماز جي سلسلي جو آهي.

## باب ٽيون

# سچل جي شاعري

سچل جون تصنيفون سنڌيءَ کان سواءِ فارسي، اردو، پنجابي ۽ سرائڪيءَ ۾ بہ آهن. فارسي ديوان ۾ پاڻ کي "آشڪارا" ٿو سڏي . مثنوين ۾ 'خدا ئي' ، تخلص ڪيو اٿس. سنڌيءَ ۾ 'سچو' ۽ 'سچل' تخلق ڪيو اٿس. سچل جي ڪلام جو تفصيل هن ريت آهي:

1 - ديوان آشڪارا (فارسي)
2- راز نامہ (فارسي)
3-تار نامہ (فارسي)
4- رهبر نامہ (فارسي)
5- گداز نامہ (فارسي)
6-رسالو (سنڌي ۽سرائڪي)
7- وصلت نامہ
8- غزل بحرطويل
9- وحدت نامہ.
10 - عشق نامہ
11 - درد نامہ.

سچل جو اردو ۽ پنجابي ڪلام بہ رسالي ۾ آيل آهي. بقول شاهہ پيتائيءَ جي سچل ان ڪنيءَ جي ڍڪڻ لاهي ڇڏيو، جيڪا شاهہ صاحب رڌي هئي. هيئن ته: "شاهہ صاحب جيڪي روحاني حقيقتون پردي ۽ پوش سان بيان ڪيون آهن، سي سچل سرمست بي ڌڙڪ ٿي کليون کلايون چئي ڏنيون آهن" .

سنڌ جو هي عظيم ۽ بيباڪ شاعر هنڌين ماڳين مشهور آهي. سچل سرمست جو شجرو حضرت عمر فاروق رضہ سان ملي ٿو. سندس ڏاڏو ميان محمد حافظ عرف صاحبڏنو.(1101-1192هہ) ڪلهوڙن وٽ وڏي عهدي تي فائز هو. سچل جو والد ميان صلاح الدين وڏو هو، پر گاديءَ تي ننڍو ميان عبدالحق وينو.

سچل سرمست، جنهن جو اصل نالو عبدالوهاب رکيو ويو، سو 1152هہ بمطابق 1739ع ۾ ڄائو. ابتدا ۾ قرآن شريف حافظ عبدالله وٽ پڙهيو. خواجہ عبدالحق جيڪو سچل جو چاچو ۽ روحاني رهبر هو تنهن کيس فارسي، عربي تصوف جي حقيقت کان واقف ڪيو. سچل سرمست کي ننڍي هوندي بہ اڪيلو گذاريندو هو ۽ تن تنها جهنگ ۾ گهمندو هو ۽ بلڪل مانت ۽ صبر ۽ فڪر ۾ هوندو هو. صغيريءَ کان وٺي آخر عمر تائين نہ ڪنهن شڪار جي ويجهو ويو ۽ نہ ڪڏهن

پنهنجي هٿ سان ڪنهن جانور کي ذبح ڪيائين.

’جواني ۽ ايام شباب ۾ نماز جو پورو پابند هو. ورد وظيفن ۾ مشغول رهندو هو. پنجاهه سالن جي عمر کي پهتو ته پوءِ موج مستيءَ ۾ عروج جي حالت ۾ بيخود ٿيو استغراق ۾ رهندو هو‘ . مرزا علي قلي بيگ لکي ٿو ته: شعر مستيءَ ۽ بيهوشي جي حالت ۾ چوندو ويندو هو. منشي ۽ فقير لکندا ويندا هئا ۽ جڏهن هوش ۾ ايندو هو ته چئي ٻڌائيندا هئس ته پاڻ چوندو هو ته بابا اهو چوڻ واري چيو آهي، مون کي ته خبر به ڪانهي.(1)

سچل سرمست جي شخصيت ۾ سادگي ۽ وقار جا چٽا اهڃاڻ ملن ٿا. هو سادو ڪائيندو هو، سادو پهريندو هو. مولوي راڻيپوريءَ سندس شڪل شبيهه ۽ لباس بابت لکيو آهي: ’سندس قد سنئون سنوَ درميانو هو. رنگ صاف ڪليل بادام جهڙو، خط و خال دلڪش، اکيون وڏيون چيروون آهو چشم، وار گيسو دراز. اڇو پيراهن ۽ اڇي ڪٽيءَ جي چادر يا اڇي ڪاڏيءَ جي گوڏ ٻڌندو هو. سبز تاج مٿي تي پائيندو هو. موج ۽ مستيءَ جي حالت ۾ اڻ ڪان پوءِ پيادو هلندو هو‘ .

سچل ڪنهن به قسم جو نشو نه واپرائيندو هو. پنهنجي مرشد ۽ چاچي، خواجه عبدالحق جي نياڻيءَ سان سندس شادي ٿي. هڪ فرزند ڄائس پر اهو ننڍي هوندي وفات ڪري ويو. سچل سرمست ڪلام چوندو هو ته مٿس وجد جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. تنبور ڪٽي نچندو ۽ ڳائيندو هو. اکين مان آب جاري هوندو هوس. سندس ڪلام ۾ بيت، وايون ، غزل، مثنويون سي حرفيون ، مرثيا، مدح ۽ جهولڻا شامل آهن. ڪن محققن اندازو لڳايو آهي ته ٽي سگهي ٿو اجا به سندس اڻ ڇپيل ڪلام هجي.

سچل سرمست جي شاعري درد جو هڪ دريا آهي. پر ڪن محققن ههڙي درد آشنا شاعر بابت عجيب ۽ غريب قسم جا رايا ڏنا آهن. آغا غلام نبي صوفيءَ عقيدت وچان ايستائين به چيو ته سچل سرمست شاعري توڙي روحانيت ۾ شاهه ڀٽائيءَ کان گهڻو بلند آهي. جنهن جو جواب پروفيسر لطف الله بدوي تڪذري جي پهرئين جلد ۾ نهايت مناسب لفظن ۾ ڏنو آهي. بدوي صاحب لکيو آهي ته ٻن اهل دل جي ڀيٽ ڪرڻ ڪو علمي ڪارنامو ڪونهي.

شاعريءَ جي ڀيٽ ڪرڻ سان اڃا ڪارا پڌرا ٿي پون ٿا. سچل سرمست بيشڪ هڪ اعلي درجي جو شاعر آهي. پر شاهه صاحب سان سندس "شاعرانه مقابلو" ڪنهن به طرح مناسب ڪونهي. شاهه صاحب جي ڪيترن سرن جا موضوع سچل جي اڳيان رهيا آهن. ڪنهن به محقق اهو ثابت نه ڪيو آهي ته سچل سائين ڪنهن مقام تي شاهه صاحب کان وڌي ويو آهي. هن جملي معترضه مان مراد سچل سرمست جي شاعريءَ جي تضحيڪ ڪرڻ نه آهي. هيٺ پنهنجن لفظن ۾ سچل سرمست جي ڪلام تي تبصرو ڏجي ٿو.

سچل، جنهن کي اسين "سرمست" ٿا چئون، سو اها مناسبت ڪا اتفاقي ڪا نه آهي. سندس ڪلام جو گهرو مطالعو ڪبو ته ظاهر ٿيندو ته سچل سرمست

جي ڪلام ۾ هڪ طرف مستيءَ جو دريا موجزن آهي تہ ٻئي طرف درد جا واهڙ وهائي ڇڏيا اٿس. سندس قول آهي تہ 'بيدرد نامرد' .

سچل سرمست پنهنجي پر ۾ هڪ 'محو ولي' هو. هن تي جيڪو استغراق جي ڪيفيت رهندي هئي، تنهن ۾ هن جيڪي ٻول ٻوليا آهن، باغ جي بلبل وانگر جي لڪي لاتيون ڪيون آهن، تن جي سيني پهلوئن جو ڀرپور جائزو وٺڻ ئي هر ڪنهن جي وس ۾ ڪونهي. سندس ڪلام ۾ جنهن جرئت رندانہ جي جهلڪ ملي ٿي، تنهن مون کي ڪيترا ڀيرا سچل سرمست جي شخصيت بابت سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ سوچيو هوندم تہ سچل سرمست ڪهڙو هوندو. ان سوال جي جواب ۾ ڪبير ۽ سچل جا بيت وري وري منهن سامهون آيا هوندا. ڪبير چوي ٿو:

حدين جائي هر ڪوءِ، بيحد نہ جائي ڪوءِ،
بيحد ڪي ميدان ۾ ، ڪڙا ڪبيرا روءِ،

سچل سرمست چوي ٿو:

حدين وڃي هر ڪوءِ، بيحد وڃي پير،
سچو سو فقير، جو حد لاحد لنگهي وڃي.

ان مان واضح آهي تہ هي بيحد جي ميدان ۾ بيهي روئڻ وارو نہ آهي پر اها حد بہ لنگهي ٿو وڃي. پنهنجي رهڻ وارو نہ آهي. گفتي جي بيباڪي هن مان ظاهر ٿئي ٿي. سندس صوفياڻو ڪلام اهڙي بيباڪي جو مظهر آهي. جا ڳالهہ ٻين پردي پوش ۾ چئي سا پڌري پٽ چئي ڇڏيائين ۽ مذهبي حلقن ۾ رنجش پيدا ٿي. محويت جي عالم ۾ جيڪي ڪجهہ چيائين، تنهن کي سمجهڻ بدران ان ۾ ظاهري لفظن جي بنياد تي عجيب چميگويون ٿيون.

ڪي ڪي ڳالهيون لفظن جي بنياد تي ايترو واضح هونديون آهن، جو اعتراض ڪرڻ وارن کي دليل جي ڍال سان بہ روڪي نہ سگهبو. مثال طور سچل سرمست چوي ٿو:

ڪلمو پڙهان تہ ڪافر ٿيان، گهڙان نہ انهيءَ گهيڙ،
جاڏي راه رسول جي، تاڏي نہ ٻريان پير،
جي من مان ڪيان نہ مير، تہ حضوري حاصل نہ ٿئي.
يا
ايجهو ڪم ڪريجي، جنهن وچ الله آپ ٻٽيجي.

سسئي پنهون جي پردي ۾ هجي تہ ڳالهہ لڪائي بہ سگهجي. ظاهر ظهور بيان ۾ ڪنهن لڪ جي گنجائش ئي نہ آهي. سسئي پنهون يا ڪنهن قصي جي اوٽ ۾ بہ گهٽا نينهن جانعرا هنيا اٿس:

پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وڃڻ ڇو ڪاهين.
پاڻ پنهون مان آهيان، ڙي ڀينر ٻلي ناهيان.(2)

صوفيانہ خيالن جو اهو ڏک وارو اظهار بہ سچل سرمست وٽ آهي پر بنيادي طور سندس بيباڪي ايترن ڏک جي پردن کان بہ ٻاهر ايندي پني نظر اچي. مختلف سرن جهڙوڪ: سسئي ، مارئي، نوري ڄام تماچي، پورب ۽ مومل راڻو ۾ بہ بيت چيا اٿس. روجهن بابت، مرغ نامہ ۽ وحدت نامہ جا بيت سندس ڪلام جو مرڪز آهن. مرغ نامي ۾ سچل سرمست درد جا دريا وهائي ڇڏيا آهن.

سچل جي هيءَ سرمستي ۽ بي آرامي ، اندر جي هڪ اُچل سبب آهي. جيڪڏهن ان کي عطار واري اڇل ڪري ليکجي تہ غلط نہ ٿيندو. عطار لاءِ ڪيس گهڻي عزت هئي. 'عطار نہ بود آنکہ خدا بود خدا بود' ، صاف صاف ان کي خدا ڪري ڇڏيو اٿس. حسن جهان سوز جي تپش سچل کي ائين ساڙيو،جيئن هن حسن ازل عطار کي دلنواز رخ جي عشق ۾ مرڻ لاءِ تيار ڪيو. عطار چيو:

مردن از عشق رخ آن دلنواز،
بهتر از صد زندگانيءِ دراز.

ان حسن جو پرتوو سچل تي پيو تہ ائين سمجهيائين تہ دوست دريءَ مان جهاتي پائي، دل کي پنهنجي مٺ ۾ وٺي نپوڙي هليو ويو. چوي ٿو:

دريءَ منجهاروُن دوست ڏنوسي، لالن ليئڙو پايو هليو ويو.

حسن جي حديث ۽ عشق جي آلاپن ۾ سچل سرمست پنهنجي قادرالڪلاميءَ جو سمورو زور صرف ڪري ڇڏيو. حقيقت ۽ مجاز جو ليڪو هت بہ آهي. اسين سچل کي فقط عشق ۾ ممتاز ۽ خوديءَ ۾ سرفراز ڏسون ٿا. محبوب جي جادوگر اکين ۽ نيڻن جي نيزن سندس دل کي نشانو بنايو آهي:

انهن جادوگر اکين، بيران ڪيوسي،
انهن نيڻن سندي نازن، حيران ڪيوسي،
ميدان منجهہ سچو، تهدليون آيو آهي،
انهن تارن سندين تبرن، نيشان ڪيوسي.

هو دلبر جي نيڻن جي نازن ۾ حقيقي محبوب کي ليي ٿو ۽ عرش ڪرسيءَ جي حاجت ئي نٿو ڄاڻي:

ڪي تا پڇن پرينءَ کي، ڪرسيءَ يا عرش اتي،
تنهنجي اکين منجهان سهڻا اسرار ڏنو سي.

سچڻ جي سونهن جا سڀ پار پتا اٿس. حسن جي حقيقت کان واقف آهي. سراپا جو ذڪر ٿو ڪري تہ زلف جي ڇلي کي هيئن ٿو ياد ڪري:

مو پڪيڙيا منہ تي، ڇپيلن ڇلا،
سنبل ڇٽڪي سلا، صبح ڪڍيا ساجهري.

حسن جي حقيقت کي نينهن نشي بنان ڪو نہ پروڙيو اٿس. خمار، جيڪو ازلي آهي. پرت جا پٽ پيڻ سان نينهن جا جيڪي نشا چڙهن ٿا، تن جو لهڻ ممڪن

ني ڪونهي. اها مٽي ڪا اهڙي آهي، جو ميخوار اچا به وڌيڪ پيئڻ گهري ٿو ۽ وري محفل ۾ سهڻو ساقي به هجي ته مٽي دو آتشه بنجي پوي:

شوق شراب پيان پر وٽ راتان ڏينهان.
ناهي وري قاضي ملان جو ڪو لحاظ منکي.

قاضي ملان جو ته سچل هوندن به لحاظ ڪو نه ڪيو آهي. ملان جي لکڻ جي ڪاري مس جو کهڙو مصرف ٻڌايو اٿس:

ملان انهيءَ منڊ جو، چڪو جي چڪين،
ڪارنهن ڪٽي ڪنڊ ۾ ، وينو منهن مکين.

شايد پنهنجي ڏاڏي ميان صاحبڏني فاروقيءَ جو هي بيت سندس اڳيان هو:

ملان مجاور ڪانءُ ، تئي اکر هيڪڙي،
هو ويجهو نه اچي سينگَ جي، هي نينهن نه ڳنهي نانءُ،
هو واجهائي واٽن تي، پريل اچي ڪو ٿانءُ،
جت گرڙ پکيءَ جو گانءُ، اتي ڪانءُ اڏندو ڪيترو.

شاهه پٺاڻي توڙي ٻين شاعرن مُلان سان گهڻو جهيڙو ڪيو آهي. 'ملان' مان هنن جو اشارو ڪنهن به 'خود غرض شخص' ۽ 'خاص ذهنيت' ڏي آهي:

ملان ملان نه ڪريو، هي آهيڙي آهين،
مروڻ سندي ماس تي، تا ماٺڪ متائين. (شاهه)

ملان وٽ 'عشق' ڪونهي. هو عقل جي ڪيڏ ڪي مجي ٿو. عشق ته الاهي ذات آهي، ويڪو مال ڪونهي جو بازار مان ملي سگهي. بقول سچل جي:

عشق عطا الاهي ملدا، نهين ڪوئي ڪسب ڪماوٺدا.

سچل جي اڳيان عشق وڏي وٿ آهي. محبوب جي سڪ ۾ ورلاپ ڪرڻ ۾ سچل درد ۽ سوز جا سڀ رنگ اختيار ڪيا آهن. درد وارن ڪي ان جي تاثر جي پروڙ هوندي. سسئي بنجي پنهونءَ کي پڪارڻ هجي يا مومل بنجي راڻي لاءِ سوز وچان صدائون ڪرڻ، هر هنڌ بنيادي مضمون آهي. سسئيءَ جي روپ ۾ ڇپر ڇلون ڪندي چوي ٿو:

هٿان ويل ويام، ڪاڪيون هاٺي ڪيئن ڪريان؟
تيلڻ تر تيام، هاٺي هوتاٺن لئه.

آءُ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو،
هن نماٺيءَ نڪار ، هي تر تيليو نه تئي.

هوت به ڏک ڪٽڻ ۽ گوندر ۾ گهارڻ کان پوءِ ملي ٿو. جن جي سڪن ۾ زندگي گذرندي ان کي مقصد جو موتي هٿ ڪيئن ايندو. سچل سرمست نهايت واضح هدايت ڪري ٿو:

جي گوندر گوش نہ ڪن، ڪھ پيون سي سرتيون،
جن سنگت ساڻ سڪن ، سي پاڻون هوت پري ڪيون.

گوندر ڇا آهي؟ گوندر ڪير گذارين ٿا ۽ انهن جي سڪ ڇا آهي؟ جواب ملي ٿو تہ:

چڱو گوندر غم، جي مون پڇو جيڏيون،
منجھہ ڪشالي ڪم، آهي ورهہ وارئين.

گوندر آهي غرض ، جي مون سٺوجيڏيون.
فنا سڀ فرض، ڪري سو سنت سين.

گوندر جن گذاريو، ڪاٿون لهان سي،
حال پنهنجو هي، وجي ڏسيان ڏکن وارئين.

گوندر جن گذاريو، آءُ تنين گولي،
هينئڙي ۾ هولي، هوندي ڏکن وارئين.

گوندر جن گذاريو، پيهي سي پڇان،
انهن لڱ لچان ، گهٽو آءُ اباٽڪي.

گوندر جن گذاريو، منهن تنين مهتاب،
سنديون نينهن نواب، آهن ورهن واريون.

سسئي جي سوز فراق جا اهڃان سچل، 'جهولڻي' ۾ ڏنا آهن، جنهن جو نمونو جهولڻي جي هڪ بند مان وٺون ٿا:

ڪيچين ڪڍ لڳي هوءَ کهڪي،
پهريين پور تڪر سان ٺهڪي،
ڪامڻ ڪوهہ ڏسي نا ڏهڪي،
اتي روح نہ تنهن جي رهڪي،
توڙي پير ڦٽيس پب ڦهڪي،
تان يي نار نہ بلڪل نهڪي،
توڙون ڪين تنهين هڏ تهڪي،
او جان عاشق اهڙي اهڪي.
ڏونگر سڀ وڌائين ڏاري.
بيا سڀ ويهہ تون وهم وساري

مومل جا ورلاپ بہ سچل جي پر درد آواز جو ڪرشمو آهي. مومل جو حسن آه زاريءَ جي آوازن ۾ دبيل آهي. هوءَ پل پل پنهنجي راڻي کي ريجهائڻ ۽ پڇتاءُ ظاهر ڪري. ڪڏهن ڪڏهن آپگهات جون ڌمڪيون بہ ڏي ٿي:

چڙهنديسانءِ چڪي، نہ تہ منهن ڏيڪارج مينترا،
آندو مون کي هتهين، ڪنهن لار لکي،
چاڙهيو مون کي ڏاگهہ تي، تنهنجي عشق تکي،
مر ٻيو ڪيو سر سڪي، انهيءَ جي اولاڪ جو.

مومل راڻي لاءِ ويڳاڻي وتي ۽ اکين مان آب هاريندي وتي، لٽا ليڙون ٿي ويا اٿس، تہ بہ سرتيون هن کي راڻي جي نالي سان منسوب ڪن ٿيون. سچل قافين جو جڙاءُ هيئن رکيو آهي:

ٻوليا تو لئہ ٻت ۾، آءُ وتان ويڳاڻي،
راتو ڏينهان اوتيان، پنبڻين مان پاڻي،
لٽا مون ليڙون ٿيا، هيءَ پوتي پراڻي،
تہ بہ راڻي جي راڻي، سرتيون سڏن ساٿيهہ ۾.

نوريءَ جي نياز کان سچل گهڻو متاثر هو. هو خود خوديءَ ۾ ممتاز هجڻ سان گڏ نياز ۽ نوڙت جو نمونو هو. منجهس ذرو بہ گيرب ۽ گاءُ نہ هو. اُن جو ذڪر شاهہ ڀٽائيءَ جي ٻوليءَ ۾ هيئن ڪري ٿو:

مهاڻيءَ جي من ۾، نہ هو گيرب گاءُ،
نيڻن سان ناز ڪري، ريجهايائين راءُ.

سچل جو سر مارئي هجي يا ڪو ٻيو سر، هر هنڌ هن جو خاص رنگ نظر اچي ٿو. هير جو ذڪر سنڌيءَ ۾ ڪو ورلي ٿيو آهي. سچل هير جي جذبات کي بہ ظاهر ڪيو آهي. ان کان سواءِ سندس سنڌي ڪلام ۾ سر پورب، سر سارنگ، سر جوڳ ۽ روجهن بابت بيت شامل آهن. 'سر مالڪوس' ۾ ڪانگل جا بيت آهن. جن ۾ درد فراق جو ذڪر هڪ طرف آهي تہ خط ڪتابت ۽ قاصد جو ذڪر ٻئي طرف. پرين جي پار جو ڪانگل کيئن ٿو اچي:

ڪانگل آيم اچ، پريان سندي پار ڏهن،
ڳالهيون ڪيائين سچڻان، سي روح ٻڌي ڪيو رچ،
پڪيءَ ڪيو نا پيچ، ظاهر ڪيائين زبان سان.

سچڻ جون ڳالهيون ڪندي ڪانءُ جو بہ هانءُ ڦسي پيو:

ڪي جو ڪانگ ڏسي، ڪالهہ اوڏاهون آئيو،
پيس هانءُ ڦسي، ڳالهيون ڪندي سچڻين.

سچل سرمست 'پريت جي پرزي' جي لکجڻ، روانو ڪرڻ ۽ پڙهڻ بابت جذباتي ڪيفيت جو عڪس بہ جذباتي نوعيت سان ڪڍيو آ آهي. عشق جي دنيا ۾ سچل جا هي بيت جذبات کي ڪيترو هيٺ مٿي ڪندڙ آهن. جن کي شاهہ صاحب هڪ ئي سٽ ۾ سموهيو آهي. لڙڪ نہ لکڻ ڏين، ڪِريو پون قلم تي، سچل چوي ٿو:

عبارت آڻي، اجان لکڻ لڳي پرينءَ ڏي،
ديدن دردا ڻي، اچي اوتيا انهين.

عريضو آڻي، ڏنو قاصد قريبن جو،
هن ويلي هاڻي، هي سر ڪريان صدقو.

پڙهندي پرزو ئي، واچيندڙ وهلور ويو،
لڳين لرزوئي، اچي پيس اوچتو.

ڪي جو لکيائين، سو ملان وجي واچيو،
هڪ ست پڙهيائين، ٻي ست سڏڪن ۾ پيو.

ڪوليون ڏي خط، آيس جو عجيب ڏنهن،
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.

جو نامن منجهه لکيو، سا هئي جيري جي چر،
منجهون سڀ شهر، واچيندڙ ڪو نه ليي.

ڪاغذ لکي ڪال، مڪم جو محبوب ڏي،
ڳالهيون سنديون حال، ٿينديون پڙهڻ مان پتريون.

سندو راز رقعو، آيو جو عجيب ڏنهن،
سا ست پڙهندي سرتيون، ڳالهائڻ چڪو.
عاشق جي ارواح کي، لڳو جڻ تير تڪو،
مون ڏي محب مڪو، جڻ ساڻي سلامن جو.

سچل جي شاعريءَ جي هن مختصر جائزي مان هيءَ ڳالهه ته ظاهر ٿئي ٿي ته سندس شاعري هڪ رنگين گلدستو آهي، جنهن ۾ سرخ ۽ سفيد گلن جي موجودگي سنڌي شاعريءَ جو سرمايو آهي.

چون ٿا ته سچل مير صاحبن جي بارود خاني ۾ شينهن ٿي پيو هو. عرض آهي ته 'سچل سنڌي شاعري جو شينهن آهي' ، ان ۾ ڪنهن به شڪ شبهي جي گنجائش نه آهي. ڳجگوڙ ڪندي چوي ٿو:

نوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد تنئين مردانو،
وهم سچل ڪيو ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ، شهانو.

پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي هي شعر ڏيئي لکيو آهي ته " هن صاحب جي تصور ۾ هڪ اهڙي غير فرقيوار سماج هئي. جنهن کي هينئر(Classless Society) چيو ٿو وڃي" .(4) ممڪن آهي، سچل سرمست جي نظر ۾ اهڙو جيئرو جاڳندو بهشت هجي، جنهن جي تلاش سنڌ جي هر جيو کي آهي. سنڌي شاعريءَ جي هن شينهن، سنڌ کي انگريزن جي چنبي ۾ ڏسڻ نٿي چاهيو.(5) سچل 1829ع ۾ گذاري ويو.

بقول سندس 15 سال اڳ سرڪار جي سلام تي هليو ويو. سندس مرتبي کي سندس طالب (۽ اسان جي سائين) قادر بخش بيدل هيئن ظاهر ڪيو آهي:

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ مه سچو ، عارف آتي اظهار هو،
بره جي برسات جو، تنهن وير تي وسڪار هو،
ظاهر و باطن تنهن وٽ، درد جو تذڪار هو،
وجد وحدت جو سدا، خاصو تنهن خمار هو،
مرد سو منصور وانگر، عشق جو اوتار هو،
منجهه سخن تنهن جي، الوهيت سندو آثار هو،
جنگ جذبي جوش مستيءَ ۾ مثل عطار هو،
پنهنجي رائي پرين، نوي وره نروار هو،
پوءِ وصل جي موج ماڻي، ذوق جو ذخار هو،
طور بارهن سو بائيتاليهه ۾ تيار هو،
چوڏهين رمضان جي هادي پون هسوار هو،
قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار هو،
در تنهن داتا جي"بيدل" پرت جو پينار هو.

## ساميءَ جي شاعري

ڀائي چين راءِ ولد بچرمل لند، جيڪو ساميءَ (1743-1850ع)جي تخلص سان سنڌي ويدانتي شاعري جو هڪ روشن ستارو آهي، سو ٻوليءَ جي سبب عام سنڌي مسلمان جي توجهه تي گهٽ آيو آهي پر عام هندوءَ جي وس کان به ٻاهر رهيو آهي. ساميءَ تي پنجاب جي هڪ سنت سوامي مينگهراج ۽ امين شاهه چشتيءَ جو گهڻو اثر هو. هو سامي سڏائڻ لڳو. گهر گرهستي ۽ دنيا جو ماڻهو هو پر سچ جو گهورو ۽ طالب هو.(6)

ساميءَ جي ڪلام جو بنياد ويدانت ( هندن جي ويدن جي تعليم) تي آهي. ان جو اظهار هو خود ڪري ٿو:

ويدن جا ويچار، سي سنڌيءَ منجهه سٽايم.

ساميءَ جي بيتن کي سلوڪ چئجي ٿو. ڪن روايتن موجب ساميءَ ڪافيون ۽ شبد به چيا هئا. پر اهي ملبيا نه آهن. سامي سلوڪ چٽڪين تي لکي مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. جيڪي سندس پٽ گڏ ڪيا. ڪوڙيمل کلناڻيءَ پهرين 21 سئو سلوڪ گڏ ڪري 1873ع ۾ ڇپايا. ڪن محققن جو خيال آهي ته سامي ڪل 27 سئو سلوڪ چيا.

سنڌ جي ويدانتي شاعرن جي سلسلي جو سامي پهريون شاعر آهي. دلپت رام ۽ آسورام به ويدانتي شاعر هئا. پر ويدانتي شاعري ۾ سامي بلند پايي جو شاعر آهي. دلپترام ۽ آسورام پنهنجي ڪلام ۾ پيون به هزار ڳالهيون ڪيون ۽

سامي هڪ شاهراه وٺي روانو ٿيو، اها آهي ويدانت،جنهن ۾ ڪيترا ور وڪڙ ته آهن، پر سالڪ جي نظر جنهن منزل تي آهي، اها آهي محبوب حقيقي جي هستيءَ ۾ گم ٿيڻ. جنهن کي هڪڙن تصوف نالو ڏنو ۽ ٻين ويدانت سڏيو. جيتوڻيڪ ٻنهي طريقن ۾ ڪيترين ڳالهين مختلف آهن. ويدانت ۾ هندن جي ويدن جي تعليم سمايل آهي. جنهن موجب پنرجنم (ٻيو جوڻ) ۾ اعتبار ڏيکاريل آهي. تصوف عين اسلام آهي، تصوف ۾ هڪ ئي حياتي آهي، جنهن ۾ مري جيئبو ته مشاهدو ماڻبو. پر موٽي دنيا ۾ نڪو ڪتو ٻلو ٿي اچبو نڪو ٻيو اوچ بد ملندو. سامي صاحب کي خيال تصوف وارا به ظاهر ڪيا آهن:

پرينءَ جو پـڙلاءُ ، اچي پـيو اکين تـي،
جهن جو روپ نـه رنگ ڪو، نڪو پيءُ نـه مـاءُ .(7)

سامي پنهنجن سلوڪن ۾ ويدن جي واٽيءَ سان گڏ ڀاڳوت گيتا ، سوتر، اپنشد ۽ ٻين ڌرمي شاسترن مان مدد ورتي آهي. سندس ڪلام تي تبصرو ڪرڻ کان اڳ مجيل ويدانتي رشي ڏيارام گدومل جا خيالات پيش ڪريون ٿا، جن مان هن موضوع جا سڀ پهلو روشن ٿي وڃن ٿا:

"هن جهان ۾ اسان جا پنج دشمن آهن. جن جهڙا ٻلوان دشمن ٻيا ڪي ڪينهن، سندن نالا مشهور آهن، پر سندن نشان ڪن ٿورن کي معلوم آهن. ڪو آدمي ڪونهي جو انهن کي ظاهر ڦٽ لعنت نٿو ڪري، پر ڪو ورلي آهي جو انهن مان هڪڙي نه ٻئي کي اندر ۾ نٿو سانڍي."

"ساميءَ جي سلوڪن جو گهڻو زور آهي. ممتا (خودي) مارڻ تي، پر ممتا ڪيئن مرندي جي اسين پاڻ کي وڏا پدارث ڪري سمجهنداسين ۽ جيڪي ڪي اسان کي آهي، حواس ۽ عضوا، مال ۽ ملڪيت، عقل ۽ علم ۽ هنر ۽ هوس، سو پنهنجو ڪري سمجهنداسين ۽ نه اسان جي خداوند جو."

شاهه عبداللطيف چيو آهي، "سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو. ساميءَ به اهڙا سلوڪ چيا آهن. انهن جو مطلب به آهي ته ڪڙي قاتل تي ڪرڪڻ نه گهرجي ۽ پنهنجي ايمان، پرمن ۽ ڦرنن کي ڦاسي ڏيڻ گهرجي. خوديءَ کان پاڪ رهڻ گهرجي ۽ پنهنجو من، تن ۽ ڌن ترڪ تي رکي سائينءَ جي شيوا ۾ تياڳ ڪجي. هيءَ آهي سچي ودیا (تعليم) جنهن جي سامي هيتري ساک ڪري ٿو."

(رشي ڏيارام گدومل)

چينمل پرسرام لکي ٿو: "البت شاهه لطيف جي شاعري تشبيهه ۽ تصور ۾ اعليٰ آهي پر تبيءَ ۽ ويچار ۾ سامي ڪانئس گهڻ ڪين آهي. سامي شاعر آهي پر اول فيلسوف آهي".

ڪليـاڻ آڏواڻي لـکي ٿـو: "سندس تشـبيهن جي ڪوزي ۾ ويدانت جو مهاساگر سمايل آهي."

رشي صاحب، پروفيسر چينمل ۽ پروفيسر ڪلياڻ صاحب جي هنن راين جي روشنيءَ ۾ اسين ساميءَ جي ڪلام جو مختصر جائزو وٺون ٿا.

ڏٺيءَ جي هستي هر جاءِ تي حاضر آهي. هر مذهب وارو ان کي هر جاءِ تي

حاضر ڏسي ٿو. سامي چوي ٿو ته اهڙي ظاهر ظهور هستيءَ کي فقط انڌا ڪو نه ڏسندا، نه ته پرميشور هر هنڌ موجود آهي:

پرميشر* پرتک*، سامي سورج جان رهي،
انڌا ڏسن ڪينڪي، پٽي پنهنجي اک*،
ڪوه ڪرين جک جک، ٿو در در ديوانن جان.

سيني ۾ هڪ روح آهي. محبوب هر ڪنهن جي دل ۾ ويٺو آهي.رڳو نائي نيڻ نهارڻ جي دير آهي:

سڀ کي سنت چون، ناڪر اتئي گهر ۾،
انڌا ڏسن ڪينڪي، ڪوڙا قصا ڪن،
اڻ هوندي درياءَ جي ، وه ۾ نت وهن،
ڪي گرمک لعل لهن، سامي جهڙي سروپ* سان.

ڌڻيءَ جي هستيءَ کان پوءِ سامي گروءَ يا ست گر جا وصاف ۽ ان جي محبت جو ذڪر ڪري ٿو. چوي ٿو ستگر جهڙو شاهه مون ٻيو ڪو نه ڏٺو. هن جي ديا هڪ وانجهيل کي مالا مال ڪري ٿي ڇڏي. هو ذات پات به ڪو نه ٿو پڇي. فقط سچائي ۽ محبت ٿو ڏسي. دلين کي نئين اوجر ۽ روشني ڏي ٿو. مريد جي من ۾ گيان جو ديپ روشن ڪري ٿو ڇڏي.

ستگر جهڙو شاهه، ڪو نه ڏٺوسين ڪاٿهين،
پرچي ڏنو جنهن پوربي، اتم ڏن اٿاهه،
نڪي پڇيائين جات پات، نڪي پڇيائين راهه،
ڪري من اڇاهه* ، سامي ڇڏيائين ڇن* ۾.

اهڙي ڪير ڪري، سامي بنا ستگروءَ،
ٻِڳت جوڳ ويراڳ جا، ڌئي ٻندار ٻري،
انڀيءَ * جوت اندر ۾، ستهه سڌ * ٻري،
پلڪ نه تئي ٻري، رمتا رام اکين ڪون.

ستگرو پنهنجي پريت جو ڪان ڪشي جنهن کي هڻن ٿا، سو سڀ ڪم

---

* پرميشور = ڌڻي
* پر تک = ظاهر
* هن ست کي پيٽو شاه ڪريم جي ست سان: 'جر ڪجر جن اکين ۾، سي ڪينئن پرين پسن'
* سروپ = پرماتما
* اڇاه = بنا چاهه جي
* ڇن = ڪن پل
* انڀي = چاڻ
* ستهه سڌ = پاڻهي از خود

ڪار چڙي ديوانن وانگر در در پيو پرين جا روپ سروپ پسي، پنهنجي اندر ۾ پيو روح رهاڻيون ڪري ۽ ڪچي پچي نٿو:

جنهن ڪي ڪان ڪشي، سنگر هنيو شبد * جو،
سو در در ديوانن جان، پل پل پرين پسي،
هسي* روئي حال ۾، ڪنهن ڪي ڪين ڏسي،
سامي تت وسي، جتي هار نہ جيت ڪا.

سمجهہ، صدق، سياڻپ ۽ گيان سنگرو جنهن کي ڏي ٿو، تنهن کي مورک مان سياڻو ۽ گياني بنائي ٿو ڇڏي. ستگروءَ جي ديا سان برندڙ من تي چنڊبو پوي ٿو:

سمجهہ ۽ صدق، جن کي ڏنو ستگروءَ،
سي خاصا خلوت دار ٿيا، هر دم ڏسن هڪ،
توڙي رکن لڪ، تہ بہ سامي لکن ڪينڪي.

مورک کي گياني، سامي ڪيو ستگروءَ،
پري هينيائين پريم جي، ڪرپا سان ڪاني،
رهي نہ رتيءَ جيتري، نانت * ناداني،
جاڳائي جاني، ڏيکاريائين ڏيل * ۾.

اهو مورک ڪير آهي؟ جنهن جو مايا موهہ ان کي اهو لقب ڏياري ٿو. مايا جي معنيٰ ڌن دولت آهي، پر ويدانت وارن ۽ سنتن، مايا جي معنيٰ دنيا ورتي آهي. جنهن کي دنيا جي پريت وکوڙي ورتو اهو مورک يا بيوقوف آهي:

مورک تو ماري، پنهنجي هٿين پاڻ کي،
لڳي مايا موهہ جي، کوڙي لنو لاڙي،
ڏسي نہ سار روپ کي، سامي سنياري،
گهڻ منجهہ گاري، تو هيرا لعل اڻ ملها.

مايا جو موهہ ڇڏي ساڌسنگت اختيار ڪرڻ ۾ ئي ڇوٽڪارو آهي:

ڪورا گهڙ م گهات، مورک من جي ڀاءِ تون،
ملي ساڌ سنگت سان، وٺ ويساهون وات،
نہ ڪولي بجر * ڪپاٽ، ڪامل ڏيني ڪل سان.

هوڏانهن مايا جو موهہ بہ موهيندڙ آهي. سارو جڳ ان موهہ انڌو ڪري ڇڏيو آهي. سامي مايا جي اهڙي موهہ کي 'ڏوڙ ڏنڌو' سڏي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن تہ تياڳي بہ مايا ۾ مستان نظر اچن ٿا. ڪو هڪڙو عاشق هن گپڻ مان اچو تي نڪرندو:

---

* شبد = لفظ
* هسي = کلي
نانت = بياني
ڏيل = جسم اندر.
* بجر = تمام سخت

سارو جڳ انڌو، تيو مايا جي موھ ۾،
وجھي وينا پاڻ کي، بنا سمجھ سنتو،
ڪو عاشق چڙھيو اچ تي، جاٽي ڏوڙ ڏنڌو،
واري ڪيت ڪنڌو، سامي مليو سروپ سان.

تياڳي ويراڳي، مايا سڀ مستان ڪيا،
سامي ڪو ورلي بچيو، گرمک وڏ ڀاڳي،
ڏنو جنھن جاڳي، پنھنجي اڪئين پاڻ کي.

گھرين ڪوہ گھٽي، مورک مايا رام ڪون،
ويا پٽيندا ڪيترا، منھن تي ھٿ ھٽي،
تون ڀي نيندين ڪانڪا، ڪوڏي ساڻ ڪٽي،
سار سنڀال ڏٽي، سڪي تئين سامي چئي.

مايا انسان کي ڀنيلاٽي وڌو آھي، ان جو ڀھريون سبب جھل، بي علمي ۽ اوديا آھي. اڻ ڄاڻائيءَ ڪان انسان اھڙين پستين ۾ ڪري ٿو. اھو پرم جو پوت آھي، جو سيني کي ناچ ٿو نچائي. ڪامياب اھو ٿيندو جيڪو اندر مان اوديا جو خلل ڪڍندو ۽ اوچ پد حاصل ڪندو. انھن ڳالھين جي سمجھاڻي سامي ھيٺين سلوڪن ۾ ڏي ٿو:

سڀ ڪان نچائي، ٿو اوديا پوت پرم جو،
بنا ڦاھيءَ ڦند جي، ٿو پل پل پٽائي،
منتر نہ مني ڪنھن جو، رھيا ٻلي ٻل لاھي،
ستگر ڇڏائي، تہ سامي ڇٽي دک ڪون.

ڪڍيو جنھن خلل، اوديا جو اندر مون،
پاتو تنھن پرتيت* سان، آتم پد آچل*،
سدائين سيتل، سامي رھي سياءُ ۾.

سامي ڪڍي جن، اوديا ميل اندر مون،
سي نرمل سنسار ۾،سدا اليپ رھن،
چيٽيءَ* ۽ ڪنچر* ۾، سم* روپ ڏسن،
لنو لنو رس پئن، آتم پد اپار جي.

'اوديا' ساڌ سنگت سان ختم ٿي سگھي ٿي. اھو ساڌ سنگت جو رنگ جنھن کي لڳندو سو اوديا جي پوت کي ڀڄائي ڪڍندو. ساميءَ جي چوڻ موجب

---

* پرتيت = ويساھ
* آچل = جيڪو چري نہ سگھي
* چيٽي = ڪئلي
* ڪنچر = ھاٿي.
* سم = ھڪ جھڙو

جيڪي پنج پوت انسان جي روحاني ترقي ۾ رڪاوٽ بنجن ٿا، تن جا علاج ب آهن. ساڌ سنگت اوديا کي ڪيئن ختم ڪري ٿي، تنهن بابت سامي چوي ٿو:

جنهن کي رنگ لڳو، سامي ساڌ سنگت جو،
اتي تنهن جي گهر مون، اوديا پوت ڀڳو،
ڪيائين صاف سمجهه سان، پڇو ۽ اڳو،
وڪٽي ٻور ڍڳو، سته مليو سروپ سان.

سامي ۽ شاهه ڀٽائي ۽ جي سورمين جي ڪن لڇڻن کي يڪجا ڪندي، سهاڳڻ جا ڳڻ بيان ڪيا آهن. سهاڳڻ ڪير آهي؟ تنهن بابت سامي چوي ٿو:

سهاڳڻ سائي، جنهن کي پرين پنهنجو ڪيو،
سنسو پرم چڙي ڪري، ادب ۾ آئي،
ڪائي ڪارائي سڀ کي، محبت منائي،
سامي سدائين، سنمک ڏسي سپرين.

هٺ هارڻ ۽ ايمان چڙي ڏيڻ بابت سامي ۽ جي خيالن جو نچوڙ هن سلوڪ ۾ آهي:

جني هٺ هاريو، تنين جيتيو جڳ کي،
نرمل پاو پڳت سان، سڀ جو چت ٺاريو،
گهٽ گهٽ نهاريو، سامي سپرين کي.

ٺلهن پڙهيل ماڻهن کي هيئن ننڌي ٿو:

لکين هزارين، ويد پڙهي وادي ٿيا،
ورلي ڪو گرمک ٻجهي، وڌ سان ويچاري،
آٽي من پون * کي، اندر اتاري *،
نانت * نواري * سينل تئي سامي چئي.

تشبيهون ڏيندي سامي 'ڪنول' جي تشبيهه گهڻن هنڌن تي ڏني آهي. هو جڏهن ب ڪنهن آدرشي انسان جو مثال ڏي ٿو ته ان کي ڪنول سان ڀيٽي ۽ اليپ رهڻ جي وصف بيان ڪري ٿو:

1 - رهن منجهه جهان، سدا اليپ ڪنول جان.
2 - رهن اليپ ڪنول جان، سام ي سجاتي.
3 - ليپ ن لڳي تن کي، جئن جل رهن ڪنول.
4 - توڙي ڀوڳن ڀوڳ، تان ڀي ڪيول ڪنول جان سدا.

---

* سنمک = منهن سامهون
* پون = هوا
* اتاري = ڏتاري
* نانت = پياني
* نواري = روڪي.

5- منجهي راڄ رهن، ڪيول ڪنول جان سدا.
6- تنهنجو من ڪنول جان، بيحد بگاسي.

ٻي جا تشبيهه ساميءَ جي ڪلام ۾ آهي سا آهي نڀ يعني آسمان يا آڪاش. چند مصراعون آڪاس يا نڀ جي ذڪر ۾:

1- نڀ جان نيارو، رهي بديهي ديهه ۾.
2- رهن منجهه سرير، اسرير آڪاس جان.
3- اندر ٻاهر نڀ جيان پڳوت هڪ پاسي.
4- سڀ گهٽ ڏسي سپرين، نڀ جان نرالو.
5- اندر ٻاهر نڀ جان، رهي اليپ اڇل.
6- توڙي ڪري وهنواز تان ٻي نيارو رهي نڀ جان.
7- ممتا متائي، نرمل رهي نڀ جان.

'انل' پکيءَ جي تشبيهه ٻه سامي انهن مهاپرشن جي لاءِ ڏني آهي. مثال طور:

1- جئن پکين ۾ هڪڙو، انل آڪاسي.
2- جئن انل پکي، اسٿت رهي آڪاس ۾.
3- انل جان آڪاس ۾، سامي سرت وسي.
4- رهن منجهه جهان، انئي پهر انل جان.
5- گرمک جي گادي، انل جان آڪاس ۾.

هرڻ جي تشبيهه ساميءَ وڏي ويچار تحت ڏني آهي. جيئن نطرت جي ڪارخاني ۾ انسان ظاهري ڏيک کان نڳجي ٿو، تئن هرڻ ٻه رڃ کي پاڻي ڏسي ان ڏي ڊوڙي ٿو. ان مرگهه ترشنا کي شاعرن گهڻو بحث هيٺ آندو آهي. سامي پنهنجي مضمون جي دائري اندر رهي ٿو:

اڻ هوندي ڀولي، وڌو جيءَ ڀرم ۾
جئن ڪستوري ناڀ ۾، مرگهه ٻاهر ڦولي،
اوديا پٽ کولي، سامي ڏسي ڪينڪي.

ساميءَ جي ڪلام ۾ ٻيون ٻه ڪيتريون تشبيهون جڙيل آهن. جهڙوڪ، ڀنوَر، مڇي، پتنگ، چڪور ۽ وڄٽي وغيره، وڄٽي جي واءُ کي هيئن ياد ڪري ٿو:

جئن وڄٽي ۾ واءُ، تئن ساکي وسي سڀ ۾.

سچل سرمست جي ٻولي سري جي ٻولي آهي. پر ساميءَ جو پڙهندڙ ٻن مسئلن کي منهن ڏي ٿو. تنهن هوندي ٻه ساميءَ جي ڪلام جي سيني پهلوئن کي پروڙڻ کان پوءِ هرڪو ائين محسوس ڪندو تہ هي لفظ ڪنهن 'پيارو ماڻهو' جي محبت ڪرڻ واري دل مان پڙاڏو بنجي ظاهر ٿيا آهن.

ساميءَ جي ڪلام جو بنيادي ڪردار هڪ انسان آهي، جيڪو اوديا جي ڪڌ

۾ ڪريل آهي. خوديءَ، ايمان، ڪوڙ، ڪپٽ، هٺ غرور ۽ وڏائي جي مرض ۾ ورتل آهي. هن جي مرضن جو علاج ساڌ سنگت آهي. ست گرو اهڙين ڪٺيل دلين تان اوديا جو انڌ لاهي ڦٽو ڪري ٿو.

اوديا جي انڌ لهڻ کان پوءِ ئي اهو موڙ ڪ، گياني بنجي ٿو. هاڻي ان کي اهو مرتبو ملي ٿو، جيڪو سهاڳڻ کي ڪانڌ وٽ ملي ٿو. سامي اهڙن اعليٰ آدرشن ۽ سچڻ سان سنمک ٿيڻ کي ئي زندگي جو مقصد ڄاڻي ٿو. هو هر ڳالهه نهايت سنجيدگيءَ سان چوي ٿو. فقط هڪ اڌ سٽن ۾ ساميءَ جي گفتگو تمام هلڪي ۽ غير سنجيده لڳي ٿي، ان کي به چرچو ڪري نه سمجهڻ کپي فقط لفظن جو ڦيرو آهي:

1 - ڪاڏي ٿيو ڪماند، ڪاڏي ٿو چري ڏڳو.
2 - وڪٽي ڀور ڏڳو، ستھ مليو سروپ سان.

شاهه صاحب کان وٺي ساميءَ جي شاعريءَ جي دور تائين سنڌي ۾ جيڪي شاعر هئا، تن جو ڪلام مطالع ڪرڻ سان هڪ ڳالهه خاص طور ظاهر ٿئي ٿي: 'هنن شاعرن جو ڪلام حقيقت ۽ مجاز جو تذڪرو آهي' . تذڪرن ۾شاعرن جي جيڪا سوانح عمري ملي ٿي، تنهن موجب اهي سڀ درويش هئا يا ڪي اهڙا هئا، جيڪي فقيرتن ها. ان ڪري هنن جي ڪلام ۾ حقيقي عشق جو تذڪرو ملي ٿو ۽ ٻيو آهي نيم تاريخي داستانن جو ذڪر. جنهن ۾ به قصه نويسيءَ سان گڏ حقيقت ۽ مجاز جا رنگ آهن. سڀني ۾ انوکو فقط شاهه صاحب خود آهي. جنهن وٽ ڪجهه ٻيون ڳالهيون به آهن، جن جو ذڪر ڪري آيا آهيون.

هن هيٺ شاهه صاحب، سچل سرمست ۽ سامي صاحب کان سواءِ باقي ان دور جي ڪن مشهور شاعرن جو ذڪر ڪريون ٿا.

## شاهه عنايت شهيد

جهوڪ جو هي مرد حق اسان وٽ ڄاتل سڃاتل آهي. شهادت ۽ جريت سبب سنڌس نيڪ نالو ديسان ديس وڃي ويو آهي. سڀني مورخن سنڌس ساراهه جا ڍڪ ڀريا آهن. سنڌ جي عظيم مورخ مير علي شير قانع، ڪيس هيئن خراج تحسين پيش ڪيو آهي. " حق کي سڃاڻندڙ پير، شريعت جو بنياد، مرشدن جو مرشد ۽ پنهنجي وقت جو ولي." ( تحفتہ الڪرام. سنڌي ص 426) اهڙي دربکتا کي سازشين جي چار ۾ ڦاسي پنهنجي مٺي جان حق جي حوالي ڪرڻي پيئي. اُهي سازشي هئا عبدالواسع ڪريمي،نور محمد پليجو ۽ حمل جت. هي واقعو 1718ع ۾ ٿيو، جڏهن شاهه پڻائي 28 ورهن جي ڄمار جو هو. ڪن عالمن جو خيال آهي ته عنايت شهيد سنڌي شعر نه چيو آهي.(8) سنڌس جيڪي به ڪي بيت ڇاپي هيٺ آيا آهن، تن جي زبان ۽ رواني‌ءَ کي ڏسي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته گهڻو ڪلام چيو هونداڻين. طرز ۽ مضمون خاص طور همعصر دور وارو آهي. سسئيءَ جي جذبات کي هيئن ظاهر ڪري ٿو:

متان ڪي ماندي ٿئين، اڳيان ونڊر ٿيندءِ وس،
اونين جا عنايت چئي، ڏونگر ڏيندءِ ڏس،
سنڌي چانگهن چس، پير ٽرندءِ پب ۾.

الائي ڪهڙو سبب آهي جو سنڌ جي عام خاص شاعرن سسئيءَ جي ڪردار ۾ نماڻائي ۽ نهٺائي، عجز ۽ انڪساريءَ جا سڀ رنگ پري چڙهيا آهن. سسئي پنهنجي محبوب جي اڳيان پاڻ کي ڪيترو نه هيچ سمجهي ٿي. پر منجهس همت ۽ بيدپائيءَ جو جيڪو انگ آهي، سو ڪوجهي ڪميڻي اڏر نڏر ۾ به مردانگيءَ جا جوهر ظاهر ڪري ٿو. مارڳ منجهه مرڻ گهري ٿي ، پر ٽڪر ڪي به هڪل ٿي ڪري ته: 'آڏو ٽڪرڙ، متان روهه رتيون ٿئين' (لطيف) يا 'تون جي پهڻ پب جو، ته لڱ منهنجا لوُ' . ( لطيف)

شاهه شهيد هن ڪمزور عورت جي ڪردار کان گهڻو متاثر هو، جو هن جو پوش پائيندي چوي ٿو:

اڏر نڏر ايري، ڪوجهي ڪميڻي،
تنهن سان باروچل ٻاجهون ڪيون، هوت ڏسي هيٺي،
اگهائي عنايت چئي، تنهنجي ٽڪر ۾ ٽيٺي،
جا ور جي وهيٺي، تنهن کي محب مليو ماباڙ ۾.

شاهه شهيد کي هوت جي حمايت حاصل هئي. جو هيٺائي واري حال ۾ به حق تي قائم رهيو ۽ دنيوي لالچن ڏي چڪجي نه ويو. جڏهن جلاد کي سر قلم ڪرڻ جو حڪم ٿيو ته فرمايائين:

رهانيدي مرا از شر هستي، جزاک الله في دارين خيرا.
۽ هيئيون فارسي شعر چيائين.

سر در قدم يار فدا شد چه بجا شد،
اين بار گران بود ادا شد چه بجا شد.

چون ٿا ته هيئيون بيت شاهه پٽائي، شاهه شهيد جي شهادت تي چيو آهي:

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

اهڙو پيو اديب گرهوڙي ٿيو، جيڪو مجاهد، مجتهد ، عالم ۽ شاعر هو، سو به هن دؤر جو آهي.

## جمن چارڻ

مشهور مناجات، پير پيران بادشاهه جو مصنف جمن چارڻ، شاهه پٽائي جو همعصر هو. ان مناجات کان سواءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي ۽ قلات جي حاڪم عبدالله خان جي جنگ کي به ڳايائين.(9) جمن جي مناجات سنڌ ۾ هنڌين ماڳين

مشهور آهي. تعلقي گمبٽ جي هن شاعر جي ڪلام ۾ درد جي ڪيفيت سان گڏ زبان ۾ عربي فارسيءَ جا لفظ بہ موجود آهن. جمن جي مناجات عروضي ڪلام ۾ اچي ٿي.هڪ بند ۾ چوي ٿو:

نام خدا يا مصطفيٰ ، يا پير پيران بادشاهہ!
تو هئون مگان صحت و شفا، صحت و شفا شرم و حيا،
تنهنجي مريدن سان وفا، تنهنجي مگئي سيڪجهہ نفعا،
يا پير پيران بادشاهہ.

## عبدالرؤف ڀٽي

(1752-1682ع) 'منارا مير مرسل جا، ڏسان شال ڏيهہ سڀ ڏوري' . عبدالروف ڀٽي هالاڻيءَ جي هيءَ سٽ سندس سموري ڪلام جو تت آهي. سنڌي شعر چوڻ وارن ۾ عبدالروف جو نالو مولود گوئيءَ جي علامت آهي. سنڌي شاعريءَ جي پهرئين دور ۾ جنهن بزرگ مخدوم احمد جو ذڪر ڪري آيا آهيون، ان جي اولاد مان عبدالروف آهي. سندس مولود اڄ تائين مشهور آهن. تقريباً ستر مولود محفوظ رهيا. جيڪي هاڻي ڇپجي چڪا آهن.(10) مداحون بہ چيون اٿس. وائي ۽ ڪافيءَ جي هيئت ۾ مولود چوڻ سان گڏ عروض تي بہ مولود چيا اٿس. سندس مشهور مولود، جنهن جي سٽ مٿي ڏنل آهي. سو بحر هزج مثمن سالم تي چيل آهي. 'دل ڪسي وئين دوست دلبر، چاهہ چشمن ناز سان' بحر رمل مثمن محزوف تي چيل آهي.

مولود سنڌي شاعريءَ جي هڪ منفرد صنف آهي. جنهن جي اهميت ۽ گائيڪي جو انداز هڪ خاص نوعيت جو آهي.(11) هن صنف جو مضمون، جيئن تہ حضرت رسول ڪريم ﷺ جن جي پاڪ ذات جي گڻ ڳائڻ سان واسطو رکي ٿو. ان ڪري آءُ جيڪر هن صنف کي 'افضل صنف' سڏيان. عبدالروف جو مشهور مولود هي آهي:

منارا مير مرسل جا، ڏسان شل ڏيهہ، سڀ ڏوري،
هلي هالا مٿيان ميسا، انڙپور کي چڙيان اوري،
مٿيارن بي محابي کان، گهليون مانجهد چڙيان گهوري،
ڪنگو ۽ ڪوٽڙي ڪوڪر، سنڌا چڙيان سوري،
ننگر بندر ۽ باگاٿا ، ڪراچي کان وڃان ڪوري.

## سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان

(12) لنواري شريف جو هي بزرگ، شاعرن توڙي فڪر رکڻ وارن ۾ اهم آهي، تذڪرن ۾ آيو آهي تہ خواجہ صاحب ۽ ڀٽائي صاحب جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي آهي. ملاقات لاءِ ڀٽائي صاحب پٽ تان ڪهي آيو. ٻنهي جون پاڻ ۾ روح رهاڻيون ٿيون. گفتگو دوران بيتن جي ڏي وٺ ٿي. جنهن جو تفصيل ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي ڪتاب "لنواري جا لال" ۾ ڏنو آهي. چون ٿا تہ ان ملاقات کان پوءِ شاهہ صاحب هڪ بيت اڪثر حضرت خواجہ صاحب جن بابت چوندو هو. بيت هي آهي:

مون سي ڏنا ماءُ، جنين ڏنو پرينءَ کي،
تنين سنڌي ڪا، ڪري نـ سگهان ڳالهڙي.

خواجہ صاحب جن جو ڪلام ٿورو پر نهايت فڪر انگيز، سنجيدو ۽ متين آهي. عارفن ۽ عاشقن جو درجو بيان ڪندي فرمائين ٿا:

عارف ۽ عشاق ، پسڻ گهرن پرينءَ جو،
جنت جا مشتاق ، اجان اوراهان ٿيا.

محبوب جي سڪ ۽ ان جي جلوي پسڻ لاءِ مشرقي شاعرن قسمين قسمين ڳالهيون ڪيون آهن. خواجہ صاحب هڪ پل جي ديدار لاءِ ٻئي جهان گهورڻ لاءِ تيار آهن. فرمائين ٿا:

ڇڏيان هي جهان، هو پڻ گهوري ڇڏيان،
پاڪ پريان ساڻ، جي مون سري جيڏيون.

گرهوڙي صاحب، جنهن خواجہ صاحب جي ڪلام جي شرح لکي آهي، سو هن بيت جي سمجهاڻي ڏيندي سعديءَ جو هي شعر ڏي ٿو:

رايگان است يک نفس با دوست،
که بدنيا و آخرت بخري.

گرهوڙي صاحب شرح، قرآن، حديث، مثنوي رومي ۽ ٻين عارفن جي ڪلام جي روشنيءَ ۾ لکي آهي ۽ تصوف جي اپٽار ڪئي اٿس. خواجہ صاحب جو ڪلام روحانيت سان پر آهي. ان جا واضح اشارا ڏي ٿو:

سڪ روحاني سامين، جسمي جاهلن،
ٻگهن مڇي من، پارس پسن ڪينڪي.

اهڙي طرح لوڪ جا لاڳاپا لاهڻ بابت سندس بيتن ۾ چٽا چٽا نشان ملن ٿا. يٽ ڏٺي چوي ٿو: 'پينر پنيوران پچو تان ابهو(بچو) يا 'سسئي، ڇڏيو سانگ' تہ چپر مڙئي ڇاڙڪي' ۽ خواجہ سلطان اولاوليا چوي ٿو:

ڇڏيو جن پنيور ، چپر تن کي ڇاڙڪي.(13)
هم غم لٿن هور، وڃي ڪيچ قراريون.

بيت جي شرح لکندي گرهوڙي صاحب لکي ٿو:

'پنيور يعني طبيعت جو پيٽ' جنهن مان روح ائين ٻاهر نڪري ٿو جئن ٻار ماءُ پيٽان نڪرندو آهي.

حقيقت محمدي بابت جيڪي بحث مباحثا ٿيا آهن، تن کي خواجہ صاحب هڪ ٿي بيت ۾ نبيري ڇڏيو آهي، اهو ٿي بيت هو، جنهن کي گرهوڙي صاحب پنهنجي 'سنڌي' ۾ تضمين ڪيو:

عجب جهڙي آهـ، حقيقت حبيب جي،
نڪي ڇئبو سو ڏٺي، نڪي مخلوقا،
شفق جي ساڃاءِ، جامع ليل نهار کي.

گرهوڙي صاحب پنهنجي مرشد جي هن وضاحت کي پنهنجي سنڌيءَ ۾ آندي، ان جي تفصيل ۾ هليو ويو آهي، حقيقت محمديءَ وارو بحث ڊاڪٽر دائود پوٽي پنهنجي تاليف، "ڪلام گرهوڙيءَ" ۾ ڪيو آهي.

خواجه صاحب جوسنڌي ڪلام ڪل 84 بيتن تي مشتمل آهي. پر فڪر جي گهرائي ۽ متانت جي ڪري هي ڪلام ايترو ڳوڙهو آهي، جو ان کي شرح کان سواءِ سمجهڻ البت مشڪل آهي. ڪي بيت اهڙا آهن، جن جي ظاهري معنيٰ بلڪل ڪليل آهي. شاعر جي طبع جو ميلان هر لفظ مان ظاهر پيو ٿئي. ڪي به لفظ خواجه صاحب جي ڪلام جي پوري سمجهاڻي ڏيئي نٿا سگهن. پر تہ بہ گرهوڙي صاحب جيڪا عربي ۾ شرح لکي سا بيتن جي فڪر ۽ فلسفي تي عالماڻا شرح آهي.

## عبدالرحيم گرهوڙي (1739/1778ع)

سنڌ جو هي عالم، شاعر ۽ مجتهد، پنهنجي علم ۽ فضل جي ڪري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور آهي. لنواريءَ جي بزرگ تان ننوليون ڪري نيٺ ان جو ئي مريد ٿيو. پهريائين فقط ظاهر پرست عالم هو پر پوءِ تصوف جي گونا گون گهراين ۾ وڃي پيو. سماجي براين خلاف عملي جهاد ڪندو هو. مهاديو جي مڙهيءَ واري معرڪي ۾ شهيد ٿيو. پنهنجي مرشد جي فرزند خواجه گل محمد جي مسند نشينيءَ ۾ خاص ڪردار ادا ڪيائين. ڪنهن وڏ وڏيري ڪان بہ ڊڄندو نہ هو. لنواري بابت چيو اٿس:

اتران ٿي عيد، ڏڪڻ ڏنو چنڊ،
جهڙيو ڦرڙيو جنڊ، ڳجي ٿو گرهوڙ تي.

سنڌي بيتن کانسواءِ طويل نظم 'سنڌي' ۾ حقيقت محمدي، ترڪي واري سنڌي ۽ سورة اخلاق ۽ عقائد وغيره لکيا اٿس. سندس تاليف ۽ تصنف ۾ "فتح الفضل" ۽ "ابيات سنڌي" مشهور آهن. هنن ٻن ڪتابن ۾ خواجه سلطان الاوليا محدم زمان صاحب جا ملفوظات، سوانح، شعر ۽ شرح ڏنل آهن.

گرهوڙيءَ صاحب کي صوفي شاعر جي حيثيت سان ڏسبو تہ اهي اهڃاڻ سندس ڪلام ۾ چٽا آهن:

پل پل پوءِ پچار، ملڪ ۾ ميثاق جي،
ڪڪ پن ڪن اقرار، اسين ٻانهــا تون ڏڻي.

حقيقت محمديءَ واري سنڌيءَ ۾ چوي ٿو:

اسم ساڻ الله جي، سيئي توڪ تيا،
جو مولو مخلوقن جو رهبر رهنما،
اصل مڙني ماهيتين ماهيت محبوبا،
آدم ولد ان جو توڙي والد آهـ.

ابوالحسن ۽ محمد هاشم جي هن طرز ۾ گرهوڙي صاحب تسلسل ۽ روانيءَ جا نوان رنگ پريا آهن.

## ڪبير شاهه

سنڌ ۾ ڪبير شاهه شاعريءَ جي جنهن طرز جو نمائندو آهي، اها شاعري سان گڏ سگهڙپائيءَ جو به نمونو آهي. روايتن موجب هو سن يا ڪلري ضلعي ٺٽي جو رهاڪو هو. هو سنڌ جو هڪ وڏو عام شاعر ٿي گذريو آهي. لس ٻيلي جي وڏي شاعر شيخ ابراهيم.(14) سان مارڪو ڪرڻ لاءِ اتي ڪهي ويو. ڪبير شاهه ڏگها بيت چيا آهن، جن ۾ سٽن جو تعداد به وڌيڪ هوندو آهي ۽ سٽ جي اندروني موسيقي به رسالي جي بيت کان مختلف آهي. بيتن ۾ وچ ۾ قافين جي وارو وار سان اڌ سٽ جو تڪرار هوندو آهي. انهيءَ خصوصيت ڏگهن بيتن کي گهڻو مقبول ڪيو. پوئين دور ۾ سانوڻ فقير خاصخيلي، مولا بخش توڙي بچايو رند پيا ڪيترا نڻ بيت جا يگانا شاعر ٿيا. ڏگهي وزن ۽ اندروني قافيي جو مثال هي آهي:

ڏڻ سو ڏارڻ، چٽ پٽ چارڻ، ڀهون ڀڪارڻ، جهڻ جهونگارڻ،
تنهن جاءِ سرت سنگهار،
پرين اويون، پاٽي پويون، ڏوران ڏويون، تن جا پرس پنهوار،
ڪنڌ ڪهاڙيون ڳنين ڳاڙهيون ، وڏين ٽارون، وجهن واڙيون،
ويل چڳيءَ ولهار،
هينئن هرڪيون، ڪيرن سرڪيون ، ڀين سرڪيون ، ڏينهان ڏڌ لغار،
لوئي لياريون، وٽن چاريون، ڪبڙيون ڪاريون، آهن اباٽي پار،

نڙ جي وجهه جي بيتن سان گڏ رسالي جا بيت به چيا اٿس، جيڪي مختلف سرن تي مشتمل آهن.

## روحل صوفي (18.4.1734ع)

صوفيانه خيالن ۽ عشقيه رمزن جي اپٽار ڪنبڙيءَ جي هن ڪلتار خوب ڪئي آهي. سڪ جي سمر کي ظاهر ڪڻ جو طريقو انوکو اٿس. سنڌيءَ کان سواءِ سرائيڪي،هنديءَ ۾ به پنهنجا خيال ظاهر ڪيا اٿس. روحل جو هندي ڪلام فڪر ۾ تمام اوچو آهي.(15) روحل، شاهه شهيد جو مريد هو. سندس هندي ڪلام جا ٽي ڪتاب آهن. "من پربوڌ" "انيو" ۽ "پريم گيان." (16) روحل جو عزيز مراد فقير به سنڌي، سرائيڪي، هندي ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. روحل جي عشقيه ڪلام ۾ وحدت جي تنوار ٻڌجي ٿي:

جي لڳو اٿئي تان لاءِ، هينئڙو حبيبن سين،
پائي پيچ پرت جا . سپيريان ڏي ساهه،
وحدت ۾ ٿي واءُ، روحل رتي روح جي.

سندس ڪلام ۾ اندر ۾ روح رهاڻ ڪرڻ جا ڪيترا اشارا آهن. هو پرين پسڻ لاءِ پنهنجي اندر ۾ اجهو هيٺئن تو جهاتي پائي:

پنهنجون اکيون پاڻ ۾، جوڙي رکيون جن،
سي سوءُ پيرا ساعت ۾، پلپل پرين پسن،
تن تحصيلون تمام ڪيون، محب جنين جي من،
روحل مٿون، تن، لٿا حرف حساب جا.

روحل اهڙو شاعر آهي، جنهن جي شاعريءَ جي هر هڪ پهلو کي ڪيئي رنگ آهن. هو پنهنجي دور جو قادر الڪلام شاعر آهي

## ميان محمد سرفراز

سنڌ جو هي بدنصيب ۽ ناعاقبت انديشن شهزادو، ڪلهوڙي بادشاهه ميان محمد غلام شاهه خان جو پٽ هو. 1772ع ۾ سنڌ جي تخت تي ويٺو. پنهنجي تخت کي محفوظ بنائڻ جي خبط ۾ پنهنجن وفادارن جي رت سان هٿ رڱيائين. قضا جي ڦهري ڪان سندس تخت کي اونڌو ۽ بخت کي اونداهو ڪري ڇڏيو. ڪيس به پنهنجن قيد ڪري ڇڏيو. نه رڳو ايترو پر قيد ۾ سندس نور جي ڏيئن کي وسائي ڇڏيائون. ان بيوسيءَ ڪيس پڇتاءَ جي وادين جو سير ڪرايو ۽ اندر مان آواز ڪڍيائين: سندس اها مناجات سندس واحد سنڌي ڪلام آهي:

1- بسم الله ، لڳ الله ، محمد شاهه ڪر پناه پرين تون-
منجهه درگاهه، ڪيم آهه، مٿي راهه رسين مون-
يلا چام، هن غلام، سندو سوال سڻج تون.

2- آهيان ڏڌ، غمن گڏ، سچا سڌ سڻج تون-
پسي پاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکيا ڏاڻ ڏئين تون-

3- يڪسبون ، ڪم زبون، ڪيم خون، خطائون-
مٿي ڏوه، پنان توه، ڪرين بخش عطائون.

4- چارئي طرف تنهنجي شرف، ڪيم روشن راهون-
منجهان نور، ٿيو معمور ، مڪو ملڪ مدينون -

5- سرفراز ڪي اوداس، آهي آس، اوهان ڏون-
ره راس ، بند خلاص، خوشي خاص ڏئين مون-
يلا چام............

اهي مناجات، علم بديع جي لحاظ ڪان صنعت ترصيع تي بيٺل آهي، بحر هزج ۾ چيل آهي ۽ وزن اٿس: مفاعيل مفاعيل مفاعيل فعولن. ميان سرفراز فارسيءَ ۾ به ڪلام چيو آهي. شاعريءَ ۾ سندس استاد غلام علي مداح آهي، جنهن ڪان سيد ثابت علي شاهه مرثيه گو به اصلاح وٺندو هو.

ميان سرفراز کي قيد جي حالت ۾ ٿي ڪنو ويو. آءُ جڏهن هن جي مقبري وٽان لنگهندو آهيان ته دل جي عجيب حالت ٿيندي آهي. سنڌ جو هي شهزادو شاعر ڪيترو نه بدنصيب هو!

## صديق سومرو

هن درويش جو تخلص 'صادق' آهي، جهوڪ جي شاهه فضل الله جو مريد هو. سندس مڪمل رسالو موجود آهي. جنهن جي هڪ نسخي 'دردنامه' جو انتخاب به سندس مرشد ڪيو. صادق جو ڪلام موضوعن جي تقسيم جي لحاظ کان شاهه جي رسالي وانگر آهي. سندس رسالي ۾ ڪن سرن جا نوان نالا به آهن. جهڙوڪ: 'وهاڳڙو'، 'سوڏڙو' ۽ 'موکي'. (17)

صادق جي ڪلام ۾ صوفيانه خيالات جي پوري پوري ترجماني آهي. هو وحدت جو وستار هيئن ڪري ٿو:

الف سنڌي اڳ ۾ ، سڄي ڪو نه شريڪ،
چوڏس سڄڻ سامهون، اندر روح رفيق،
تن ۾ جو تحقيق، سو سڃاتو سپرين.

سسئيءَ جي سڪ جو بيان ڪندي چوي ٿو:

جتن ڏنس جان ۾، پنڌ ۽ پن،
سياڪو ۽ سگهه ، سسئيءَ ناهه صديق چئي.

زماني ۾ تيز رفتار طوفانن جي پيشنگوئي ڪندي،اسان کي ڪيئن نه خبردار ڪري ٿو:

جيڪي آهي اڄ، سو سيان ناهه سپرين،
واجٽ ڪري وڄ، متي ڪي مرلي ڪري. (18)

چون ٿا ته صادق فقير پنهنجن پوين ڏينهن ۾ ميرن جي بي انصافي کان تنگ ٿي هڪ بيت چيو. ان بيت جون ڪٿي به سٽون ملن ٿيون، پر ڪن روايتن ۾ ٽي سٽون آهن:

پورا اچي پيل، ساري زندگي صديق چئي،
بدي نه بدي جهڙي، باروچاٽي بيل،
دريا متان ريل، ٽوپر اچي ٽپاءِ تون.

بيت ۾ هيءُ مصرع به بڌڻ ۾ آئي آهي:

" حيدرآباد ۾ هل ٿيو، رت وهي ٿيو ريل"

## مراد فقير (1744-1796ع)

مراد هن دور ۾ سنڌي شاعريءَ جو هڪ روشن ستارو هو. سندس سنڌي، فارسي، هندي ۽ سرائڪي ڪلام موجود آهي. جنهن مان سندس علميت جي پوري پروڙ پوي ٿي. هو پنهنجي بزرگ ۽ پيٽوئي روحل صوفيءَ جو فيض يافتو هو. سندس ڪلام ۾ به روحل جو رنگ جهلڪيون پيو ڏي. پروفيسر بدويءَ لکيو آهي ته "ڪلهوڙن جي زوال پذير، پرآشوب زماني ۾، روحل فقير وانگر، مراد فقير به ٽالپرن جو طرفدار هو. ان زماني ۾ جڏهن ميان عبدالنبي، افغانستان جي حاڪم تيمور

شاهه کان مدد طلب ڪئي هئي ۽ مدد خان سنڌ ۾ اچي هاڃا پئي هنيا، تڏهن مراد اُن کان متاثر ٿي چيو هو."

ماري مدد کي دور ڪرو، چوڙ وڃي، يهودي يزيد ميان. (19)

مراد جي هن گفتگو مان ان وقت جي شاعر جي همت واري قومي ڪردار جي پوري خبر پوي ٿي. شاعر ملڪ جي سياسي حالات ۽ ٻاهرئين حملي کان نه رڳو باخبر هو. پر پنهنجن همر وطنن کي صحيح مشورو به ڏيئي رهيو هو. ڇٽڪ شاعر پنهنجو فرض ادا ڪري رهيو هو.

مراد فصيح زبان شاعر آهي. تشبيهه سان خيال جي ادائگي هيئن ڪري ٿو:

توں آهين تئن پرينءَ سين، جيئن پاڻيءَ ۾ ماڪ،
قوڙائو فراق، توتي ناهي مور مراد چئي.

محبوب سان ملاقات لاءِ ڪهڙيون منزلون ۽ ڪهڙا مرحلا طئہ ڪرڻا پون ٿا. دل کي چاڪيءَ جي ڏاندن وانگر گهاٽي ۾ گهمائڻ کپي:

چاڪي چت مراد چئي، گهاٽو من گهماءِ،
ساري سرت نرت جا، ڏينهڪ ڏاند وهاءِ،
تہ تاري ڪيڏ تن مان، سرهہ صاف پيڙاءِ،
تهان پوءِ توں لاءِ، لڳين تيل لقاءَ جو.

موضوع جي مناسبت سان ڪن هنڌن تي مراد جو ڪلام البت ڳوڙهو آهي، نہ تہ اسلوب نهايت وڻندڙ ۽ واضح اٿس.

## ثابت علي شاهه (1740-1810ع)

سيوهڻ جو هي شاعر، شهزادي سرفراز ڪلهوڙي سان گڏ، غلام علي مداح کان فارسي ڪلام تي اصلاح وٺندو هو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ مير صاحبن جي حمايت ڪري سني شاعرن کي دربار کان پري ٻيهاري ڇڏيائين. پهريائين مجلسن ۾ کي پراڻا اردو ۽ پنجابي مرثيا پڙهڻ لڳو.(20) پوءِ پنهنجي طبع جي جولانيءَ سان سنڌيءَ ۾ مرثيا چوڻ لڳو. جن ۾ زبان ۽ بيان جا خوب جوهر ڏيکاريائين.

سنڌي هجويہ ڪلام جي بنا بہ وڌائين سندس نظم 'چٽنگ' ۽ 'لڪڙو' مشهور آهي. تنهن جا ڪيس خيرشاهه کان جواب بہ خوب مليا. ثابت علي شاهه جي شاعريءَ جو ڪمال مرثيا آهن. سندس پهريون مرثيو 'اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين' آهي. مرثيا علم عروض تي چيا اٿس. بہ مثال ڏجن ٿا:

سيني کي آت امام سڏي هن طرح چيو،
يارو اسان کي حڪم ۾ هو هن طرح لکيو،
هن دشت ۾ گذارو اسان جو اچي ٿيو،
راضي رهو رضا تي ۽ منزل ڪري ويهو.

ڪربلا جي قتل جي ڪر ڪا خبر اي آسمان،
ڪئن ڏنئہ نيزن چڙهيا شاهن جا سر اي آسمان.

هي خدا جا قطب تارا عرش عروسيءَ جا جڙاءُ،
هي رسول الله جا شمس و قمر اي آسمان.

مرتضيٰ مولا جا هي سر ساهہ ۽ منهن نورعين،
فاطمہ زهرا جا هي جان و جگر اي آسمان.

## دلپت صوفي (1777-1841ع)

دلپت سيوهڻ جو رهاڪو هو، پر پوءِ حيدرآباد ۾ اچي رهيو. سندس ويدانتي ۽ صوفيانہ ڪلام موجود آهي. سندس ڪلام پروفيسر ٺڪر شايع ڪيو هو. مري جئڻ سان مشاهدو ماڻڻ بابت چوي ٿو:

ويراڳي وجود جو، پاندو پرم پچ،
ڪاهي پورب پار ڏي، ورهہ وٺي وڄ،
دلپت درس دل ڪي، ساجن مٿيون سچ،
جئندي مرڻ مچ، تہ جانب ڏسين جيءَ ۾.

هندو مسلم اتحاد بابت پنهنجي ڪلام ۾ چيو اٿس:

چاڪي وڏو پاڻ ۾، ترڪن واٺين وير،
جي پير ۾ پاڻ ڏٺي، تان ڪرڙ ۾ ڪير؟
ڪڪ پن ۾ پٽرو، آهي پريان سندو پير،
انڌا لهن ڪينڪي، پورنءِ سندو پير،
ڪو سجو پسي سير، دلپت چوي دوست جو.

يا

اچي ڪيئن پيو، دلپت خلل خلق ۾.

دلپت وارا هي ساڳيا خيال روحل اڳ ۾ ئي ظاهر ڪري آيو آهي. روحل ۽ دلپت جا خيال خاص طور وحدت بابت آهن ۽ خلق جي باهمي نفرت کي ننديندا. ٻئي شاعر، محبت ۽ اخوت جو پيغام ڏين ٿا. بقول روحل جي 'انڌن اوندهہ نہ لهي، تن کي سچ چوندو ڪير.'

دلپت فارسيءَ ۾ بہ ڪلام چيو آهي ۽ هنديءَ ۾ بہ چيو اٿس. سنڌي ڪلام ۾ روميءَ ۽ شاهہ جي ڪلام جو پڙاڏو پڌجي ٿو. 'مٺي هاٿيءَ تي مارو اچي پيو انڌن' واري حڪايت بہ لکي اٿس. سنڌي زبان جو هي شاعر هڪ فصيح زبان شاعر ٿي گذريو.

## خليفو نبي بخش 'قاسم'

ڪلهوڙن جي حڪومت جي پوئين ۽ ٽالپرن جي راڄ جي ابتدا ۾ خليفي

صاحب جا وڏا ديري غازي خان کان سنڌ ۾ آيا. بدين تعلقي ۾ اچي رهيا.(21) خليفو نبي بخش 1776ع ڌاري ڄائو.(22) عشق جي چوٽ لڳس. ڪتابي علم پڙهيو ۽ دل جي ڦرهيءَ جو مطالعو به ڪيائين. سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جو ڍاڪو سڄي سنڌ ۾ ويڙهل آهي. پنهنجي ماسات 'قاسم' جو نالو تخلص طور اختيار ڪيائين.جنهن سان ڪيس عشق جي حد تائين پيار هو ۽ جيڪو سندس حال ياڻي به رهيو. پڻي ماسات حضرت روضي ڌڻيءَ جامريد ٿيا.(23)

خليفي صاحب جو ڪلام مڪمل رسالي جي صورت ۾ موجود آهي. هن درد جادرياهه وهائي ڇڏيا آهن. سنڌ جي سرويچن کي ڪيڏاري جي سر ۾ ڳايائين. اهو سندس انفرادي حيثيت جو هڪ اهم نڪتو آهي. شاهه شجاع کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

شجاع سنڌ م ويهه، اوڏا اڏي نجهرا،
هي تني جو ڏيهه، حامي حيدر جن جو.

ڪلالڪي هٽ تي وڃڻ ۽ پڪون پيئڻ بابت گهڻوئي ڪجهه چيو ويو آهي. خليفو صاحب ان سلسلي ۾ چوي ٿو:

ڪوني جن ڪلال، وڏا طالع تن جا،
وٺي پر وصال، ترت پياري تن ڪي.

ڪنيات جي مضمون کي به خوب نباهيو اٿس. ڪاري رات کي ساراهيندي چوي ٿو:

ور سا ڪاري رات، جنهن ۾ ڏنم پرينءَ ڪي،
چنڊ تنهنجي تات، هڏ نه وٺي هاڻ مون.

سسئي جي سورن کي شاهه پٽائي ۽ ٻين شاعرن گهڻوئي ڳايو آهي. خليفي صاحب پنهنجي اندر جا اڌما سسئيءَ جي سورن جي روپ ۾ ظاهر ڪيا آهن. مثال: سسئي دل ۾ دليل ٿي ڊوڙائي ته ڇا ٿئي جو پنهون جو ساٿ لڏي نه سگهي:

سنيوڙا سرواڻ، اونين پٽ، پلاٽيون،
الله وسي اوچتو، مين سر مهراڻ،
تريون ترڪن تن جون، پسن مان پلاڻ،
انهي په پرياڻ، قاسم ملي ڪيچيين.

اهڙي طرح هر سر ۾ خليفي صاحب جو ڪلام فني لحاظ کان پختو ۽ برجستو آهي. درد جا پاڇولا سندس ڪلام ۾ ظاهر بيٺا آهن. سندس مڪمل ڪلام جي منظر عام تي اچڻ کان پوءِ هاڻي اهو خيال پختو ٿي چڪو آهي ته خليفو صاحب سنڌ جي چند عظيم شاعرن مان هڪ آهي.

## پير علي گوهر 'اصغر' (1816-1847ع)

هي پير صاحب پاڳارو هو. سندس طبيعت جو لاڙو سماع ڏي هو. سندس

شعر ۾ درد ۽ گداز گهڻو آهي. پروفيسر بدوي سندس ڪلام ۾ سوز ۽ گداز کان سواءِ سلاست جو ذڪر ڪندي لکي ٿو: 'هن ئي درد مان حمل خان لغاري ۽ گهرام فقير جهڙن درد نگار شاعرن درس ورتو' . هڪ مصرع جو بدوي صاحب خاص طور حوالو ڏنو آهي. اها مصرع هي آهي: 'عاشق عيد سدا ٿي، عالم عيد فصل تي.' پير صاحب 'اصغر' جون ڪافيون درد ۽ سوز و گداز جو نمونو آهن. هو جزبات کي اهڙي موثر نموني ظاهر ڪري ٿو، جو لفظ نشتر بنجي چڀي ٿا وڃن. ڪانگل کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

ڪانگل ڪيڏي دل تو ڏيان، جانب اڳيون جي تون ڪئين-

1- مڙگن سندا خنجر هڻي، رت عاشقن جو ٿو پئين -
هٿ پيرڙا رت ۾ رڱي، پوءِ ڏوه مينديءَ کي ڏئين-

2- ڏج ڪتابت روبرو، قاصد ادا شل تون جئين-
مرڪي حقيقت جي پڇن، جئن روئان روئج تئين -

3- بجليون بهاري جئن وسن، اکڙيون منهنجون روئن تئين-
اصغر عاشق آهه اينئن، جر ريءَ مڇي آهي جئين -

عشق جي راه ۾ جيڪي بدين جا بار، بهتان، الزام، طعنا ۽ تنڪا سهڻا پون ٿا، تن جو تذڪرو هينئن ڪري ٿو:

بار بديون بهتانا، لکين طعنا - سنئم سر تي.
لوڪ ساري جون جاڙون جنيون،
سهنديون اهي جي محبت منيون،
پائي ڳچيءَ ڳل ڳانا، لکين طعنا سنئم سر تي.

## شاه شريف پاڏائي

هن شاعر جو اصل نالو قنبر علي شاه آهي. سندس والد جو نالو بچل شاه آهي. شاه شريف سجاول طرف پاڙ ۾ ڄائو. ان ڪري پاڏائي سڏجڻ ۾ آيو. سندس دؤر اندازاً 1207-1264هه آهي.(24) سندس لاڙو فقيريءَ ڏي هو.(25) شاه شريف جو رسالو موجود آهي. شاه شريف جو ڪلام نهايت فصيح ۽ بليغ آهي. سندس رسالي ۾ ڪل 26 سر آهن. انداز بيان ۽ لفظن جي ذخيري کي ڏسي اينئن چئي سگهجي ٿو ته سندس سڄو ڪلام لطيفي اثر هيٺ آهي. سسئيءَ جي سورن جو بيان ڪندي چوي ٿو:

بر ڏوري بيبان، سٽي سنگهر پٽين،
سنلو مئيءَ مڪان، پنهونءَ پيراندي ٿيو.

رائي پير رتاس، لتاڙيندي لڪيون،
ڏوري ڏيه ڏناس، ساٿين جا شريف چئي.

سنڌيءَ سان گڏ فارسي ۽ بلوچي گاڏڙ بيت بہ چيا اٿس. موکيءَ ۽ متارن جي پچار ڪندي چوي ٿو:

موکي تون نہ مئين، متارا مري ويا،
هئين جاڙ جيئن، تني ريءَ شريف چئي.

شاه شريف جي ڪلام ۾ درد جي دونهين دکيل آهي ۽ سڪ جو سمر بہ سرس آهي سهڻيءَ جي سڪ ۽ سعيي جو بيان ڪندي دريا جو منظر هيئن چٽي ٿو:

رات اونداهي، جر جهرڪي، وڄ ڪنوندي هوءِ،
ويندي ساهڙ سامهون، ماڻهو منهن نہ پوءِ،
تاسين پرم هوءِ، جاسين ملان ميهار کي.

ڪاهوڙين جي ڪانڌ ۽ ڏٺ ڏورڻ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

ڏوٿي ڏٺ ڏوري، ماءُ ڪاهوڙي آئيا،
تني تان گهوري، صدقي ٿيان شريف چئي.

ڪن سرن ۾ ٿورا بيت اٿس. سندس فرزند عبدالقدوس شاه ۽ مريد فقير غلام حيدر تيرهيو بہ سنا شاعر ٿيا.(26)

'ڪلهوڙا، ٽالپر دور' ۾ ڪيترا ٻيا بہ شاعر ٿي گذريا آهن، جن مان ڪيترن جو احوال ڪونہ ٿو ملي ۽ ڪلام بہ تمام ٿورو ميسر ٿيو آهي. مثال طور "شاه جو رسالو" جي پراڻن ڇاپن ۾ ڪيترا بيت ٻين شاعرن جي نالن سان پيا آهن: جهڙوڪ لکمير، ڪبير، ٻڍو، ڪٽي، مگيو، لاکو، جبير، عطا، جوڻيجو، صالح، حبيب ۽ عيسو وغيره. تنهن ڪانسواءِ شاه صاحب جي همعصرن ۽ مريدن ۾ احسان فقير لانگاه، ميون عيسو هالائي ۽ ٽمر اهم آهن. جن جو ڪلام بيتن ۽ ڪلمات جي صورت ۾ آهي.

ٽالپرن جي صاحبيءَ ۾ هيٺيان شاعر بہ ٿي گذريا آهن، جن جو ڪلام مليو آهي: حاجي عبدالله، جنهن 'ليليٰ مجنون' لکيو. فتح فقير جنهن مداحون ۽ ڪافيون لکيون. خير شاه پرديسي، جنهن 'جنگنامو' ۽ 'ٽوپيءَ پڳ جو جهيڙو' لکيو. 'حفيظ' جنهن جو مومل راڻي جو قصو مشهور آهي. دريا خان (ولد روحل صوفي) بہ سنڌي ۽ هندي جو شاعر ٿيو. پير اشرف ڪاماري واري جون ڪافيون، مولود ۽ مداحون ڇپيل آهن. انهيءَ کان سواءِ ڪيترا عام شاعر ٿيا، جن جو ڪلام ٻهراڙين ۾ گهڻو مشهور ٿيو.

'ڪلهوڙا- ٽالپر دور' سنڌي ادب جو اهڙو دور آهي جنهن ۾ ادب ۾ مختلف شعري صنفون موجود ٿيون.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:

1- سچل سرمست جي تفصيلي سوانح لاءِ ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو ڪتاب "سچل" ، مولوي محمد صادق راڻيپوريءَ جو مرتب ڪيل "سچل جو سرائڪي ڪلام" ، ۽ مرزا علي قلي بيگ جو. "رسالو سچل سائين" ، ابوالعلائي پريس آگرو 1902ع پڙهڻ گهرجي. هتي ڏنل سوانح خاص طور پوين ٻن ڪتابن تان ورتل آهي.

2- ميمڻ، محمد صديق: سنڌ جي ادبي تاريخ، (پاڳو پهريون) سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، حيدرآباد، 1937ع، ص 333.

3- پيٽيو 'پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.' (شاهه)

4- آڏواڻي، ڪلياڻ - بي: "سچل" ، دولت پرنٽنگ پريس، بمبئي، 1954ع، ص 45.

5- ايضاً - ص 10.

6- ساميءَ جي سوانح ۽ ڪلام لاءِ هيٺيان ڪتاب پڙهڻ گهرجن:

| | |
|---|---|
| ديوان ڪوڙومل | : "ساميءَ جا چونڊ سلوڪ" . |
| ڪلياڻ آڏواڻي | : "سامي" . |
| پروفيسر بدوي | : "تذڪره لطفي" ، ٻيو ڀاڱو. |
| بي. ايچ. ناگراڻي | : "ساميءَ جا سلوڪ" . |
| عبدالڪريم سنديلو | : "ساميءَ سنديون سپون" . |

7- پيٽيو شاهه صاحب جي هيءَ سٽ: 'نه ڪنهن ڄاتو ڄام کي، نه ڪي ڄام وياءِ.'

8- پروفيسر محبوب علي چنه پنهنجي مقالي 'شاهه صاحب جي رسالي ۾ سنڌس همعصرن ڏي اشارا' (مخزن "تذر لطيف" محڪمه اطلاعات) ۾ ٽن شخصن جو ذڪر ڪيو آهي، جن جو ڪلام شاهه جي رسالي ۾ آهي. هڪ جو ڪلام 'عنايت' جي نالي سان. اهو شاهه عنايت شهيد جهوڪ وارو آهي. ٻئي جو ڪلام 'عنات' نالي سان آهي. اهو شاهه عنايت نصرپور وارو آهي. ٽيون عنايت الله نالي سان. اهو عنايت فقير ولد ڄاڻي ڄبير ڏيري جو آهي. پروفيسر بدوي ان ڪلام کي عنايت چوڙي جو ڄاڻي ٿو، جيڪو درست نه آهي. چوڙو اڃان ٻي ٻيو شخص آهي. هن بحث لاءِ ڏسو سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي مخزن پورب (1969ع) ۾ لکندڙ جو مقالو 'شاهه جي رسالي ۾ آيل ڌارين ڪلام تي تحقيق.'

9- بلوچ، نبي بخش خان: "مداحون ۽ مناجاتون" سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد. 1959ع، ص.

10- ايضاً - "مولود" ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.

11- زنگيجو، حاجي عنايت الله: "لاڙاين جون لاتيون" .

12- خواجه صاحب، جي تفصيلي سوانح حيات ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي تاليف: "لنواريءَ جا لال" ، ۽ گرهوڙي بزرگ جي تاليف "شرح ابيات سنڌي" ۾ آهي.

13- ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم بيتن جون پڙهڻيون اُتر جي لهجي ۾ رکيون آهن. حالانڪ شاعر لاڙ جو هو. مثال 'چڙيو جَن پنيور، چپر تَن کي چاڙڪي.' هتي لاڙي لهجي موجب جن ۽ تِن هجڻ کپي ها. لاڙ جي شاعرن سان اڪثر محققن پنهنجو لهجو روا رکيو آهي.

14- شيخ ابراهيم جو پٽ شيخ حمر به شاعر هو. تفصيل لاءِ ڏسو "ٻيلاين جا ٻول" ، از ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ.

15- تفصيل لاءِ لکندڙ جو مقالو 'سنڌ ۾ هندي شاعري' ، رسالي سهڻيءَ حيدرآباد ۾ ڏسو.

16- پروفيسر بدوي پنهنجي ڪتاب "تذڪره لطفي" ، جلد پهرين ۾ پريم و گيان ڪي روحل جي تصنيف ڄاڻايو آهي ۽ ٻئي ڪتاب "ڪنبڙيءَ وارن جو ڪلام" ۾ مراد جي تصنيف ڄاڻايو اٿس.

17- صوفي صاحب جي سوانح ۽ ڪلام لاءِ ڏسو راج محمد پليءَ جي مقالي جون ٻه قسطون سماهي مهراڻ، حيدرآباد، 1-1965/2ع ۽ 1-1966/2ع.

18- مدن ڀڳت چوي ٿو:

ڪالهه پڻ ڪالهه هئي، اڄ پڻ ڏينهن ٻيو،
مڙهيءَ ۾ مدن چئي، وهي ڪنگ ويو،
جنهن ۾ ماڻ پيو، سا رهي رهندي ڪيترو.

19- بدوي، لطف الله: "ڪنبڙي وارن جو ڪلام" ، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد 1964ع، ص 26.

20- مير انيس ۽ مرزا دبير ثابت علي شاهه ڪان پوءِ جا هئا. ڏسو غلام رسول بلوچ جو ڪتاب "سنڌي مرثيه نويسي" انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي حيدرآباد 1970ع ص 48.

21- بلوچ، نبي بخش خان: " خليفي صاحب جو رسالو" ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1966ع ص 11 (مقدمو).

22- ايضاً، ص 12 (مقدمو).

23- ايضاً، ص ص 14-25 (مقدمو).

24- بلوچ، نبي بخس خان: "شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو" ، اداراه سنڌ شناسي، سنڌ يونيورسٽي، 1972ع ص 2 (مقدمو).

25- ايضاً.

26- انهن ٻن شاعرن جو ڪلام ٻه ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪتاب "شاهه شريف ڀاڏائيءَ جو رسالو" ۾ ڏنو آهي.

# باب پهريون

# نثر

سنڌي ادب جو دؤر جيڪو انگريزن جي قبضي (1843ع) کان وٺي هن سال (1977ع) تائين پکڙيل آهي، تنهن جا ٻه حصا ڪري اُن جو جائزو وٺي سگهجي ٿو. اُهي ٻه حصا آهن:

1- نثري ادب.

2- شعري ادب.

**1- نثري ادب:** سنڌي نثر جي ابتدا بابت ڪي مستند روايتون نه مليون آهن. جيڪي مليون آهن، تن سان گڏ وري نثر جو ڪو نمونو ميسر نه ٿيو آهي. سنڌي محققن جذبات جي بنياد تي ڪن پراڻين روايتن کي مستند سمجهي ڪٿي ابتدائي نثر جو ذڪر گهڻي فخر سان ڪيو آهي. هتي پهريائين انهن روايتن جو مختصر ذڪر ڪريون ٿا ۽ پوءِ اُنهن جو تنقيدي جائزو وٺنداسين.

**پس منظر:** چوڻ ۾ آيو آهي ته چچنامي ۾ سنڌي نثر جو ابتدائي نمونو مليو آهي. يعني راجا ڏاهر جي خطن کي سنڌي نثر سمجهڻ کپي.(1) ۽ سنڌ جي هڪ راجا جو اسلامي عقائد سکڻ لاءِ هڪ عراقي عالم کي طلب ڪرڻ ۽ اُن جو سنڌي نظم ۾ ڪتاب لکڻ توڙي قرآن شريف جو نثري ترجمو ٿيڻ کي، سنڌي نثر جي ابتدا جي ڪڙي سڏيو ويو آهي.(2) اُن کان پوءِ شاه ڪريم ۽ مخدوم نوح جي ملفوظات ۾ آيل خطبن وغيره کي سنڌي نثر جي تاريخ جي هڪ ڪڙي سڏيو ويو آهي.(3) اُن کان پوءِ ساڳئي ارغون دور جي هڪ عالم مخدوم جعفر بوبڪائي (وفات 1589ع) جو طلاق جي مسئلي تي لکيل عربي ڪتاب "حل العقود في طلاق السنود" ۾ ڪي سنڌي جملا مليا آهن. (يا ڪٿي تحت اللفظ ترجمو ڏنل آهي) اُن کي به سنڌي نثر جي تاريخ ۾ ڳڻيو ويو آهي.(4) گرهوڙي صاحب (وفات 1778ع) جي ملفوظات مان ڪي قول مليا آهن، تن کي به سنڌي نثر جي هڪ ڪڙي ليکيو ويو آهي. آخوند عزيز الله (1746-1824ع) قرآن شريف جو سنڌي نثر ۾ ترجمو ڪيو.(5) خليفي محمود نظامائيءَ جي ملفوظات مان هڪ چوٽي ملي آهي: 'ڏڏو ڪجي ڏيکر ڪجي، هو نه پڄي ته پاڻ اُٿي پڄجي.' (6)

مٿي ڏنل حوالا، حوالن جي حد تائين ته آءٌ تسليم ڪريان ٿو، پر اُنهن مان ڪنهن هڪ (آخوند عزيز الله) کان سواءِ ٻين کي سنڌي نثر جي تاريخ ۾، سنڌي نثر جا ابتدائي نمونا ڪري ڳڻڻ لاءِ تيار نه آهيان. پروفيسر الانا جي ڪتاب مان جيڪي حوالا ڏنا اٿم، تن بابت ڪي دليل عرض رکان ٿو:

1- راجا ڏاھر: راجا ڏاھر يقيناً سنڌيءَ ۾ خط لکيو ھوندو. (پوءِ اُھو کھڙي بہ لپيءَ ۾ ھجي) پر خط جو سنڌي نمونو ڪٿي آھي؟ چچنامو تہ عربي ورقن جي بنياد تي لکيل فارسي ڪتاب آھي. جنھن جو جڏھن ھاڻي سنڌي ترجمو ٿيو آھي تہ اُن ۾ آيل مواد کي ڪھڙي حيثيت ۾ سنڌي نثر جو ابتدائي اھڃاڻ ڪري ليکبو؟

2- عراقي عالم: ھن عالم جيڪو قرآن شريف جو ترجمو سنڌي نثر ۾ ڪيو، سو موجود ڪونھي. نہ تہ ھن کي آءٌ سنڌي نثر جو ابتدائي نمونو مڃڻ لاءِ تيار آھيان.

3- شاھ ڪريم ۽ مخدوم نوح: ھنن بزرگن جا شعر تہ اصل ٻوليءَ ۾ موجود آھن، پر ملفوظات مان مليل جملن ۽ خطبن جي حيثيت بابت ايترو چئبو تہ شاھ ڪريم جو مريد 'محمد رضا' جنھن مرشد جا سڀ شعر ۽ گفتگو ھڪ ڪتاب ۾ گڏ ڪئي سو ڪتاب ئي فارسيءَ ۾ لکيائين. شعر تہ جدا ٿي سگھيا آھن پر "بيان العارفين" جي فارسي نثري عبارت تہ محمد رضا جي آھي ۽ نہ شاھ ڪريم جي. مخدوم نوح جي ملفوظات ۾ ڪي ڪلما آھن، جن کي سنڌي نثر نہ پر فقط ڪي جملا سڏبو. اھڙي ڳالھايل ٻولي (Spoken Language) تہ جڳن کان سنڌ ۾ آھي. اُن ۾ ڪنھن نثرنگار جي عبارت بہ ھجي تہ پوءِ ان کي نثر تسليم ڪجي.

4- مخدوم جعفر: ھن بزرگ جي ڪتاب ۾ ڪي سنڌي جملا لکيل آھن. انھن جملن ۾ عبارت جو اھو تسلسل موجود نہ آھي، جنھن کي نثر جو مڪمل نمونو ڪري ليکجي. اھي ترجمي جا سنڌي جملا ڇپيا بہ آھن. انھن کي نثر مڃڻ نہ مڃڻ بہ قبل از وقت آھي.

5- آخوند عزيز الله: قرآن شريف جو جيڪو ترجمو ھن بزرگ ڪيو آھي، ان جو نمونو موجود آھي. ان ڪري ھن ترجمي جي عبارت جي بنياد تي ھن کي سنڌي نثر مڃڻ ۾ ڪنھن کي بہ پس و پيش نہ ٿيندي.

مٿين دليلن جي آڌار تي اسين ھن راءِ تي پھتا آھيون، تہ جيڪي حوالا آيا آھن، تن کي حوالن جي حد تائين تسليم ڪرڻ ۾ عار نہ آھي. انھن کي سنڌي نثر جو 'نمونو' نہ پر 'اھڃاڻ' ڪري حساب ۾ آڻجي. اوھان ڏٺو تہ جيڪي بہ چند حوالا آيا آھن تن جي ھوندي بہ سڄو گذريل دور سنڌي نثر کان جڻ خالي پيو نظر اچي. انھيءَ پس منظر کان پوءِ اسين انگريزن جي قبضي جي ابتدا کان نثر تي نظر وجھون ٿا.

## ابتدا:

چون ٿا تہ انگريزن سنڌي زبان تي وڏو ٿورو ڪيو آھي. جو ھنن سنڌي صورتخطي تيار ڪرائي ۽ تعليم کاتو قائم ڪري سنڌي ۾ تعليم جو انتظام ڪيائون. يورپي آفيسرن لاءِ بہ سنڌي لازمي ٺھرايائون ۽ تصنيف تاليف جي ڪم جي

شروعات ڪيائون. غور سان ڏسبو ته ان ۾ هنن جو پنهنجو مفاد هو. هو سنڌين تي ڪنهن به ٿوري ڪرڻ جي ارادي سان اهو سيکجهه نه ڪري رهيا هئا. هنن عوام جي ٻوليءَ جي نفسيات کي پورو پورو سمجهيو هو. ان ڪري سنڌيءَ ۾ ترويج ڏانهن ڌيان ڏنائون. ائين ڪرڻ سان سندن ٻوليءَ کي ذرو به نقصان ڪونه هو.

سر بارٽل فريئر جي ڪمشنريءَ واري دور ۾ 1853ع ۾ سنڌي صورتخطي هڪ پختي پايي تي قائم ٿي. ان کان پوءِ جيڪو تصنيف ۽ تاليف جو دور شروع ٿيو، سو سنڌي نثر لاءِ خاص طور نيڪ فال ٿيو. ڪيترا تعليمي ضرورت جا ڪتاب هڪ طرف شايع ٿيا ته علمي ادبي ۽ تحقيقي نوعيت جا ڪتاب ٻئي طرف ڇپيا. هن ٿورڙي عرصي، يعني ٻاويهن سالن (1853-1875ع) ۾ سنڌيءَ ۾ سوين ڪتاب ڇپجي ظاهر ٿيا مختصر فهرست هيٺ ڏجي ٿي.(7)

| ڪتاب | سال | مصنف | ڪيفيت |
|---|---|---|---|
| - بابنامو | 1853ع | ننديرام مير چنداڻي | سرڪاري ٻاراڻو ڪتاب |
| - پهريون ڪتاب | 1853ع | اڌارام | سرڪاري پهريون ڪتاب |
| - ٻيو ڪتاب | 1853ع | اُڌارام | سرڪاري ٻيو ڪتاب |
| - ٽيون ڪتاب | 1853ع | پريداس | سرڪاري ٽيون ڪتاب |
| - چوٿون ڪتاب ڀاڱو ١ | 1853ع | پريداس | سرڪاري چوٿون ڪتاب |
| - چوٿون ڪتاب ڀاڱو ٢ | 1853ع | پريداس | سرڪاري چوٿون ڪتاب |
| - تاريخ سنڌ | 1854ع | ننديرام ميرچنداڻي | تاريخ معصومي جو ترجمو |
| - ايسپ جون آکاڻيون | 1854ع | ننديرام ۽ ايلس | انگريزيءَ مان ترجمو |
| - هندوستان جي تاريخ | 1854ع | قاضي غلام علي | اردوءَ مان ترجمو |
| - ڀنيي زميندار جي ڳالهه | 1854ع | ميان غلام حسين | زباني قصو |
| - سنڌي ويا ڪرڻ | 1854ع | اُڌارام | سنڌيءَ جو صرف ونحو |
| - چٽ جي پاڙ | 1854ع | ننديرام ۽ ڪانانداس | ڊرائنگ سکيا |
| - سڏا تورو ۽ ڪڏاتورو | 1855ع | ميران محمدشاه (اول) | هندي قصي جو ترجمو |
| - ليکي جي پيڙهه | 1855ع | ننديرام مير چنداڻي | انگي حساب |
| - ڌرتي نروار (پهريون) | 1855ع | ننديرام۽مهاديو شاستري | دنيا جي جاگرافي |
| - ڌرتي نروار (ڀاڱو ٻيو) | 1855ع | ننديرام۽مهاديو شاستري | دنيا جي جاگرافي |
| - پيمائشي حساب | 1855ع | ننديرام ۽ ڪانانداس | پيمائشي حساب |
| - دنيا جي تاريخ | 1855ع | اُڌارام | اردوءَ تان ترجمو |
| - سيکاڻتو نروار | 1856ع | ننديرام | سنڌي سيکارڻ جو ڪتاب |
| - ليکي جو ڪتاب- ١ | 1856ع | ننديرام ۽ ڪانانداس | انگي حسابن جون سمجهاڻيون |
| - ليکي جو ڪتاب- ٢ | 1856ع | ننديرام ۽ ڪانانداس | انگي حسابن جون سمجهاڻيون |
| - آڪاسي نروار | 1856ع | ميران محمدشاه (اول) | علم هيئت |
| - جبر و مقابله | 1856ع | ننديرام ۽ وشو ناٿ | آلجبرا جا حساب |

| | | | |
|---|---|---|---|
| - سنڌي صرف ونحو | 1860ع | ميان محمد حيدرآبادي | وڏو گرامر |
| - راءِ ڏياچ جو قصو | 1861ع | اُڌارام | نثر ۽ نظم |
| - سنساري نروار | 1861ع | ننديرام | سرشتي اپياس يامطالعه فطرت |
| - جغرافيه جديد- ١ | 1861ع | ننديرام ۽ مهاديوَ | دنيا جي جاگرافي |
| - جغرافيه جديد- ٢ | 1861ع | ننديرام ۽ مهاديوَ | دنيا جي جاگرافي |
| - مفيد الطالبين | 1861ع | اُڌارام | درسي ڪتاب |
| - سنڌ جي تاريخ | 1862ع | سيٺ آلو مل | درسي ڪتاب |
| - ڪولمبس جي تاريخ | 1862ع | ڪوڙومل ڪلناڻي | انگريزيءَ مان ترجمو |
| - تاريخ انگلستان | 1862ع | واڌو مل | انگريزيءَ مان ترجمو |
| - هندستان جي تاريخ | 1863ع | پريتمداس | درسي ڪتاب |
| - انڊين پينل ڪوڊ | 1863ع | هاسارام | قانون جوڪتاب انگريزي مان ترجمو |
| - پڪو پهه | 1865ع | ڪوڙومل | زناني تعليم بابت |
| - شاهه جو رسالو | 1866ع | ارنيسٽ ٽرمپ | شاهه جوڪلام جرمن ۾ ڇپيو |
| - بمبئي ڪاتي جي جاگرافي | 1868ع | گُر ڏنومل | ابتدائي درسي ڪتاب |
| - راسيلاس | 1868ع | اڌارام ۽ نولراءِ | جانسن جي انگريزي ڪتاب جو ترجمو |
| - انگلنڊ جي تاريخ-١ | 1868ع | پريداس | انگريزيءَ مان ترجمو |
| - انگلنڊ جي تاريخ- ٢ | 1868ع | پريداس | انگريزيءَ مان ترجمو |
| - اصول علم طب | 1868ع | ڪوڙومل | نارمل اسڪول جودرسي ڪتاب |
| - سيتلا جا ٽڪا | 1868ع | ڪوڙومل | عام واقفيت ۽ علم صحت |
| - ديوان گل | 1868ع | آخوند گل محمد (8) | |
| - ڪامسين ۽ ڪامروپ | 1869ع | اڌارام | زباني نظمي ڪهاڻي |
| - انگي حساب | 1869ع | ڪرشنا شاستري | وڏو انگي حساب |
| - گل شڪر | 1869ع | ڪيولرام سلامت راءِ | ڪيولرام جا هي ٻئي ڪتاب |
| - گل | 1869ع | ڪيولرام سلامت راءِ | ڪيترا سال دستخط رهيا(9) |
| - دل جا حساب | 1870ع | ڪرشنا شاستري | زباني حسابن جون واٽون |
| - وڪيو ڏاتار | 1870ع | آخوند عبدالرحيم وفا | وندر جهڙو قصو |
| - قصو دلو راءِ | 1870ع | آخوند عبدالرحيم وفا | زباني قصو نثر ۽ نظم ۾ |
| - سيف الملوڪ | 1871ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي قصو |
| - عمر مارئي | 1871ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي قصو |
| - سسئي پنهون | 1871ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي قصو |
| - ليکي جي پيڙهه | 1871ع | پريتمداس | انگي حساب |
| - قصو مهر منير | 1871ع | اڌارام | زباني نظمي قصو |
| - مفتاح القلب | 1871ع | مرزا غلام رضا بيگ | علم منطق تي ڪتاب |
| - ڪنا ۽ ٻلي | 1871ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي ڪتاب |
| - جواهر اللغات | 1871ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نج سنڌي لفظن جون فارسي معنائون |
| - سنڌي زبان جو گرامر | 1872ع | ارنيسٽ ٽرمپ | انگريزي ۾ لکيل آهي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| - منتخب شاه جو رسالو | 1873ع | قاضي حاجي احمد | نارمل اسڪول جو درسي ڪتاب |
| - سنڌي پنجون | 1874ع | ڪوڙومل | ابتدائي درسي ڪتاب |
| - ميزان الشعر | 1875ع | سيد فاضل شاه | شعر بابت سمجهاڻيون |
| - ديوان فاضل | 1875ع | سيد فاضل شاه | غزلن جو ڪتاب |
| - چونڊ ڪافيون | 1875ع | سيد فاضل شاه | سنڌي ڪافيون ۽ شاعرن جو احوال |
| - ديوان قاسم | 1875ع | آخوند محمد قاسم | غزلن جو ڪتاب |
| - سنڌي انگريزي ڊڪشنري | 1875ع | مرزا صادق علي۽شرٽ | سنڌي لفظ ۽ معنيٰ انگريزي ۾ |
| - ڪاشف الغموض | 1875ع | آخوند فتح محمد | لفظن جا اشتقاق ۽ معنائون |

اُن کان اڳ گرامرن ۽ ڪن ڊڪشنرين جي تهڻ ڪري اديبن ۽ عالمن لاءِ ڪم ڪرڻ آسان ٿي پيو. اُهي ڊڪشنريون ۽ گرامر واٿن 1836ع ۾، ايسٽوڪ 1843ع ۾، ليچ 1843ع ۾، ۽ اسٽئڪ 1849ع ۾ ناهيا.

هونئن ٻاويهن سالن جي عرصي ۾ ڪل سٺ ڪتاب تيار ڪرڻ ڪو وڏو ڪارنامو نہ آهي پر بنياد جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ نثر جي ڪري هي ابتدائي ڪوششون ڪارنامو ڪري ليکڻ کپن.

مٿين مختصر فهرست مان ڪي عالم ۽ اديب خاص طور، نمايان ٿي بيهن ٿا. اهي آهن: ديوان نديرام، ديوان ڪوڙومل، ميران محمد شاه، اُڌارام ۽ عبدالرحيم وفا. ڪن عالمن ڪتابن ۽ مسودن جي تصحيح ۽ ترتيب جو ڪم بہ هوشياريءَ سان ڪيو آهي. جهڙوڪ: نديرام، تعليم کاتي جي ترجمان جي حيثيت سان، اشاعت لاءِ آيل مسودن جي تصحيح ڪئي ۽ مصنف سان گڏ ڪتاب تي پنهنجو نالو بہ آندو. آخوند عبدالرحيم وفا، مليل بيتن کي ترتيب ڏيئي ڇپجڻ لاءِ پيش ڪيو.

## ڪي ابتدائي عالم

**ديوان نديرام**(10) پهريون سنڌي عالم آهي، جنهن سنڌ ۾ علميت جو ڏاڪو وهاريو. سندس فارسيدانيءَ توڙي سمجهہ، سياڻپ ۽ ادبي قابليت سبب کيس تعليم کاتي جي ترجمان جو اهم عهدو مليو. جنهن جي هن گهڻي سڌ ڪئي ٿي. ان عهدي تي پهچي، نديرام تصنيف ۽ تاليف جو ڪم پوري تندهيءَ سان ڪيو. ڇٽڪ ادبي دنيا کي قليچ جو انتظار هو ۽ اهم ادبي ڪم نديرام جي هٿان پورو ٿي رهيو هو. نديرام جيڪي ڪتاب ترجمو ڪيا، لکيا ۽ مرتب ڪيا تن ۾ اڪيلي سر پنج ڪتاب لکيائين. اُهي آهن: "تاريخ سنڌ"، "سيڪانٽو نروار"، "بابنامو"، "سنساري نروار" ۽"ليکي جي پيڙهہ". ٻيا ڇهہ ست ڪتاب ٻين ليکڪن سان گڏجي لکيائين. نديرام جي ادبي ڪم تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ هن ۾ علمي قابليت ۽ محنت جو مادو گهڻو هو. سندس ڪتاب "تاريخ سنڌ"، انهيءَ محنت ۽ قابليت جو نتيجو آهي. مير معصوم جي مشهور "تاريخ معصومي" جو ترجمو ڪري، تعليم کاتي کي پيش ڪيائين، جنهن سبب کيس انعام ۽ ملازمت

ملي. هن مان سندس فارسيءَ جي ڄاڻ جي پروڙ به پوي ٿي. ادبي بورڊ واري ڪيل ترجمي ۽ ننديرام جي ڪيل ترجمي ۾ تقريباً سو سالن جي ويڇو آهي. سنڌي زبان جنهن پڌ تي اڄ بيٺل آهي، سو ننديرام واري زماني کان گهڻو مختلف آهي. هن تحت اللفظ ترجمي ڪرڻ جي ڪري ڪٿي ڪٿي اصل مفهوم بدران فقط لفظن جو ترجمو ڪري ڇڏيو آهي. "بابنامو"، اسڪولن جي گهرج جي مد نظر لکيائين. ڪتاب ۾ ٻٽيهه صفحا آهن، جن مان ٻاويهه صفحا هجي، بابت آهن. باقي صفحن ۾ اٺ سبق درج ڪيل آهن. اهڙي طرح تعليمي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ "سڪائنتو نروار" لکيائين. هن ڪتاب هڪڙي اڙدو ڪتاب "شارع تعليم" جو ترجمو آهي. جيڪو بنارس ۽ بريليءَ طرف مدرسن ۾ رائج هو. ننديرام سنڌ جي حالتن جي مدنظر ڪتاب ۾ ڪجهه ڦير گهير ڪئي.(11) انتظام تعليم بابت سنڌي ۾ هي پهريون ڪتاب آهي. اسڪولن ۾ ڪيئن تعليم ڏجي ۽ ڇا ڇا پڙهڻ گهرجي؟ ان ڳالهه جي اُپٽار ڪيل آهي. فارسيءَ جي اهميت بابت به هن ڪتاب ۾ ذڪر آهي پر خاص طور سنڌيءَ جي مقام بابت گهڻو ڪجهه چيل آهي.

ننديرام سيوهاڻيءَ جو تعليم ۽ ادب بابت جيڪو به ڪم ڪيل آهي سو 'سنڌي تعليم' جي سلسلي ۾ بنيادي ڪم آهي. جنهن جو پورائو اڳتي هلي مرزا قليچ بيگ ڪيو.

سنڌي نثر جي اشاعت جي هن ابتدائي دؤر ۾ ٻيو وڏو نالو 'ميران محمد شاه' (اول) (1829-1892ع) آهي. هي بزرگ سنڌ جي مشهور وزير ۽ شاعر سيد ميران محمد شاه 'مير' جو ڏاڏو هو. سندس ٻه ڪتاب مشهور آهن. ٻئي اصل ۾ هنديءَ مان ترجمو ٿيل آهن. جن جو ليکڪ پنڊتس بنسي ڌر آهي. ڪتاب هي آهن:

1- سڌاتورو ۽ ڪڌاتورو (اصل ڪتاب جو نالو 'سبودي ڪبودي')

2- آڪاسي نروار (اصل ڪتاب جو نالو 'نظام شمسي')

"سڌا تورو..." هڪ قصو آهي، جنهن کي ناول جي انداز ۾ نباهڻ جي ڪوشش ڪيل آهي. هن ۾ ٻن شخصن جو قصو آهي. 'سمهابو' (لياقت وارو) ۽ 'امهابو' (بي مهابو ۽ بي مروت).(12) اُنهن مان سڌاتورو سمهابي جو پٽ هو ۽ ڪڌاتورو امهابي جو پٽ هو. ڪتاب ۾ هنن ٻن جي ڪردارن سان قصي جي تاڃي پيٽي کي ڍيگهه ڏنل آهي. سڌاتورو هڪ اهڙو ڪردار آهي، جيڪو ايماندار، هوشيار ۽ انگريزن جي نوڪريءَ ۾ خوش آهي. ظاهر آهي ته ٻيو ماڻهو خراب هوندو، ان ڪري ان کي ڪم چور، ٺڳ ۽ ڪوڙو ڪري پيش ڪيو ويو آهي. ڪتاب جي ڪهاڻي انگريزن جي حڪمت عمليءَ جو جيئرو جاڳندو نمونو آهي. هي قصو ڪو ناول ته نه آهي، پر سنڌيءَ ۾ جيڪا صورت وٺي بيٺو آهي، تنهن موجب سنڌي ناول جي اوائلي اهڃاڻن ۾ شمار ضرور ٿيندو.

هندي ڪتاب "نظام شمسي" تان سيد ميران محمد شاهه "آڪاسي نروار" ترجمو ڪيو. هي ڪتاب مٿين درجن جي لاءِ درسي ڪتاب ٿي ڪم ايندو هو. سنڌيءَ ۾ علم هيئت جي بنيادي معلومات هن ڪتاب مان ملي ٿي. مثال طور

چنڊ، سج، ڌرتي، سيارن، نکٽن، سج گرهڻ ۽ چنڊ گرهڻ، گردش ۽ مفاصلي بابت ضروري معلومات هن ڪتاب ۾ ڏنل آهي. عوام جي غلط عقيدن کي بيان ڪندي مترجم هن معلومات جي اهميت بابت چوي ٿو. "اهڙين ڳالهين جي سوچ کان هنيو ڏڻيءَ ڏي ورندو آهي، جو هو سيني جو اپائينڌڙ ۽ واهي آهي. گهرجي ته ان جي ٻانهپ ڪجي ۽ ان جو ڏکو مڃجي."

ننديرام ۽ ميران محمد شاه کان سواءِ ديوان 'ڪوڙومل' ڪلناڻي پرين وارو (1844-1916ع) به هن دور جي هڪ وڏي علمي شخصيت آهي. جنهن کي مائٽ اصل نالي پريتم بدران 'ڪوڙو' سڏيندا هئا، پر سنڌي ادب کي مٺاڻ سان پري ڇڏيو اٿس. ڪوڙومل سرڪاري نوڪريءَ ۾ رهيو ۽ تعليم کاتي سان سندس گهڻو واسطو رهيو. هو ٽريننگ ڪاليج جو پرنسيپل به رهيو. ان ڪري تعليم جي معاملي ۾ هن جي نظر وسيع هئي. عورتن جي تعليم ۽ اخلاق بابت تمام گهڻو اونو هوس. 'آريه ناري چرتر' لکي، ديوان صاحب پنهنجو نقطه نظر واضح ڪيو. سندس چند ڪتاب هي آهن: "رتناولي"، "قول مالا"، "پڪوپهه"، "روهني" ۽ "ساميءَ جا سلوڪ".

مختلف موضوعن تي ڪتاب لکي، علم ادب ۾ واڌارو ڪيائين. 'رتناولي' ڊرامي، کي پهريون سنڌي ڊراما سڏيو ويو آهي.(13) منوهرداس پنهنجي تاليف "ساهتڪ پشپ" ۾ ديوان ڪوڙيمل جي مڙني علمي خدمتن جو ذڪر ڪيو آهي.(14) 'ساميءَ جا سلوڪ' ديوان صاحب جو وڏو علمي ڪارنامو آهي. انهيءَ علمي ڪم تي ميمڻ صاحب "ادبي تاريخ" ۾ اسان هڪي راءِ جي بلڪل اُبتڙ رمارڪ ڏنو آهي. ميمڻ صاحب لکي ٿو:

"ساميءَ جا سلوڪ گمناميءَ جي اوڙاهه ۾ پيا هئا، جن کي هن ٿي گڏ ڪري شايع ڪيو. منجهن شاعرائي خوبي ڪا ورلي ليندي جنهن لاءِ ڪوڙيمل ايتري ڪوشش ورتي، پر هندڪي ادب کي هٿي ڏيڻ لاءِ هن اها محنت ڪئي. هندن جو شعر ان زماني ۾ هو ئي ڪونه، تنهنڪري جيڪي ملي سگهيس سو ظاهر ڪيائين ۽ اسڪولن جي درسي ڪتابن ۾ داخل ڪرايائين."(15)

ساميءَ جا سلوڪ علمي حيثيت ۽ شاعرانه عظمت جي ڪري اسان وٽ مڃيل آهن ۽ هندو شاعرن ۾ ته سامي سڀني کان اڳرو آهي، هن جي ويدانتي ڪلام لاءِ مٿيون رمارڪ تنگدليءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي. ديوان ڪوڙيمل انهن سلوڪن کي گڏ ڪيو ۽ ترتيب ڏيئي شايع ڪيائين ته اهو هڪڙو ڪارنامو آهي نه اُهو ڪجهه جيڪي ميمڻ صاحب لکيو آهي.

ڪوڙيمل جي علمي ڪارنامن ۾ جاميٽريءَ جا اصطلاح به اڄي وڃن ٿا. جيڪي اڄ تائين ڪم پيا اچن. جهڙوڪ: مستطيل، متبدل، ٽڪنڊو ۽ ڪنڊون وغيره ڪوڙيمل جي ٻولي ڪن ڏرمي ڪتابن کان سواءِ عام طور آسان آهي. سماجي برائين کي ختم ڪرڻ سندس خاص مقصد هو، اُن ڪري هن گهڻو ڪري اهڙا ڪتاب لکيا، جن سان اهو مقصد حاصل ٿئي.

## آخوند عبدالرحيم وفا عباسي

هن اديب جي اصل وطن جي ڪنهن کي خبر نہ آهي. ميمڻ صاحب ادبي تاريخ ۾ هن جي رهائش ڪوهستان ۾ ڏيکاري آهي. "جواهراللغات" ۾ ڪي مونث اسم مذڪر ۽ مذڪر اسم مونث ڪري لکيا اٿس. ان مان اندازو لڳائجي ٿو تہ هو سنڌي نہ هو. هن صاحب ڪيترا زباني قصا قلمبند ڪري ورنيڪيولر ڪميٽي کي ڇپائڻ لاءِ ڏنا. اهي قصا بيتن ۾ آهن. قصا جيڪي شايع ٿيا، سي هي آهن: "قصو سيف الملوڪ"، "قصو عمر مارئي"، "قصو ڪنا ٻلي"، "قصو سسئي پنهون"، "قصو وڪيو ڏاتار"، "قصو بهرام شاه"، "قصو ججهم سلطان ۽ "قصو عجائب شاه".

قصن ۾ ڪيترن شاعرن ۽ سگهڙن جا بيت آهن. جهڙوڪ سيف الملوڪ ۾ 'بهار' شاعر جا بيت، عمر مارئيءَ ۾ شاه ڀٽائي، احمد، ڪبير شاه، ميوو فقير، احمد شاه، نٿو فقير، لطف فقير ۽ هارون فقير جا بيت، سسئي پنهون ۾ عارف فقير ڪلهوڙي جا بيت، (16) وڪئي ڏاتار ۽ حاجيءَ جا بيت، ججهم سلطان ۾ مير جا بيت، بهرام شاهہ ۾ ڇتي ڪٽيءَ جا بيت ۽ عجائب شاه ۾ فاضل، فضل ۽ لونگ جا بيت ڏنل آهن. ڪي شاعر ٻيلي جا پيا لڳن. آخوند عبدالرحيم ڪوهستان جو رهاڪو هو، ان ڪري گمان غالب آهي تہ لس ٻيلي جي شاعرن جو ڪلام گڏ ڪري، هن اهي قصا ترتيب ڏنا. ڪلام جي ترتيب جي لحاظ کان بہ مرتب کي جس ڏبو.

آخوند عبدالرحيم جو وڏو ڪارنامو، "جواهر اللغات" آهي. هن لغت ۾ سنڌي ۽ عام فارسي عربي لفظ ۽ انهن جي معنيٰ ڏنل آهي. هن جو مواد پوءِ ٻين ڊڪشنرين ۾ اچي ويو ۽ هيءَ لغت اڄ ڏينهن تائين پريس جي ڏک کان بچندي رهي آهي. هن ۾ لفظن جي معنيٰ فارسيءَ ۾ لکيل آهي. مثال:

ابداٿو= نيف، مذڪر اسم، خاص جنس. ڪتاب جو سبب تاليف هتي نقل ڪريون ٿا:

جڏهن ڏينهن هيڪڙي هي اٻالو عبدالرحيم پٽ محمد وفا جو عباسي گنبذي، هاڻي رهاشو ڪراچيءَ جو منجهہ سٽ ساٿارين جي وينو هو تہ اوچتو ٿي ڳالهہ ٻولهہ لفظن سنڌين جي وچ ۾ آئي. تڏهن ڪن منجهان ساٿارين چيو تہ جيڪڏهن تون ڪو ڪتاب سنڌي جوڙين تہ جيڪر ماڻهن گهڻن جو گن ۽ لاهو ٿيندو. تڏهن ڪيترا لفظ گڏ ڪري نالو هن ڪتاب جو"جواهر اللغات" (سنڌي اڪيچار) رکيم ۽ ٿهوڙ هن ڪتاب جو مٿي ٽن ڀاڱن ۾ ڪيم! (17)

عبدالرحيم کان سواءِ هن دور ۾ اُڌارام (ولادت 1833ع) جي قلمي ڪاوشن جو ٿورو ذڪر مناسب ٿيندو. اڌارام ٿانور داس ڪيترا درسي ڪتاب تيار ڪيا. ڊاڪٽر جانسن جي مشهور ناول راسيلاس - پرنس آف ايبسينيا جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ديوان نولراءِ سان گڏجي ڪيائين. هي ڪتاب ڪيترا سال سنڌ يونيورسٽيءَ جي ... اي. جي ڪورس ۾ بہ رهيو آهي. هن ناول جو شمار سنڌي ناول جي ابتدا... جاتن ۾ ٿئي ٿو. ترجمو هوندي بہ سنڌي ناول لکندڙن جي اڳيان هي ڪتاب نمونو ٿي رهيو. راسيلاس کي ناول جي جديد فني خوبين تي بيهارڻ جي

ضرورت ڪونهي. ڇو جو گهڻو اڳ لکيو ويو آهي.
اڳ ۾ آيل فهرست مان ڪيترن ئي ليکڪن جا نالا ظاهر ٿين ٿا. جن ڪتاب لکي سنڌي نثر جي سلسلي ۾ ادب کي مالا مال ڪيو. انهن اديبن ۾ ميان محمد حيدرآبادي، غلام حسين قريشي، مرزا غلام رضا بيگ، پريداس ۽ قاضي غلام علي اچي وڃن ٿا. سنڌي ناول جي اوائلي اهڃاڻن ۾ ميان غلام حسين قريشيءَ جي "پنيي زميندار جي ڳالهه" به اچي ٿي. هنن نثر نگارن جا ننڍا همعصر آهن آخوند لطف الله، حاجي امام بخش خادم ۽ شمس الدين بلبل. آخوند لطف الله (1842-1902ع)، هنديءَ ۾ مرزا رجب علي بيگ سرور جي لکيل داستان، فسانه عجائب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري گل خندان نالو رکيو. سڄو قصو مقفيٰ ۽ مسجع نثر ۾ لکيل آهي. نثر جي رنگينيءَ ۾ تسلسل جي ڪري وري ڪو ڪتاب هن جهڙو نه ٿيو. حاجي امام بخش خادم شڪارپوري (1861-1918ع) سنڌيءَ جي يگاني استاد ۽ "تذڪره لطفي" جي مصنف پروفيسر لطف الله بدويءَ مرحوم جو والد هو. سندس تصنيفن ۾ ڊراما هير رانجهو (1879ع) ڪي قصا ۽ شعر جو ڪليات اچي وڃي ٿو. شمس الدين بلبل (1857-1919ع) هڪ طرف طنزيه ۽ ظريفانه شعر چيو ته ٻئي طرف نثر ۾ به ڪتاب لکيائين. جن ۾ قلندري ميلو، بهار عشق، ظريف الدوله، گلزار لطائف ۽ قرض جا مرض ۽ ان جا علاج وغيره اچي وڃن ٿا. مقفي نثر کيس گهڻو پسند هو. قلندر جي ميلي تي ايندڙ ماڻهن جو جائزو وٺندي چوي ٿو:
'پير فقير امير نواب، چڱا مٺا غريب ڪساب، ڌرڙا زميندار چور چڪار، ڪڙا ڪامورا، رئيس سرادر، بازيگر رانديگر، نامي ملهه، جوڳي ٺوڳي دلبائي دل، لنگها ڏوم، پٽ دلال، ڪڌڙا باندي، ڪجريون قوال، تاتر توتر آڪڙ باز ڳنڍيڇوڙ جواباز. غرض ته هر هڪ ملڪ جا هر انسان، هر سوداگر، هر سامان، هر جنس، هر حيوان، هر ساز، هر باز، هر حسين هر ناز، اچي گڏ ٿين ٿا'.

## مرزا قليچ بيگ: (1855-1929ع) هڪ ادبي اُتل

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ سنڌي ادب جي نشيلي نار جي نڪ جي نٿ آهي. سنڌي نثر ۾ مرزا صاحب جي قلم جون جولانيون ڏيکاريون ته سنڌي زبان جو ڳاٽ اوچو ڪري ڇڏيو. فن (Arts) ۽ علم (Science) جي هر موضوع تي طبعزاد توڙي ترجمو ٿيل ڪتاب مهيا ڪيائين. تذڪره نگارن مرزا صاحب جي ادبي ڪم جو جائزو وٺندي، سندس ڇپيل ڪتابن جون فهرستون به ڏنيون آهن. جن مان سندس طبع جي روانيءَ جي خبر پوي ٿي. خانبهادر ميمڻ جي تاليف "تاريخ سنڌي ادب" ۾ مرزا صاحب جي زندگيءَ جي آخري پنجن سالن جي ڪتابن جي هڪ فهرست آهي، جنهن ۾ پنجاه ڪتاب آيل آهن. ظاهر ٿئي ٿو ته سراسري هڪ سال ۾ ڏهه ڪتاب لکيائين" قرب قليچ" پروفيسر الانا جي "سنڌي نثر جي تاريخ" ۽ خانبهادر ميمڻ جي "تاريخ سنڌي ادب" جي بنياد تي مرزا صاحب جي ڇپيل ڪتابن جو تعداد ڏيڍ سؤ آهي ۽ ايترائي دستخط پيل آهن. اسان جي شاگرديءَ جي

زماني ۾ 1958ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ مرزا صاحب جي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪتابن جي نمائش ٿي هئي، جنهن ۾ ڪيترا ناياب ۽ اڻ ڇپيل ڪتاب ڏنا سون. سنڌي ادبي بورڊ مرزا صاحب جا ڪيترا ڪتاب وري ڇپيو شايع ڪري، پر اجا گهڻا ڪتاب اڻ ڇپيل موجود آهن. وري به شڪر آهي سندس لائق فرزند مرزا اسد بيگ ۽ مرزا اجمل بيگ هن ورثي جو قدر ڪندڙ موجود آهن.

مرزا صاحب علم ۽ فن جي هر موضوع تي نهايت خوبيءَ سان لکيو آهي. مرزا صاحب هڪ ئي وقت چار ڪتاب لکندو هو. هڪ ڪتاب لکندي ٿڪو ته وري بي ميز تي ويهي ٻئي ڪتاب کي لکڻ لڳندو هو. هن مان سندس اورچائي ۽ محنت جي پروڙ پوي ٿي. 'جيتوڻيڪ سنڌ ۾ هندو اديبن جي دل ۾ به سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ درد هو، پر مرزا صاحب جي قلم جي رفتار کي ڪوبه رسي نه سگهيو. ڪانئس اڳ هندو عالمن بامحاوره عبارت ۾ معياري ڪتاب لکيا هئا، ليڪن مرزا صاحب سڀني کان گوءِ کٽي ويو. هي بزرگ هر فن مولا هو. ناٽڪ، ناول، ڪهاڻين، تاريخ، فلسفي ۽ ٻين مختلف شعبن ۾ ٽي سو کن ڪتاب لکي، سنڌي نثر جي ڪوٺ گهڻي حد تائين پري چڙهايائين.' (18)

**قابليت:** مرزا صاحب جي ادبي قابليت جو هرڪو معترف آهي. اسان جي خيال ۾ مرزا صاحب ۾ ترجمي ڪرڻ جي اهميت گهڻي هئي. سندس طبعزاد ڪتابن کان ترجمو ٿيل ڪتاب گهڻا آهن. ترجمو ڪرڻ هڪ ڏکيو فن آهي. هن فن ۾ مترجم لاءِ لازمي هوندو آهي ته جنهن ٻوليءَ مان ترجمو ڪري ٿو، تنهن تي مڪمل دسترس هجيس ۽ اُن جي مڙني معنوي ۽ لغوي رمزن کان واقف هجي. مرزا صاحب سنڌيءَ ۾ انگريزي، فارسيءَ ۽ اردو مان ڪيترا ترجما ڪيا. تنهن ڪانسواءِ انهن ٻولين ۾ به لکيائين. مرزا صاحب جي ڪتابن جي مڙني فهرست کي اڳيان رکي اسان جيڪا مختصر فهرست ترتيب ڏني آهي، اُها هيءَ آهي:

1- شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو احوال 2- رسالہ ڪريمي 3- ثابت علي شاهه جو احوال ۽ مرثيا 4- ڪيمياءِ سعادت 5- حالات اولياء 6- نيڪي ۽ بدي 7- فيروز دل افروز8- شاهه ايليا9- حسنا دلدار10- خورشيد11-دلارام12- زينت13- گلن جي ٽوڪري14- حاجي بابا اصفهاني15- ايرڪ16- مصيبت ماريا سائينءَ سنواريا 17-دلپسند قصا18- علم دستورالمعاش19- پوک ڪرڻ جو علم ۽ هنر، 20- باغ ۽ باغباني 21- سرندڙ ساهه وارا 22- حيات بعد المعات 23- غلاميءَ مان مٿي چاڙهو 24- مقالات الحڪمت25- تهذيب الاخلاق26- پکي27- لغات لطيفي28- لغات قديمي 29- ڪامل انسان30- صلح ڪل31- ديوان قاسم32- قديم سنڌ33- شهزادو بهرام.

انگريزيءَ ۾ شعر لکڻ کان سواءِ سندس مشهور ڪتاب هيٺيان آهن:

Philological Curiosities, Chachnama, History of Sindh.

سنڌي شعر ۾ مرزا صاحب جا مڪمل ڪتاب هي آهن:

1- سوداءِ خام 2- رباعيات عمر خيام 3- موتين جي دبلي 3- مثنوي

ڪشف اعجاز 5- املھ ماٹڪ 6- ديوان قليچ.

سنڌي شاعريءَ ۾ مرزا صاحب جي فني قابليت بيشڪ اعليٰ درجي جي آهي. تمام گھڻو شعر بہ لکيائين پر پنهنجي همعصر دور ۾ گدا ۽ سانگيءَ سان برميچي نٿو سگھجي. سنڌي ادبيات ۾ مرزا صاحب خاص طور نثر جي ميدان جو شهسوار آهي. سنڌ جي تاريخ تي سندس ڪم قابل قدر آهي. جديد مقدمه نگاريءَ ۾ سندس مقام نهايت بلند آهي. هن صاحب شاهہ لطيف، ثابت علي شاهہ ۽ آخوند محمد قاسم جي سوانح عمري ۽ شعر بابت لکيو. فن ۽ شاعرن جي سوانح عمريءَ کي سلسلي ۾ لکي سوانح نگاريءَ جي فن کي جديد انداز ۾ پيش ڪيو ۽ ڪلام سان گڏ مقدمو ڏيڻ جي رواج کي فروغ ڏنائين. اسلامي اڪابرن جون سوانح عمريون بہ لکيائين.

## ناول ۽ ناٽڪ:

ترجمي ۾ ڪيترا ناول ۽ ڊراما سنڌي ادب کي ڏنائين. شيڪسپيئر جي ڊرامن کي سنڌيءَ جو ويس ڍڪايائين ۽ انگريزيءَ جي ناولن جا ترجما ڪري سنڌي ناول جي اڏڻ ۾ چٽاچٽا نقش پريائين. ناولن ۾ "ايرڪ"، "مصيبت ماريا سائينءَ سنواريا"، "گلن جي ٽوڪري"، "حاجي بابا اصفهاني" ۽ ٻيا ڪيترا آهن. ڊرامن ۾ "شاهہ ايليا"، "نيڪي ۽ بدي"، "حسنا دلدار" ۽ ٻيا ڪيترا آهن. اصلوڪا ناول ۽ ڊراما بہ لکيائين. اصلوڪن ناولن ۾ "زينت" فڪر ۽ فن جي لحاظ کان اعليٰ درجي جو آهي. هن ناول جي اهميت بابت گھڻو ڪجھہ لکجي چڪو آهي. اجا تائين ڪنهن ظاهر نہ ڪيو آهي، تہ زينت ترجمو ٿيل آهي. تازو ڪي پٽڪا ڪن تي پيا اٿم. پلي اُهي ڪاغذ تي اچن تہ انهن بابت ڪجھہ پروڙ پوي. ايترو چئبو تہ 'زينت' جو ڪردار جيڪو هن ناول ۾ پيش ڪيو ويو آهي، سو هڪ مستقل مزاج شخصيت جو ڪردار آهي، جنهن ۾ سچائي ۽ همت جا اعليٰ جوهر موجود آهن. مرزا صاحب هن ڪردار ۾ هي جوهر پرڻ مان جيڪو اعليٰ مقصد ظاهر ڪري ٿو، سو پڌرو پيو آهي.

مرزا صاحب جنهن زماني (1890ع) ۾ 'زينت' لکيو، يا ڪي ٻيا ناول ۽ ڊراما لکيا، تن ڏينهن سنڌيءَ ۾ افسانوي ادب (Fiction) جي ڪمي هئي. افسانوي ادب تخليق ڪرڻ لاءِ خاص قسم جا لاڙا ضروري آهن. ذهني لاڙن سان گڏ اديب جي جذباتي وارداتن جي شموليت بہ لازمي آهي. مرزا صاحب هڪ مصروف ماڻهو هو. جنهن سرڪاري ملازمت (1910ع تائين) هوندي بہ ادبي ڪم ۽ تحقيقي ڪم سان گڏ افسانوي ادب جا ترجما ۽ تخليق جاري رکي. هو هڪ ڀرپور زندگي گذاري رهيو هو. ملازمت، گھر ٻار ۽ اولاد جي ٻار سان گڏ ادبي ڪم ۾ يڪ ڏيانو رهڻ سان مرزا صاحب پنهنجي مقصد حاصل ڪيا. ذهن جي اهڙي يڪ مرڪزيت سان سنڌي ادب ۾ اٿل آندائين ۽ ڪڏون ڪوپا، ڊبون ڊانڪا پري، سڪل پوڻ کي آب اُچل سان لاهولاه ڪري ڇڏيائين. هيترو افسانوي ادب اُن اندروني آب اُچل جو نتيجو آهي.

**مختلف موضوعن بابت:** ادب، ڪان سواءِ سائنس جي ڪيترن

موضوعن تي، فقط 'سنڌي نثر جي گهرج' جي مدنظر لکيائين. مرزا صاحب بنيادي طرح ادبيات جو ماهر هو پر حالات جي مدنظر پوک، باغباني توڙي صحت تي به لکيائين. حشرات الارض، حيوانات ۽ نباتات تي به سندس قلم خوب هليو. ترجمو ڪري اهي ڪتاب سنڌي ويس ۾ آندائين. سندس چوڻ هو ته 'سنڌ جا خام مائٽهو قدر نٿا ڄاڻن' ۽ ان ڪري جي سنڌ جو هي اديب، جيڪو قسمت سانگي، سنڌ ۾ اچي پيدا ٿيو، سو به 'روم ۽ ايران ۾ پيدا ٿئي ها' ته سنڌي ادب جي تاريخ اها نه هجي ها جيڪا اڄ آهي. ان ۾ به ڪا ڏٿيءَ جي حڪمت هئي 'سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار' مرزا صاحب به ان سُڪار جي هڪ نشاني ۽ پالوٽ آهي.

هڪ ديني عالم وانگر سنڌيءَ ۾ مذهبي ڪتاب لکيائين. جن ۾ اسلامي اڪابرن جون سوانح عمريون، اوليائن جو ذڪر ڪيائين ۽ روحانيت بابت لکيائين. سندس زماني ۾ ڪيترن غير مسلم ليکڪن جيڪي مذهبي ڪتاب لکي اسلام تي منڌيئڙو ڏيڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، ان جي ڪري دين متين جي پوري وضاحت لازمي هئي. مرزا صاحب هي ڪم به بخوبي پورو ڪيو. سندس لکيل مذهبي ڪتاب ڪيترائي آهن، جيڪي وري ڇپجڻ ڪپن.

مرزا صاحب پنهنجي شعر ۾ هڪ هنڌ انڪساري ۽ نهٺائي ظاهر ڪندي چيو ته هن ۾ ڪو سوجهرو ڪونهي ۽ علم ۽ ادب به نه آهي. حقيقت ۾ هي سچو علم و ادب ۽ سوجهرو مرزا صاحب سنڌ وارن کي ڏيئي ڇڏيو آهي. جنهن جهوليءَ مان هي علم و ادب مرزا صاحب اسان کي ڏنو آهي، تنهن کي خالي نه چئبو. بلڪ ان جهوليءَ مان شعر ۽ نثر جا بيش بها موتي سنڌي زبان کي مليا آهن. نثر ۾ مرزا صاحب رنگين ۽ سادو نثر لکيو. جنهن قسم جو موضوع هو، ان قسم جو نثر لکي ٻوليءَ کي شاهوڪار ڪيائين.

## علمي خاندان:

مرزا صاحب جو خاندان هڪ علمي خاندان آهي. جنهن ۾ سندس پيائرن جون علمي خدمتون به ڳڻپ ۾ اچن ٿيون. هڪ ڀاءُ غلام رضا بيگ جو ذڪر اڳ ۾ ٿي ڪري آيا آهيون، جنهن علم منطق تي هڪ ڪتاب "مفتاح القلب" ، لکيو. ٻين ڀائرن ۾ صادق علي بيگ ۽ علي قلي بيگ جون ادبي ڪاوشون به يادگار آهن. مرزا صادق علي بيگ، شرٽ پادريءَ جي شموليت سان سنڌي، انگريزي ۽ انگريزي سنڌي ڊڪشنريون تيار ڪيون. 'معاشيات' تي به هڪ ڪتاب لکيائين. علي قلي بيگ سچل سرمست جو رسالو ٻن جلدن ۾ شايع ڪيو. مرزا صاحب جي ٽن پائرن ڪانسواءِ تي فرزند خاص طور ادب جي ميدان ۾ آهن، جن ۾ مرزا همايون بيگ 'فائق' مرحوم سٺو مصنف ۽ شاعر هو. هن وقت مرزا اجمل بيگ صاحب ۽ مرزا اسد بيگ صاحب سنڌي ادب ۾ پنهنجو مقام رکن ٿا. اجمل صاحب شعر و شاعريءَ ۽ عروض تي پوري دسترس رکي ٿو.

## ويھين صديءَ جا ڪي ٻيا نثر نگار

### هڪ ٽمورتي: ڄيٺمل، ڀيرومل، لالچند: مرزا قليچ بيگ جي

همعصرن ۾ رشي ڏيارام گدومل (1857-1929ع) ۽ مٿين ٽمورتي بہ اچي ٿي. رشي صاحب جو مشهور ڪتاب "چابڪ" ۽ ٻيا روحاني ليک اعليٰ پايہ جا آهن، پر ڀيرومل، ڄيٺمل ۽ لالچند مان هرهڪ ٽيهارو ڪتاب مختلف موضوعن تي لکيا، حقيقت نگاريءَ ۽ زبان جي روانيءَ ۽ سلاست ڪري هي ٽي اديب اهم آهن. جيڪڏهن ڪوجنا جو انگ ڏسبو تہ اهو ڀيرومل ۾ وڌيڪ نظر ايندو.

### ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻي (وفات 1948ع). سنڌ جي انهن اديبن مان آهي،

جن تي مختلف مذهبن جي بنيادي اصولن جو گهڻو اثر هوندو آهي. مٿس سنڌ جي صوفين جو بہ گهڻو اثر هو، جيڪو سندس تصنيفن مان پڌرو آهي. سنڌ جي صحافت ۾ بہ سندس اهم ڪم ٿيل آهي. 'هندو واسي' اخبار جاري ڪيائين. 1924ع ۾ 'روح رهاڻ' رسالي جي ذريعي تصوف ۽ ٿياسافيءَ جو چڱو مواد شايع ڪيائين. هي رسالو ڪل ويهہ سال هليو. هونئين تہ ڄيٺمل اٽڪل 31 ڪتاب لکيا. پر انهن ۾ موضُع ۽ مواد جي لحاظ کان هيٺيان ڪتاب اهميت وارا آهن:

مونااوانا، پيغمبر اسلام، شاهہ جون آکاڻيون، فاسٽ، سچل سرمست، فلاسافي ڇا آهي ۽ هئملٽ.

ڄيٺمل جي ڪم ۾ ترجمو بہ شامل آهي. پر سندس تحرير جي خوبي تسلسل ۽ سلامت آهي. جيڪا هر موضوع کي اصليت بخشي ٿي. جيڪي ناول ۽ ڊراما لکيائين، تن مان سندس مراد، سچ، صداقت، همت ۽ جرئت جو پرچار ڪرڻ هو. ان سلسلي ۾ 'مونااوانا' جو مثال ڪافي آهي.

شيڪسپيئر جي ڊراما 'هئملٽ' جو ترجمو، مرزا قليچ بيگ بہ 'شهزادو بهرام' جي نالي سان ڪيو آهي. هن ڊرامي جو ترجمو ڪرڻ مان انسان جي سياءَ ۽ ذهني ڇڪتاڻ جو نقش ظاهر ٿئي ٿو. 'هئملٽ منجهندڙ انسان آهي، جنهن ۾ دماغ ۽ ضمير جي شناس پيدا ٿي آهي. پر اها پڪي نہ ٿي آهي.'

ڄيٺمل، هڪ پرجوش اديب آهي. هن جي تحرير ان جوش ۽ جذبي جو مظهر آهي. اهو جذبو سماجي سڌاري ۽ قومي ڪردار جي بلنديءَ توڙي حق پرستيءَ جو آهي. اوهين ڄيٺمل جي ڪابہ تحرير پڙهو، اهو رنگ هرهنڌ ملندو.

شاهہ جي شعر سان سندس عشق هو. تصوف واري شعر کي سمجهڻ سان گڏ انهن روماني ڪهاڻين جي تهہ تائين پهچڻ بہ ضروري هو، جن تي شاهہ صاحب تڪيو ڪيو آهي. ڄيٺمل ان ڪري ئي انهن ڪهاڻين جي ڪردارن جي اپٽار خاطر 'شاهہ جون آکاڻيون' لکي، اهو واضح ڪيو تہ اصل حقيقت ڇا آهي. هن موضوع تي اڳتي هلي ٻين اديبن بہ لکيو.

**پيرو مل مهرچند آڏواڻي** (1876-1953ع) هن تمورتيءَ جي ٻي شخصيت آهي. ڪاڪي پيرومل ۾ تحقيق جي قابليت (Research Ability) چينمل ۽ لالچند کان گهڻي هئي. ان ڪري هن سنڌي زبان، ان جي گرامر ۽ ادبيات بابت تحقيقي ڪتاب لکيا. توڙي سنڌ جي تاريخ بابت به کوجنا ڪندو رهيو. افسانوي ادب ۾ سندس ناول ۽ ناٽڪ به موجود آهن، 'غريب' تخلص سان ڪي شعر به جوڙيائين. ڪاڪي پيرومل جي ڪل ڪتابن بابت اندازو لڳائجي ٿو ته ٽيهن ۽ چاليهن جي وچ ۾ آهن. مقالا ۽ مضمون ان کان سواءِ آهن.

ويهن سالن جي ڄمار ۾ آبڪاري کاتي ۾ ملازمت مليس. ڪجهه وقت سنڌيءَ جو استاد رهيو. سڄو وقت علمي ڪم ڪي جنبيو رهيو. پاڻ‍جي ٿو ته ڪاڪي صاحب کي مرزا قليچ بيگ جي ريس هئي، جو هر موضوع تي پئي لکيائين. ٻنهي ۾ فرق هي هو، جو مرزا صاحب تاريخ، لغت ۽ شعر و ادب جون حدون لتاڙي ٻاهر نڪري ٻين موضوعن تي به لکيو، پر ڪاڪي پيرومل انهن موضوعن کان ٻاهر سائنس جي دنيا ۾ پير نه پاتو.

ڪاڪي پيرومل جون چند تصنيفون ۽ تاليفون هي آهن:

1- قديم سنڌ 2- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ 3- لطيفي سير 4- سنڌ جو سيلاني 5- غريب اللغات 6- گلقند (ٻه ڀاڱا) 7- حرص جو شڪار 8- سنڌ جي هندن جي تاريخ (ٻه ڀاڱا) 9- وڏو سنڌي ويا ڪرڻ 10- گولن جا گوندر 11- سوڍن جي صاحبي 12- چونڊ ڪلام.

چون ٿا ته تاريخدان جڏهن پنهنجي وطن جي وساريل تاريخ دهرائي ٿو ته هن جي مراد اها آهي ته وطن وارن کي سندن ماضي ۽ عظمت ياد ڏيارجي. ڪاڪي پيرومل جو ڪتاب "قديم سنڌ" سنڌ جي تاريخ جو جهونو باب آهي، جيڪو هن رگ ويد ۽ ٻين ويدن جي آڌار تي مرتب ڪيو آهي. "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" به ڪاڪي پيرومل جو هڪ تحقيقي ڪارنامو آهي، جنهن کي هن گريئرسن ۽ ٻين يورپي عالمن جي روشنيءَ ۾ لکيو. جديد لسانيات جي بنياد تي سندس ڪيترن بابن تي نظر ثاني جي گنجائش پيدا ٿي پئي آهي. پر اهوئي هڪ ڪتاب هو، جنهن تي ڏهه سال ايم. اي سنڌيءَ جا شاگرد امتحان جي تياري ڪندا رهيا. هاڻي زبان بابت ٻيون به تحقيقون ٿيون آهن.(19) ڪاڪي پيرومل شاهه صاحب جي سير بابت ذڪر "لطيفي سير" ۾ ڪيو آهي. سير سفر ۾ شاهه صاحب جو سڄو ڏڳ (Route) نشانبر ڪيو اٿس. جنهن ۾ ڪلام جو شان نزول به پڌرو ڪندو ويو. رسالي جي ڪن سرن جي معنيٰ "غريب اللغات" نالي ڪتاب ۾ لکيائين. کوجنا وارن ڪتابن ۾ "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۽ "سوڍن جي صاحبي" اچي وڃن ٿا. تحقيقي ڪم کان سواءِ ڪاڪي ناول ۽ ڊراما به لکيا. جن ۾ ناول ڪو هڪ اڌ آهي، جيڪو به ترجمو آهي. اصلوڪا ڊراما لکيائين، جيڪي ڌرمي ۽ سماجي موضوعن تي ٻڌل آهن.

ڪاڪو پيرومل هڪ سٺو نقاد به هو. سندس تنقيد ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ واري رسالي تي آهي. جيڪا 'سنڌو' ۾ ڇپي هئي. هن تنقيد ۾ ڪن لفظن جي معنائن

تي اختلاف ڪندي هڪ طويل تنقيد لکيائين. هن تنقيد ۾ سندس عالمانہ تحرير ڏسڻ وٽان آهي. گربخشاڻي سندس دوست هو. اهڙي دلنشين انداز ۾ تنقيد لکيائين، جنهن جو پيو مثال اڃا سنڌي تنقيد ۾ پيدا ڪونہ ٿيو آهي.

ڪاڪي ڀيرومل جي ٻولي، مٺي ۽ سپڪ آهي. درياءَ جي رواني هڪ طرف تہ سليس لفظن جو واڇوڙو ٻئي طرف پيو نظر ايندو. "لطيفي سير" ۾ ٺٽ جي هڪ تاريخي مقام جي زبون حالت ڏسي لکي ٿو: 'انصاف سوڍن جا نہ وڃائبا جو نہ عمارت کي سرڪار جي حوالي ٿا ڪن، نہ ڪي ٿا خود مرمت ڪرائين.'

طلسم، جو پوين اڌ بہ اهڙي شاهدي پري ٿو. جنهن ۾ بامحاوره زبان ۽ اصطلاحن توڙي چوڻين جا ڀنڊار موجود آهن. ڪن محققن جو خيال آهي تہ 'طلسم، جو پهريون اڌ جيڪو ساڌو هيرانند ترجمو ڪيو، سو زبان جي لحاظ کان اوچو آهي' . (20) پر آءٌ ان جي ابتڙ راءِ رکان ٿو. منهنجي خيال ۾ ڪاڪي صاحب جي زبان سان ساڌو صاحب جي زبان برابر اچي نٿي سگهي.

## لالچند امر ڏنومل جڳتياڻي

(وفات 1954ع) هن تموريءَ جي ٿي شخصيت بہ سليس ۽ سپڪ زبان جي ڪري مشهور آهي. لالچند امرڏنو مل جڳتياڻي سپڪ ٻولي جو ماهر هو. جنهن کي ڪي دوست چرچي طور ڏکر چوندا هئا تہ رسول ڪريم جي سوانح 'حضرت محمد رسول الله' لکڻ ڪري ڪيس ڪي هندو ' لال محمد' بہ سڏيندا هئا. سليس ۽ سپڪ ٻولي جڻڪ لالچند جي گهر جي ٻانهي هئي.

لالچند جو لاڙو تحقيقي ڪم ڏي گهٽ هو. هن سنڌ جي شاعرن مان شاهہ ۽ سچل تي لکيو، پر سندس گهڻو ڌيان افسانوي ادب (Fiction) ڏي هو. جنهن ۾ تصنيف ۽ ترجمو ٻئي موجود آهن. ڪل تيهن کان مٿي ڪتاب لکيائين. جن مان چند مشهور ڪتاب هي آهن:

1- سون ورنيون دليون 2- سچ تان صدقي3- سدا گلاب 4- ڏکن ڏڏي زندگي 5- ڪشنيءَ جا ڪشت 6- شاهاڻو شاهہ 7- سچل سونهارو 8- ڦلن مٺ 9- بيرنگي باغ جو گل 10- عمر مارئي11- سهڻي ميهار12- شاعراڻا گل13- چوڻ جو چند.

ترجمو ٿيل ناولن ۾ "سون ورنيون دليون" گهڻو مشهور ٿيو. ناول جي ڪهاڻيءَ ۽ ڪردارن جي ڪارڪردگيءَ کي لالچند جي آسان ۽ روان زبان دوآتشہ بنائي ڇڏيو آهي. ٻوليءَ جي لحاظ کان "سدا گلاب" گهڻو ڪري هرڪنهن جي زبان تي آهي. هي ڪتاب نظماڻي نثر ۾ لکيل آهي. هر لفظ لکندڙ جي جذبات جو آئينو بڻجي پيو آهي. "سچ تان صدقي" بہ ترجمو ٿيل آهي. هوڏانهن شاهہ ۽ سچل بابت بہ لکيائين. تنهن کانسواءِ مختلف مضمونن کي "ڦلن مٺ" ۾ گڏ ڪيائين. عمر مارئي ۽ سهڻي ميهار تي ڊراما لکيائين.

لالچند جي زبان جا بہ مثال ڏيون ٿا:

"تو، نينگر! اڃا دنيا ڏٺي ڪانهي. حياتيءَ جي لاهہ چاڙهہ جي توکي کهڙي سُڌ؟ ماڻهوءَ جي مٿان گهٽيئي ٿا اهڙا دور اچن جو منا پيارا سڀ ڪانئس ڦريو وڃن." (سون ورنيون دليون)

"چارئي مهلون گڏ برابر اچي ٿيون آهن. پر آءٌ ڪنڙو ڏيو وينو آهيان ته واهڻ مان ڪو سڏ ته ڪونه ٿو ڪري، جيتوڻيڪ دير ٿي وڃي آهي." (سدا گلاب).

هن ٽمورتيءَ جي ٽنهي شخصيتن جي هڪ مشترڪ خوبي زبان جي سلاست ٻه آهي. جهڙي چينمل جي، تهڙي پيرومل جي، تهڙي ئي وري لالچند جي.

جهامنداس ڀاٽيه: سنڌيءَ جو هڪ بزرگ اديب هو. نهايت گهري مطالعي وارو هو. صوفين ۽ درويشن جي شخصيتن ۽ ڪلام سان گهڻو شوق هوس. ادب لطيف ۾ جهامنداس جي تحرير ۾ جيڪا آٽل هوندي هئي سا نثر جي زمين ڪي ٻوڙي نظم جو روپ ونائيندي هئي. 1947ع ۾ 'سائين قطب علي شاهه' جي ڪلام ۽ سوانح تي هڪ ڪتاب لکيائين. ان کان پوءِ ان نوعيت جو ٻيو ٻه گهڻو ڪم ڪيائين. "سائين ايسرداس" تي ٻه هڪ ڪتاب لکيائين. جيتوڻيڪ سندس شخصيت جا ڪيترا اهڃاڻ سنڌي ادب ۾ ملن ٿا. پر ادب لطيف ئي جهامنداس جي سڃاڻپ آهي. بزرگ قطب شاهه بابت لکي ٿو:

"سندس رواني ۽ راز، اُڏاريءَ ۾ الاهي عشق، رنگت ۾ رونق رانول سندي، ويڪر بي ڪنار، نهار اپار، ڳجهه سندي ڳالهه، ٻڏي سو نهال، سدا بحال."

نارائڻ داس ملڪاڻي هن مصنف کي نثر لکڻ جو پنهنجو انوکو ڏانوَ هو. سندس مضمونن جا مجموعا سنڌيءَ ۾ منفرد حيثيت جا آهن. جن ۾ هن پنهنجا تجربا اڪثر ڳالهايل ٻوليءَ (Spoken Language) ۾ ڏنا آهن. نارائڻ داس ملڪاڻي جي ڪتابن ۾: "ڳوناڻي ڇهر"، "گجرات"، "اناردانه"، "ميراڻي سنڌڙي"، "سنڌ جا هنر"، "جيلي جيوت" ۽ "يوگ ڪين جوڳ" "(گانڌيءَ جو ترجمو)" مشهور آهن. سندس تحرير جو نمونو هي آهي:

"ماڻهن سان گڏ رهڻ يا هر ڪنهن کي سوڻ سمجهڻ جا ڏينهن لڏي ويا. هاڻي اسين فقط پاڙيسري آهيون ۽ ماڻهن کي ٻه پاڙيسري پيا سمجهون. ڇگو ٿيندو ته ماڻهن جا حق ڇڏي، پاڙيسري جون جوابداريون محسوس ڪريون."

هن دؤر ۾ ڪي ٻيا ٻه اهم اديب آهن، جن جو ڪم سنڌي ادب ۽ لغت توڙي تاريخ تي گهڻوني ڪيل آهي. جن ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، پرمانند ميوارام، مولانا دين محمد وفائي، احمد غلام علي چاڳلا، علي خان ابڙو، مخدوم محمد صالح ڀٽي، ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، ڊاڪٽر دائود پوٽو، عثمان علي انصاري، محمد صديق مسافر ۽ محمد صديق ميمڻ وغيره اچي وڃن ٿا. هنن جو ڪيترو ئي تخليقي ۽ تحقيقي ڪم موجود آهي. مثال طور حڪيم فتح محمد (1882-1942ع) ٻين ڪيترن ڪتابن سان گڏ سنڌي زبان جي باري ۾ "آفتاب ادب" لکيو. پرمانند ميوارام (1856-1938ع) ڊڪشنرين ۽ ٻين ڪتابن کانسواءِ "گل ڦل" ڪتاب لکيو، جنهن ۾ سندس جوت اخبار وارن مضمونن کي گڏ ڪيو اٿس. مولانا دين محمد وفائي (1893-1950ع) ٻي تصنيف ۽ تاليف کانسواءِ شاهه ڀٽائي جي

سوانح ۽ شعر بابت ٻه ڪتاب "لطيف اللطيف" ۽ "شاهه جي رسالي جو مطالعو" لکيا. احمد چاڳلا چند سنا ڊراما ترجمو ڪري سنڌي ۾ آندا. جهڙوڪ 'خوني' ۽ 'پوت' وغيره. علي خان ابڙو (1888-1954ع) سنڌ ۾ برين ريتن رسمن جي خلاف لکندو هيو. سندس ڪتابن ۾ "رسومات تباهي" ۽ "تعليمات اسلام" مشهور ۽ مفيد آهن. استاد مخدوم محمد صالح ڀٽيءَ (1887-1953ع)، اٽڪل ويهارو ڪتاب لکيا. جن ۾ ديني ۽ ادبي ڪتاب اڇي وجن ٿا. اسلامي اڪابرن جون سوانح عمريون به لکيائين. مشهور ڪتاب: "عروس ڪربلا"، "فاروق اعظم"، "واندڪائيءَ جي وندر"، "فتوحات اسلام" ۽ "احسان فقير" اٿس. "واندڪائي جي وندر" مان هڪ افسانو "ماءُ جي دل" هڪ اڌ پيرو پورين اديبن چوري به ڪيو هو. عثمان علي انصاري (1901-1962ع)، شيڪسپيئر ۽ ٻين يورپي اديبن جا ترجما ڪيا. انهن ۾ گمراهه دوست ۽ جرم وفا مشهور آهن. محمدصديق مسافر (1879-1961ع)، ڪل ٽيهار علمي ادبي ڪتابن ۽ انيڪ درسي ڪتابن جو خالق آهي. سندس ڪتابن ۾ "ديوان فاضل"، "ڪليات مسافر"، "اخلاق محسني"، "سچاڻ زالون" ۽ "آزاديءَ ۽ غلامي جا عبرتناڪ نظارا"، مشهور آهن. اهو به ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته خانبهادر محمد صديق ميمڻ سان ادبي ڪم ۾ به مسافر صاحب ٻانهن ٻيلي رهيو. هونئن خانبهادر ميمڻ (1890-1958ع) به ڪيترا ڪتاب لکيا، جن ۾ "سنڌ جي ادبي تاريخ" ٻن ڀاڱن ۾ مشهور آهي ۽ موضوع تي بنيادي ڪتاب آهي. غلام محمد شاهواڻي شاهه جو رسالو، "ادبي اصول"، "ادبي خزانو"، "علمي خزانو" ۽ ٻيا ڪتاب لکيا.

## تحقيق جي قابليت

حقيقت ۾ انهن مڙني عالمن ۽ اديبن ۾ دنيا سان قدم ۾ قدم ملائي هلڻ جو حوصلو فقط ٻن عالمن ۾ هو، اُهي دنيا گهمي ۽ ڏسي وائسي آيا هئا ته تحقيق جو ڪم ڪيئن پيو ٿئي. هي ٻه استاد شاگرد هئا. ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي ۽ ڊاڪٽر عمر محمد دائودپوٽو.

## هوتچند مولچند گربخشاڻي (1884-1947ع):

ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ لنڊن مان جنهن موضوع تي ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتي، اهو هو 'انگريزي شاعريءَ ۾ تصوف' ان ڪري صوفيانه موضوعن سان سندس دلچسپي وڌي. گربخشاڻيءَ جي تصنيفات ۾ فقط ٽي ڪتاب آهن:

1- نورجهان- ناول (1915ع)
2- لنواريءَ جا لال- سوانح عمري (1934ع)
3- شاهه جو رسالو- ٽي جلد، (1923-1924-1931ع)

نورجهان: ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي پهرين تصنيف آهي. هن ناول ۾ بامحاوره زبان ڪم آندل آهي. جنهن ۾ سلامت جا سڀ گڻ موجود آهن. اصطلاح ۽ پهاڪا

بہ جابجا ملن ٿا. ناول ۾ نورجهان ۽ جهانگير جو قصو بيان ٿيل آهي. سيرت ۽ ڪردار جو بيان ڪيئن ڪجي، ان سلسلي ۾ هي ناول پوين ناول نگارن جي ڪافي رهنمائي ڪري ٿو. هي هڪ تاريخي ناول آهي، جنهن ۾ مغلن جي حڪومت ۽ شان و شوڪت جو گهڻو احوال ملي ٿو. ڪتاب پڙهندي ڪٿي ڪٿي محسوس ڪجي ٿو تہ ڊاڪٽر صاحب، جهانگير سان پورو انصاف نہ ڪري سگهيو آهي.

لنواريءَ جا لال: ڪتاب ۾ ڊاڪٽر صاحب لنواريءَ جي چئن بزرگن جون سوانح عمريون لکيون. لنواري شريف جي ڪتبخاني مان ۽ ڪن دوستن کان مليل قلمي ڪتابن جي بنياد تي سوانح عمريون مرتب ڪيل آهن. اهي ڪتاب هي آهي:

1- مرغوب الاحباب. نظر علي بلوچ (1845)

2- لطيفة التحقيق- رفيق علي حسيني (1708ع) (هاڻي ڇپيو آهي)

3- فردوس العارفين- بلوچ خان ٽالپر (1776ع)

4- صقال الضمائر- خواجہ محمد سعيد (1894ع) (ساڳئي سال ڇپيو)

5- الجواهر البدائع- بلال (1806ع)

ڪتاب ۾ سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان، محبوب الصمد خواجہ گل محمد، خواجہ محمد زمان ثاني ۽ خواجہ محمد حسن جن جي سوانح عمري ڏنل آهي. گربخشاڻي صاحب پنهنجي وس آهر صحيح مواد ڏنو. تڏهن بہ ڪن عالمن مٿس تنقيد ڪري، ڪيس عجيب و غريب لقب ڏنا.

شاھ جو رسالو: (ٽي جلدن ۾) هي تاليف ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي تحقيقي قابليت جو ثبوت آهي.(21) هن ڪِي اهم قلمي نسخا اڳيان رکي، هڪ پڙهٽي قائم ڪئي ۽ ٻيون حوالن سان حاشين ۾ ڏنائين. رسالي ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ، سمجهاڻي ۽ شرح ڏنائين. لفظن جي بنياد جي بہ نشاندهي ڪيائين. نيم تاريخي داستانن جي هڪ تاريخ دان وانگر اُپٽار ڪيائين ۽ منڍ ۾ شاھ صاحب جي سوانح تي مڪمل مقدمو لکيائين، جنهن ۾ شاعريءَ تي بہ تبصرو ڪيائين. رسالي ۾ آيل احوال مان پوءِ بہ ڪتاب جدا ڪري "مقدمہ لطيفي" ۽ "روح رهاڻ" جي نالي سان ڇپايائين.

لغت جي اڪثر خامين بابت پيرومل تنقيد ڪئي. ڪنَ سُرن تي ڊاڪٽر خليل تمام سخت لفظن ۾ تنقيد ڪئي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي تصوف بابت بہ گهڻيون تنقيدون ٿيون. جن جو مڪمل جائزو اسان پنهنجي تاليف 'ڪنزل اللطيف' ۾ ورتو آهي. سرن جا 'روحاني راز' جن بابت ڊاڪٽر دائوپوٽي چيو تہ اهي مون لکيا آهن. تن کي موڙگو غير اسلامي سڏيو ويو.

ڊاڪٽر گربخشاڻي پهريون محقق هو، جنهن رسالي مان ڏاريون ڪلام ڪڍي ڌار ڪيو. اُن لاءِ دليل بہ ڏنائين. هر مناسب پڙهٽي اختيار ڪيائين. سر ڪيڏارو داخل ڪيائين، جنهن تان گهڻو بحث ٿيو. جيڪو هاڻي هڪ اختلافي مسئلي جي حيثيت وٺي بيٺو آهي، هر سُر جي اندروني لڪل معنيٰ لکيائين. تنهن ڪانسواءِ راڳ

سنگيت بابت به سمجھاڻيون ڏنائين.

1931ع تائين رسالي جا ٽي جلد شايع ٿيا. باقي سُرن کي چوٿين جلد ۾ آڻڻ جي تجويز هئي. ڊاڪٽر صاحب ان کان پوءِ سورهن سال جيئرو هو پر هي ڪم سرانجام نه ٿيو. ڪن عالمن چيو ته منجهس. 'اهليت نه رهي هئي' پر حقيقت ۾ سرمايي جي کوٽ پهريون سبب هو.

رسالي تي نظر وجهڻ سان پهرين ڳالهه جيڪا پڙهندڙ جي ذهن ۾ اچي ٿي، اها آهي مولف جي تحقيقي قابليت. هن يورپ جي عالمن جي تحقيق جو معيار ڏٺو هو. عرب ۽ ايران ۾ ڪيئن پٽي ڪم ٿيو، تنهن جي پروڙ ڪيس هئي. ان ڪري هن مقدمه نگاريءَ جي جديد ترين طرز اختيار ڪئي. جنهن کي پوين اختيار ڪيو ۽ 'شاهه جي رسالي' جي شرح مان به گهڻو فائدو ورتائون. تحقيق جي انهيءَ معيار ۽ قابليت ۾ سندس شاگرد ڊاڪٽر دائودپوٽو به يگانو هو.

## ڊاڪٽر عمر محمد دائودپوٽو (1896-1858ع)

دادو ضلعي جي ڳوٺ ٽلٽيءَ جو هي ستارو سنڌي ادب ۾ اعليٰ مقام رکي ٿو. ڊاڪٽر دائوپوٽي، سنڌ جي تعليم کاتي جي سربراهي ڪئي، تنهن سان گڏ علمي ڪم ڪيائين. ڪيمبرج مان ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ورتائين. سندس تحقيقي مقالي جو عنوان هو 'عربي شاعريءَ جو فارسي شاعري تي اثر' انگريزي زبان ۾ لکيل هن مقالي کان سواءِ ڊاڪٽر صاحب انگريزي، عربي ۽ فارسي ۾ ٻيا ڪتاب به لکيا. "تاريخ معصوم" ۽ "چچ نامه" جا فارسي متن ايڊٽ ڪيائين. سنڌيءَ ۾ درسي ڪتابن کان سواءِ سندس هيٺيان اهم ڪتاب اهم آهن:

1- منهاج العاشقين (ترجمو) 2- شاه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام 3- ڪلام گرهوڙي 4- منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي 5- ابيات سنڌي (ترجمو).

ڪيترا علمي، ادبي ۽ تحقيقي مقالا به لکيا اٿس. جن ۾ سنڌ جي عالمن، اديبن، شاعرن، صوفين بزرگن جو ذڪر ڪيو اٿس. ڊاڪٽر دائود پوٽي جي ادبي ڪم ۾ تحقيق جو معيارنهايت اوچو آهي. هر ڳالهه لاءِ هن دليل ڏنا آهن. علم جي پياس کيس ڪيترن وڏن ڪتبخانن ۾ وٺي وئي ۽ اتي علمي ۽ ناياب ڪتاب مطالع ڪيائين، انهن مان استفادو ڪيائين ۽ نتيجن کي ظاهر ڪيائين.

مقدمه نگاريءَ ۾ شاهه ڪريم، خواجه محمد زمان ۽ عبدالرحيم گرهوڙيءَ تي سندس مقدمه ڏسو، هرهنڌ تحقيقي معيار نظر ايندو. متاخرين هن تحقيقي قابليت کان گهڻو متاثر ٿيا ۽ سندس شاگردن ۽ ننڍن همعصرن ۾ ڪيترا محقق بنيا. تنهن سان گڏ متن کي ايڊٽ ڪرڻ جو نئون طريقو به رائج ٿيو.

عربي ۽ فارسي جو عالم هجڻ ڪري انهن ٻولين تي به گهڻو ڪم ڪيائين. ڊاڪٽر دائودپوٽي جي علمي مرتبي کي ڪيترن غير ملڪي عالمن به خراج تحسين پيش ڪيو آهي. فارسي ڪتابن جي متن کي ايڊٽ ڪرڻ ۾ به اهڙي قابليت ڏيکاري اٿس. سنڌي ادبي بورڊ، طرفان ڊاڪٽر صاحب 'شاهه جو رسالو' ايڊٽ ڪري رهيو هو. جيڪو ڪم پورو نه ٿيو. ڇپڻ ۾ آيو هو ته ڊاڪٽر صاحب جي وفات کان پوءِ اهو

ڪم مولانا قاسمي صاحب کي سونپيو ويو هو. پر اُهو رسالو اڃا شايع نہ ٿيو آهي.

شمس العلماء ڊاڪٽر دائودپوٽي جي تحرير ۾ جيڪا خوبي آهي، اُن جو اندازو هيٺ ڏنل اقتباس مان ٿي ويندو:

"هي دنيا هڪ حيرت ناڪ هستي آهي. ساعت بساعت، ساندي جيان سوين رنگ بدلائي ٿي. گهڙيءَ گهڙيءَ نوان ويس ۽ روپ پائي ٿي. سڪندر ۽ دارا پنهنجا وارا وڄائي ويا، پنهنجا نقارا ۽ نشان ڇڏي ويا. مصر ۽ يونان، روم ۽ ايران، اسيريا ۽ توران جون قديم باد شاهتون بہ انهيءَ لهر ۾ لڙهي ويئون."

**ناول نگاري:** 'ناول' جي وصف (Defination) هاڻي ڳجهي نہ رهي آهي. هرڪو ڄاڻي ٿو تہ نئين طرز جي قصي کي ناول (نئين شئي) جو نالو ڏنو ويو آهي. ادب جي وصف، ادب جي اهم صنفن سان بہ لاڳو ٿئي ٿي. مثال طور منشي پريمچند ادب بابت چوي ٿو، 'ادب زندگيءَ جو تفسير آهي' . ادبيات جو مشهور محقق هڊسن پنهنجي ڪتاب "انٽروڊڪشن ٽو دَ اسٽڊي آف لٽريچر" ۾ چوي ٿو تہ، 'بنيادي طور ادب، زبان جي وسيلي زندگيءَ جو اظهار آهي.' اهڙي طرح ڪنهن ادب کي 'زندگيءَ جي تنقيد سڏيو. ڪنهن 'سهڻن خيالن جو ميڙ' سڏيو. ڪنهن ادب کي 'قوم جي تاريخ' سڏيو. ادب جون هي وصفون، ناول سان بہ لڳو ٿيون. ناول ۾ جنهن قصي جي اپٽار هوندي آهي، سو بيشڪ ان قوم جي جذبات ۽ خيالات جو مجموعو هجڻ سان گڏ ان قوم جي زندگيءَ جي تفسير ۽ تاريخ مثل هوندو آهي. سماجي ۽ تاريخي ناول اهڙي واضح ثابتي ڏين ٿا. هوڏانهن ناول بابت بہ منشي پريمچند تمام چٽن لفظن ۾ چيو آهي: 'آءٌ ناول کي انساني زندگيءَ جي تصوير سمجهان ٿو. انسان جي زندگيءَ تي روشني وجهڻ ۽ اُن جي رازن کي کولڻ ئي ناول جو مقصد آهي.'

ناولن جا بياني طرز ۽ هيئت جي لحاظ کان وڏيڪ قسم آهن. ڪٿي مصنف هڪ مورخ وانگر بيان ڪندو آهي. مثال طور ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو "نورجهان"، گوبند مالهيءَ جو "جيون ساٿي" عبدالخالق خليق مورائيءَ جو"سندري" سراج جو "پڙاڏو سوئي سڏ" ۽ موتي پرڪاش جو "انڌيرو اجالو" اهڙا ناول آهن. ٻئي قسم ۾ شروع کان آخر تائين فقط ڪردار ئي گفتگو ڪندا آهن. مصنف راويءَ وانگر گفتگو نہ ڪندو آهي. سندري اتمچندانيءَ جو ناول "پريت پراڻي ريت نرالي" انهيءَ سلسلي جو بهترين مثال آهي. ان کان سواءِ خطن وسيلي بہ ناول جي ڪهاڻي پڪڙجي ٿي.

**ناول جا اهم جزا آهن:** ڪردار، گفتگو، ماحول، وقت، جاءِ ۽ عبارت. انهن سيني جزن جي هم آهنگي لازمي آهي. سنڌيءَ ۾ معمولي ناولن جا ڍير آهن، اهي جزن جي هم آهنگيءَ جي نہ هجڻ ڪري ناڪام ناول سمجهيا وڃن ٿا.

سنڌي ناول جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان کي پراڻا قصا ۽ داستان، ناول جا ابتدائي اهڃاڻ نظر اچن ٿا. هن دور جي ابتدا ۾ 'سڌاتورو ۽ ڪڌاتورو' ، 'ٻنهي زميندا جي ڳالهہ' يا امام بخش خادم، احمد خان جلباڻي ۽ ماستر علي بخش جا

لکيل 'حاتم طائي'، 'چهار درويش'، 'الف ليلہ' ۽ 'ممتاز دمساز' جا قصا مشهور ٿيا. انهن قصن ڪهاڻين جو دور گذرڻ کان پوءِ سنڌي ادب ۾ ڪي يورپي ناول ترجمو ٿيا. جهڙوڪ 'راسيلاس' وغيره.

هاڻي سوال آهي تہ سنڌي ناول ڪي انهن قصن مان أسريل صنف سڏيون يا سڏو سنئون انگريزي ناول جي ترجمن جي بنياد تي بيٺل چئون؟ جيڪڏهن هيئت ۽ مواد تي غور ڪبو تہ پويون رايو قبول ڪرڻو پوندو. هاڻي اچو تہ سنڌي ناول جي ابتدا بابت ڪي انگ اکر ڏسون ۽ ان جي ارتقا ۽ تاريخ جاچيون.

سنڌي ناول جي ابتدا ترجمي سان ٿي آهي. ڪن سنڌي ناولن ڪي اسين طبعزاد سمجهون پيا. انهن بابت بہ انديشو ظاهر ڪري سگهجي ٿو تہ متان اهي بہ ترجمو هجن. 'دلارام' مرزا قليچ بيگ 1887ع ۾ لکيو. هي طبعزاد ناول سڏجي ٿو. منجهس ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جن جو ذڪر پراڻن قصن ۾ تہ ٿيو آهي، پر جديد ناول ان جي اجازت نٿو ڏي. 1892ع ۾ پريتمداس 'عجيب پيٽ' لکيو، جيڪو زندگيءَ جي روزمره جي مسئلن بابت آهي(22). ساڌو هيرانند ۽ ڪاڪي پيرومل جو گڏيل 'طلسم' ڇپيو، جيڪو سر والٽر سڪاٽ جي "Talisman" جو ترجمو هو. جنهن ۾ صليبي لڙاين جو تذڪرو آهي. هن ناول ۾ غازي صلاح الدين جو ڪردار خوب اجاگر ڪيل آهي.

ويهين صدي مختلف تحريڪن ۽ مسئلن ڪي ڪٺي آئي. ٻہ مهاڀاري لڙايون ٿيون. سرد جنگ تنهن کان سواءِ لڙي پئي ويئي. اها ادب ۽ صحافت ۾ موجود هئي. گڏيل هندستان جا ڪي علائقا ٻين کان انقلابي خيالن ۾ اڳرا هئا. بنگال ۾ ٽئگور جا خيال ملڪ کان ٻاهر نڪري دنيا ڪي متاثر ڪري رهيا هئا. ڪيترا ڌرمي، سماجي، اقتصادي معاملا ٽئگور ۽ ٻين بنگالي اديبن کان سنڌ ڪي مليا. اهي خيالات هندن اختيار ڪيا. بنگالي ناولن جا ترجما ٿيا. هندن نہ رڳو بنگالي ناولن جا ترجما ڪيا پر گجراتي ۽ هندي ناولن جا بہ ترجما ڪيائون. انيڪ بنگالي ناول سنڌيءَ ۾ آيا. انهن ترجمن مان ڪي ٿورا ناول هئا، جن سنڌي ادب تي ڪو تاثر ڇڏيو. فقط اهي ناول سنڌ وارن چاهہ مان پڙهيا، جن جو واسطو ڪن اهڙين ڳالهين يا مسئلن سان هو، جيڪي سنڌ سان بہ لاڳو هئا. جاسوسي ناول ۽ سلسليوار ناول بہ نڪتا. سلسليوار ناول 1910ع کان شروع ٿيا.(23) هنن ڏينهن ۾ هڪڙو يگانو اديب هو، جيڪو ناول ترجمو ڪندو رهيو. اهو هو مرزا قليچ بيگ. مرزا صاحب جي ترجمو ٿيل ناولن مان چند هي آهن:

ٽي گهر- گلن جي ٽوڪري- ايرڪ- حاجي بابا اصفهاني- مصيبت ماريا سائين سنواريا ۽ سچي محبت.

1940ع تائين ڪيترائي طبعزاد ۽ ترجمو ٿيل ناول سنڌيءَ ۾ مهيا ٿيا. جن ۾ خاص حصو هندن جو هو. هيٺين مختصر فهرست ڪن ناولن جي نشاندهي ڪري ٿي:

هردل لذيذ- پوتناٿ ۽ مارياراڻي- تيج سنگهہ- ڪماسني- پوتناٿ جي جيوني- چندر ڪانتا ۽ سندس پنڪڙيون- راجڪماري پنا ۽ فيروز شاهہ- راڻي جي

پانهن- سچو متر ۽ گنگا جو ڪٽنب وغيره.

جاسوسي ۽ اجايل وهمن وارن ڪان پوءِ ڪي چڱا ناول بہ نڪتا. جن ۾ طبعزاد توڙي ترجما موجود آهن. گربخشاڻيءَ جي 'نورجهان' ڪان پوءِ لالچند جو 'سون ورنيون دليون' (ترجمو- 1925ع) مرزا علي نواز بيگ جو 'انتقام' (طبعزاد- 1928ع) ۽ 'ملڪ سرفراز' (ترجمو-1931ع) موتومل منگهارام جو 'ڏکي آيل' (طبعزاد-1937ع) پروفيسر شهاڻيءَ جو 'بلو ڪوکر' (پلاٽ ورتل- 1929ع) گلي جو 'اتحاد' ميلارام منگترام واسواڻي جو 'شيلا' 'سماجڪ بلوو' ۽ 'رتنا' وغيره. هيرانند 'انصاف' ترجمو ڪيو. 'آخري التجا' نالي 1940ع ۾ جڳت آڏواڻيءَ هڪ ناول بنگاليءَ مان ترجمو ڪيو. ان ڪانسواءِ نارائڻ داس ڀمڀاڻيءَ جا ناول 'غريبن جو ورثو'، 'وڏوا'، 'مالهڻ' ۽ 'پاپ ۽ پاڪيزگي' اچن ٿا.

ان ڪان پوءِ صورتحال ڪجهہ ٻي رهي. آزاديءَ جي تحريڪ جي اثر ڪري ناولن جا موضوع بہ بدليا. 1947ع تائين سنڌي ادب ۾ گهڻو اهڙو مواد ملي ٿو، جنهن ۾ آزاديءَ جو عنصر غالب آهي. انگريزن خلاف نفرت جو دور ادب ۾ پنهنجا نقش ظاهر ڪري ٿو. هندن ٻيا بہ ڪيترا ناول لکيا. 1947ع ڪان پوءِ ڪيترا هندو ناول نگار لڏي ڀارت ويا. نون مسلم لکندڙن ناول گهٽ لکيو. ڀارت ۾ 'رام پنجواڻي'، 'گوبند مالهي'، 'موهن ڪلپنا' ۽ 'سندريءَ' ڪان سواءِ ٻيا ڪيترا نوان ناول نگار اسريا، جن زندگيءَ جي مسئلن تي ڀرپور انداز ۾ لکيو. هتي سنڌ ۾ ڪي آگرين تي ڳڻڻ جيترا ناول لکيا ويا. پر ڀارت ۾ جنهن جوش خروش سان ناول لکيا پيا وڃن سا ڳالهہ دلچسپيءَ ڪان خالي نہ آهي.

گوبند مالهي (ولادت 1921ع): گوبند جو نالو سنڌي ناول نگارن ۾ جذبات نگاريءَ ۽ ڪردارن جي اُپٽار بابت مشهور آهي. مالهيءَ ڪيترا ئي ناول لکيا. ورهاڱي ڪان اڳ بہ ۽ پوءِ بہ. اڳ جي ناولن ۾ 'انقلابي سپاهي'، 'انقلابي شاهراه' قابل ذڪر آهن. ڀارت وڃي اُتي جي جيوت ۽ مسئلن هن جو ڌيان ڇڪايو. اتي جي جيوت جي عڪاسي هن ڪيترن ناولن ۾ ڪئي. ڪيترن ۾ هند سنڌ جو بہ بيان ڪيو اٿس. مالهيءَ جا ٻيا چند ناول هي آهن:

'ديسي سيڻ ڪجن'، 'شرم ٻوٽي'، 'عشق نہ آهي راند'، 'چنچل نگاهون'، 'لوڪ آهي ٻوڪ'، 'جي سوري پانئين سيج' ۽ 'جيون ساٿي' وغيره مالهيءَ سنڌيءَ ۾ دعويٰ سان شاهڪار ناولن جو بنياد وڌو آهي.

پراڻي سنڌي ناول جا ڀارت ۾ سينگار ئي بدلجي ويا. تہ بہ ڪن سنڌ جي اهڃاڻن ڪي ناول ۾ قائم رکيو. ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو 'قولي' ترجمو آهي. سندري اُتمچنداڻي جا ڪردار جذبات سان پُر هوندا آهن. 'پريت پراڻي ريت نرالي' ۾ هوءَ پڙهندڙ ڪي ڪردارن جي حوالي ڪري پاڻ پري ٿي تماشو ڏسي ٿي. سندس ٻيو مشهور ناول 'ڪرندڙ ديوارن' آهي.

ڀارت ۾ ڪيترا نوجوان ناول پيا لکن. جن ۾ 'لڇمڻ ساٿي' (ولادت 1935ع) هڪ سٺو ناول نگار آهي. هن جا ڊزن ڪان مٿي ناول آهن، جن مان 'اڏري

وچ ڙي ڪونج'، 'ڪيچلي'، 'ستل واديون' ۽ 'آسمان روشن آهي' نهايت دلچسپ ۽ معياري آهن. "موتي پرڪاش" جو 'انڌيرو اجالو' معياري ناول آهي. هو صاحب شاعر بہ آهي. "ڪلا پرڪاش" جو ناول 'هڪ دل هزار ارمان' "موهن ڪلپنا" جو 'زندگي' جيون جو 'سنگرام' ۽ ٻيا ڪيترا ناول هن لڙهيءَ ۾ پوتل آهن. "پروفيسر رام پنجواڻي" بہ ناول جو ليکڪ آهي. سندس پراڻن ناولن ۾ 'اسان جو گهر' ڪنهن ڪان وسريو هوندو! ڀارت وچي جيڪي ناول لکيائين، تن سبب بہ ڪيترو داد مليس. هونئن راڳ رنگ ۾ تہ هو داد وٺي چڪو آهي. سندس ناولن ۾ 'پدما'، 'چانديءَ جو چمڪو' 'آهي نہ آهي'، ۽ 'ڏيٺر نہ چمن' اهم آهن.

ان جي مقابلي ۾ آزادي کان پوءِ سنڌ ۾ تمام ٿورا ناول لکيا ويا. جن ۾ هڪ اڌ ڪي ڇڏي ٻيا فرسوده موضوعن تي لکيل آهن. مواد ۽ هيئت جي لحاظ کان منجهن ڪابہ نواڻ نہ آهي. فقط "محمد عثمان ڏيپلائي"، هڪ اهڙو اديب آهي، جنهن ڪن وقتي مسئلن، سماجي برائين ۽ انقلابي موضوعن تي اصلوڪا ۽ ترجمو ڪيل ناول آندا. هن صاحب سنڌ ۾ پير پرستيءَ خلاف هڪ طرف لکيو تہ دنيا جي تاريخ مان موضوع ڇني طرف ورتا. سندس ڪي ناول ضبط بہ ٿيندا رهيا. ڏيپلائي صاحب جي ناولن جو تعداد تمام گهڻو آهي. چند مشهور ناول هي اٿس: 'ڏاهري رنگ محل'، 'شير ايران'، 'مصطفيٰ ڪمال'، 'سمرقند جو صوف'، 'گلستان حسن'، 'ٽيپو'، 'فتح اسپين'، 'نور توحيد'، 'سانگهڙ'. ان کانسواءِ 'مرشد' بابت ڏيپلائي صاحب گهڻو ڪجهہ لکيو آهي. هڪ طرف ڏيپلائي صاحب جا ناول رکجن ٻئي طرف آزادي کان پوءِ وارا ٻيا ناول تہ بہ ڏيپلائي صاحب جا ناول گهڻا ۽ موضوع جي لحاظ کان بروقت آهن.

پاڪستاني دؤر ۾ ڪيترن ادارن ناول شايع ڪيا. جن ۾ اداره سنڌي ادب ڪنڊيو محمد خان، سلسلہ آزاد، اداره ادب نو ۽ آواز ادب حيدرآباد اڳي وڃن ٿا. تڏهن بہ ناولن جو تعداد تمام ٿورو آهي. ڪي ناول هي آهن:

پرديسيءَ جو پيار(الله بخش ٽالپر) تباهي(حافظ حسيني) گلبدن (راز بلڙائي) بک ۽ بيروزگاري (راز بلڙائي) شرابي (راز بلڙائي) ڪاروان زندگي (انجم هالائي) آواره (انور هالائي) شڪستہ ساز (ساز نو آبادي) زميندار (حيدر شاهہ) درياءَ جي ڪپ تي (گل نصرپوري) لاش (غلام علي الانا) سوري آ سينگار (عبدالجبار جوڻيجو) غدار (ڪرشنچندر- ترجمو: وليرام ولڀ) ثريا (فقير سبب علي).

جاسوسي ناول بہ ڪيترا ڇپيا، جن ۾ محمد بخش جوهر جا ناول گهڻا آهن. هنن مڙني ناولن ۾ مسئلن جي ڇنڊڇاڻ گهٽ آهي. تمام ٿورن ناولن ۾ سماجي مسئلن جي اپٽار آهي. جيڪڏهن ڏسبو تہ اها بہ تبليغ جي انداز ۾ آهي. ۽ نہ فنڪارانہ انداز ۾. ڪن سنڌي ناولن جو موضوع زميني زمينداري ظلم رهيو آهي تہ ڪن جو عشق و محبت وغيره. هوڏانهن ڀارت ۾ لکيل سنڌي ناولن ۾ شادين ۽ ڏي وٺ جي مسئلن جي گهڻي اپٽار ملي ٿي.

گذريل ويهن سالن ۾ سنڌ ۾ ٻيا بہ ڪيترا ناول لکيا ويا آهن، جيڪي

عاميانہ قسم جا آهن ۽ ادبي معيار تي پورا ڪونہ ٿا بيهن. موجوده سنڌي ناول نگارن ۾ ٽي اهڙا آهن، جيڪي دنيا جي ناول جي روايت سان پورا بيهي سگهن ٿا. آغا سليم، علي بابا ۽ سراج الحق ۾ اهي صلاحيتون موجود آهن. آغا سليم افسانہ نگار بہ آهي. هن جو ناولٽ 'روشني جي تلاش' ڇپيل آهي. سندس ٻيو ناولٽ 'اونداهي ڌرتي ۽ روشن هٿ' ، ۽ ٽيون 'اڻ پورو انسان' آهي. سڀ تاريخي پس منظر ۾ اُٿيل آهن. آغا سليم جي افسانن جو مجموعو پڻ ڇپيل آهي. آغا وٽ زبان جو وهڪرو ۽ جذباتي طرز موجود آهي. ممڪن آهي تہ هو صاحب ايندڙ وقت ۾ سنڌي زبان کي ڪو شاهڪار ڏي. علي بابا جو 'موهن جو دڙو' قسطن ۾ ڇپجندو رهيو. ممڪن آهي هن ناول جي ناڪامي جو سبب سندس زبان بنجي.

سراج، زبان جو محقق ۽ افسانہ نگار تہ آهي پر سندس تازو ناول 'پڙاڏو سوئي سڏ'* پڙهندڙن کي حيرت ۾ وجهندڙ آهي. هن هي ناول اوچتو سنڌي ادب جي جهوليءَ ۾ وڌو آهي. جنهن مان خبر پوي ٿي تہ هن دؤر ۾ اسان کي سنڌ جي تاريخ جي معلومات جي ڪيتري نہ ضرورت آهي. جڏهن مظلوم سنڌين تي ظلم ڪيو پئي ويو، ان وقت ڪي جوڌا جوان ظلم سان ٽڪر کائڻ لاءِ ڪڙا ٿيا هئا. هن ناول ۾ ترخانن جي زماني جي تاريخ کي پسمنظر ۾ رکيو ويو آهي. ناول ۾ جذبات ۽ زبان جي هم آهنگي موجود آهي. واقعات جو تسلسل ۽ معرڪن جي اُپٽار اهڙي ٿيل آهي، جو ناول جي انهن حصن کي منظر نگاري جا بهترين مثال سڏي سگهجي ٿو. سراج جنهن انداز ۾ پهريون وارو باب شروع ڪيو آهي، پڇاڙيءَ ۾ تاثر ايترو گهرو ۽ چرڪائيندڙ نہ آهي. هي سنڌيءَ جو شاهڪار ناول آهي. ڇو جو منجهس جذبات نگاريءَ جا بهترين مثال موجود آهن.

**ناٽڪ نويسي:** ناٽڪ ۽ ناول جي ڪارج ۾ وڏو فرق آهي. تنهن سان گڏ ناٽڪ ۾ وقت جي هڪ خاص پابندي بہ آهي. قديم هند ۾ سانگ، پتيلن جا کيل ۽ رام ليلائون، ناٽڪ جا اوائلي اهڃاڻ آهن. هندوستان ۾ قديم زماني کان هندن هن فن کي ڌرمي لحاظ کان بہ اهميت ڏني. جيئن تہ يونان ۾ هن فن کي گهڻو فروغ حاصل ٿيو، تيئن ڪجهہ مغرب جي اثر ۽ ڪجهہ هندن جي ڌرمي خيالن جي پيش نظر سنڌ ۾ ڊراما لکجڻ ۽ کيڏجڻ جو رواج پيو. ابتدا ۾ جيڪي چند ناٽڪ لکيا ويا، تن کي کيڏڻ وارو ڪوئي ڪونہ هو. ڪراچيءَ ۾ ڪي ڪمپنيون قائم ٿيون، پر اهي سنڌي ڊراما اسٽيج تي ڪونہ آڻينديون هيون. ابتدا ۾ 1879 ۾ امام بخش خادم 'هير رانجهو' لکيو. مرزا قليچ بيگ 1880ع ۾ 'ليليٰ مجنون' لکيو ۽ 1885ع ۾ 'خورشيد' لکيو. ڪوڙيمل 1888ع ۾ 'رتناولي' لکيو. پر انهن کي ڪنهن بہ ڪونہ کيڏيو. تان جو 1894ع ۾ حيدرآباد ۾ پروفيسر بادشاهہ ۽ ڊاڪٽر جٽڪسن جي ڪوشش سان 'سنڌ ڪاليج اميچوئر ڊراميٽڪ سوسائٽي' قائم

---

* سراج جي ناول "پڙاڏو سوئي سڏ" جو ٻيو حصو "مرڻ مون سين آءُ" پڻ ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي. تنهن کان سواءِ سراج جا ٽي وڏيڪ ناول "منهنجي دنيا هيڪل وياڪل"، "تنهنجي دنيا سڀ رنگ سانول" ۽ "منهنجي دنيا مرگهہ ترشنا" پڻ ڇپجي پڌرا ٿي چُڪا آهن.

آهستي آهستي شوق وڌيو. مرزا قليچ بيگ اسٽيج جي تقاضائن تي شيڪسپيئر جو ڊرامو ترجمو ڪيو. مرچنٽ آف وينس (حسنا دلدار) ۾ شائلاڪ يهوديءَ کي 'هريداس' نالو ڏنائين، جنهن تي اعتراض ٿيا ۽ هئملٽ (شهزادو بهرام) جو مسودو ٺي ڪمپنيءَ وارن واپس ڪيو، هن مان ظاهر آهي ته مسلمان ناٽڪ نويسن جي ڪيئن نه دل شڪني ڪئي ويئي. 1907ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ڊراميٽڪ سوسائٽي قائم ٿي، جنهن لاءِ ڪشنچند بيوس 'خوبصورت بلا'، 'سورداس'، 'هرشچندر'، 'پريت پوڄارڻ' ۽ 'هارجيت' ناٽڪ لکيا. ان کان پوءِ شڪارپور ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪي ناٽڪ اسٽيج تي آيا. پر سنڌيءَ ۾ اُنهن ڪڏهن ڪونه ٿيو جو ناٽڪ نويسي ۽ اسٽيج هم آهنگ هجن ۽ نت نين تقاضائن جي پيش نظر ناٽڪ لکجن. ان ڪري سنڌيءَ ۾ جيڪي ناٽڪ لکيا ويا سي ڪبٽن جي زينت بنجندا رهيا. سواءِ ڪن ٿورن جي ناٽڪ نويسن ۾ مرزا قليچ بيگ کهڙو آهي. هن صاحب انگريزي ناٽڪن کي صورت ٺي نئين ڏني. ڪردارن جا نالا بدلايائين ۽ موقعي جي مناسبت سان شعر به وڌائين. تنهن کان سواءِ مقفيٰ نثر به ڪم آندائين. جيڪو اردو جي امانت لکنوي ۽ آغا حشر جي ناٽڪن ۾ ملي ٿو. مرزا صاحب شيڪسپيئر جا هيٺيان ڊراما سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا.

1- عزيز شريف (ٽو جينٽلمين آف ويرونا)
2- شاهه ايليا (ڪنگ ليئر)
3- حسنا دلدار (مرچنٽ آف وينس)
4- شمشاد مرجانه (سمبيلائين)
5- گلزار ۽ گلنار (روميو جوليٽ)
6- شهزادو بهرام (هئملٽ) (25)

ڪاڪي پيرومل 'ڪنگ جان' جو ترجمو ڪيو. ڀاڳچند 'آٿيلو' جو ترجمو ڪيو. حبيب بخاري 'ڪلوپيٽرا' جو ترجمو ڪيو. اهڙي طرح شيڪسپيئر جا ٻيا به ايڪڙ ٻيڪڙ ترجما ٿيا آهن. ترجمو ٿيل ڊرامن ۾ احمد چاڳلا (1902-1953ع) جو نالو اچي ٿو. هن صاحب 'ڀوت' ابسن جي (Ghosts) تان ترجمو ڪيو. سندس ٻيا ناٽڪ 'خوني' 'جيڪا تقدير'، 'ديس جو دشمن' ۽ 'گڏيءَ جو گهر' آهن. چاڳلا کي موسيقيءَ جي فن سان به دلچسپي هئي، تنهن ڪري ناٽڪ ۽ اسٽيج جي تعلق کي هو خوب سمجهي سگهيو ٿي. چاڳلا جي ناٽڪن ۾ خاص طور ڪردار جي شخصيت ايترو ابري بيهي ٿي، جو اهائي ناٽڪ جي مراد پيئي معلوم ٿئي. تنهن ڪانسواءِ گفتگو مان ڪهاڻيءَ جون جيڪي ويڙهيون کلنديون وڃن، سي لکندڙ جي دلي رجحان کي کولي ظاهر ڪن ٿيون ته هو ڪهڙي ڳالهه جو پرچار ڪرڻ ٿو گهري. پوءِ ڪٿي اسان جي اڳيان ترجمو ٿيل ناٽڪ چو نه هجي. سنڌي نيم تاريخي داستانن تي به رام پنجواڻي، لالچند امر ڏني مل ۽ ليلارام ڦيروانيءَ وغيره ناٽڪ لکيا.

خانچند درياڻي: سنڌي ناٽڪ جي نئين روپ جو باني خانچند درياڻي آهي. هن سماجي براين تي نهايت بيباڪيءَ سان لکيو. شاديءَ جي مسئلن، ڏي وٺ

جي بري رسم ۽ 'جيٺري ۽ تي جيٺري' شاديءَ بابت هو لکندو رهيو. سندس ناٽڪ اسٽيج ٿيا. هن ليکڪ جا هيٺيان ناٽڪ مشهور ٿيا:

1- جيٺري تي جيٺري 2- گلاب 3- موتني جي مکڙي 4- رتنا 5- زمينداري ظلم 6- زماني جي لهر 7- بک جو شڪار 8- پدمڻي 9- مايا جو انڌ 10- مومل ۽ مينڌرو.

ڪي ترجما به ڪيائين. جهڙوڪ: ديش صدقي، ملڪ جا مدبر، انسان ڪي شيطان ۽ غلط فهمي.

سماج جي اجاين رسمن ۽ ظلم خلاف دل ڪولي ناٽڪ لکيائين. مڪالما به نهايت جاندار ۽ پرجوش لکيائين.

خانچند دريانيءَ جي دؤر کان پوءِ (خاص طور آزادي کان پوءِ) سنڌي ناٽڪ نويسيءَ ۾ هيٺيان صاحب ڪم ڪري رهيا آهن. پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، محمد عثمان ڏيپلائي، محمد اسماعيل عرساڻي، منظور نقوي، ممتاز مرزا، چنه شبير ناز ۽ آغا سليم.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي: عمر ۽ ادبي ڪم جي لحاظ کان اهڙي شخصيت آهي، جنهن جي سيني ۾ سچي ادبي روايت موجود آهي. گهڻي وقت کان لکندو پيو اچي. 'يڪ بابي ناٽڪ' سندس ڪيترائي آهن. جن ۾ 'ٻي زال'، 'اڪيلي دل'، 'ٻنٽي'، 'ٻه پينر'، 'دل ۽ دماغ'، 'ڪن جي خطا'، 'ناخلف پٽ'، 'پريت جي ريت' ۽ 'پاپ جو ڪيتو' اچي وڃن ٿا. 'قسمت' ۽ 'انارڪلي' وغيره وڏا ناٽڪ به لکيائين. پروفيسر ملڪاڻي هن فن جو يگانو عالم به آهي. سنڌي نثر جي تاريخ تي به سندس مطالعو نهايت وسيع آهي. هندستان ۾ ڪي ٻيا ناٽڪ نويس به ناٽڪ لکن پيا، انهن مان فن جي لحاظ کان توڙي مسئلن جي چونڊڻ ۾ ڪوبه ملڪاڻي صاحب جي مقابلي ۾ ڪونه ٿو اچي.

محمد عثمان ڏيپلائي: سنڌيءَ جو 'گهڻو لکندڙ اديب' ليکيو وڃي ٿو. سوين ناول ۽ افسانا توڙي نقل نظير لکيائين. تنهن سان گڏ ناٽڪ نويسيءَ ۾ به پنهنجو انوکو اسلوب رکي ٿو. موضوع به اهڙا چُوليو ڪدي، جن تي اسان اوهان جو ڌيان ٿي نه ويو هوندو. سندس ناٽڪن ۾ 'شاهدي'، 'ڪورٽ'، 'نجومي' ۽ 'ڏڪار' اهم آهن. ننڍا ٿوڪا ته گهڻا. ڏيپلائي صاحب جو 'شاهدي' ناٽڪ پڙهڻ سان ڏيپلائي صاحب جي بذله سنجيءَ جو داد ڏئي ڏيڻو پوي. بيباڪ گفتگو سندس ناٽڪن جي اهم خصوصيت آهي.

محمد اسماعيل عرساڻي: ٻئي ادبي ڪم ۽ درسي ڪتابن سان گڏ ڪي ننڍا ۽ وڏا ناٽڪ لکيا اٿس. ناٽڪن ۾ سندس 'بدنصيب ٽري' آهي. جيڪو 1941ع ۾ ڇپيو هو. عرساڻيءَ جا ٽي ننڍا ناٽڪ 'حسن پروين' ڪتاب ۾ ڇپيل آهن ۽ ننڍا مڪالما 'ڊزن ڊايالاگ' ۾ آهن. عرساڻي صاحب جي ناٽڪ ۾ خانچند دريائي، پروفيسر ملڪاڻي ۽ ڏيپلائيءَ وارو ادبي چشڪو ڪونهي. فقط واقعات ڪي گفتگو جي وسيلي مرتب ڪيل آهي. ڪيترا ڊايالاگ فقط ٻارن جي وندر جي مدنظر لکيل آهن. البت 'بدنصيب ٽري' موضوع جي لحاظ کان معياري ناٽڪ آهي.

جنهن ۾ حقيقت نگاري موجود آهي ۽ ان ۾ جذبات جو اظهار نهايت واضح ۽ متاثر ڪندڙ آهي.

منظور نقوي: گهڻو ڪري ريڊيو لاءِ تاريخي ۽ روماني ناٽڪ لکيا اٿس. منظور صاحب سنڌيءَ جو صاحب طرز شاعر به آهي. غزل، ڪافي ۽ گيت لکي پيو. ناٽڪن ۾ هن جي ڪردارن ۾ جذباتيت (Emotionalism) گهڻي ملي ٿي. هن جي تحرير ريڊيو جي تقاضائن جي ضابطي هيٺ هوندي به معياري ۽ متاثر ڪندڙ آهي.

ممتاز مرزا: ريڊيو لاءِ لکي پيو. هن ڪيترا تاريخي ۽ روماني ناٽڪ لکيا آهن. ريڊيو لاءِ مشهور افسانه نگار 'آغا سليم' به لکي ٿو. 'چنه شبير ناز' ڪيترا ناٽڪ لکيا آهن. سنڌيءَ ۾ انهن چند ناٽڪ نويسن جي ڪري ڪي ناٽڪن جا مجموعا ويجهڙائيءَ ۾ ڇپيا آهن.

1970ع کان ڪي معياري ۽ اعليٰ درجي جا ناٽڪ ڪيڏيا به ويا آهن. تن ۾ آغا سليم جا به ناٽڪ 'دودو چنيسر' ۽ 'دولهه دريا خان' بالترتيب ڪيڏيا ويا. ڏسڻ وارن ٻنهي کي تمام گهڻو پسند ڪيو. جيڪو جوش خروش ڏسڻ نظر آيو، ان مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته اسان جا ماڻهو ناٽڪ لاءِ آتا آهن. رڱو ڪا ڊراميٽڪ سوسائٽي هجي جو ناٽڪن کي ڪتابن مان ڪڍي اسٽيج تي آڻي.

## سنڌي افسانو

جنهن صنف کي 'افسانو' يا 'ڪهاڻي' سڏجي ٿو، سو جديد زماني جي هڪ مقبول ترين نثري صنف آهي. افساني بابت امريڪا جي افسانه نگار 'ايڊ گر ايلن پو' جو رايو نهايت مناسب آهي. "افسانو، هڪڙو اهڙو ننڍو داستان آهي، جو هڪ ئي نشست ۾ پڙهي ختم ڪري سگهجي ٿو. جيڪو هڪ تاثر پيدا ڪرڻ لاءِ لکيو ويو هجي. جيڪي ڳالهيون تاثر بنائڻ ۾ مدد نه ڪنديون هونديون آهي افساني ۾ نه ايندريون." ساڳيو خيال پريمچند پنهنجن لفظن ۾ هيئن ادا ڪيو آهي: "زندگيءَ جي ڪنهن هڪ پهلو ۽ جذبي کي افسانو ظاهر ڪري ٿو."

دنيا ۾ هن صنف کي گهڻي مقبوليت حاصل آهي. افسانو افاديت ۽ فڪر جي لحاظ کان هڪ ڪمائتي صنف آهي. روس ۾ ٽالسٽاءِ، گوگول ۽ چيخوف، فرانس ۾ بالزڪ ۽ موپاسان، انگلينڊ ۾ چارلس ڊڪسن ۽ آمريڪا ۾ اوهينري ۽ ايڊگرايلن پو، هن صنف ۾ پنهنجا اعليٰ ترين شاهڪار پيش ڪيا آهن. ايران ۾ صادق هدايت، محمد علي جمال زاده جا افسانا مشهور آهن. هندي ۽ اردو افساني جو ابو پريمچند آهي.

سنڌي ۾ ابتدا ۾ جيڪي قصا لکيا ويا، تن کي افساني جا ابتدائي اهڃاڻ ڪري ڄاتو ويو آهي.(26) محققن 'سورٺ ۽ راءِ ڏياچ' جي آکاڻي (1849ع) کي به انهن ابتدائي اهڃاڻن ۾ شامل ڪيو آهي. ميران محمد شاهه اول به 'مفيد الصبيان' (1861ع) ۾ اخلاقي ۽ ونڊر واريون ڪهاڻيون ڏنيون.

ان کان پوءِ ڪوڙيمل (ٻاراڻيون آکاڻيون) ۽ مرزا قليچ بيگ (شريف بيگم)

آکاڻيون لکيون. مرزا صاحب، ڪوڙيمل، سوڀراج ڏسواڻي، اُڌارام ۽ ٻين ليکڪن هن ابتدائي دور ۾ گهڻو ڪري ترجمو ڪيل ننڍيا قصا يا آکاڻيون ڏنيون. اهڙيون انيڪ آکاڻيون شايع ٿيون، تن ڪي ڪنهن نه طرح سنڌي افسانو نثو چئي سگهجي. جيڪو موجوده سنڌي افسانو آهي، تنهن جي ارتقائي تاريخ جون اهي ڪڙيون ٿي سگهن ٿيون.

ويهين صديءَ جي ابتدا ۾ بنگاليءَ مان ڪي افسانا ترجمو ڪيا ويا. ڪي ننڍيون آکاڻيون طبعزاد به لکجڻ ۾ آيون. جن ۾ نانڪرام ڌرمداس جون اخلاقي آکاڻيون 'ڌرم راءِ جي وهي' ۽ 'جيوت جو جس' (1915ع) مشهور آهن. مشهور ليکڪن لالچند ۽ ڀيرومل به ڪي افسانا لکيا. جنهن اديب معاشري جي معاملن ۽ جذباتي ڪيفيتن کي افساني ۾ آندو سو مرزا قليچ بيگ جو فرزند نادر بيگ هو. نادر بيگ ڪي تمام اعليٰ درجي جا جذباتي افسانا لکيا، جن ۾ سماجي حالتن ۽ محبت جي واردات کي آندائين.

بولچند راجپال، 1932ع ۾ 'سنڌو' رسالو شڪارپور مان شايع ڪيو. هن ادبي پرچي افسانن جي اشاعت ۾ خاص حصو ورتو. نادر بيگ کان سواءِ ڪيترن ٻين جا به افسانا شايع ٿيا. جن ۾ پير حسام الدين راشدي، عبدالله عبد ۽ لطف الله بدوي جا نالا اچن ٿا. افساني جي هن همعصر دور ۾ ڪيترا ٻيا به افسانا نگار آهن: جهڙوڪ: امر لعل هنگوراڻي، عثمان علي انصاري، محمد صالح ڀٽي، شيوارام لال، سائينداد سولنگي، سرائي اميد علي، محمد خان غني، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ شيخ عبدالستار وغيره.

لطف الله بدويءَ 'غريبت' لکيو. سندس افسانن جو مجموعو 'دستهءِ گل' شايع ٿيو. پير صاحب جو تاريخي افسانو 'انارڪلي' شايع ٿيو. عبد جو افسانو 'اسڪول ماستريائي' آهي. شيوارام لال، ٽالسٽاءِ جي افسانن جو ترجمو ڪيو، جن جو مجموعو به ڇپيو. امر لعل هنگوراڻيءَ جو 'ادو عبدالرحمان' اڄ به ادبي گفتگو ۾ افسانه نگارن جي زبان تي آهي.(27) هن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو به ٿيو. عثمان علي انصاري، پنج جي عنوان سان پنج افسانا شايع ڪيا. مٿي آيل نالن مان ڪيترن معياري افسانا لکيا، تن ۾ مرزا نادر بيگ جا افسانا جذباتيت جي ڪري يادگار آهن. سندس پهريون افسانو 'موهنيءَ جي ڊائري' آهي. جيڪو سنڌوءَ ۾ شايع ٿيو، حقيقت ۾ هڪ نئين ڪنوار جي ڊائريءَ جا هي ورق سماج جو اهڙو عڪس پيش ڪن ٿا، جيڪو اڄ به نظر اچي پيو. مرزا صاحب ڪي ٻيا به افسانا لکيا: " موهنيءَ جي دل جو داغ" . 'موهنيءَ جي آه' ، 'موهني' (حصو ٻيو) 'گهر جي چڪ' ، 'ياچائيءَ مضمون لکيو' ۽ 'پاڪ محبت' .

نادر بيگ جي افسانن ۾ محبت جي ڪارستاني به ملي ٿي. سندس افسانو 'پاڪ محبت' خاص طور ان ڳالهه جو مظهر آهي. افساني جو هيرو هڪ پارسي ڇوڪريءَ سان محبت ڪري ٿو. ان محبت ۾ جيڪي ڪيفيتون پيدا ٿين ٿيون، تن کي افسانه نگار فنڪارانه انداز ۾ ظاهر ڪيو آهي. افساني ۾ منظر نگاريءَ جا به بهترين مثال موجود آهن. مرزا نادر بيگ جا اڪثر افسانه 'موهني' جي نالي آهن.

انهن ۾ جيڪا جذباتي ڪيفيت لکل آهي، سا محبت جي ڪنهن نه ڪنهن عنوان هيٺ آهي.

اڻ ورهايل هندوستان ۾ آزاديءَ جون تحريڪون شروع ٿيون، جڏهن اهي تحريڪون هلندڙ هيون يا جڏهن پڇي راس ٿيون ته ادب تي به اثر ڪيائون. ڪراچيءَ جو ' باغي سلسلو' انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ڪي ٻيا ادارا انقلابي ادب شايع ڪري رهيا هئا. انهن ڏينهن شيخ اياز جي افسانن جو مجموعو "سفيد وحشي" شايع ٿيو. جنهن ۾ سندس افسانا: نوران، ڪلثي، ڪارو رنگ،واچ جا ڪانٽا،مسافر مڪراني، پنهل ڪان پوءِ ۽ سفيد وحشي ڇپيا.اياز جي افساني "سفيد وحشيءَ" ۾ خاص طور انگريزن خلاف نفرت جو اظهار ڪيل آهي. سندس ڪن افسانن ۾ سماج جو عڪس ۽ رومانيت به آهي. گهڻو پوءِ سندس افسانن جو ٻيو مجموعو 'پنهل ڪان پوءِ' ڇپيو.

سماهي مهراڻ جي ٻئي دؤر(1955ع) جي ابتدا سٺن معياري افسانن سان ٿي. هونئن رسالي فردوس ، نئين زندگي، اسان جي منزل ۽ سارنگ وغيره ۾ افسانه ڇپيا پئي. پر معيار جي لحاظ کان اوچا نه هئا. پاڪستاني دور ۾ سنڌي افسانو اهڙي موڙ تي بيٺو آهي. جو دنيا جي ڪنهن به زبان جي برابر آهي. ابتدا جي چند سالن ۾ زميننداري ظلمن تي گهڻو لکيو ويو. پر آهستي آهستي نه رڳو موضوعن ۾ وسعت ايندي وئي پر زبان ۽ بيان جو معيار به بلند کان بلند تر ٿيندو ويو. سنڌي افساني ۾ شيخ اياز کان پوءِ ڀارت لڏي ويل سنڌين ۾ ڪيترا سٺا افسانا نگار هئا. ڀارت ۾ ڪيترا پرچا نڪتا، جن ۾ افسانا ڇپجندا رهيا. مجموعا به ڇپيا. ڪيترن ناول نگارن به افسانا لکيا، جن ۾ سندري، رام پنجواڻي ،گوبند مالهي اهم آهن. ڪيترن ڀارت ۾ اک کولي، سنڌ جي ڪا يادگيري به نه هين. تن خاص طرح سان ڀارت جو ماحول چٽيو ۽ سماجي مسئلن جي اپٽار ڪيائون.انيڪ افسانه نگار آهن، جن جي هڪ طويل فهرست بنجي ٿي.

آنند گولاڻي 'چربو' ۽ ٻيا افسانا لکيا. ڪشور جيون ، 'ڪمزور ڪڙيون' ۽ ٻيا افسانا لکيا. جڳديش لڇاڻي 'نئين نظر' ، 'خاموش زندگي' ، 'ڦيرو' ۽ ٻيا ڪيترا افسانا لکيا. اهڙي طرح برج موهن، ڪلاپرڪاش، لعل پشپ، اچل، سگن آهوجا، ڪماري پوپٽي، ڪرشن راهي، موتي پرڪاش، تارا ميرچنداڻي، منوهر لال، اتم، نارائڻ ڀارتي، ڦتن پرسواڻي، گل آسناڻي، داس طالب، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻين ڪيترن افسانا لکيا. تن مان ڪن مجموعا شايع ڪيا.

ڀارت جي نوجوان افسانا نگارن بابت پروفيسرمنگهارام ملڪاڻيءَ جو رايو آهي ته،" هنن نوجوان ليکڪن ۾ اتساهه جهجهو آهي، وٽن موضوع جي به ڪمي ڪانهي، پر ايترو ضرور چئبو ته منجهائن گهڻن ۾ عبارت جي پختائي ڪانهي، ڇو جو هڪ پاسي سنڌ واري پارسي آميز ٻوليءَ جو پورو پايو ڪونه اٿن ۽ ٻئي پاسي هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ هنديءَ جو پورو اثر گرهڻ ڪونه ڪيو اٿن، جنهن ڪري سندن سنڌي گهر گهلي ۽ بگڙيل ٿي پيئي آهي."

پروفيسر صاحب جي هن راءِ کي مذڪور نوجوان افسانا نگار پلي هڪ جهوني جي جهوني ڳالهه سڏين، پر حقيقت ڏي هڪ اشارو آهي، جنهن ڏي توجهه انهن افسانه نگارن لاءِ مفيد ٿيندو.

سنڌ ۾ افساني ۾ شيخ اياز کان پوءِ ٻيو وڏو نالو "جمال ابڙي" جو آهي. جمال کي تمام سنا ۽ منفرد انداز جا افسانا لکيا. ڪردار نگاري سندس افسانن جي خاص خوبي آهي. هو ڪنهن به واقعي، منظر يا شخص جو بيان ائين ٿو ڪري، جو تصوير اکين اڳيان ڦريو اچي. سندس افسانو 'شاهه جو ڦر'، سچي سنڌ ۾ وڃي ويو هو. جمال جي افسانن جو مجموعو 'پشو پاشا' ڇپيل آهي. سندس افسانن ۾ 'خميسي جو ڪوٽ'، 'پشو پاشا' ۽ 'مهرباني' به اهم آهن. هاڻي ڪو نه ٿو لکي. سراج جي ناول جو پيش لفظ لکيو اٿس، هونئن بلڪل خاموش آهي.

ڪيترا نوجوان افسانه نگار، هن صنف جي آبياري ڪري رهيا آهن جن مان چوند نالا هي آهن: غلام رباني (مجموعو- آب حيات)، اياز قادري، (مجموعو- بلو دادا) شيخ حفيظ، نسيم کرل، (مجموعا- 'شبنم شبنم ڪنول ڪنو،'چوٽيهون در') امر جليل* (مجموعا: دل جي دنيا، ۽ جڏهن مان نه هوندس')، شيخ عبدالرزاق راز (مجموعو- ڊاڪ بنگلو) غلام علي ڪوکر (مجموعو- نئون آفق) عبدالجبار جوڻيجو(مجموعا: 'سوڪڙي' ۽ 'اباڻو گهر') سراج الحق (مجموعو: اي درد هلي آءُ ۽ انون ماٺهو) بشير موريائي (مجموعو: زندگيءَ جي راه تي ۽ اجنبي) رشيد ڀٽي، جمال رند، ابن حيات، نجم عباسي، (مجموعا: طوفان جي تمنا، پٿر تي ليڪو، جيڪي منهنجي من ۾ آهي، ناچني ۽ ايڏو سور سهي**) مقبول صديقي، مراد علي اختر، رسول بخش پليجو(مجموعو- پسي ڳاڙها گل)، حميدسنڌي (مجموعو- اداس واديون، ويرٻون ۽ زاٺا جي رجپوت) علي بابا (مجموعا- ڌرتي ڌڪاڻا، آيل ڙي اولاڻا)، بيگم زينت چنه، علي احمد بروهي، (مجموعو- ڪڪ پن) هدايت پريم، غلام علي الانا(مجموعو: چور) شميره زرين،(گيت اجايل مورن جا ۽ آءٌ اهائي مارئي، روشن چانورو) ماهتاب محبوب (مجموعا: چانديءَ جون تارون، پره کان پهرين، مني مراد ۽ لهر لهر زندگي) عبدالقادر جوڻيجو، (مجموعو: واٽون راتيون ۽ رول، ۽ ويندڙ وهي لهندڙ سج) ع-ق شيخ، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل (مجموعو: عبرت ڪده) آغا سليم (مجموعا: چنڊ جا تمنائي، ڌرتي روشن آهي) الطاف شيخ، (پيار جي گهٽ) غلام نبي مغل، (مجموعا: رات جا نيڻ ۽ سٺ ستر اسي) طارق اشرف (زندگي جو تنها مسافر) رشيده حجاب ۽ مشتاق شورو(مجموعو:ٽڪل جذبن جو موت).

هن ۾ ڪي افسانا نگار اهڙا آهن، جيڪي جوانيءَ جون جدون لتاڙي آيا آهن، ڪي فڪر ۾ به پراڻا آهن. پر گهڻن جي وابستگي جديد افساني سان آهي.

* امر جليل جا وڌيڪ مجموعا: ٽيون وجود، منهنجو ڏس آسمان کان پڇو ۽ رني ڪوٽ جو خزانو ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن.

** نجم عباسي جي ڪهاڻين جا وڌيڪ مجموعا: پروفيسر، سورج هوندي مرجهايل، للڪار، دارون هن ديواني جو، مٽي سنڌ سُڪار ۽ پاڻ بر وينا آهيون. پڌرا ٿي چڪا آهن.

هتي مان چند افسانہ نگارن جي فن تي تبصرو ڪرڻ کان اڳ، ہ اڪر تنقيد بابت چوڻ مناسب ٿيندو. هيءَ تنقيد ڪي سال اڳ اخبار "آزاد" ۾ ڪن ٻين هنڌ شايع ٿي، جنهن ۾ چيو ويو تہ "سنڌي افسانہ نگاري بڪواس آهي. ان ۾ ڪفر آهي ۽ فن ڪان ڪريل آهي وغيره". سنڌي افسانن کي افسانڙا، سڏيو ويو. حقيقت ۾ اها سنڌي افسانن جي مقبوليت هئي، جو جيڪي صاحب انهن کي نتي پچي سگهيا. تن ٻورن کي لتون ٿي هنيون. سنڌي افساني جو سچو دفتر کولي ڏسو، سواءِ ڪن چند مثالن جي سنڌي افسانو پنهنجي ماحول ۽ مسئلن جو عڪاس نظر ايندو. جيڪي تنقيدون ڪيون ويون، تن جو مقصد گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ هو.

سنڌي خواتين ۾ فقط ڪي چٽيون آهن، جن معياري افسانا لکيا. زينت چنہ 'مني' ثميره زرين 'وطن' ۽ رشيده حجاب 'جيئڻ جو سهارو'. زينت چنا سيني کان سينئر آهي، فني نقطہ نگاھ کان ڏسبو تہ 'ثميره زرين' ۾ جيڪا پختگي نظر ايندي سا سندس ٿهي جي ڪنهن ٻي سنڌي خاتون افسانہ نگار ۾ نہ ملندي. حجاب خاص طور ڪردار کي واضح ڪرڻ ۾ مهارت رکي ٿي. 'جيئڻ جو سهارو' ۾ هن هوڏ جي هڪ جذباتي ڪيفيت کي واضح ڪندي خاف بيبي جو ڪردار آندو آهي. جيڪو هلندي هلندي نيٺ هوڏ تان لهي ٿو ۽ هٺ هارجي ٿو وڃيس. اهو اسان جي معاشري ۾ تہ ڇا پر دنيا جي ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ ۾ بہ ملي سگهي ٿو.

'تبسم مهتاب قريشي'، 'نورالهديٰ شاهہ'، 'تنوير جوڻيجو' ۽ ٻيون ڪي نئين ٿهيءَ جون ڪهاڻي ڪارائون سنڌي ادب ۾ ڇاڻيون وڃن ٿيون. هنن ۾ مسئلن جي چنڊڇاڻ ۽ لکڻ جي اهليت آهي ۽ اميد آهي تہ هو گهڻو اڳتي وڌي سگهن ٿيون. نورالهديٰ شاهہ 1977ع ۾ ڪي ڇرڪائيندڙ موضوع ڪٺي همت سان انهن کي بيان ڪيو آهي. سندس ڪهاڻيون 'ناگاساڪي'، 'پاروٿو گوشت' ۽ 'شريف زادي'، هن سلسلي ۾ اهم آهن.

طارق اشرف: جي افسانن جو هڪ ڳٽڪو غلام نبي مغل جي ڳٽڪي سان شامل ٻڌي ڪتاب جي صورت ۾ ڇپيل آهي. ڪتاب جي هڪ پاسي کان مغل جا افسانا "نئون شهر" جي عنوان سان ڏنل آهن ۽ ٻئي طرف کان طارق جو مجموعو "سونهن پٿر ۽ پيار"* آهي. 1964ع جي هن ڳٽڪي ۾ طارق جو افسانو 'سونهن پٿر ۽ پيار' شاهڪار آهي. هن ڳٽڪي کان پوءِ بہ طارق ڪي سٺا ۽ معياري افسانا لکيا آهن.

نوجوان افسانہ نگارن ۾ جيڪو جوش جذبو آهي، سو سندن مشاهدي ۽ تجربي جي بنين مان پچي نڪتو آهي. هو پنهنجي چوگرد جيڪي ڏسن ٿا، ان جو جائزو پيش ڪندي پنهنجي فن سان ان کي اوجر ڏين ٿا. گذريل چند سالن ۾ جيڪي چند افسانہ نگار ابري مٿي آيا آهن. اهي آهن: آغا سليم، امرجليل، غلام نبي مغل، نسيم کرل ۽ عبدالقادر جوڻيجو.

* طارق جي ڪهاڻين جو هڪ وڏيڪ مجموعو: "درد جا ڏينهن، درد جون راتيون" پڌرو ٿي چڪو آهي. ان ڪانسواءِ طارق اشرف جي ٽنهي ڪهاڻين جي مجموعن کي گڏي سنڌيڪا اڪيڊمي "بند اکين ۾ ڪجھ يادون ڪجھ سپنا" ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**آغا سليم:** افسانن جي هڪ مجموعي کان سواءِ ڪي ٻيا بہ افسانا اٿس. آغا جو فن آهستي آهستي جوش کائيندو تاريخ جي ويڙهين ۾ ويڙهيو پيو وڃي. سندس ناولٽ (يا ناول) "اونداهي ڌرتي روشن هٿ"، "روشنيءَ جي تلاش" ۽ نئون ناول "اڻ پورو انسان*" ان جي پوري ثابتي آهن. آسٽريليا جي سفر جي پس منظر ۾ آغا صاحب، موثر افانسا لکيا. سندس افسانن ۾ زبان جو زور گهڻو آهي ۽ ڪٿي ڪٿي جذباتيت بہ ملي ٿي آغا سنڌي زبان جي انهن چند افسانہ نگارن مان آهي، جيڪي پهرين صف جا افسانہ نگار ليکيا وڃن ٿا ۽ جن جي قلم ۾ پختگيءَ سان گڏ فن ۾ مهارت سان گڏ موضوع جي جدت آهي.

**امر جليل:** جديد سنڌي افساني جو جليل هڪ اهڙو نمائندو آهي، جنهن جو آواز سنڌ جي پڙهندڙن جي ڪنن کان ٿيندو دل ۾ لهي ويو آهي. جليل جا ڊائلاگ انوکا ۽ چرڪائيندڙ هوندا آهن. سندس افسانن ۾ ڪهاڻيءَ جي واڌ ۽ ويجهہ گهڻو ڪري ڊائلاگن سان ٿي ٿيندي آهي. جليل جي افسانن جا بہ مجموعا "دل جي دنيا" ۽ "جڏهن مان نہ هوندس"، ڇپجي چڪا آهن. جيڪي پنهنجن سيني افسانن مان (شايد) سندس ئي ڪيل انتخاب آهي. سندس افساني 'سرد لاش جو سفر' تي ڪافي واد و واد ٿيو.

جليل جا ڪردار جمال ابڙي جي 'پشو' ۽ اياز قادريءَ جي 'بلو دادا' وانگر اڏول بہ هوندا آهن. جن ۾ ڪي غندا بہ ليندا. ڪي مانيٽا ۽ زندگيءَ جي چڪيءَ ۾ پيسجندڙ ۽ ڏاند جهڙا بہ. پل صراط وارو 'مان' بہ انهن مان هڪ آهي، جيڪو پنهنجن ٻارن جي 'لشڪر' جي پيٽ پورت ڪرڻ ۾ ئي پورو آهي ۽ قرباني جو دنبو وٺڻ ۾ ئي عاجز آهي. خود قرباني جو دنبو بڻيو پيو آهي.

جليل جي افسانن ۾ 'سياڻن ۾ هڪ ٻوڪ'، 'بارنيس اسٽريٽ جو غنڊو'، 'راهون جدا جدا'، 'سچل سرمست ٽربل ۾'، ۽ 'دل جي دنيا' گهڻو مقبول ٿيا. سندس طنز جو انداز عام پڙهندڙ کي گهڻو پسند آيو. 'سياڻن ۾ هڪ ٻوڪ' اهڙو ڪردار آهي، جيڪو هن دو رنگي دنيا ۾ حقيقت ۾ سياڻن ۾ هڪ ٻوڪ نہ آهي، پر 'ٻوڪن ۾ هڪ سياڻو' آهي. رڳو ماحول جي ڏنگي چال هن کي ابتو ڪري ٽنگيو آهي.

جليل فلمن لاءِ ڊائلاگ بہ لکيا. سندس ڪي ڪي افسانا ڏکيا ٿيندا پيا وڃن. جهڙوڪ 'پل صراط' جليل کي شمشيرالحيدري "سنڌي جو دئوس" افسانہ نگار سڏيو آهي." بلاشڪ جليل هڪ وڏو افسانہ نگار آهي.

**غلام نبي مغل:** مغل جو پهريون مجموعو (نئون شهر) طارق اشرف جي افسانن سان گڏيل آهي. 'رات جا نيڻ'، سندس ٻيو مجموعو آهي. مغل تي الزام آهي تہ هو جنسيات (Sex) تي بلڪل کليو ڪلايو لکي ٿو. هونئن ايڪڙ ٻيڪڙ ٻيا بہ افسانہ نگار آهن، جن جنسيات تي لکيو آهي. پراڻن ليکڪن مان آسانند

* آغا سليم جو هڪ وڏيڪ ناول همہ اوست" نيو فيلڊس پبليڪيشن پاران ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي.

مامتورا جنسيات تي ڪي افسانا لکيا.(28) مغل جو ڪو هڪ اهڙو افسانو هوندو، جيڪو جنسيات جي وڪڙ ڪان آجو هوندو. خاص طور 'ريشمي وار'، اهڙو افسانو آهي، جنهن ۾ هي پهلو ظاهر ظهور آندل آهي. 'ليڊي چيٽرليزلور' جن پڙهيو هوندو، تن کي معلوم هوندو ته جنس تي لکڻ جو مقصد ڇا هوندو آهي. سچي ناول ۾ ڪيترائي اهڙا مقام اچن ٿا،جيڪي جنسيات بابت آهن. انهن کي نظر ۾ رکڻ سان اجايا اعتراض ختم ٿي وڃن ٿا. سنڌيءَ ۾ نوجوان افسانہ نگار منير احمد 'حويليءَ جا راز'، لکيو ته ڪن حلقن مان سخت ڪان سخت ترخط ۽ ڌمڪيون پهتيون. ساڳيو حال مغل سان بہ ٿيو. هو پنهنجي نقطہ نظر ۾ صحيح آهي يا غلط! اهو سوال ڪونهي. سوال هي آهي تہ ڪنهن مسئلي کي ڪيئن پيش ڪجي؟ معاملو پيش ڪرڻ (Presentation) جو آهي. ان سوال تي غور ڪبو تہ مغل ڪامياب نظر ايندو. ان ۾ هن جي استعمال ڪيل زبان جو بہ وڏو هٿ آهي. منير 'مانڪ' جي نالي سان ناولٽ (لڙهندڙ نسل) ڇهہ انام ڪهاڻيون ۽ ٻيا افسانا لکيا.

نسيم کرل: افساني جي فن ۾ زندگيءَ جا ڪي پهلو اهڙا بہ ظاهر ٿين ٿا، جن تي نام نهاد متبرڪ حلقا پردا وجهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. نسيم، جو 'ڪافر' اهو اتڪلبازيءَ جو پردو ڪٽي پري ڦٽو ڪري ٿو. ڪافر ۾ هڪ اهڙو ڪردار پيش ڪيل آهي. هن مان مراد معاشري جي قدرن جي اپٽار ڪرڻ ۽ ان سان گڏ، ٻيائي ۽ ٻاهرين هنج واري ٻوليءَ جا پردا ڦاڙي ڦٽا ڪرڻ آهي. نسيم جا مجموعا "شبنم شبنم ڪنول ڪنول" ۽ 'ڇوٽيهون در' *، شايع ٿيل آهن.

عبدالقادر جوڻيجو: سنڌي افسانہ نگاريءَ ۾ گذريل ڪيترن سالن ڪان هي نئون نالو نظر اچڻ لڳو آهي. هن جي ٻولي ڳوناڻي آهي. تز لفظ ڳوناڻي لهجي ۾ ملندا. ٻوليءَ جو وهڪرو سندس فن ۾ هڪ اهم واڌارو آهي. ڪردار بہ گهڻو ڪري ڳوناڻا اٿس، جيڪي هن نوجوان ٽري افسانہ نويس ڪان پري بلڪل ڪونہ آهن. ٻهراڙيءَ جي ماحول جي عڪاسي ۽ منظرنگاري سهڻي ڪري ٿو. سندس مجموعا "واٽون راتيون ۽ رول" ۽ "ويندڙ وهي لهندڙ سج"، ڇپجي چڪا آهن.

عبدالحق عالماڻي(29) ۽ مشتاق شوري ٿوري عرصي ۾ پڙهندڙن ڪان داد حاصل ڪيو آهي.

مشتاق شورو: مشتاق جي موضوعن جي چونڊ ۽ اپٽار، ٻولي ۽ اسلوب تمام وڻندڙ آهي. يڪسانيت ۽ جملن جي ابتي سٽاءَ جي باوجود هو، جنهن موضوع جي چونڊ ڪري ٿو، ان کي نباهي ٿو. ڪنهن ڪردار جي جذباتي ڪيفيتن کي موثر لفظن ۾ پيش ڪري ٿو.اهڙا ڪردار آهن جن کي هو ڏسي ٿو ۽ ڪٿي افساني ۾ آڻي ٿو. ڪنهن جي دلي جذبن کي مشاهدي جي بنياد تي بيان ڪري ٿو. مونولاگ ۾ بہ نهايت ڪامياب طريقي سان افسان کي نباهي ٿو. 78ع ۾ سندس مجموعو "ٽڪل

* نسيم کرل جي ڪل ڪهاڻين (جن ۾ سندس ڪهاڻين جا ڇپيل ٽني ڪتاب "شبنم شبنم ڪنول ڪنول"، "ڇوٽيهون در ۽ ڌمي اچي وڃن ٿا) تي مشتمل ڪتاب "نسيم کرل جون ڪهاڻيون" روشني پبليڪيشن پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

جذبن جو موت" ، ڇپيو آهي. نئين ٽهيءَ جا ڪيترا ڪهاڻيڪار جهڙوڪ نورالهديٰ شاهه، طارق عالم، اياز عالم، محمود مغل ۽ ٻيا لکي رهيا آهن. جن کي آئينديجي ادبي تاريخ ۾ يقيناً جاءِ ملندي.

**قاضي خادم:** قاضي خادم جي اهميت گهڻو ڪري نثر جي ڪري آهي، نہ تہ هن شعر بہ لکيا آهن. ٽي وي ۽ ريڊيو ڊراما ۽ ناول بہ لکيا اٿس. ناولن ۾ 'زوال' ، 'پيار' ، 'سونهن جي ديوي' ۽ 'جواري' ، ترجما آهن. 'پيار ۽ سپنا' ۽ 'درد جي خوشبوءِ' طبع زاد ناول آهن. هي ناول لکي هن اهو محسوس ڪرايو آهي تہ هن ۾ هن دڳ تي گهڻو اڳتي وڃڻ جي صلاحيت ۽ اهليت آهي. گذريل ڪن سالن ۾ هن ڪيترا افسانا بہ لکيا آهن. افسانوي ادب جي ٽنهي صنفن، ناول، ڊراما ۽ افساني ۾ قاضي خادم هڪ سٺو ليکڪ آهي. سندس ڊرامن جو مجموعو 'لڙڪ لڙڪ زنجير' ۽ افسانن جو "سمنڊ آپسمنڊ" 81ع ۾ شايع ٿيا.

**خيرالنساءِ جعفري:** گذريل ٽن چئن سالن ۾ خيرالنساءِ جعفري هڪ اهم ليکڪا طور ابري آئي آهي. هن ڪيترا نفسياتي مسئلن تي بہ مقالا لکيا. جيڪو ني هن جو اصل موضوع آهي. ڪهاڻين ڏي بہ هوءَ انهن مسئلن ذريعي آئي. شروع ۾ هن جون ڪهاڻيون ساراهجڻ لڳيون. سوجهرو، نئين زندگي ۽ ٻين پرچن ۾ ڇپيون. خيرالنساءِ جي ڪهاڻين ۾ غير شعوري طور بہ ڪردار جي نفسياتي ڪيفيت نمايان نظر اچي ٿي. سندس بياني انداز ڪهاڻيءَ جو جديد ترين انداز آهي.

خيرالنساءِ جون ڪهاڻيون ، "تخليق جو موت" ، "پيڙا جو پڙلاءُ" ، "قربتون ۽ فاصلا" - سال 67-68 ۽ 69 ۽ 'حويليءَ ڪان هاسٽل تائين' ، داد حاصل ڪري چڪيون آهن.

خيرالنساءِ جيڪا زبان لکي ٿي، تنهن ۾ ڪٿي ڪٿي بي ربطي ملي ٿي ۽ مڪمل طور بامحاوره زبان نٿي لکي. ڪنهن بہ صنف جي ليکڪ لاءِ اهو بہ ضروري آهي تہ هو صحيح زبان لکي. سندس مجموعو "تخليق جو موت" ڇپجي چڪو آهي. جيڪو سندس فن جي زندگي ٿيڻ ڪپي ۽ نہ موت!

هينيان اهم مجموعا بہ تازو شايع ٿيا آهن:

زندگيءَ جو وهڪرو (ممتاز مهر) گونگي ڌرتي ٻوڙو آڪاش (شوڪت شورو) پل تي ويٺل هڪ نوجوان (ڪيهر شوڪت) ٻن چڻ ڪان پوءِ (شرجيل) رات سانت ۽ سوچون (طارق عالم) رهيل قرض (ظفر حسن) دل اندر درياو (مدد علي سنڌي) جلاوطن، ڪربلا (نورالهديٰ شاهه) امرت منجهه ڪڙاڻ، عيبن هاٿي(تنوير جونيجو).

**سفرناما:** سنڌي زبان ۾ هن دلچسپ نثري صنف تي ڪو اڪيچار ڪتاب شايع ٿيل ڪونہ آهن، پر ڪي ڪتاب آهن، جيڪي دلچسپ ۽ معلوماتي آهن. ٻاهرين ملڪن جي رهڻي ڪهڻي، ماڻهن، ريتن رسمن، تاريخ ۽ سياست وغيره جي هنن سفرنامن مان چڱي پروڙ پوي ٿي. ڪي ڪتاب اهڙا بہ آهن جن ۾ گڏيل هندوستان جي مختلف علائقن جو احوال آهي. انهن ۾ ميران محمد شاهه، جي اير

سيد، علي محمد راشديءَ جا خط اچي وڃن ٿا. جيڪي پوءِ ڪتابي صورت ۾ "رهاڻ" ، "چونڊ مضمون" ، "خط ۽ مضمون" جي نالي سان ڇپيا. انهن ۾ ذاتي نوعيت ۽ سياسي قسم جا خط به آهن. سنڌ بابت لطف الله سورتيءَ جو "سنڌ جو سفر " (1956ع) به آهي، جيڪو قادر بخش نظامانيءَ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

آغا بدر عالم درانيءَ 1950ع ۾ "مسافر حجاز" لکيو، جيڪو جنهن نالي مان ئي ظاهر آهي: مقدس مقامات جي زيارت بابت آهي.

قاضي عابد، "سفر يوروپ جي ڊائري" 1960ع ۾ شايع ڪئي. جنهن ۾ سندس لنڊن ۽ يورپ جي سير جو بيان ڪيل آهي. سنڌيءَ ۾ اهو پهريون سفر نامو آهي، جنهن پڙهندڙن ۾ غير ملڪ جي احوال پڙهڻ جو شوق جاڳايو ۽ ڪتاب کي سٺي مقبوليت حاصل ٿي.

ڪريمڏني راڄپر، "آمريڪا جو سير" 1961ع ۾ شايع ڪيو. راڄپر صاحب زراعت جي سلسلي ۾ به مفيد مواد سفر نامي ۾ ڏنو:

مشهور تعليمي ماهر پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه جو سفرنامو "سير ۽ سفر" جي نالي سان (1962ع) ۾ شايع ٿيو. جنهن ۾ خاص طور آمريڪا جي تعليمي نظام ۽ پنهنجي دوري جو احوال دلچسپ انداز ۾ ڏنل آهي.

منهنجو ڪتاب "مائوءَ جي ملڪ ۾" ، 1973ع ۾ ڇپيو. آءٌ چين 1965ع ۾ ويس 1966ع ۾ واپس آيس. مون چيني زبان پڙهي ۽ پيڪنگ توڙي ڪينٽرن ٻين شهرن جو تعليمي ۽ ثقافتي احوال ڪتاب ۾ ڏنم. ماهتاب محبوب جي"اندر جنين اڄ" *، ۾ ڀارت جي سير جو احوال لکيو.

جنهن هڪ ليکڪ کي سفرنامن جي ڪري ئي گهڻي مقبوليت حاصل ٿي، سو الطاف شيخ آهي. الطاف مئرين انجنيئر جي حيثيت ۾ دنيا جا ڪيترا ملڪ ڏٺا ۽ انهن جو احوال ڏنائين. ٻن ننڍڙن ڪتابڙن کان سواءِ1971ع کان 1975ع تائين الطاف جا چار ڪتاب شايع ٿيا. "منهنجو ساگر منهنجو ساحل" ، "سمونڊ جي سوين" ، "وايون وڻجارن جون" ۽ "بندر بازاريون" . 77ع ۾ "سي ئي جوين ڏينهن" ۽ 78ع ۾ "بندر ديسان ديس" ڇپيو**. پوئين ڪتاب ۾ مهاڳ ۾ امر جليل لکيو آهي ته : الطاف شيخ جي سفرنامن کان اڳ جيڪي سفر ناما سنڌيءَ ۾ شايع ٿيا آهن. تن ۾ گهڻو ڪري مغربي تهذيب جي گلا، عورتن جي آزاديءَ تي اعتراض، پردي جي غير موجودگيءَ تي افسوس ۽ سموري دنيا تي مسلمان جي قبضي نه هئڻ جو ارمان ڪيو ويو آهي. اهي دقيانوسي، سفرناما، سفرناما گهٽ ۽ تبليغي جماعت جا بليٽن وڌيڪ محسوس ٿيندا. (ص11) هن راءِ مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته

---

* ماهتاب محبوب جا به وڌيڪ سفرنامه "راهون جنهن ستارا" ۽ "سرهي سرهي سار" ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن.

** الطاف شيخ جا وڌيڪ سفرنامه "سانباهو سمونڊ جو، بهترين سفر نامه، مڪلي کان ملاڪا تائين، سنگاپور ويندي ويندي، ڪوالا لمپور ڪجهه ڪوه، دنگي منجهه درياهه، جت جَر وهي ٿو جال، ڳالهيون آهن ڳچ، خبرون ڪيڙائن جون ۽ اوهريا جي عميق ڏي پڌرا ٿي چڪا آهن.

جليل يا تہ الطاف کي خوش ڪرڻ گهري ٿو يا هن پيو کو سفرنامو پڙهيو ئي ڪونهي. ادبي معيار جي مدنظر الطاف البت پوئتي آهي. روس بابت شيخ، عزيز جو سفرنامو " مون لينن جو ڏيهہ ڏٺو" 1975ع ۾ ڇپيو. جنهن ۾ هڪ صحافيءَ جي قلم مان روس جو دلچسپ احوال معلوم ٿئي ٿو. ٻين صحافين سراج، خير محمد کوکر، مقبول صديقيءَ ۽ محمود يوسفاڻي وغيره بہ اخبارن ۾ غير ملڪي سفرن جو احوال لکيو آهي.

1976ع ۾ ڊاڪٽر سليمان شيخ ، "سون ورني ڌرتي" شايع ڪيو. جنهن ۾ لبيا جو ذڪر آهي. ڊاڪٽر سليمان چين بہ ويو. اتان جا ڪي احوال اخبارن ۾ بہ ڏنائين. اهڙي طرح تعليم خاطر يا دوري تي ويل ڪيترن ماڻهن جا ڪي خط اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيا. پر سفرنامي جو صحيح لطف پڙهندڙن کي الطاف شيخ ڏنايو. ڇو جو سندس سفرناما تقريباً دنيا جي وڏي حصي بابت هئا ۽ هو مسلسل سفر ڪندو رهيو ۽ لکندو رهيو.

## مزاح نگاري

مزاح نگارن ۾ محمد حسين ڪروڙ پتي، قلب علي تڪلو، نورعباسي، غلام رسول ڪلهوڙو، رشيد ڀٽي، علي احمد بروهي ۽ عبدالحليم بروهيءَ جا نالا اچن ٿا. ڪروڙ پتيءَ سٺا مزاحيہ افسانا لکيا. ڪلهوڙي جو مجموعو "ويرون ۽ لهرون" ڇپيل آهي. رشيد ڀٽي ۽ نور عباسيءَ جي تحريرن ۾ مزاح ۽ طنز جا سهڻا نقش ملن ٿا. علي احمد بروهي جي تحريرن ۾ ڪي نقل جا مثال بہ ملن ٿا. هن جي افسانن ۾ اردوءَ جو نقل گهڻو ڪيو ويو . اهڙي ادبي چوريءَ جي سلسلي ۾ مٿس تنقيد بہ ٿي چڪي آهي.

حليم بروهي بہ بي ترتيب ڳالهين کي لفاظيءَ جي آڌار تي لکندو رهيو آهي. اڪثر هن طنز کي مزاحي ذاتيات ۾ بہ آندو. سندس ڪتابڙو "خواب نامو" ، اهڙو مثال آهي. سندس ناول "اوڙاهہ" جيوٽيڪ مزاحيہ ڪونهي. ۽ سندس ڪتاب "مسزشا وارو ڪيس" بہ ڏيکہ جي ڪري اينترو موثر نہ آهي، ان جي ناڪامي هڪ بي مقصد ڏيکہ ۽ ورجاءُ آهي. حيلم انگريزيءَ کان سواءِ سنڌيءَ ۾ ٻيا بہ ننڍا ننڍا ڪتاب ۽ مضمون لکيا آهن. حليم جي تحريرن مان اهو صاف بکندو آهي تہ هو خود نسفياتي مونجهارن ۾ ورتل آهي. مزاح ۾ نڪتہ نوازيءَ واري اصول تي سندس تحريرن ۾ ڪٿي ڪٿي موثر انداز اختيار ڪيل ملندو. سندس بيشتر تحريرون مزاح بدران مسخري ۽ بي مقصد ورجاءُ ڪي وڏيڪ ويجهيون هونديون آهن.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون:

1- الانا، خواجہ غلام علي: "سنڌي نثر جي تاريخ"، ادبيات پبليڪيشن حيدرآباد، 1966ع ص 3.

2- ايضاً - ص 3

3- ايضاً- ص 4

4- ايضاً- ص 5
5- ايضاً- 5-6
6- ايضاً- ص 6.
7- هي فهرست خانبهار ميمڻ جي "تاريخ سنڌي ادب" پنهنجي جلد (1951ع) تان ورتل آهي.
8- خانبهادر ميمڻ لکيو آهي تہ آخوند گل پاڻ ڇپايو. حقيقت ۾ آخوند گل 1855ع ۾ وفات ڪري چڪو هو. هي شايد ٻيو ڇاپو آهي.
9- ڪيولرام جو ٽيئون ڪتاب "سوکڙي" آهي. "گل" ۽ "گل شڪر"، سنڌي ادبي بورڊ نئين سر ڇپايا آهن.
10- نثر نگارن بابت تنقيد تنصري ۽ ذاتي راءِ ڪانسواءِ ٻيو احوال ۽ انگ اکر خانبهادر ميمڻ ۽ پروفيسر الانا جي ڪتابن تان ٿورن سان ورتل آهن.
11- خانبهادر ميمڻ: "تاريخ سنڌي ادب" ڀاڱو ٻيو ص-35.
12- 'مهابو' .(الحافظ- مروت) اڳيان /آ/ ملائي ان کي با معنيٰ بنايو ويو آهي. / س/ اڳياڙي وري چڱائيءَ جي معنيٰ ڏي ٿي: "سڪاج"، ضد، 'آڪاج'.
13- ميمڻ: "تاريخ سنڌي ادب"، ڀاڱو ٻيو، ص. 4-5
'مرزا، قليچ بيگ 'ليليٰ مجنون' 1880ع ۽ امام بخش خادم 'هير رانجهو' ڊرامو 1879ع ۾ لکيو. جيڪو پهريون سنڌي ڊرامو آهي'. پروفيسرالانا: 'سنڌي نثر جي تاريخ'، ص 81.
14- 'ساهتڪ پشپ' از منوهر داس ڪوڙو مل، نئين دهلي 1960ع
15- ميمڻ: 'تاريخ سنڌي ادب'، ڀاڱو ٻيو، ص ص 503 ۽ 504.
16- 'سسئي پنهون'، جو مشهور قصو بيتن ۾ موروني فقير جو لکيل آهي.
17- ميمڻ : 'تاريخ سنڌي ادب' ڀاڱو ٻيو، ص 191.
18- پروفيسر الانا: 'سنڌي نثر جي تاريخ'، ص 96.
19- سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد، صورتختي، صوتيات ۽ لسانيات بابت هيٺيان ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: ڊاڪٽر بلوچ: 'سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ'، سراج: 'سنڌي ٻولي'، ڊاڪٽر الانا: 'سنڌي صورتخطي'، 'سنڌي صوتيات'، 'سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد'، پروفيسر جتوئي: 'سنڌي زبان ۽ علم لسان'، ليکيلو رچنداڻي: 'سنڌي ٻوليءَ جو اتهاس'، پوپٽي هيرانندداڻي: 'ڀاشا شاستر'.
20- " پرمانند ميوارام 'جوت' ۾ ظاهر ڪيو تہ اڳيون اڌ ٻولچند ڪوڏومل ترجمو ڪيو هو. پيرومل بہ پل ۾ ساڍو جو نالو ڇپائي ڇڏيو."منگهارام ملڪاڻي، 'سنڌي نثر جي تاريخ' ،ص67.
21- انهيءَ ڳالهہ تي گهڻو بحث ٿيو آهي، جنهن موجب ڊاڪٽر گربخشاڻي جي وفات کان پوءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي دعويٰ ڪئي تہ رسالي جي ڪم ۾ هو گربخشاڻيءَ سان برابر جو شريڪ رهيو. تفصيلي بحث لاءِ ڏسو:
- ڊاڪٽر خليل: 'ادب ۽ تنقيد' (ٻيو ڇاپو1975ع)
- عبدالله عباسي: 'علامہ دائود پوٽو' (1950ع)
- عبدالجبار جوڻيجو: 'ڪنزاللطيف' (1961ع)
- لطف الله بدوي: مقالو- 'عام راءِ' (سيپٽمبر1950ع)

- پروفيسر اجواڻي: مقالو- 'سنڌو' ( فيبروري 1956ع)
22- پنهان، غلام حسين: مقالو 'سنڌي زبان جي ناول جي مختصر تاريخ' ، مخزن 'پورب' سنڌي ڊپارٽمينٽ سنڌ يونيورسٽي 1969ع ص 116.
23- ايضاً- ص118.
24- سرشار عقيلي: مقالو 'سنڌي ادب ۾ ناٽڪ نويسي' ، نئين زندگي، ڪراچي ، اپريل 1954ع.
25- 'ٽوجينٽلمين آف ويرونا' ۽ 'سيمبلاٽن' عثمان علي انصاريءَ 'گمراهه دوست' ۽ 'جرم وفا' جي نالن سان ترجمو ڪيا، 'هيمليٽ' جو چيلمل ۽ 'منڪبيٿ' جو مرزا حبيب الله ساڳين نالن سان ترجمو ڪيو.
26- افسانن بابت گهڻي معلومات هيٺين ڪتابن ۽ مقالن تان ورتل آهي.
رانجهن خان ميمڻ: 'سنڌي افسانو' .
پروفيسر ملڪاڻي: مقالو- 'سنڌي آکاڻين جي هڪ صدي' .
پروفيسر الانا: مقالو- 'سنڌي افسانا' .
27- ادو عبدالرحمان 1942ع ۾ ٿهلرام آڏواڻي انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري Short stories of Indian life ۾ ڇپيو. 1954ع ۾ يونيسڪو طرفان هڪ مجموعي ۾، ۽ 1963ع ۾ حشو ڪيولراماڻيءَ جي مجموعي ۾ آيو.
28- آسانند مامتوار: 'جيوت پريم ۽ پاپ جون ڪهاڻيون' (1939ع)
29- عالماڻيءَ جو مجموعو 'ڪارو ڪارونيار' سندس وفات کان پوءِ 1976ع ۾ ڇپيو.

## باب ٻيو

# شعر و شاعري

هن باب ۾ غير عروضي ۽ عروضي شاعريءَ جي ان دؤر جو مختصر جائزو ورتو ويو آهي، جيڪو 18 صديءَ جي آخر کان وٺي ويهين صديءَ تائين پکڙيل آهي.

**1- غير عروضي شاعري:** سنڌيءَ ۾ پراڻي شاعريءَ جي جيڪا طرز هلي آئي، ان ۾ 1843ع کان پوءِ جا شاعر بہ طبع آزمائي ڪندا آيا. فقط ڪي شاعر آهن، جن بيتن، واين ۽ ڪافين سان گڏ ڪي عروضي شعر بہ چيا. ڪي اهڙا آهن، جن ڪافيءَ جا مضمون غزل ۾ موزون ڪيا. جهڙوڪ: مصري شاهہ. هن سڄي دور ۾ قادر بخش 'بيدل' سچي صوفيانہ شاعريءَ جو سردار آهي. هن هيٺ مختصر جائزو ڏجي ٿو.

### نانڪ يوسف (1783-1853ع):

نانڪ يوسف بابت تذڪرن ۾ گهڻيون متضاد ڳالهيون ملن ٿيون. پروفيسر ڪلياڻ پنهنجي ڪتاب "سچل" ۾ سندس اصل نالو 'رئيس شمس الدين' ٻڌائي ٿو. پروفيسر بدوي ان ڳالهہ کي نٿو مڃي. بهرحال هي شاعر، سچل جو طالب، مريد ۽ ڪن حلقن جي چوڻ موجب ٻالڪو هو. سندس ڪلام تي سچل جي ڪلام جو پرتوو پيل آهي. مرشد جي واکاڻ ڪندي ڌاپي نٿو. درازن جي درگاهہ بابت چوي ٿو:

والي‌ءَ ڪئي آهہ وراڻ، - ٻيهر ٻاروچن جي،
دوڙ درازين منصب پائين- ٻيا وري کهڙا پنڌ پڇائين،
يار يقين ۾ آڻ

برهہ ۽ مستيءَ جو بيان ڪندي، هڪ ڏکهي سرائڪي بيت جي پڇاڙيءَ ۾ چوي ٿو:

ڪڏان نماڻا نانڪ، نالا شهر دراز ڏمالي،
يوسف يار سچل ديان ڳالهيان، برهہ ڪئي برحالي.

زندگيءَ ۾ ڪوا هڙو دور آيو. جو سرمست جو هي ٻالڪو سڪون ۽ خاموشي جو طالب ٿيو. ڪيس هر هنڌ چپ جي حڪمراني نظر اچڻ لڳي. چوي ٿو

چپ چپاتي چپ جي بات- مون آهي پاتي يار چپ.
باغ چپ بازار چپ- بازار جو واپار چپ.
شهر چپ بحر چپ- سارو ئي سنسار چپ.
نانڪ چپ يوسف چپ- درد جو ڏڏڪار چپ

سچل جو رنگ نانڪ يوسف جي لفظ لفظ مان ظاهر آهي.

اسين حيرت هن ۾ آهيون، بيرنگي سچڻ رنگ لايو.
ٿي آيو آدم نالي، اچي پيڙو منجهہ ڪشالي،
هت جوشن ۾ ٿو جالي- آهي اصل اهو تنهن جو رايو.

پروفيسر بدويءَ سچ لکيو آهي تہ : 'يوسف جو شعر گويا سچل جي ڪلام جو عڪس آهي، يا ان جي صدا جو پڙاڏو آهي' . نانڪ يوسف جي سنڌي توڙي سرائيڪي ڪلام ۾ بره جون باتيون ۽ وحدت جي هڪ نئي تنوار آهي. جيڪا سچل سرمست وٽ ليي ٿي. رڳو هو سچل جي شاعرانہ عظمت ۽ فن کي پهچي نٿو سگهي.

## عثمان سانگي(1778-1860ع)

لاڙڪائي تعلقي جي هن شاعر جي ڪلام ۾ موزونيت جا انگ نظر اچن ٿا. سندس ڪافيون اهڙي ساک پرين ٿيون. عثمان سانگيءَ جو ڪلام درد فراق جو آئينو آهي. هندي شعر بہ چيو اٿس. عثمان جوصوفيانہ شعر انهيءَ ڳالهہ جي ساک بہ ڀري ٿو تہ هن جون ڪن صوفين سان روح رهاڻيون ٿيون آهن. عشقيہ ڪيفيت جا اهڃاڻ بہ سندس ڪلام ۾ ملن ٿا. اکين جي تير ۾ ڪجل جي ڪناريءَ جو بيان ڪندي چوي ٿو:

اکين سيف سيني ۾ ساري لڳي،
ڪجل جي ڪا ڪاري ڪناري لڳي،

١- چلڻ چال محبن موچاري لڳي،
اها سک پيارن جي پياري لڳي.

٢- چلي چوٽ چشمن چوڌاري لڳي،
اتي عشق وارن جي زاري لڳي.

٣- عثمان اهڙي ابهاري لڳي،
جسي جيءَ ۾ "لا" جي لاري لڳي.

پاڻ سڄاڻن بابت صاف صاف اشارو ڪري ٿو.

پهرين سڄاڻج پاڻ، سيڪا صورت پوءِ سڄاڻي.

ڪافي جي موزونيت ۾ غزل چيا اٿس. هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ شعر جو جيڪو نئون وزن هو تنهن جو آواز سندس ڪن تي پيو هو. هڪ غزل جو مطلع ڏجي ٿو:

اکڙيون عزم ڪيئو رکن، دلڙي ڦاسائڻ دام ۾،
ديدار ڪنهن دستور سان، موهيو وڃن هڪ مام ۾.

**بيدل جي شاعري:** انگريزن جي دور ۾ قادر بخش 'بيدل' (1814-1872ع) وڏن شاعرن مان هڪ آهي. سنڌي، اردو، هندي ۽ فارسيءَ ۾ سندس ڪلام موجود آهي. ان کان سواءِ فارسي نثر ۾ به ڪتاب اٿس. ڪن ڪتابن ۾ ٿورو سنڌي نثر به لکيائين. بيدل صاحب جي تصنيفن جو ڪل تعداد 'تذڪره لطفي' جلد ٽئين ۾ ڏنل آهي. اهي هي آهن:

1- مثنوي رياض الفقر (فارسي مثنوي) 2- ديوان سلوڪ الطالبين (فارسي غزل) 3- رموزالقادري (فارسي نظم ۾ قصيده غوثيه جي شرح) 4- ديوان منهاج الحقيقت (فارسي غزل) 5- مثنوي نهرالبحر (فارسي مثنوي، رومي جي طرز تي) 6- رموزالعارفين (فارسي مثنوي) 7- تقويت القلوب في تذڪره المحبوب (فارسي نثر) 8- پنج گنج (بيدل صاحب دليل ڏيندي قرآن ، حديث، رومي، ڀٽائي ۽ ڪنهن بزرگ جا قول گڏ ڪيا آهن) 9- قرة العينين في مناقب السبطين (فارسي نثر) 10- ديوان مصباح الطريقت (فارسي ديوان) 11- فوائد المعنوي (عربي مقولا ۽ سنڌي ترجمو) 12- سندالموحدين (فارسي نثر ۽ نظم) 13- وحدت نامہ (سنڌي ۽ سرائيڪي بيت) 14-لغت ميزان طب (فارسي نثر ۾ طب جي لفظن جي لغت) 15- في بطن احاديث (فارسي نثر ۾ حديثن جي سمجهاڻي) 16- سرود نامہ (سنڌي ۽ سرائيڪي بيتن، ڪافين ۽ سي حرفين جو مجموعو) 17- تاريخ هاي وفات (سنڌ ۽ هند جي مشهور بزرگن جي وفات جون تاريخون) 18- انشاءِ قادري (فارسي خط) 19- قيده هير رانجهو (فارسي نظم) 20- عقائد (فارسي ۽ عربي، نثر توڙي نظم ۾ پنهنجا عقيدا لکيا اٿس) 21- منتخب قصہ ليليٰ مجنون (فارسي نظم) 22-ديوان بيدل (اردو ۽ هندي غزل).

بيدل بسيارگو شاعر هو ۽ هڪ يگانو عالم پڻ هو. سندس فارسي ڪلام ۽ نثر ۾ لکيل ڪتاب ان جي شاهدي پرين ٿا. هو تصوف ۾ ممتاز حيثيت رکي ٿو. تصوف سندس پسنديده موضوع رهيو آهي. ڪيس پير ۾ عيب هو، پر بزرگن جي دعا ڪيس روهڙيءَ جو جهنڊو بنائي ڇڏيو. بيدل صوفي بزرگن ۽ شاعرن کان گهڻو متاثر هو. شهباز قلندر ۽ سچل جو مٿس گهڻو اثر هو. جنهن به ٻوليءَ جي ڪلام تي نظر وجهو، ان ۾ بيدل هڪ ئي نظر ايندو. سنڌي هجي يا سرائيڪي، اردو هجي يا فارسي، بيدل درد جا جيڪي داستان بيان ڪيا آهن، سي هر هنڌ ساڳيا آهن. سندس ڪلام ۾ عشق جو هڪ اونهو اسرار ملي ٿو، جتي عقل جو اختيار ئي هليو وڃي ۽ پوءِ منصوري نعرا لڳن ٿا. سڀ صورت ۾ يار جو جلوو نمايان ٿي بيهي ٿو:

عشق جو ڏس اسرار- سڀ صورت ۾ يار سمايو

1 - يار يگانو ڪاڻ ظهوري، سوين ڪري سينگار،
پاڻ پرين ڪثرت ۾ آيو.
2 - ڏس ،'همه'، جو پاڻ ڏنائين ، عاشق ڪر اعتبار،
هر جا يار تماشو لايو.

3- اٿندي ويهندي ہٽندي چوندي، تن رک هيءَ تنوار،
صيقل ساڻ صفا ڪر ڪايو.
4- بيدل ڇڏ نہ هٿئون تون هر گز، وحدت جو واپار،
سالڪ ٿي هي خيال سجايو.

وحدت جي واديءَ ۾ گم ٿيڻ کان اڳ عقل جو اختيار هليو وڃي:

عقل جو ويو اختيار، عشق اناالحق جو دم ماريو.
عشق عقل جي لڳي لڙائي، عشق ڪٽي جنگ عقل هارائي-
هيڪل هڪ هسوار، ڪيڏي ڪٽڪ کي برہ پڇايو.
عقل جو ويو..... الخ

صوفيءَ کي وجود جو ورق ئي ڏوئي ڇڏڻو آهي. هستيءَ جي هوڏ ڇڏي ڏيڻي آهي. پوءِ ڏور وانگر ٻاهر ڏوڻڻ جي ضرورت ئي نہ پوندي. پنهنجي ئي پاڻ ۾ پيو پسبو، سسئي تہ رڳو سورن جو ٻيو نالو لڳندو. انهيءَ مضمون کي شاهہ ڀٽائي ۽ سچل جي رنگ ۾ بيدل هيئن ادا ڪري ٿو:

ڳولها ڪرين جنهن جي، سوئي تون سلطان،
پيهي پس تون پاڻ ۾ پنهنجي سونهن سڃاڻ،
ناحق ٿيو نادان، ليئا وجهين لوڪ ۾.

شڪ جو پردو وچ مان هٽائي ڇڏيو:

هو ويچارن واهرو، شارڪ ڇڏ تون شڪ،
هاهوتي ٿيا هڪ، نالي آهن آدمي.

نالي آهن آدمي، نہ تہ سامي سر سارو،
نانگن جو نعرو، لنگهي ويو نوڪنڊ کون.

اهڙي طرح صوفي وحدت جو ويساهہ رکن ٿا:

صوفيءَ سانڍيو ساهہ، سان، وحدت جو ويساهہ،
سندس ساهہ پساهہ، سمائي نہ سرير ۾.

بيدل، اناالحق، واري مسلماني ماڻڻ جي تلقين ڪندي چيو ٿو:

الاالله اثبات ڪر، شارڪ شڪ م آڻ،
مسلماني ماڻ، عاشق اناالحق جي.

نيم تاريخي داستانن ۾ بہ ساڳي تنوار آهي. رڳو ظاهري پردو، نوري، سسئي يا مارئيءَ وغيره جو آهي. نوريءَ ۾ جيڪو نسورو نور آهي، ان جي اپٽار ڪندي چوي ٿو:

نوري، نور نسورو، مور نہ مهاڻي،
هت هت آهي، انهيءَ سان، جام سمو ساڻي،

هوءَ جا اڳهاڻي، تہ مهاڻن مان لتو.

سسئي جي ڏکن ڏاکڙن جو بيان ڪهڙي شاعر ڪونہ ڪيو آهي؟ هر ڪنهن پنهنجن سورن تي سسئي جو پوش وڌو آهي. ان جو ذڪر بيدل بہ ڪيترن رنگن روپن سان ڪري ٿو. هڪ هنڌ چوي ٿو:

ڏکي چڙهي ڏونگرين، ڪوڪي ڪاڻ قريب،
هادي لڳ حبيب، پيرو ڪج پنيور ۾.

ڪي مفهوم، تجربي جي بنياد تي مثال ڏيئي واضح ڪيا اٿس. ڪاريهو جي ٻر جو مثال ڏيندي چوي ٿو:

ڪاريهر جي ٻر ۾، جيڪو وجهي ٻانهن،
جي نہ ڪرائي دانهن، تہ ڪاريهر نہ سڃجي.

بيدل جي ڪلام ۾ عروض جا اهڃاڻ بہ ملن ٿا. سندس سنڌي ڪلام ۾ اُهي، چٽا چٽا آهن. ٻوليءَ ۾ بيدل ڪيترو شاهوڪار آهي، تنهن جا مثال سندس پراڻي طرز جي ڪلام ۾ عروضي ڪلام ۾ ملن ٿا. عروضي ڪلام مان چند شعر ڏجن ٿا:

لاشڪ آهِ شائقن ڪي دل جو ڪتاب ڪافي،
جنهن ۾ اصول اصلي لاريب لاخلافي،
ظاهر جو امر آهي في الاصل اختلافي،
جي محو ٿيا تنين تون مذهب جو حرف معافي.

سالم سنيها هوبهو پهتا پرين جي پار جا،
ساٿي سڀاجهي مون اتاسي دوس تنهن دلدار جا.

ڪربلا ۾ شاهہ جڏهن مهمان ٿيو،
درد غم جو ات وڏو گهمسان ٿيو.

سنڌي زبان جو هي بيسارگو ۽ يگانو شاعر پرين جي پار وڃڻ جي تياري ڪري چڪو تہ چيائين:

موسم تي ميلاپ، اٿا محبت مينهن،

سندس فرزند 'بيڪس' هڪ پرسوز نظم لکيو. جيڪو ادبي لحاظ کان 'بيدل' جي اُن نظم جي ٻي صورت آهي، جيڪو بيدل 'سچل' بابت لکيو هو. بيڪس لکي ٿو:

رمز رنديءَ جو عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو،
نالي بيدل بادشاهہ بيشڪ اهو شهباز هو،
موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرفراز هو،
حلاج جي حالت ۾ هردم من خدا ممتاز هو.

پير مغان جي پيش هڪ حق ۽ مجاز هو،
هم اوست واري حال ۾ محمود سو اياز هو،
درد واري دور ۾ هو وير وحدت باز هو،
عشق جي اوتار سان دلدار دست و راز هو،
هن تماشه گاهه ۾ اٿهڻ سندو آواز هو.
مرضيءَ موجب پانهجي سو سير صفا تي ساز هو،
سال بارنهن سو اٿانوي ۾ هي سوز گداز هو،
سورهين ذوالقعد جي هاديءَ سندو پرواز هو.
'بيدل' مرشد منهنجو سائين غريب نواز هو،
'بيڪس' خادم در سندس کي عشق جو آغاز هو.

**بيڪس: بيدل کئي تلقين اهائي، بيڪس کي بعد مجاز،**

بيدل جو نورچشم محمد محسن" بيڪس" : سنڌي، سرائڪي، هندي ۽ فارسي جو شاعر هو، هن شاعر 23 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي، پر أهي ٽيويهه ورهيه هو هن دنيا ۾ هڪ عجيب مدهوشيءَ ۾ رهيو. بيڪس 'محبت' جو شاعر آهي. هو حسن جي دربار ۾ پانهن ٻڌو پانهو هو. ان نشي ۾ رهندو هو. ٻيو دنيا ۾ ڇا هو؟ تنهن ڏانهن ڌيان نہ هوس. پنهنجي والد حضرت بيدل کي مرشد ڪري مڃيو هئائين. ان جا اشارا ڪلام ۾ هر هنڌ ملن ٿا.

منهنجو مرشد مڪمل آهہ ڪامل،
سندس آهي نانءُ هن مظهر ۾ بيدل.

بيدل پير اسان ڏا، اسين بيدل دي هون بردي،
گدايم بر درت بيدل عنايت ساز بار عشق.
بيڪس کي بيدل ڪئي، نوڙون هيءَ تلقين.

سنڌ جا ڪيترا شاعر آهن، جن درد جي ستي پيتي آهي. بيڪس انهن ۾ هڪ آهي. مزيد ڏک گهري ٿو. ( ماهي مينون بخش ڏکاندا ڏاج). بيڪس جي ڪلام ۾ درد جي شدت ۽ حسن جي حقيقت موجود آهي. هو پنهنجو درد لڪائي ڪو نہ ٿو. سندس هر لفظ ان اندروني درد ۽ سوز جو شاهد آهي. اهو سوز هن ضرور ڪٿان پرايو آهي. ان ڳالهہ ڏي اشارو ڪري ٿو:-

سناسين مان سور، بيڪس پرايو بره جو،
جوش وڌائون جان ۾، وجي ٿو وهلور،
ڪو جو پرايم پور، سناسين جي سڱ مون.

انهن سهڻين اکين وارن جو ذڪر ڪندي، بيڪس غم ۽ خوشيءَ جا مشترڪ جذبات ظاهر ڪري ٿو. هو خوني خماري نيڻن جو نشانو بنجڻ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

خوني خماري چشمان، چٽن ٽيون،
ڏسڻ سان عاشق ته ڪيئي ڪهن ٽيون.

- اهي ناز پروردين نازڪ نمياٽيون،
عاشق ڪهڻ لئه شايد سماٽيون،
تڪا تير مژگن جا بيشڪ هٽن ٽيون.

- اهي ڪرين سودو سدائين ٽيون سر جو،
ڏسي طالبو! توءِ ڪڏهن ڪين مڙجو،
بيڪس سان بازار ۾ امالڪ اڙن ٽيون.

ان خوني چشمن واري جون خمدار زلفون به گهٽ نه آهن. انهن وڏن وڏن جا ور لاهي ڇڏيا آهن. اها نينهن جي ناوڪ عاشقن کي کهي ٿي ڇڏي. بيڪس چوي ٿو:

خونيءَ جون خمدار، زلفان زور وڙهن ٽيون.
صاحب صوبا جي هئا، پرت ڪيا پينار،
اصل اچن عشق ۾ سورهيه ڪي سردار،
هٽن ناوڪ نينهن جا، ڪهڻ سندن ڪار،
بيڪس بخشي برهه تو، سورن جو سنڪار،
درد آهين رخ زرد طالب جي تڪرار.

بيڪس وٽ رسڻ پرچڻ جي رسم تي گفتگوءَ جو انداز ئي پنهنجو آهي. محبوب کي پرچڻ جي صلاح ڪيئن ٿو ڏي:

راز محرم رس نه يار، آءُ ته پرچون پاڻ ۾.
ڇا ڪئون رسي وئين راٽا، ڪڏهن پرچيندين پيار؟
ڪڏهن پونديءَ قياس سجنا، محبت تي ماري.

(پوئين مصرع ۾ محبت کي جدائي، جي جاءِ تي ڪم آندو اٿس.)

محبوب موٽي ئي نٿو، ته ليلڙاٽ ڪري ان کان پڇي ٿو ۽ هن طرف جو حال پيش ٿو ڪري ته من رحم ڪري:

ڪڏهن راضي ٿيندين راٺا؟
ڪڏهن موٽي ملندين راٺا؟

ڪاڪ ڪوماٽي ويل وهاٽي،
پينگ ٽيا سپ پاٽا.
جاڪون راٺا تون رسي وئين
سختيون سور ساماٺا.
خيال خاطر کي بيو ڪو ناهي،
جاٽيون توکي جاٺا.
بيڪس ڇا تنهنجي در تي،
وتن ولي ويڳاٺا.

هر ڪنهن ۾ هڪ ئي جلوو ڏسي ٿو ته ان جو اظهار نهايت وضاحت سان ڪري ٿو:

يار سڄڻ جو ڪم اهوئي، ڪاٿي ناز نياز،
ڪاٿي ملان منڪر موذي، ڪاٿي رندي راز،
ڪاٿي ماري ڪاٿي ڦاهي، ڪاٿي ٿيو شاهباز،
ڪاٿي عاشق ٻيرا ٻيرا، ڪاٿي تير انداز،
بيدل ڪئي تلقين اهائي، بيڪس ڪي بعد مجاز.

پنهنجي مستي ۽ مدهوشيءَ ۾ مستغرق ٿي سجاڳ ٿئي ٿو، ۽ سچل ۽ بيدل وانگر منصوري نعرو هڻي ٿو:

آهيان پاڻ الله، عشقئون ٿو عبد سڏايان.

اهي منصوري نعرا، بيڪس جي ڪلام ۾ جابجا ملندا. هيٺين ڪلام ۾ ان اسرار جي پوري تشريح ڪندي چوي ٿو:

بنائي ساز صورت جا وري تون لڪ لڪائين ٿو.
آئين آدم رڪي نالو- ڪيو ڪيڏو ڪشالو تو،
ڪري چشمن سندو چالو، عاشق معشوق ناهين ٿو.
وري جاني ڍڪي جامو، ڪيو ڪو هل هنگامو،
وجائي درد دمامو، پنهنجا پيارا کهائين ٿو.
روهڙيءَ ۾ رنگ ڪري رلمل، چائي سربار ٿئين بيدل،
حسن بازر ڪري حاصل، هاڻي بيڪس سڏائين ٿو.

مٿين 'ڪلام' ۾ بيڪس هيئت جي لحاظ کان سنڌي شاعرن جي اُن انفرادي انداز کي اختيار ڪيو آهي، جنهن ۾ غزل جي مطلع بدران شاعرن 'ٿل' جي هڪ موزون سٽ آڻي هيٺ هر بند غزل جي شعر جي برابر رکيو.

بيڪس جي رسالي ۾ سنڌي شاعريءَ جا سڀ رنگ موجود آهن. نيم تاريخي داستانن ۾ به دل جو حال اوري ٿو. سورٺ جو ذڪر ۾ چوي ٿو:

سورٺ کهي ٻيجل کي، مڱڻان وڃ موٽي،
ٻڌي تو ڀڳڻ جي، چنبن ۾ چوٽي،
تنهنجي من ۾ کوٽي، مڙين نٿو مڱڻان.

بيڪس جي وفات تي سندس طالب سيد نواب شاهه 'سُڪايل' اهڙو ئي پر درد نظم چيو، جهڙو بيدل، سچل تي چيو هو ۽ بيڪس، بيدل تي چيو هو. ادبي لحاظ کان به هي ٿي نظم هڪ يڪي لڙي آهي. سڪايل چوي ٿو:

شهر روهڙيءَ منجهه ٻارو عشق جو اوتار هو،
نالي بيڪس مير محسن وره جو وڻجار هو،
هيڪڙائي وارو هادي منصور جان سردار هو،

من خدايم موج ۾ عطار جو هڪ يار هو،
نوجوان نازڪ بدن گل رخ گل رخسار هو،
بي بقا هن باغ ۾ ٿيويه ورهه اظهار هو،
حسن جي گلزار جوهي بلبلو بيمار هو،
بارنهن سوءُ اٺانوي ۾ طلب ڏي تيار هو،
رمضان جي پنجينءَ پرينءَ جو دوست سان ديدار هو،
مي نوش محبت مٺ جو صوفي سدا سرشار هو،
بيڪس پنهنجي يٺار تون سڪايل بي سرور هو.

سنڌيءَ ۾ اهڙو ٻيو ڪوبہ شاعر ڪونهي، جنهن ٽيويهن سالن جي عمر ۾ سنڌ کي ههڙو عمدو ۽ پرجوش ڪلام ڏنو هجي.

## حمل خان لغاري (1815-1879ع)

سنڌ جي هن شاعر جا وڏا ديري غازي خان کان لڏي خانپور آيا ۽ پنهنجي حياتيءَ جو آخري دور حمل سڪرنڊ تعلقي ۾ گذاريو. حمل، بقول راضي فقير جي حقيقت حال واري پڌري آيو آهي- (ڏسو ڪليات حمل). حقيقت کي کولي ظاهر ڪرڻ ۾ هن بلڪل ڪونہ ڪيٻايو آهي. پنهنجن اکين سان هن نوجوانن جي جيڪا ڪج ادائي ۽ ڏنگي ٽور ڏٺي، تنهن کي سرائڪي ڪلام ۾ کولي ظاهر ڪيائين. سلڇڻي عورت جو عڪس نهايت واضح چٽيو اٿس. آڪڙباز جوانن تي بہ لکيو اٿس. سنڌيءَ ۾ دنيا جي دستور ۽ دوستن بابت سچ سچ چيو اٿس. يارن مان ياري هلي ويئي، جيڪڏهن گمان ۾ گڏيل هئي تہ بہ پڌري تي پيئي. جيڪي جيءَ چوندا هئا، تن جي روش ڪيئن بدلجي ويئي:

جي چونداهئا جيءَ، سي 'ٻوڏ' نہ چون ٻاجھہ سين.(1)
جي ڪارائيندا هئا خوشي مان، سي پاٽي چون نہ پيءُ،
اڇي ڏس هوت حمل چئي، حال منهنجو هيءُ،
رحم ٻيو رب ريءَ، ڪميڻن تي ڪير ڪري.

دوستيءَ جو ملھ حمل هيئن ڪٿي ٿو:

حمل هن ڳالھہ جو، ويھي ڪيم ويچار،
تہ دل لڳي دوستيءَ جو، ڇا ملھہ آهي مقدار،
اندر مان عقل چيو، نڪتو هي نروار،
وڃي لڳي تہ لک هزار، ٽٽي تہ ٽڪوئي نہ لهي.

ڏنگي ٽور وارن ماٺهن جون ڏنگيون هلتون تہ خير پر هت تہ زلف ۽ ابرو بہ ڏنگا آهن. اهڙي ڏنگائي بابت چوي ٿو:

زلف ڏنگا ابرو ڏنگا گفتار ڏنگي رفتار ڏنگي،
جنهن جاءِ هوندا اهي چار ڏنگا لاچار هوندي هرڪار ڏنگي.

اُن ڏنگي رفتار ۾ سرڪاري ڪارندن جي ڏنگائيءَ جو ذڪر ڪري حمل وقت جو صحيح جائزو ورتو آهي. حمل جي ڪلام جي ان هڪ پهلوءَ کان سواءِ ٻيو پهلو عشقيہ شاعري جو آهي. جنهن ۾ هو نهايت جذباتي نظر اچي ٿو. عشق ۾ وصال ۽ فراق جي ڪيفيتن کي حمل خوبصورتيءَ سان واضح ڪيو. پيار جي مڙني پهلوئن کي اُجاگر ڪرڻ ۾ پنهنجي طبع جو سمورو زور لڳائي ٿو ۽ شعر ۾ حسن پيدا ڪري ٿو. سسئيءَ جي سِڪ اُن کي ڪيئن ڏونگر تي ڏورائي. اهو احوال حمل کان ٻڌو.

ٻڪي، ۽ ٻوڙي، سَڏي ۽ سڏڪا ڀري،
ڀِڻ ڀير پٽي وڌا، ماس رڳون روڙي،
حمل هوتن جي وڌي، وهمن ولوڙي،
ڪڙيون نا ڪوڙي، وڃي سر ۾ سرندي سامهون.

حمل وٽ اهڙن انوکن ۽ سهڻن قافين جي کوٽ ناهي. انهن کي نباهڻ ۾ جيڪو حسن پيدا ڪري ٿو، سو سندس شاعرانہ عظمت ۽ ڪمال جو جيئرو جاڳندو مثال آهي. ڪانگل کي نياپو ڏيندي چوي ٿو:

ڪانگل چئج قريب کي، ترت خبر تازي،
توبه ڪيم توڙ کان، مچ الله لڳ آزي،
پيريءَ منجهہ پريون ڪيون، مون سان مجازي،
تي رب ڪارڻ راضي، تہ حمل لئہ حج ٿئي.

حمل جو محبت ۽ مجاز بابت پنهنجو انداز آهي، جنهن موجب هو سالم دماغ سان محبت جي واردات جي اپٽار ڪري ٿو. سندس سنڌي ڪلام توڙي سرائڪي ڪلام اُن ڪيفيت کي ظاهر ڪري ٿو، جنهن موجب هن ۾ في البديهہ شعر چوڻ جي گهڻي قابليت هئي. سچ پڇ حمل جو شعر محبت ۽ مجاز جو نمونو هجڻ سان گڏ ڏنگي دنيا تي ڀرپور تنقيد آهي.

## آسو رام 'آسو' هالائي (1824-1897ع)

ساميءَ ۽ دلپت وانگر 'آسو' بہ سنڌيءَ جو وڏو شاعرتي گذريو آهي. هو صوفي ۽ ويدانتي هو. عام طور کيس 'صوفي آسورام' سڏجي ٿو. تعصب کان مٿي هو. سندس ڪلام جي مطالعي کان پوءِ هن جي فڪر جي گهرائيءَ جي صحيح پروڙ پوي ٿي. مصري شاهہ سان سندس روح رهاڻيون ٿيون آهن. کيس سيد فقير علي شاهہ کان دنيوي علم حاصل ٿيو، جنهن ۾ تصوف ۽ طلب جي ڄاڻ بہ شامل آهي. آسوءَ جي ڪلام جا ٽي ڪتاب "ديوان آسو"، "رسالہ آسو" ۽ "پريم غنچہ" آهن. رسالي ۾ بيت اٿس، جيڪي مختلف سرن ۾ آهن. رسالو ۽ پريم غنچہ اڃا ڇپيا نہ آهن. ديوان 1897ع ۾ ڇپيو هو.(2) آسو جتي يوگ وديا ۽ ويدانت جو بيان ٿو ڪري اُتي سندس ڪلام ۾ موضوع سان واسطو رکندڙ نهايت ڏکيا لفظ

ڪم آندل آهن. هونئن سپڪ ۽ سولي ٻولي ڪم آندي اٿس:

ٻل ٻيڙيءَ چڙيو، ڏنگو پيس ڏنگو،
آلات آلري آسو چوي، ڀيري ٽيس ڀنگو،
شال م ٿئي دنگو، قرهو هن قتل جو.

غزل ۾ توحيد جي تنوار موجود اٿس. محبوب جي اڳيان زور نه پر زاري ڪجي، ان جي وضاحت آسو هيئن ڪري ٿو:

ڪيم ورلاپ دلبر ڪي چيائين چپ،
جهليم تنهنجي اچي در ڪي چيائين چپ.

## پير رشيد الدين جهنڊي وارو

پير صاحب هڪ روحاني بزرگ ٿي گذريو آهي. هن سنڌيءَ ۾ روحانيت سان ڀر بيت ۽ ڪافيون چيون تنهن ڪان سواءِ سنڌس مولود به آهن. پير صاحب جي ڪلام جو مجموعو ڇپيل آهي.

پير رشيد الدين جو ڪلام الاهي عشق ۽ حب رسول جو مظهر آهي. منجهس جابجا روحاني نڪتا ۽ نصيحتون ملن ٿيون. هڪ ڪافي ڏجي ٿي:

پورن ڪيڙس پارا - هلي آءُ هوت پيار،

1- نه اٿم حال هلڻ جو، موتج محب موچارا،
2- ٻوليا موتج ٻٽ جا، سوڍا سخن سچارا،
3- سختي وات سمير جي، گهيڙ گهٽيون آهن گهارا،
4- رحمئون رشيدالدين چوي، سير لهج سنيارا.

## پير رشد الله جهنڊي وارو

پير رشيد الدين صاحب جو فرزند هو. 1860ع ۾ ڄائو هو. سٺي تعليم مليس. وڏو علم دوست ۽ عالم فاضل ٿيو. سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ پير صاحب ستر ڪتاب لکيا. سنڌي نثر ۾ "ارشاد المريدين وهدايت المتقين" لکي ڇپايائين.

پير رشدالله جون ڪي ٻيون به تصنيفون اشاعت هيٺ آيون. فارسيءَ ۾ شعر چوندو هو-سنڌس سمورو ڪلام اڻ ڇپيل آهي. فارسي ۾ 'آواهر' ۽ سنڌيءَ ۾ 'رشدالله' تخلص ڪم آندو اٿن. سنڌيءَ ۾ مولود، غزل، ڪافيون ۽ بيت چيا اٿن.

پير رشدالله جو علمي مرتبو نهايت اعليٰ آهي. اتفاق سان سندن ڪلام جو نمونو ميسر نه ٿي سگهيو آهي. هڙي شاعر جو ڪلام ڇپجڻ کپي.

## رمضان ڪنير (وفات 1899ع)

شاعر رمضان ڪنير، تعلقي سيوهڻ جو آهي. ڪافين ۽ هڪ طويل نظم جي ڪري مشهور آهي. سندس ڪافين ۾ سڪ جا سامان موجود آهن. ڊاڪٽر

دائودپوٽي مرحوم لکيو هو. "سندس ڪافيون سوز واريون آهن. جن ۾ عام فهم صاف سنڌي ڪم آندي اٿس" رمضان جو طويل نظم، جيڪو عالمن واري سنڌي ڪبت جي طرز تي لکيل آهي. سو بلاغت فصاحت ۽ رواني؛ جو هڪ نمونو آهي. ان نظم کي ڪانگ جا ڪلما چيو ويو آهي. تذڪره لطفي مان ۾ اقتباس نقل ڪجن ٿا:

تنهن پانهي؛ اڳيون بادشاه جي آندو احوالا،
تہ تنهنجي دختر پاڻ فدا ڪيو مٿان مشتاقا،
وينا آهن وڻ هيٺان يگانا يڪجا،
پر ڪڏهن ڪيائون ڪونہ ڪو هرگز حراما،
عشق انهن جو عبادتي هو مگر مشغولا،
چنبي برهہ جي چور ڪئي جنهن کي سرت نہ ڪا،
ملڪ آتي مجنون ٿيو سٺي سلطانا.

چڙهيو حضرت هاشمي وٺي اصحابا،
اڙد اصحابن سين چيدا چار چڙهيا،
ٿي هڪل هرجاءِ تي ٿيو لوڙه ڏڪا،
ڪافرن جا ڪيترا ڪري ڪوٽ پيا،
آيو گهوٽ گنبذ وٽ سير سردارا،
چيدا چارئي يار ٿيا مرسل سان مهندا،
جوان بينا هٿا جو هري سي پچيائون بانڪا،
تن اکيڙي اظهار ڪيو قبو ڪميابا،
درس آهن دو چٽا ڏسجن ٿا جيئرا،
وينا وروهہ وحدتي اورن تا اڳيان،
تڏهن لاهي چادر پانهنجي ڏني وير وچا،
تڏهن ڳوريءَ ڳالهايو سالم سنگيتا،
هڪ روپ رسيلو رسنا، پيو افضل الحانا،
مٺي موڪلايو هيئن روئي ڪان مشتاقا،
تہ رات وهامي ڏينهن ٿيو ڪيو شمع شعاع،
متان ڪا ڪاوڙ ڪري پدر پاتشاه،
تڏهن ڪيي ورتي چادر وري وير وچا،
وري ٿيا وحدتي اڳي ڪان اڳرا،
هن ليکي رات هئي پر لنگهي ورهيہ ويا.

هن ڪلمن کي معجزو ڪري ليکيو وڃي ٿو. زبان ۽ بيان جي لحاظ کان رمضان ڪنير جا هي ڪلما ڪيس سنڌي ادب ۾ هڪ مقام ڏيارين ٿا. هونئن سنڌي ۾ انهيءَ طرز جا نظم پيا بہ گهڻا آهن.

## مصري شاه (1828-1904ع)

مصري شاه جي ڪافين ۾ گلاب جي گل جي سڳنڌ آهي. هو 'حسن' جو شاعر آهي. اکين ۽ زلفن جو ذڪر ڪندي ٿڪي نٿو. سندس ڪن ڪافين ۾ عروض جا اهڃاڻ به موجود آهن. نصرپور جو هي شاعر درد جو احوال به خوبصورت انداز ۾ ڪري ٿو. هو هڪ دردمند دل رکي ٿو. ان دل کي جڏهن محبوب هر هر حيران ٿو ڪري ته مصري شاهه هيئن چوي ٿو:

سهسين رنگ سيلا سنها سر تي ستمگر ڪيم ڪر،
درد وندن جون دليون حيران هر هر ڪيم ڪر.

حسن جي جلوي کي نقاب کان ٻاهر ڏسڻ ٿو گهري:
ڪڻ سلوڻانيڻ نرگسي نيم خوابي پر خمار،
نت نقاب اندر ته ماٺا ناز پرور ڪيم ڪر.

مصري شاه اکين جي جادوءَ جو قائل آهي. هو عشق جي آزاه ۾جبلن کي به جلندو ڏسي ٿو ۽ اکين جي اٺين جو سحر ڏسي چوي ٿو:
اکين جي اٺين نو طبق کي تپايو،
جلي ويا جبل عشق آزاه مچايو.

زلف جا ڪمند ڪيئن دام پائن ٿا- تنهن جو تجربو مصري شاه کي پورو پورو آهي. ان دام جا جيڪي نتيجا نڪتا آهن، تن جو تذڪرو هيئن ڪري ٿو:

ڪج زلف ڪمند ڪڙيارا سي ٿا پائن دام دوبارا،
ڏين لامارا لحظي لحظي بند بلخ بخارا،
وجهيو واسينگ ورن ٿا ڪيس تليهر ڪارا،
رهزن جڻ رخسار رنگيءَ تي مار منٺا مڻ وارا.

زلف سلسدار گيسو عنبرين رخسار تي،
ڪر ڪنيو ڪائن ڪليجا نانگ ڪارا بي سبب.

پنهنجي محبوب جي ديدار کي ڏسندي عاشق کي ٻئي جڳ وسري ٿا وڃن. چو جو اهو محبوب هرجا حاضر آهي. ان ڪري ڪنهن ناصح جي نصيحت جي گنجائش ئي نه رهي آهي. ان محبوب جي جهان سوز حسن کي ڏسي، سڄي عبادت هيچ نظر ٿي اچي. ان جي ڪاڪل جي ڪڙي ۾ صنعان جهڙا متقي به ونگجي ويا:

وسري ويا ٻئي جڳ جڏهن دل جان سان دلبر ڏٺم،
مهتاب مک محبوب جو محراب منهن منور ڏٺم،

شيخ قاضي پاڪدامن اي مشائخ مولوي،
ڪر نصيحت کي ڦٽو هر جاءِ حق حاضر ڏٺم.

دين ۽ ايمان تقويٰ پيا زلف جي پيچ ۾،
دام ۾ داڻي مثل تڪرار ڪارو تر ڏنم.

عمر ساريءَ جي عبادت تِر هڪي تاراج ڪئي،
ويو ڪسي هندو هٽي ڪعبي اندر ڪافر ڏنم.

عاقل عالم اوليا صنعان جهڙا سو هزار،
قيد ڪاڪل جي ڪڙي ۾ ملڪ سب مضطر ڏٺم.

مصري شاه،حسن عشق جي رنگ محل ۾ جيڪي گل ڪاريون ڪيون آهن، سي سنڌي ڪافيءَ جو قيمتي سرمايو آهن. سنڌ ۾ ڪافيگو شاعرن جو تذڪرو مصري شاه ڪان سواءِ ڪڏهن به مرتب ڪري نٿو سگهجي.

## باقي شاعر

مصري شاه جي ننڍن وڏن همعصرن ۾ ڪيترا پيا شاعر ٿيا، جن ڪافين کان سواءِ بيت توڙي بيو گهڻو ڪلام چيو، انهن ۾ به هيٺين جا نالا تذڪرن ۾ ملن ٿا:

### محمود فقير ڪتياڻ (1852-1907ع)

محمود فقير جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام موجود آهي. جنهن ۾ مزاحيه ڪلام به آهي. سر مارئيءَ جي هڪ ڪافي گهڻو مقبول ٿي آهي:

ٿل- ديدن ڪيا درسن، اڄ پيچ پنيءَ برسن،
ماڙيچا منهنجا موهر ۾، شل پاڙيچا پرچن..

1 - نبيسرن جون نام ڪنيون ٿيون، دام وجهن دواليون،
جادوءَ ساڻ جمال جون زور هٽن زاليون،
رنگ پريون ريتون تن جون چست چگيريون چالون،
تر ٿوهر مڪ مانداڻ ۾ ويڙهيچا وڙڪن.

"ڪلام محمود فقير" ڇپيل آهي. سندس عزيز 'محمد ڪتياڻ' به شاعر هو، ان جو ڪلام "منطوق محمدي" به ڇپيل آهي. انهيءَ رنگ جو بيو مشهور شاعر مننار فقير راڄڙ (وفات 1938ع) ٿيو.

نوشهري وارو شاه نصيرالدين عمدو شاعر هو، جنهنجو مريد موهن پنهنجي مرشد کي واڪاڻي ٿو. موهن جا به بيت نموني طور ڏجن ٿا:

ريل به آهي ريل، پر رمز تکي آهي ريل کان،
هوءَ پهچي پوپاڙيءَ جو، هي وجي سرس سويل،
ميلن مٿي ميل، موهن محبوبن جا.

جي هجي ڪوه دل - پرين جي، ٿيان آءٌ گهڙو،
مٿي محبوبن جي، ٿيا چو نه ڪڙو،
سڏبس ڪين چڙو، ڪٽندا هر هر هوت هٿن سان.

## پير اشرف شاه ڪاماري وارو (وفات 1860ع)

پير اشرف شاه به هن دور جو سٺو شاعر آهي. سندس ڪافيون ۽ مولود مشهور آهن. هن دور جي ڪافي گو شاعرن ۾ اميد علي شاه (وفات 1864ع) مهدي شاه، حاجي شاه، رکيل شاه (1841-1943ع) ۽ صاحب ڏني شاه بلڙيءَ واري جا نالا به اهم آهن. رکيل شاه جي ڪلام ۾ عشق جي واردات جو تذڪرو متاثر ڪندڙ انداز ۾ آهي. هو عشق جي ڳالهين ٻڌڻ لاءِ ٻيا سڀ دنيا جا ڌنڌا ترڪ ڪرڻ لاءِ چوي ٿو، 'ڇڏي ڏي ملڪ دنيا ڪي ويهه، ٻڌ عشق جون ڳالهيون.' رکيل شاه جي سرائڪي ڪافي 'وس نهين چلدا حجت نه هلدي' سنڌ ۾ ڪنهن نه ٻڌي هوندي! صاحبڏنو شاه محبوب جي حسن جو تذڪرو ڪندي چوي ٿو:

غرق ٿيا سون در غب غب،
لاشڪ آهيون لا مذهب.

اميد علي شاه جي ڪلام ۾ فراق ۽ وصال جا رنگ ملن ٿا. اهو سنڌي ڪافيءَ جو خاص مضمون رهيو، جنهن ۾ شڪوي شڪايت ۽ ڏورايي جو اضافو ڪيو ويو. جئن بيڪس ڏوراپا ڏيئي چيو:

ناهه مناسب منڙا توکي، بيڪس سان بيپرواهي.

## فقير خير محمد هيسباڻي (وفات 1871ع)

فقير خير محمد جون ڪافيون به سنڌ ۾ جتي ڪٿي ٻڌبيون. اهڙي طرح هن دور ۾ ڪيترا ٻيا به شاعر آهن، جن کي پنهنجون پنهنجون خصوصيتون آهن.بيت، وايون، ڪافيون ۽ ڪافيءَ جي طرز تي غزل نما ڪلام چيا اٿن.انهن ۾ نواب ولي محمد، 'ديوان جيوت سنگهه' 'چتو سانگي' 'محمد خان ٽالپر' 'مولوي غلام محمد خانزئي' 'زمان شاهه ساقي' 'فقير احمد علي' 'عثمان سانگي' 'احمد ملاح (وفات 1969ع) 'ٻچل شاهه' ' غلام شاه راشدي' 'حاجي مراد' 'ياون شاه ساقي' 'حسن بخش شاه' (وفات 1900ع) ' پير بخش فاروقي' 'حافظ شاه حافظ تڪڙائي' ' گل سومرو ۽ نوابشاه سڪايل جا نالا اهم آهن. نڙ جي بيتن ۾ لاڙ جو شاعر سانوڻ فقير' (1873-1938ع) مشهور ٿيو. جنهن وصف بياني ۽ لغت ۾ ڇيهه ڪري ڇڏيو. ڪيترن لفظن جون معنائون سانوڻ جي بيتن مان ڇنڊيون ٿين ٿيون.

## مل محمود (وفات 1936ع)

هي تعلقي عمر ڪوٽ جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام ۾ بيت، ڪافيون، غزل، مولود، مداحون، معجزا، مناظرا ۽ مثنويون وغيره آهن. مل محمود جو ڪلام ڪيترائي ڀيرا ڇپجي چڪو آهي. حسن و عشق سان گڏ وعظ و نصيحت ۽ دنياجي دستور بابت گهڻو ڪجهه چيو اٿس. حسن جو تذڪرو ڪندي محبوب جي اکين جو بيان هينئن ڪري ٿو:

حسن تنهنجي ڪري جلوو،موهيو مونکي جڙيا جاني،
اکيون ڪجليون پرون ڪنڍلا، ڪنوڻ وانگر ڪن تجلا،
بدن بٽيو اهڙي شڪلا، ڪڙي قد ۾ سرو ثاني.(3)

## سانوڻ خاصخيلي

عــام طور ادبي تاريخن ۾ پهراڙيءَ جي عــام شــاعــرن جو ذڪر نــہ آيو آهي.سانوڻ فقير انهن عام شاعرن مان آهي، جن وصف بياني ۾ڳالهين جي ڦهلاءَ سان ڪمال ڪري ڏيکاريو آهي. لس ٻيلي جي شاعر شيخ ابراهيم سان سنڌ جو ڪبير شاهہ هلي مارڪو ڪرڻ ويو هو. سانوڻ ۾ اهڙن ٻين شاعرن وٽ اهائي وصف بياني ۽ قافين جو ڪڙڪاٽ آهي. هنن جا ڇيل بيت نڙ جي وڄهہ جا آهن. رسالي جي بيت کان سٽن جي تعداد توڙي سٽ جي اندروني بيهڪ ۽ اندروني قافين سبب مختلف آهن. عــام شاعر ڄام خان، بڇايو رند ۽ ڪيترا ٻيا آهن، جن جو ڪلام لوڪ ادب جي ڪتابن ۾ سهڙجي ويو آهي.

سانوڻ خاصخيلي لاڙ جو شاعر آهي.ڏڳهن بيتن ۾ پنهنجي اندر جي اُڄ ظاهر ڪئي اٿس. بدين تعلقي نندي شهر جي ويجهڙائيءَ جو رهاڪو هو. سانوڻ اٽڪل روءِ 73-1870ع ڌاري ڄائو. (4) سانوڻ نڙ جي بيتن ۾ خاص طور سسئي ۽ مارئيءَ ۾ هاڃا ڪري ڇڏيا آهن. نڙ جي وڄهہ جا ڏگها بيت ڇوڻ وارا ٻيا بہ ڪيترا ٿيا، پر سانوڻ انهن ۾ ائين آهي جيئن لفظن جي درياءَ ۾ گهارو پنجي وڃي. مارئي جي جذبن جي ترجماني ڪندي چوي ٿو:

مـــوڪـــل ڏي تـہ مليـــر وڃـــان، ڀري ڏســـان ڀاٽ،
مـلـڪ مـارو ميــر جــو،لـڪـپـت ۽ لاڪاٽ،
ملـڪ مـــارو مير جو، ستيـارو سيڪاٽ،
سانگي منهنجا سنمڪ سهٽا، نهيو ڪن تا ناٽ،
جوبون جيسلميـــر جـــون، آهـــن ڪـــل ڪـنـوات،
نبيسر جون نام ڪـئيون، نـنگ پريون ڪن نات،
چولا تن چوڙيلين جا، آهن تونر ٽڪن سان ٽاٽ،
گهـٽي لوڏ لوهارين ۾، ٻي سونهن وڏي سـمـاٽ،
چڙهيو چوٽ چانـداڻ تي، ڪل ڪــري ڪـڙبـــاٽ،
هٿن ڪاريون پڇن ڏاريون، مـرگهيون ڏيـن مـوڙاٽ،
جت ڪيريون ٻيريون ٻاوريون، ٻيا ٻوهن جا ٻيلاٽ،
ڏس قوت ڪنوارين جي، جي منگهہ ولوڙين ماٽ،
ڪينجهـر ٻنهي ڪنـٺئين، آهـن ڪيـرن جا ڪـڙاٽ،
ڪينجهـر ٻنهي ڪنٺئين آهـن تونرن جا توڏاٽ،
ڪينجهـر ٻنهي ڪنڌئين، آهـن ڇيـرين جا ڇٽـاٽ،
ڪينجهر ٻنهي ڪنڌئين، آهن ٻڪرن جا ٻيڪاٽ،
ڪينجهر ٻنهي ڪنڌئين، آهـن گهيٽن سندا گهاٽ،

ڪينجهر ٻنهي ڪنڌئين، چتوئن جا چيهاٽ،
ڪينجهر ٻنهي ڪنڌئين، دکن ٿا دونهاٽ،
سدا منڊ سانگين جا، ڳاڱين مٿي ڳاٽ،
پائي پاند ڳچيءَ ۾، مون لڪين ڪيا لولاٽ،
پسي سونهن سانوڻ چئي، تون عمر ڪر نہ اوراٽ،
پائي ڳل ڳچيءَ ڳاٽ، وڃي ملان مارو مير ڪي.

سانوڻ جي قافين کي ڏسبو تہ اُهي 'شهري شاعري' کان پري ٻهراڙين ۾ پيل هئا. سانوڻ لفظن جي انهن ولرن کي هڪلي پنهنجن بيتن ۾ آندو ۽ خوب کان خوب تر ڪري آندو. سانوڻ درد جي دونهن ۾ رڳو هڪ سٽ چئي تہ ان جا ٻيا قافيا هٿ ٻڌي حاضر ٿي ويا- مثال:

سرتيون پرتيون رب کي،آءُ هٿ اجوڪي،
قسمت مونکي قيد ڪري، رات هتي روڪي،
سج لهي سانجهي ٿي، ڪئي چنڊ ٻہ چانڊوڪي،
مرڪي ڏينديم ميهڻا، اها تار ٻہ توڪي،
ڪلهي قاتم ڪنجرو، ٻڌان ڪيئن ٻوڪي،
چوڙيان ڪيئن چيرڪت تي، ڪمر ڪالهوڪي،
سجي ٿي سانوڻ چئي، اجا منزل مهندوڪي،
پنهل پابوڪي، وجي تيو وٺڪار ۾.

سسئيءَ کي شاهہ صاحب ۽ ٻين شاعرن زنده جاويد سورمي بنايو آهي. سانوڻ وصف بيانيءَ جي خوبيءَ سان سسئيءَ جي سڪ جو ذڪر ڪيو آهي. عشق جي ڪوري ۾ ڪامي سسئي چوي ٿي:

هٿ ڪنيو هڪلون ڪريان، دران ٿيڙم دور،
اُنن اوٺيڙن لئہ، وڃان ٿي وهلور،
انن اونيئڙن جا، مونکي ڏس پون ٿا ڏور،
ائن اونيئڙن جا، مونکي پلپل پون پور،
اُنن اونيئڙن لئہ ڪامي تيس ڪور،
جبل جهڙي جان تي، ڪيا عشق انگور،
ڪي ڏينار ڪي ڏاريون، ڪئين پن پاندور،
ڪي پڇي پراٺا ٿيا، ڪن ٻج جهليو ڪن ٻور،
ڪي چٽيو پون چاتيءَ تي ڪريو اوگهہ اروڙ - الخ

اڌ سٽ جو تڪرار ۽ وچ جي قافين جي وارو وار سان سانوڻ جا بيت پر آهن. وچ جي قافين جا مثال هي آهن:

ٿنگن ٻگها، وچن سگها، جنجي سجي ڪوهن تي قطار،
اٺ اڙانگا، ڏنگا ڏاگها، چرن چانگا، موڙيو ميندي ڏار -الخ

عام شاعرن بيت ۾ 'رديف' جو بہ اضافو ڪيو. سانوڻ وٽ ڪن بيتن ۾ رديف موجود آهي.

آڳ اندر جي ڪيئن اُجهامي، ٻاروچل جا ٻاري هئي،
ڪهل ڪوهيارل ڪان پئي، شت ڏوبڻ ڏيءَ ڏاري هئي،
گـڏ ستي هئي جوڙ جانب سان، اوڻين ڪين اُٿاري هئي،
ننڊ نياڳي نيس نهوڙي، چانگن تي جي چاري هئي.... الخ

سانوڻ جا پوءِ ڪيترائي راوي ٿيا. انهن ۾ هڪڙي گلو لاڪي مون ڪي ڪيترائي بيت لکايا. هو بيت چوڻ دوران پاٿي گهٽو پيئندو هو. هو سادو سودو ماٺهو هو. سنڌي شاعريءَ ۾ سندس نالو هڪ اهم نالو آهي. نوڙت ۽ نياز جا وٽس اڪت خزانا هئا.

آءُ گـدو آءُ گولاڙو، آءُ بـي پٿـو (5) آءُ بـي پـاڙو،
مـن جـي مـرادن ڪـي، آءُ ڪـريان ڪجـاڙو؟
هـٿين خالي آهيان، مون وٽ پتو نڪي پاڙو،
ڏسي دور دنيا جا، مون ڪي سرس لڳو ساڙو،
هيءُ جوءِ چڏي هن حد ۾، مون ڏن ڏسي هنيو ڏاڙو،
صوفيءَ جو سانوڻ چئي، لٿو من تان مونجهارو،
جڏهن ترندو تراڙو، تڏهن پوندي سُڌ سچائيءَ جي.

## عروضي شاعريءَ جي ابتدا

ٿي سگهي ٿو تہ فارسيءَ جي اثر ڪري، سنڌي عروضي شعر ڪجھ اڳاٽو هجي، پر ان جي ڪا سند نہ ملي آهي.(6) ڪنهن بہ تاريخ ۽ تذڪري ۾ اهڙو شعر موجود ڪونهي. جڏهن ڪان وٺي سنڌي عروضي شاعريءَ جا اهڃاڻ ملن ٿا تہ اها ارڙهين صدي عيسوي آهي. محمد خان غني پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي جديد شاعري" ۾ ڪي نيون ڳالهيون چيون آهن. ان ڪان اڳ آخوند گل محمد هالائيءَ (1808-1855ع) کي پهريون عروضي (خاص طور غزل گو) شاعر ڪري مڃيو ويو هو، پر غني صاحب پراڻن بياضن جي آڌار تي "ڪوجنا ڪري ظاهر ڪيو آهي تہ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ ٺٽ ۾ ڪي شاعر هئا، جن جو ڪلام علم عروض جي پيماني تي بلڪل پورو آهي. اهي شاعر آهن:نور محمد خستہ 'حافظ عالي، ميان چتن ۽ ميرزا تقي.(7) هنن جي شاعريءَ جو زمانو 1717ع جي ويجهڙائيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي.

احسان احمدبدويءَ، شڪارپور جي چند شاعرن جي نشاندهي ڪئي آهي، جن جي ڪلام جو آڌار بہ علم عروض تي آهي. اهي شاعر آهن: ملا اويس شڪارپوري، ملا صاحبڏنو 'صاحب' ۽ خليفو ڪرم الله شڪارپوري.(8) شڪارپور جي انهن شاعرن جو زمانو بہ لڳ ڀڳ اهو ساڳيو آهي،جيڪو ٺٽ جي شاعر خستہ ۽ ٻين جو آهي. (9)

ڪلهوڙن جو دؤر شاهه عبداللطيف ڀٽائي ۽ ٻين اهل دل شاعرن جي ڪلام سبب سنڌي شاعريءَ جي عروج جو زمانو ليکجي ٿو. عجيب اتفاق آهي جو سنڌي عروضي شاعريءَ جو ٻج به هن دؤر ۾ ڇٽيو ويو. شڪارپور ۽ ٺٽي جي مٿي بيان ڪيل شاعرن جي ڪلام کان سواءِ مخدوم عبدالرؤف ڀٽيءَ جا مولود ۽ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي مناجات به عروضي شاعريءَ جا بنيادي مثال آهن.

هن ابتدائي دؤر ۾ عروضي شعر جا رڳا بنيادي نمونا ميسر ٿيا آهن. ڪنهن به شاعر جو گهڻو ڪلام ميسر نه ٿيو آهي. جنهن جي بنياد تي ڪو خاص نتيجو ڪڍي سگهجي. شڪارپور ۽ ٺٽي جي شاعرن جي ڪلام جي مطالعي مان ظاهر ٿئي ٿو ته هنن فارسي شاعريءَ ۽ علم عروض جو مناسب اڀياس ڪيو آهي. شڪارپور جي ڪلام ۾ وزن جي پختگي ۽ ٺٽي وارن مان خستہ جي ڪلام ۾ فارسي مصرع جو استعمال انهيءَ ڳالهه جو پڪو ثبوت آهي.

## صاحب ڏنو 'صاحب' شڪارپوري

هن شاعر جي هڪ مدح ڪي علم عروض موجب موزون ڄاتو ويو آهي. هن جي ولادت ۽ وفات جون تاريخون نه مليون آهن پر تزڪره نگارن هن کي ارڙهين صدي عيسوي جي اوائل جو شاعر قرار ڏنو آهي. سندس مدح ۾ فارسي ۽ عربي لفظ ڪم آيل آهن. چوي ٿو:

ملڪ مقرب جي نہ هئي جاتي نبين جائگاه،
سا سندءِ جيءَ جاءِ خوش خوب آڏنهن بارگاه،
تخت سر قدرت قدم بيشڪ رکيو تو بادشاه،
اغثني يا سيدا رس يا نبي خيرالبشر،
غور ڪر غمگين جو اي نور نافع نامور.

## ملا اويس شڪارپوري

ملا اويس، 'صاحب' جو همعصر آهي. هن 1720ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام عروض جي تارازيءَ ۾ پوري تورتڪ موجب آهي. اويس جي هڪ نظم جو مثال ڏجي ٿو جنهن مان خبر پوي ٿي ته سنڌي 'نظم' جو بنياد به سڌس هي نظم آهي:

سيارو ويو بهار آيو،
گلن آ باغ ٻهڪايو.
ٽري تانگر ۽ چنبيلي،
ڪيي منهن مگري مرڪايو،
پراڻا پن پيا پٽ تي،
وڻن کي هير چٽڪايو.
بهاري ويس ساوڪ جو،
وڻن کي واه پهرايو.
لنون لاتيون پکي گڏجي،
بهار آيو بهار آيو.

## ڪرم الله شڪارپوري

ڪرم الله جي وفات جو سال 1731ع آهي. هن جي هڪ مدح جو مثال موجود آهي:

تون جو آهين شاه منهنجو، تون جو آهين دستگير،
تون ولهن جي واه آهين، تون ئي واهر آهين وير،
تون ئي آڌر آنهن اڙين جو تون منهنجو آنهن مير،
تو بنا ڪونهي وسيلو، تون وسيلو آنهه پير.

شاه منهنجي واه ڪرڪا غوث اعظم دستگير.

## نور محمد خسته ٺٽوي

خسته جو 1717ع ۾ زنده هجڻ جو ثبوت ملي ٿو. هو مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي درسگاه ۾ پڙهيو هو. خسته جو نالو سنڌي شاعريءَ ۾ اهم آهي جو هو 'سنڌي غزل' جو پهريون شاعر آهي. جنهن هن صنف کي سنڌيءَ ۾ رائج ڪيو. سندس ڪلام ۾ فارسي مصراعون به آهن. غزل جي هر شعر جي مصرع اوليٰ هن فارسي ۾ موزون ڪئي ۽ ڪنهن ٻئي شاعر جي تضمين نه ڪئي آهي. سندس ميسر ٿيل ڪلام ۾ هڪ غزل آهي. هن غزل جي پهرين ٽن شعرن ۾ مصرع اوليٰ فارسيءَ ۾ آهي ۽ مقطع ۾ مصرع ثاني فارسيءَ ۾ آهي. چوٿين ۽ پنجين شعر جون ٻئي مصرعون سنڌيءَ ۾ آهن:

تا بر افگندي از رخ تو نقاب،
حشر ٿيو آفتاب لايو تاب.
آه منم کن تصادم هجران،
روز شب ٿو رهان بي خور و خواب.
ڪشتي عمر من به بحر غمت،
لهر لوڏن هٿي ڪئي غرقاب،
تابش حسن بي مثال سندءِ،
برهه ڏيئي وري ڪيو بيتاب.
محب ماٺا نه ڪر منا مونسان،
خوبرو خصلتون سڪين ٿو خراب.
'خسته' و خوار منجهه وسيءَ مون جئن،
نيست ديگر ڪسي ز شيخ و شاب.

## ميان چتن ٺٽوي

هي شاعر مواد جي لحاظ کان بلڪل پراڻي سنڌي شاعريءَ جي رنگ ۾ نشانبر آهي. هيئت جي لحاظ کان سندس غزل موزون آهي، پر منجهس بيت ۽ وائي جي زبان ۽ انداز بيان ظاهر آهي:

پراهون پرين پيو نہ پانب پرو،
سڪا سنڌ سيني کي سريو سرو.

ونيون واجهہ ويتر وجهن واءِ واءِ،
ڪري قرب وايوڙيــن ڏي ورو.

پسي پانڌ پاڙيءَ جو پر بوترابي،
گــنهگار جـو آهــي گولو گرو.

جيئن تہ زماني جي دستبرد سبب هن شاعرن جو گهڻو ڪلام هيٺ مٿي ٿي ويو آهي. ڇاڪاڻ جا هڪ ٻہ شعر تذڪرن ۾ پيا بہ ملن ٿا. اُهي ٻہ شعر هي آهن:

پکو پرت ۾ڪيو پتنگن پڇي.
رهيا رمز ۾آڳ مهندان اڇي.

پکي پڇرو، مڇي مهراڻ، ڦتڪن پيا ۽ ڦاسن پيا،
ڪيي ڪاني، منڊي ماري، لـمي لڙ ۾ رڙهي رڻ ۾.

## حافظ عالي ٽڪڙائي

حافظ عالي سال 1779ع ڌاري وفات ڪئي آهي. سندس ڪلام مان قصيدي جا چند شعر محفوظ رهيا آهن.هي قصيدو شاعر پنهنجي استاد مومن اسلام ڪوٽيءَ جي تعريف ۾ چيو آهي. سنڌي قصيدي جي تاريخ ۾ بہ هي پهريون قصيدو آهي:

آه اسلام ڪــوٽ ۾ منهنجـو،
مـرد مومن مجاز جو مهنـدار.
ڪنهن سجاتو نہ ڪنهن سڃاڻڻ جو،
معرفت ۾ مٿي سندس مقدار.
سڪ وارن سبق سريو سالم،
پرت وارن پسيو پراهـون پار.

مولودن ۽ مناجات ۾ عبدالرؤف ڀٽي ۽ ميان سرفراز جو ذڪر اڳ ۾ ٿي آيو آهي. مٿي ذڪر ڪيل چند شاعرن جي تذڪرن مان پڌري پٽ ظاهر ٿيو تہ هنن جن صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي سي آهن: غزل، قصيدو، نظم، مولود، مدح ۽ مناجات. جن ۾ پهريون ٽي موضوع توڙي هيئت جي لحاظ کان اهم ثابت ٿيون.

## ٽالپرن جو دؤر (1783-1843ع)

ٽالپر حڪمران فارسي زبان جا دلداده هئا. ايران سان دوستيءَ جي ناتي سبب ايراني شاعرن جي سنڌ جي دربار ڏانهن رجوعات ٿي. ڪيترا حڪمران فارسي ۽ سنڌي زبان جا شاعر ٿيا. جن ۾ مير صوبدار خان، مير نصير خان، مير شهداد خان ۽ مير حسين علي خان جا نالا اڳي وڃن ٿا. انهن شاعرن فارسي غزل

جي خوب تقليد ڪئي ۽ سنڌيءَ ۾ غزل چيائون. مير نصير خان، جيڪو 'جعفري' تخلص ڪندو هو سو هڪ غزل جي مطلع ۾ چوي ٿو:

نہ وڃي دل مان خيال رخ جانان هرگز،
خبانه عيش نہ ٿي خانہ ويران هرگز.

مٿين شعر ۾ نہ رڳو گهڻا فارسي لفظ ڪم آندل آهن پر زير اضافت جو موزون استعمال ڏيکاري ٿو تہ شاعر کي فارسي شاعريءَ جي مزاج ۽ ڪيفيت جي پوري ڄاڻ آهي. جنهن کي هن سنڌي زبان ۾ آندو آهي. هونئن ڪنهن بہ شاعر بابت اهو معلوم ڪرڻ مشڪل آهي تہ هو بنيادي طور علم عروض کان واقف هو يا سندس شعر محض اُن ڄاڻ جو نتيجو آهي. مراد هيءَ آهي تہ جڏهن سنڌ ۾ عروض تي ڪلام موزون ٿيڻ لڳو تيئن موزون طبع شاعرن تقليد ڪندي ان کي اختيار ڪيو. ميرن جي صاحبيءَ ۾ بہ وڏا شاعر ملن ٿا. جن جو سنڌي ڪلام عروض جي پابندين ۾ آهي. هڪ ثابت علي شاہ (1740-1810ع) ۽ ٻيو سچل سرمست (1739-1829ع). ثابت علي شاهہ مرثين جي ڪري سنڌ ۾ ڄاتل سڃاتل شاعر آهي. حقيقت ۾ آخوند گل محمد جي ديوان سان سنڌي شاعريءَ جو هڪ نئون دور شروع ٿئي ٿو. جنهن ۾ ڪن شاعرن ايران جي شعر جو اثر مضمون ۽ موضوع جي لحاظ کان بہ ورتو. توڙي غزل، قصيدو، مثنوي، رباعي ۽ ٻيون صنفون سنڌيءَ ۾ رائج ٿيون. ائين ڪرڻ سان گل، قاسم ۽ ٻين غزل گو شاعرن نئون ايراني رنگ اختيار ڪيو. سنئون سڌو هيئت توڙي موضوع جي مدنظر ايراني اثر هيٺ آيا. شاعرن جو هي طبقو عروضي شاعريءَ جي عنوان هيٺ اچي ٿو. هنن شاعرن جو سمورو فڪر ۽ فن ايران جي تقليد ۽ اثر سبب پراڻي بيت ۽ ڪافيءَ واري شاعري کان هٽي ايراني ماحول جو محتاج بڻجي پيو.

## ايراني اثر

ايراني اثر ۾ هيئت ۽ مواد اچي ٿو. هيئت جي لحاظ کان عروضي شاعريءَ جون صنفون قصيدو، غزل، رباعي، قطعہ، مسمط (مثلث، مربع، مخمس، مسدس، مسبع، مثمن، متسع ۽ معشر) مثنوي، مستزاد، ترڪيب بند ۽ ترجيع بند وغيره اختيار ڪيون ويون. موضوع جي لحاظ کان سڀ ايراني مضمون سنڌي شعر ۾ پريا ويا.

ايراني ماحول جي عڪاسي ڪئي ويئي. ايران جو باغ و بهار ماحول سنڌي شعر ۾ اچي موجود ٿيو. ايران ۾ بهار جو منظر جيئن اتي جي شاعر بيان ڪيو، تيئن سنڌي شاعرن بہ تقليد ڪئي. ايران جي وڻن سرو صنوبر ۽ شمشاد جون تشبيهون اُڌاريون آيون. تنهن کان سواءِ فارسي شاعريءَ جا ٿي خاص اهڃاڻ سنڌي شعر ۾ داخل ٿيا. ايران ۾ جيڪو اصلي ماحول آهي، سو اتي جي شاعريءَ ۾ تہ عين فطري لڳي ٿو. "فارسي شعر ۾ گل، بلبل، سبزه، شبنم، مرغزار، آب روان، گلشن، چمن، جوانان- چمن، مرغان- چمن ۽ ٻيا هزارين لفظ ۽ مطالب نظر اچن ٿا." (10)

ايران جا ٽي اهڃاڻهي آهن: 1- شمع پروانہ، 2- گل و بلبل، 3- ميخانہ.

شمع ۽ پرواني جي عشق کي شاعر مثال ڪري وٺن ٿا ۽ انهن جي محبت کي تمثيل طور وٺي جذبات جو اظهار ڪن ٿا. حافظ، سعدي توڙي ٻين شاعرن جا ڪيترا شعر آهن، جن ۾ هيءَ مناسبت خوبصورتيءَ سان آندل آهي. گدا چوي ٿو:

تو آتشين عذار جي رشڪ ۾ بسوز و غم،
مانند شمع منهنجي دل و جان ڳري ڳري.

گل ۽ بلبل جو داستان به هڪ اهڙو مثالي داستان آهي، جيڪو فارسي شاعريءَ جي جان بنيو ۽ سنڌ وارن اختيار ڪيو. سانگي چوي ٿو:

گل کي جڏهن چمن ۾ ڏٺو مون تہ ياد پئين،
بلبل کي چهچهن ۾ ڏٺو مون تہ ياد پئين.

اهڙي طرح ٿيون اهڃاڻ ميخاني جي ماحول جي عڪاسي آهي. جيڪو عربي ۽ ٻين ٻولين ۾ بہ ليندو، پر سنڌيءَ ۾ ايراني اثر وسيلي آيو آهي. ميخاني جي ماحول ۾ ساقي، ساغر پيمانہ ۽ مي جو ذڪر مثالي طرز تي ٿيو. شراب جو ذڪر ايترو ڪيو ويو جو ايراني شاعرن جا ديوان رنگين ٿي ويا. سنڌي شاعرن بہ گهٽايو ڪونہ. محمود خادم چوي ٿو:

نوجواني، موسم گل دور مي جو پڻ ڏسي،
بزم کان واعظ جهلين ٿو، واه تنهنجو هي دماغ.

حافظ شيرازي تہ پير مغان (مرشد) جي حڪم تي شراب سان مصلو رنگين ڪرڻ لاءِ تيار آهي. آهستي آهستي هي اهڃاڻ رواج ۾ ايترو آيو، جو هر ڪنهن شاعر کي شعر ضرور ميخاني جي ماحول بابت چيا. هنن ئن خاص اهڃاڻن کان سواءِ ايراني تشبيهون بہ سنڌي شعر ۾ داخل ٿيون. جهڙوڪ: محبوب جي سراپا لاءِ گلن جون تشبيهون ڏيڻ، اکين کي نرگس سان، زلفن کي سنبل سان ۽ وات کي گل جي غنچہ سان، وغيره. ان کان پوءِ جيڪا بہ تشبيهہ ايران وارن ڏني سا سنڌ وارن بہ نقل ڪئي.

آخوند گل محمد، آخوند محمد قاسم ۽ فاضل شاه، اهي پهريان شاعر هئا، جن هن اثر هيٺ آيا ۽ غزلن جا ديوان مڪمل ڪيائون. ان کان پوءِ غلام محمد شاه گدا، مير عبدالحسين سانگي، فضل محمد ماتم، مير حسن علي خان، مرزا قليچ بيگ، حافظ حامد، محمد هاشم مخلص، شمس الدين بلبل، محمد بخش واصف، حيات شاه، جمع خان غريب ۽ مراد علي ڪاظم وغيره انهيءَ سلسلي جا شاعر ٿيا. جن عروضي ڪلام ۾ ايراني اثر جي ڪماليت ڏيکاري ۽ پنهنجي خداداد قابليت سان داد سخن ورتائون. هن هيٺ وڏن صاحب ديوان شاعرن تي علحده علحده نوٽ لکون ٿا:

## آخوند گل محمد هالائي (1808-1855ع)

آخوند صاحب پهريون شخص آهي، جنهن سنڌيءَ ۾ الف ب وار حرفن جي لحاظ کان ديوان مڪمل ڪيو ۽ شايع ڪيو.(11) "ديوان گل" ۾ انهيءَ ڪري

ڪيتريون فني خاميون به ٿيون. جو جو هن جي اڳيان ڪو نمونو نه هو. وزن ۽ قافين جون چند غلطيون ديوان ۾ملن ٿيون. مجموعي طرح اهو اندازو لڳائجي ٿو ته آخوند گل علم عروض کان واقف هو.

غزل جي وصف موجب موضوع جي لحاظ کان غزل عشقيه شاعريءَ جو ٻيو نالو آهي. غزل معنيٰ عورتن سان راز و نياز جون ڳالهيون ڪرڻ. چون ٿا ته عرب ۾ غزل ڪنهن شخص جو نالو هو. هو نهايت لاأبالي، عياش ۽ شرابي ڪبابي هو. ان جي ڪري هن صنف تي غزل نالو پيو. قصيدي جي چند شعرن کي تشبيب چيو ويو آهي،جنهن ۾ حسن ۽ شباب جو ذڪر ايندو آهي. عرب ۾ پوءِ اها تشبيب غزل جي صورت وٺي بيٺي. هيئت جي لحاظ کان غزل جو هر شعر خودمختيار هوندو آهي. غزل جي بنيادي ڪيفيت سان رابطو ته هوندو اٿس. پر هونئن هر شعر جو مضمون الڳ هوندو آهي. غزل ۾ 15 تائين بند آڻڻ کپن.

آخوند گل محمد جي ڪلام ۾ ٿورو گهڻو ايراني رنگ جا سبب/ اهڃاڻ موجود آهن. ديوان جو پهريون غزل اُن جو مڪمل مثال آهي. جنهن ۾ هر شعر جدا مضمون جو آهي. مثال طور چار شعر هي آهن:

پيالا مي سندا ڏي پر ڪري محبوب متوالا،
ته مستيءَ ۾ محبت جي ڪيون هن هوش کي حالا.
(ميخاني جو ماحول ۽ شراب جو ذڪر)

پٽون آهن ايذائڻ ۾ دنيا جا مڙئي مائٽ،
توٽي يائر سڱا چاچا توٽي کي سوٽ ۽ سالا.
(دنيا وارن ۽ عزيزن جي شڪايت)

اٿئي اي دل ڏٺيءَ جي دوستي ۽ شوق جي محبت،
دنياجي عيش عشرت کي پيري هڻ تون ڪٽي پالا.
(الاهي عشق بابت صلاح)

ڏسڻ مان تنهنجي اي باغ حسن مونکي سرئا ٿي گل،
تنهنجو مک گل، زلف سنبل، منهنجي دل جيئن گل لالا.
(عشقيه ڪيفيت ۽ گلن جون تشبيهون)

گل وٽ عشقيه ڪيفيت جا شعر ڪيترائي آهن. پر معلوم ائين ٿو ٿئي ته انهن ۾ زور ناهي. جوش ۽ جنون جي حالت ناهي. رڳو دستور جي تڪميل لاءِ هو عشقيه شعر چوي ٿو. مثال طور:

تنهنجي ڏني اي گلبدن دلڙي کلي ٿي باغ باغ،
آئي خوشي منجهه جان تن دلڙي کلي ٿي باغ باغ.

اُن جي مقابلي ۾ دنيا جي بيثباتي بابت تمام گهڻي يقين سان خيال ظاهر ڪري ٿو:

دور دنيا جي مٿي اي دل ڪٿين آيا ويا،
سڪ مٿي سورن سٽي، اي دل ڪٿين آيا ويا.

ناصحانو انداز بيان اختيار ڪندي ڪيترا روحاني نڪتا بيان ڪري ٿو ۽ اخلاقي سبق ڏي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ته غزل جي موضوع کان صفا هٽي وڃي ٿو.
پنهنجي ڪلام ۾ سنڌ جي نج ماحول جي عڪاسي ڪندي سنڌ جي ڏنڌن ۽ هنرن جا اشارا به ڏنا اٿس. اهڙي طرح ايراني اثر هوندي به ديسي ماحول جي جهلڪ ڏيکاري ٿو.

نير رنگ واڌو ڪري منجھ جھڳ جھب،
عشق وارو وڌي وڌي منجھ لوس لب.

المست عشاق جو نقشو هيئن ڪڍي ٿو:

المست عشاق حق جا ٻاربو،
تا دل تي وتن ڏک جا چيرا.

آخوند گل جي ديوان ۾ خدا پرستيءَ کان وٺي مجازي عشق تائين سڀ ڳالهيون بحث هيٺ آيل آهن ۽ دنيا جي دستور بابت به ڪيترا اشارا آهن. آخوند صاحب جي ڪلام ۾ ڪٿي مفهوم جي منجهه آهي ته ڪٿي مفهوم تمام سادو ۽ نظام به سليس آهي. پوين شاعرن جي اڳيان ته گل جو مثال هو پر گل جي اڳيان ٻيو ڪو به سنڌي ديوان نه هو. انهيءَ حالت ۾ گل کان ڪي فرو گذاشتون ٿي ويون آهن. جن ۾ مفهوم جو مبهم هجڻ به اچي وڃي ٿو. سادگي سندس ڪلام ۾ گهٽي آهي ۽ ڪٿي به لفظن جي ڪيڏ نه ليندي. ان ڪري قافيي جي تقاضا خاطر غلط قافيا به آندا اٿس. آخوند گل جي ڪلام ۾ اعليٰ فصاحت ۽ بلاغت جي ڪمي بيشڪ آهي. پر گل جا ڪي ڪي خيال نهايت بليغ شعر جي صورت وٺن ٿا. هڪ گل جي زندگيءَ تي غور ڪريو ۽ ان جي انجام تي سوچيو، تنهن سان گڏ آخوند گل جي هنن ٻن شعرن تي نظر وجهو:

پهرين گل ڪي ناهه ڏايي سان ڪلابو خوش ڪرين،
پوءِ وجهيو باهين ۾ ٻارين، توتي چوُ ڪهڙو قصاص.

'گل' تي فنا تا آب ٿئي، خوشبوءِ ۽ رنگ تاب ٿئي،
مرڻ بنا ماٺڻ لقا، آهي عبث آهي عبث.

## آخوند محمد قاسم هالائي ولد نعمت الله (1806-1881ع)

آخوند قاسم به سنڌيءَ جي اوائلي صاحب ديوان شاعرن مان هڪ آهي.(12) سندس ڪلام جو مطالعو ڪرڻ مان خبر پوي ٿي ته علم عروض جي ڄاڻ آخوند گل جي بنسبت ڪيس گهٽي هئي. "ديوان قاسم" پهرين 1875ع ۾ ڇپيو. ان کانسواءِ ٻيو ڀيرو ديوان مرزا قليچ بيگ ترتيب ڏنو، جنهن ۾ هر غزل جو وزن به ڄاڻايل آهي ۽ شرح به ڪيل آهي.

آخوند قاسم جي ڪلام ۾ بہ عشق سان گڏ نصيحت جو عنصر موجود آهي. مشهور مثنوي "سنڌ جو شاهنامو" جو مصنف مير حسن علي خان، ڪانئس اصلاح وٺندو هو. اها شايد فارسي شعر بابت هئي. ڇو جو ابتدا ۾ آخوند قاسم فارسي شعر چوندو هو. پوءِ حيدرآباد ۾ رهڻ واري زماني ۾ همعصر شاعر فاضل شاہ ڪيس سنڌي شعر چوڻ جي ترغيب ڏني.

همعصر دور جي ڪيترن نوجوان شاعرن قاسم ڪي شعر ۾ داد ڏنو. جن ۾ عبداللطيف نثوي، عبدالقادر شڪارپوري، محمد امين شڪارپوري ۽ منشي لچيرام خفتي حيدرآبادي وغيرہ اچي وڃن ٿا. آخوند صاحب غزل کان سواءِ قصيدا ۽ ترجيع بند بہ چيا، جيڪي ڪانئس اڳ ڪنهن بہ سنڌي شاعر نہ چيا هئا.

قاسم جي ڪلام ۾ ٿورو ايراني مضمون بہ آهي. ان ۾ ڪيترو وطني ماحول بہ آهي. خدا جي محبت ۽ نصيحت وري ڪلام ۾ چوي ٿو:

اَءِ اي دل عشق ۾ الله جي،
نرت نوڙت رک نہ ڪر ڪنهن سان نفاق.

تصوف جي رمزن بابت اشارا بہ آخوند قاسم جي غزلن ۾ملن ٿا. جيتوڻيڪ هو ڪو صوفي شاعر نہ آهي. فقط پنهنجي اڀياس جي بنياد تي چند نڪتا بيان ڪيا اٿس. نفي ۽ اثبات بابت چوي ٿو:

سناسي سير ڪر منجهہ نفي اثبات،
انهن جو پٽ آهي نت نيارو.

آخوند گل وانگر سنڌ جي روز مرہ زندگيءَ مان بہ ڪي نمونا قاسم وٽ آهن. پلاءُ ۽ رب جي پيٽ هڪ شعر ۾ هيئن ڪري ٿو:

جي سچا، سچ ڪي سچاڻن ڪوٺ ۾ ڪوٺا رهن،
ڇا پروڙن مان پلائن، جي پيئن ٿا روز رب.

محبوب سان راز و نياز جا گفتا بہ ٻولي ٿو. محبوب ڪي حجاب ۾ ڏسي چوي ٿو:

پرت جو پيچ پاڻ پائين ٿو،
پوءِ وري محب منهن لڪائين ٿو.

دنيا جي دستور ۽ ماڻهن جي سرد مهريءَ بابت سنڌي شاعرن گهڻو ڪجهہ چيو آهي. قاسم وفا ۽ مروت جي تلاش ڪندي محسوس ٿو ڪري تہ هتي اوچا انساني قدر اڻ لڀ آهن. ان ڪري شڪايت جي انداز ۾ چوي ٿو:

اڄ مروت ۽ وفا منجهہ آدمين آهي اَلڀ،
پڻ صداقت ۽ صفا منجهہ آدمين آهي اَلڀ.

ساڳي هم طرح غزل ۾ ساڳيو مضمون فاضل هيئن آڻي ٿو:

ساز سڻ ثابت سدا منجهہ آدمين آهي اَلڀ،
حب جي حقي هوا، منجهہ آدمين آهي اَلڀ.

اهڙا طرحي شعر هن دور جي شاعرن ۾ چڱي ادبي ورونهه جو سبب بنيا. قاسم پنهنجي دور ۾ شاعريءَ جي جنهن منصب تي هو، تنهن جو اندازو لڳائڻ مشڪل نه آهي. ناصحاني انداز ۾ سنڌس نقطه نظر ۾ ذرو به ابهام ڪونهي. ڌڻيءَ جي يادگيريءَ ۽ طلب بابت چوي ٿو:

روز شب رهه رمز ۾ رب جي ته ٿين،
نفس ۽ شيطان خجلت ۾ خراب.

اکين جو روئڻ،نوح جي طوفان جو هڪ نمونو آهي:

نوح ثاني جو چوين طوفان آهه،
مون اکين جي آب جو طوفان ڏس.

محبت جو مقام محبوب جي نيڻن سان هڪ نهار آهي، جيڪا دل کي خوش ڪري ٿي:

نهار نيڻ ڪٽي تون نشاط دلــجي لاءِ،
ته آهي محبت وارو مقام تازو و تر.

محبوب جو رسڻ ڪيترو سنگين آهي. سندس پرچڻ رنگين آهي. پوءِ عاشق رسڻ جي ان رسم بابت ضرور جذباتي ٿيندو، قاسم محبوب جي رسڻ جي رسم کان خائف آهي. ان جو سبب هي چائي ٿو

چو اسان سان رکين رسڻ جي ريت،
هر ڪنهن ساڻ رس رسائين ٿو.

آخوند قاسم کي ڪافيون به چيون آهن، پر سندس ديوان سنڌي عروضي شاعريءَ ۾ گل جي ديوان وانگر بنيادي حيثيت رکي ٿو.

## فاضل شاهه (1836-1900ع)

حيدرآباد جو هي شاعر، فقه، حديث ۽ تفسير ۾ عالم به هو. سندس ڪلام ۾ عشقيه ڪيفيت سان گڏ سنجيدگيءَ جو به عنصر آهي. فاضل شاهه وٽ شاعرن جي ادبي ڏي وٺ ٿيندي هئي. تنهن بابت 1879ع ۾ ڄيرام خفتيءَ هڪ شعر ۾ چيو:

سيد فاضل شاهه وٽ ڏينهن جمع ميڙو لڳي،
آءُ به ايندڙ آهيان محفل سندو سينگار تون.

فاضل شاهه جي ڪلام ۾ حقيقي عشق جا نڪتا به بيان ٿيل آهن. ڌڻيءَ جي محبت جي ترغيب ڏيندي چوي ٿو:

محبت محض مولا جي ميان رک مرد متوالا،
مَ ٿي مشرڪ، موحد ره، پري هڻ شرڪ کي پالا.

خان بهادر ميمڻ، 'ادبي تاريخ' ۾ لکي ٿو ته فاضل شاهه مجازي عشق جي ميدان کي به آزمايو هو، پر ان کي مجازي عشق جو رستو خوفناڪ ۽ نقصان ڪار

نظر آيو. تنهن ڪري توڙ تائين حقيقي عشق ڏي رغبت قائم رکيائين.

ڪرڻ عشق آهي مجازي عبث،
حقيقي بنا عشق بازي عبث.

هوڏانهن 'حقيقت' جي رمز سان گڏ مجاز سان پر ڪلام "ديوان فاضل" ۾ موجود آهي. غزل جو تہ موضوع ئي عشق آهي. پوءِ ان ۾ ڪٿي ڪي غزل عشق کان ٻاهر آهن. فاصل شاهہ مجاز جي ذڪر ۾ ڪيترا غزل چيا آهن. جن ۾ چوند شعر هي آهن:

لاڏ واري سندي لغار لذيذ،
ترت تهدل تنوار تار لذيذ.

ڪري جو نہ ڪن قرب جي گفتگو،
ڪرڻ ساڻ ان مغز خواري عبث.

يار کي دلدار کي منثار کي پيغام ڏج،
سر بسر ساڻي سنيها جي چوان سي سڀ چئج.

اچ عجيب تن طبيب نر نجيب گهر غريب،
هل حبيب لهہ لبيب ڪر قريب ڪارساز.

اهڙي طرح وعظ و نصيحت سان گڏ عشق جو مضمون فاصل شاهہ وٽ موجود آهي. هو برهہ جي پلا ئيءَ کي گهڻو ڀڳائي ٿو. برهہ کان بسَ ئي نٿو ڪري-چوي ٿو:

بره جي بات کان نہ ڪريان بس،
لئون جي لات کان نہ ڪريان بس.

ديوان ڪانسواءِ عروض بابت "ميزان الشعر" ڪتاب لکيائين ۽ شاعرن جون ڪافيون گڏ ڪيائين. نثر ۾ بہ فاضل شاهہ جون تصنيفون آهن. جيڪي سندس علمي ڄاڻ،فضيلت ۽ رتبي جي ساک پرين ٿيون.

فاصل شاهہ جي ہن همعصرن گل ۽ قاسم جو ڪلام، فاصل شاهہ جي ڪلام کان گهڻو مختلف ڪونهي. تنهي جي ڪلام کي اڳيان رکبو تہ تمام ٿورڙو زبان ۽ بيان جو فرق نظر ايندو.

## حافظ حامد ٽکڙائي (1832-1897ع)

هيستائين ٿيل تحقيق موجب ٽکڙ جي شاعرن سنڌ ۾ غزل جو ٻج ڇٽيو. تنهن سان گڏ ٽکڙ جا شاعر علم عروض جا بہ ڄاڻو آهن. ٽکڙ جي شاعرن ۾ حامد اعليٰ پايي جو شاعر ٿي گذريو آهي. هن ٽن سالن جي عمر ۾ اکين جو سوجهرو وڃايو. انگريزي شاعر جان ملٽن سان حامد جي ڀيٽ رڳو فطرت نگاريءَ جي سبب ڪري سگهجي ٿي. هونئن ملٽن دنيا جو رنگ روپ ڏسي پوءِ انڌو ٿيو. حامد ٽن سالن جي عمر ۾ دنيا ۾ ڇا ڏٺو هوندو. پنهنجي حرمان نصيبيءَ جو ذڪر ڪندي

چوي ٿو:

سسئي سرجي نہ سک ماٺيو پيس پيوند پينگهي ۾،
نماٺي نينهن جا ننڍپڻ ۾ ڪاٺي سور ساماٺي.

دل جي رهبريءَ هيٺ هن سنڌ جي سونهن ڏني. ڪاٺر ۽ پاٺر جو ٿڌو ٿر ڏنو. سسئيءَ جا سور ڏنا ۽ گلن جو حسن ڏنو. حامد نيم تاريخي داستانن مان بہ غزل لاءِ مواد ورتو. سسئيءَ جو ذڪر ڪندي رقت ۽ درد جا درياہ وهائي ڇڏيائين:

رئان رڻ ۾ پنهل لئہ پار ڪٽيو،
ڏيان ڏونگر ۾ آڏي اوچنگارون.

ڪالهہ جن لئہ ٿي ڪيتم سي هوت هت هاريون نہ اچ،
ڪس اچي ڪيچين سوا پنيور بازاريون نہ اچ.

جان تہ جيءَ گهريون جتن سان ڳجهہ ڳرهيم ڳالهيون،
جان تہ ٻاروچا ٻڌن منهنجون ذرو زاريون نہ اچ.

مصري شاہ جي لفظن ۾ هڪ تر سچي عبادت برباد ڪني آهي. حامد ان ڪي مسلمانيءَ ۾ خيانت ڪندڙ سڏي ٿو:

ڪئي مسلمانيءَ ۾ منهنجي سڀ خيانت تنهنجي خال،
دين دل ايمان هڪڙي ناز نيڻن جي ساڻ ناس.

عشقيہ ڪلام ۾ محبوب جو اڱڻ اچڻ ۽ عاشق جي عيد ٿيڻ! حامد چوي ٿو:

ٿيم عيد آيا اڱڻ اچ عجيب،
وڇوڙيا وري ٿيا هيڪاندا حبيب.

پر جيڪڏهن محبوب اڱڻ تي نٿو اچي تہ ان لاءِ جبل جهاڳي يا لهرون لنگهي وڃڻ بہ پهچبو. سهڻيءَ جو ڪردار ان سلسلي جو هڪ واضح مثال آهي. حامد سهڻيءَ جي جذبات جي ترجماني ڪندي چوي ٿو:

گهڙو گهوريو گهڙي ويندس، ڪنهن ڪان چو ڪنبان آءٌ،
لنگهيندي لهريون لوڏا، سچو ساهڙ سنياريندس.

حامد جي ڪلام ۾ مڪرر قافين جو هينئن غزل ۾ سهڻو مثال قائم ڪيل آهي. جنهن ۾ هن بہ تقريباً هڪ ئي معنيٰ وارا رديف ڪم آندا آهن:

مياروں ڇڏ ڪرڻ محبوب **ٻانهن تي غلامن تي**،
پلائيءَ ساڻ پيرو ڪر نماڻن تي خدامن تي.

غزل ۾ 'مساڻن تي'، 'مقامن تي'، 'قرارن تي'، انجامن تي'، 'دلاسن تي'، 'سلامن تي' ۽ 'اميرن تي'، 'حڪامن تي' قافيا آڻي غزل جي ترنم ۾ اضافو آندو اٿس. غور سان ڏسبو تہ حامد جي ڪلام ۾ عوامي شاعريءَ جي

خصوصيت بہ آهي. هو جڏهن زلف گره گير جو ذڪر ٿو ڪري تہ اُن ڪيُ نج سنڌي لفظن سان اجاگر ڪري ٿو:

سياه زلف سهڻي جو ڪر سخت سپ،
وهاڻي وسيهر هٽيو جهڙپ جهپ.

حامد پنهنجي ڪلام ۾ هن سونهن پرئي سنسار جا جيڪي پار پتا ڏنا آهن، سي ڪو اڪيڻ وارو بہ مشڪل ڏئي سگهي. حامد جي شاعري غزل، ڪافين، هزليات ۽ خطبن تي مشتمل آهي.سندس ديوان جو پهريون حصو "ارمغان حامد" جي نالي سان شايع ٿيل آهي.

## غلام محمد شاه گدا (1826-1905ع)

سنڌي زبان جو اُستاد شاعر هو. سندس شاگردن ۾ سانگيءَ جو نالو اچي ٿو. گدا جي ڪلام ۾ غزل، قصيدا، مثنويون ۽ قطعا اچي وڃن ٿا. فارسي ۽ اردوءَ ۾ بہ ڪلام چيائين. ڪليات ڇپيل اٿس. گدا جي قصيدن سان سنڌيءَ ۾ قصيد گوئي صحيح صورت ورتي. ڪيترن اميرن جي شان ۾ قصيدا لکيائين ۽ انهن بہ سندس قدرداني ڪئي. مير سانگي، مير عبدالله‌خان، مير شاهنواز خان ۽ ٻين جي تعريف ۾ قصيدا لکيائين. مير عبدالحسين سانگي جي تعريف ۾ چوي ٿو:

مير منهنجو ذوالڪرم عبدالحسين خان بامراد،
فيض جو درياءُ چوان ان گرهر يڪتا ڪي آءٌ.

مير شاهنواز جي تعريف ۾ چيل قصيدي ۾ ڪانئس خلعت جي گهر ڪري ٿو:

شاه مردان جو نوازيل مير صاحب شاهنواز،
جڳ ۾ هوءِ جئرو سدائين شال باجاه و جلال.
مير صاحب توکي پهرائين پاڪر پنجتن،
ڏياري خلعت مونکي جنهن جو آه خاطر ۾ خيال.

قصيده گوئي ۽ شاعريءَ تي فخر ڪندي چوي ٿو:

مون ڪي بيڪار چو چون ماڻهو
شاعري منهنجو اشتغال آهي.

گدا جي غزليہ شاعريءَ ۾ بہ ڪٿي ڪٿي صوفيانہ ۽ مذهبي خيال توڙي وعظ ۽ نصيحت جا نڪتا آهن.پر عشقيہ مضمون گذريل شاعرن بنسبت گهڻو ۽ واضح انداز ۾ آيو آهي. گدا عشق جي اظهار ۾ بہ نسبتاً بيباڪ طرز رکي ٿو. هبڪي بلڪل نٿو. ان جا مثال ڪيترائي آهن:

اسان ڪيو عشق جو اظهار پنهنجن ۾ پراون ۾،
اسان ڪيو عقل جو انڪار پنهنجن ۾ پراون۾.
منا ڪر تون مون سان منائيءَ جون ڳالهيون،
رقيبن سان ڪر تون ڪڙائيءَ جون ڳالهيون.

محبوب جي محفل ۾ عاشق زار کي سڏي وهاريو وڃي ته ان کان وڌيڪ خوش بختي ٻي ڪهڙي آهي؟ گدا خوش بختيءَ جو تذڪرو ڪندي چوي ٿو:

سڏي محفل ۾ مونکي يار ويهن تا وهارن تا،
ڪري لطف و ڪرم بس يار ويهن تا وهارن تا.

ٻئي طرف محبوب جيڪڏهن منهن موڙي وڃي ته به عاشق هڪ قسم جي خوش فهميءَ ۾ مبتلا آهي. گدا اُن خوش فهميءَ جي چٽي تصوير ڪڍي آهي:

تون نہ پائين نہ پانءِ تنهنجي خوشي،
آءُ تہ پايان ٿو مونکي ٿو پائين.

محبوب بابت گدا جا وڏا خيال آهن. يعني هو چاهي ٿو ته محبوب اهڙو وضعدار هجي، جنهن جهڙو ٻيو ڪونہ هجي. ٻين لفظن ۾ جهڙي تهڙي سان نينهن اصل نہ لائجي:

جهڙو تهڙو نہ پنهنجو يار ڪجي،
يار ڳولهي ڪو وضعدار ڪجي.

زلفن جي پيچ کي پيار جو پيچ سڏي، خيال جي ادائگيءَ ۾ هيئن حسن پيدا ڪري ٿو:

پنهنجي زلفن کي ڇڏي رخسار تي،
يار پاتو پيچ پنهنجي پيار ۾.

گدا، فرقت ۾ آه وفغان جو تذڪرو ڪندي چوي ٿو:

فرقت يار مون کي ڪيو فاني،
هردم آه وفغان ڪريان نہ ڪريان.

گدا جي ڪلام ۾ اُستادانہ رنگ عشقيہ ڪلام ۾ پنهنجي عروج تي پهچي ٿو.هو جذبن جي بي ساختگي ۽ انهن جي ادائگي ۾ بيباڪيءَ جو قائل آهي. بيباڪيءَ جو حصو مير سانگيءَ کي بہ پنهنجي استاد گدا کان مليو. گدا شعر جو داد ڏيڻ ۾ بہ اڳرو آهي. هو پنهنجي شاگرد فضل محمد ماتم کي داد ڏيندي چوي ٿو:

آه ماتم، منهنجو مونس باليقين،
هردو آهيون حيدرآبادي ادا.
واه واه ان جو غزل هو بي بدل،
هن زمين جي ان ڪئي آبادي ادا.

ماتم پنهنجي استاد جي ڪلام ۾ تعريف ڪندي چوي ٿو:

گدا منهنجو استاد اي 'ماتم' آهي،
سکيون مون گدا کان گدائيءَ جون ڳالهيون.
(سکي ڪو گدا کان گدائيءَ جو ڳالهيون، گدا)

گدا يقيناً پنهنجي دؤر ۾ اهڙو شاعر هو، جنهن ننڍين همعصرن ۽ متاخرين تي گهڻو اثر ڪيو. گدا کان پوءِ جي شاعري ان جو کليو ڪلايو ثبوت آهي. جنهن ۾ ايراني اثر ظاهر ظهور موجود آهي.

## مير حسن علي خان (1824-1909ع)

سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران مير نصير خان جو پٽ هو. 1863ع ۾ جلاوطنيءَ جو دور گذاري سنڌ ۾ آيو. مير حسن علي خان جي سنڌي تصنيفن ۾ "سنڌ جو شاهنامو" ادبي نقطہ نظر کان اهم آهي. هونئن هن حسن مرثيا، سلام ۽ مناقب به لکيا آهن. فارسي نثر ۾ ڪتاب به لکيا اٿس.

سنڌ جي شاهنامي ۾ مثنويءَ ۾ ميان سرفراز ڪلهوڙي کان وٺي مير مراد علي جي حڪومت واري دور تائين سنڌ جي تاريخ ۽ معرڪن جو ذڪر آهي. ڪتاب لکڻ جو مقصد مير صاحب هيئن واضح ڪري ٿو:

ڪلهوڙن کان ڪيئن ملڪ ورتو اسان،
ٿيو ويران ڪيئن خاندان ڪلان.

ان کان پوءِ مير صاحب دلائل ڏيئي اهو ثابت ڪيو تہ پويان ڪلهوڙا حاڪم حڪومت جا اهل نہ هئا. انهن رعيت تي ظلم ڪيو. ميرن کي خاص طور ظلم جو نشانو بنايو ويو ۽ معرڪا ٿيا، جن ڪلهوڙن جو بنياد پٽي ڇڏيو.

سنڌي زرميہ شعر ۾ هيءَ مثنوي هڪ اهم اضافو آهي. زبان فارسي آميز اٿس البت ڪن هنڌن تي آسان زبان آهي. مثنويءَ مان شاعر جو تجربو ۽ قادرالڪلامي بکي پيئي. هالاڻيءَ واري جنگ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

انهيءَ جنگ تي امر هو منحصر،
تہ حاصل ڪري جيڪو فتح و ظفر.
اهو ٿيندو هن ملڪ جو بادشاه،
مخالف ٿي ويندو سراسر تباه.

ميدان جنگ جو ذڪر هيئن ٿو ڪري

بہ لشڪر چوان يا بہ دريا چوان،
بہ لشڪر هئا يا ابر آتش فشان،
ائين گرم ٿي آتش ڪار زار،
جو تپ لرزه ٿيو در دل ڪوهسار،
رسيو جنهن جي سر تي اجل جو پيام،
تنهن نوڙي سر تن کي ڪيو ٿي سلام.
جدا ٿي گهڻا روح قالب ڪان ويا،
ڇڏي مرغ روح آشيانہ هليا،
لنگهي جنگ انداز کان ويئي پري،
نہ مشڪل هو جو دشت رڻ جو ٻري.

ڏنو مير فتح علي خان دلير،
گدڙ آه آيو ڀڪي چرم شير.
سندس مير کي نايون لافون پسند
ڪري ان ڏي منهن چيائين با زهرخند.
"تون بيٺو هٽين لافون دور تر،
وڌي آ لهان تان آءُ تنهنجي خبر"
ائين چئي پوءِ ٿيو حملہ ور باشتاب،
جهلڻ حملي جو هو نہ ڪنهن کي بہ تاب.

## سيد غلام مرتضيٰ مرتضائي ٺٽوي

هن صاحب جو ديوان اڃا شايع ڪونہ ٿيو آهي. مثنويءَ ۾ بہ ڪتاب اٿس. جيڪي ٻني فارسيءَ مان ترجما آهن. هڪ "يوسف زليخا" ۽ ٻيو "سڪندر نامہ". مرتضيٰ مرتضائيءَ جو نالو گڏا، سانگي ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ ورتل آهي. مثنويءَ ۾ هن شعر سازيءَ جا چڱا جوهر ڏيکاريا آهن. مرتضائيءَ جو ديوان سنڌي ادبي بورڊ وٽ پيل آهي. جڏهن اهو شايع ٿيندو تہ سندس ڪلام جو جلوو پسي سگهبو.(13)

## مولوي غلام محمد خانزئي

مولوي صاحب تمثيل جي تشريح ۾ "منهاج العاشقين" لکيو. پراڻي شعر ۾ سچو رسالو موجود اٿس. هندي ۽ فارسيءَ ۾ بہ ڪلام چيائين. مثنويءَ ۾ هڪ ڪتاب اٿس، جيڪو "سڪندر نامہ" (نظامي) جو ترجمو آهي. سڪندر نامہ کي مرتضائي بہ ترجمو ڪيو. هي ڪتاب رزميہ شاعري جو هڪ سهڻو مثال آهي. سنڌي زرميہ شعر ۾ جتي واقعا ڪربلا جو تذڪرو ٿيو، اُتي ههڙن قصن سان سنڌي رزميہ شعر ۾ اضافو ٿيو. زراچي جو تعارف هيئن ٿئي ٿو:

سو آيو هلي مرد ميدان ۾،
ڪٽي گرزکي جنگ جوان ۾،
چوي آهيان مرد جنگي جوان.
زراچو منهنجو نام نالو نشان.

جي منهنجي اڳيان ڪو شينهن ڪيهر اچي،
تہ منهنجي هٿان رت ۾ سو رچي.
مثل اژدها رت ماڻهوءَ پيان،
نہ ماڻهو کهان بلڪ ماڻهو کيان.
نہ مون کي ڪنهن کان اچي شرم ٿو،
نہ دل کي ڪنهن تي ڪريان نرم ٿو.
ايئن چئي وڌائين پرونءَ تي گهنڊي،
وينو پاڻ ائين جيئن وهي ٿي لنڊي.

## مير عبدالحسين سانگي (1852-1924ع)

### ادا ڙي اسين آهيون عاشق مزاج

سنڌي غزل جو پورو پورو حق مير عبدالحسين سانگيءَ ادا ڪيو آهي. سانگي اڳين پوين غزل گو شاعرن ۾، فن ۽ فڪر تغزل ۽ اسلوب سبب مڙني کان مٿانهون آهي. پوين ۾ فقط واصف ئي هڪ اهڙو شاعر آهي، جنهن سانگيءَ وانگر غزل کي سنواريو ۽ پورو پورو حق ادا ڪيو. سانگي عشقيه ڪلام ۾ نهايت بيباڪ آهي.

سانگيءَ نثري تصنيف "لطائف لطيفي" (فارسي) کان سواءِ سنڌي ۾ ڪل ٽي ديوان مڪمل ڪيا. "ڪليات سانگي ڇپجي چڪو آهي. سنڌي" ۾ سانگيءَ جا ٽي ديوان هڪ منفرد مثال آهي. ٻئي ڪنهن به سنڌي شاعر جا ٽي سنڌي ديوان اڃا ظاهر نه ٿيا آهن. سانگي هڪ پر گو شاعر آهي. هو هڪ مضمون کي جدا جدا روپ ۾ بيان ڪري ٿو. وٽس فڪر جي بلندي موجود آهي. لفظن جو ذخيرو به گهڻو اٿس. رديف ۽ قافيي ۾ به خوب قابليت ڏيکاري اٿس.

سانگي سنڌ جي آخري ٽالپر حڪمران مير نصير خان جو پوٽو هو. هن سنڌ ۾ انگريزن جي صاحبيءَ ۾ جيڪي ڏٺو، تنهن سندس ذهن تي جيڪو اثر ڪيو، ان کي لفظن جو جامو پهرائيندي چوي ٿو:

جو اکين سان نه ڏٺو ڪنهن سو ڏسون ٿا يارو،
جو ڪنن سان نه ٻڌو ڪنهن سو ٻڌون ٿا يارو.

هو گذريل زماني کي ياد ڪري، دل تي انهن قصن کي آڻي ٿو، جيڪي ماضيءَ جو يادگار بنجي ويا آهن. مشهور عشقيه داستانن مان مثال وٺي ڪيئن نه مفهوم واضح ڪري ٿو:

گذري جي ويا سي زمانا ياد پيا،
وسري جي ويا سي ترانا ياد پيا
دل تي آيا وامق و فرهاد و قيس،
ڏسندي ئي دانا ديوانا ياد پيا.

ماڻهن جي دل گرانيءَ ۽ سرد مهريءَ بابت چوي ٿو:

ٿا ڏسون آهه دل گران هرڪو،
دوست دشمن جي دل تي بار آهيون.

سانگيءَ جي زندگيءَ ۾ اهڙو دور آيو، جڏهن هو واچوڙي وانگر پيو ڦرندو هو. درد هن جي دل تي اهڙا ديرا ڄمايا ۽ اهڙا صدما سنائين، جن سندس دل جو قرار کسي ورتو. ان صورت حال کي هيئن واضح ڪري ٿو:

دردن ڪئي ڌوم ڌام دل ناتوان تي،
صدما هزار منهنجي رسيا آهن جان تي.
واچوڙي وانگي ڦرندو وتان آءٌ روز شب،
آهيان ڪڏهن زمين تي ڪڏهن آسمان تي.

جنهن به انهن ڏينهن ۾ مير صاحب کي ڏٺو، تنهن سندس عقل کي سالم ڪونه سمجهيو. اُن جو ڪيس به احساس ٿي ويو:

جنهن مون کي ٿي ڏٺو، ٿي چيو تنهن چريو چريو،
پنهنجي پرينءَ ڏي مون جي ڏٺوٿي وريو وريو.

انهيءَ صدمي مان لنگهي پار پيو. ان جذباتي طوفان جي مانُي ٿيڻ تي هيئن اعتراف ڪري ٿو:

آهي سنگ سخت ڪان انسان سنگ دل،
جن ري نه دم سريو ٿي سو 'سانگي' سريو سريو.

سانگيءَ جي ڪلام ۾ 'داخليت' جو احساس قدم قدم تي ٿئي ٿو. جابجا هن جي ذات نظر اچي ٿي. هو عشقيه ڪلام ۾پنهنجي ذات ۾ حسن جي ڪارستانيءَ کي گڏوگڏ رکي ٿو. حسن جو اثر هن جي ذهن تي ڇانئجي وڃي ٿو. عشق جو اظهار بيباڪيءَ سان ڪري حسن جي سحر جو جڻ دليل ڏي ٿو. ڪٿي ڪٿي ته وڏي واڪي عاشق مزاجيءَ جو اعلان ڪري ٿو:

ادا ڙي اسين آهيون عاشق مزاج،
آهي سر اسان جي تي وارن جو تاج.

عشق بازيءَ ۾ ٿيو آهيان يڪتا،
مست آءٌ پاڻ کي سڏائيندس.

هوڏانهن حسن جي شوخي وري ان حد تي پهتل آهي، جو غمزه ۽ ناز حد کان مٿي آهي ۽ سوال جو مناسب جواب ڏيڻ به نه ٿو پڇي. سانگيءَ کي پنهنجي سوال جو جواب اجهو هي مليو ٿو:

چيم ڪر ڏيان اي دلدار آءٌ عبدالحسين آهيان،
چيئين تو وٽ اچڻ کان ڪربلا ڏي ڪاهي ويندا سين.

سانگي ان حسن جي جلوي کان حواس باخته آهي. هو حسن جي دربار ۾ وڏن وڏن کي نچندو به ڏسي ٿو. ان ڪري پنهنجي حالت تي ڪو گهڻو افسوس ڪونه ٿو ڪري. ڇو جو اهو حسن، شان وارن جا شان مٽيءَ ۾ملا ئي ٿو ڇڏي:

ويا شوخن جي سامهون شان نڪري شاندارن جا،
ڏٺم شان محبت ۾ مٽا ڪوڙيل متارن جا.

نوخيز محبوب جڏهن نينهن جا نورا پيرن ۾ پائيندا ته ڇا ٿيندو؟ سانگي جي لفظن ۾ 'سڄو عالم نچائيندا':

اهي محبوب نوخيزا سڄو عالم نچائيندا،
پرت مان نينهن جا نورا جڏهن پيرن ۾پائيندا.

سانگي حسن فطرت کان به گهڻو متاثر آهي. هن سنڌ جي ڪيٽين، ٿر ۽ جبل جو جيڪو نقشو چٽيو آهي، سو فطرت نگاريءَ جو سهڻو مثال آهي. جبل تي

گاهہ ڏسي چوي ٿو:

سنڌ تي ٿئن جبل جي آهي گاهہ،
جئن سهٽن جي آهن سينڌ تي وار.

بهار جي موسم جو ذڪر ڪندي هڪ طرف محاڪات جا اعليٰ مثال پيش ڪري ٿو ۽ ٻئي طرف فارسيت جو پورو پورو رنگ ظاهر ڪري ٿو:

شاهد گل ٿيو آهي رونق فزا،
چار سو بلبلن جا آهن چهچها.
صحن چمن ۾ پيون آهن اشرفيون،
آهي سخاوت ڪئي باغ سخا.
لاڏ مان سنبل جون ٿيون جعدون لڏن،
آهن ڪنٽهار ڪليا جابجا.
لعل ڪان ٿيو لال آهي گل انار،
موتين ڪان صاف آهن موتيا.
نرگس شهلا ٿي ڏسي ناز مان،
سوسن صد برگ سمن جا مزا.
ٿئي ٿو رتن جوت ڪان رونق ۽ رنگ،
سرخ ڪي گل ٿين تا ۽ ڪي صفا.
سبز آهي صحن چمن سر بسر،
قسمتون وياسين آهن ڪڙيا.
گل ڪي ۽ بلبل ڏسي پاڻ ۾،
دائودي دينار تصدق ڏنا.

سانگيءَ جي شاعري سنڌي غزل جو مثالي سرمايو آهي. هن حسن پرستي جو اصل تت پنهنجي ڪلام ۾ڏنو آهي. معاملو بوس و ڪنار تائين بہ ويو آهي. غزل ۾ اهوعيب ڪونهي، پر ادبيات جي ناصح ۽ محتسب ڪي اهي ڳالهيون اڪثر اخلاق ڪان ڪريل نظر اينديون آهن. سانگيءَ جي ڪلام مان هتي فقط هڪ مثال ڏيون ٿا:

جي سهڻو پاڻ سڏائي ويا،
البيليون اکيون اٽڪائي ويا،
چپ چاشنيدار چکائي ويا.
ستي سورن کي تہ جڳائي ويا.

فارسي اثر ڪي بلبل جي شرمساريءَ جي مثال سان واضح ڪندي چوي ٿو:

خجل بلبل ٿي جڏهن گل سان مقابل منهنجو ٿيو گل رو،
انهي حسرت سان ڏيڪاري ٿي پنهنجا داغ دل لال.

پر عاشق جو بہ جگر چاڪ ٿي چڪو آهي:

پنهنجون 'سانگي' ڪيون الله اميدون پوريون،
چاڪ سيني جا چڪي نيٺ جگر تي پهنا.

بلاي جان زلفن جو ذڪر ڪندي مشاطہ ڪي وچ ۾ آڻي ٿو:

چيو مشاطہ زلف نازنين آهن ننيا آخر،
بلاي جان تڏهن ٿيندا جڏهن هي پيچ پائيندا.

سنڌ ۾ غزل سرائي جو ماحول ڪونهي. نہ تہ سانگيءَ جو ڪلام ان معيار تي بلڪل پورو آهي. پر پنهنجي عشق جي ڳالهين بابت سانگي ڪي چٽڪ پڪ هئي تہ عشق جون ڳالهيون ڳوٺن ۾ ڳايون وينديون ۽ انهيءَ ڪري سندس ڪلام ڪي ڳائڻ وارا سازن تي ڳائيندا:

اسان جي عشق جون ڳالهيون ادا ڳوٺن ۾ ڳائيندا،
اسان جي نظم کي مطرب تہ سازن تي سرائيندا.

## مرزا قليچ بيگ (1855-1929ع)

نثر جي سلسلي ۾ مرزا صاحب جي ادبي خدمتون انيڪ آهن، جن جو تذڪرو اڳ ۾ ڪري آيا آهيون. مرزا صاحب شاعر بہ هو. طبعزاد ۽ ترجمو ٿيل شعر بہ گهڻا چيائين. نظم ۾ مرزا صاحب گهڻي قابليت رکندو هو. گدا، سانگي ۽ حامد جو همعصر هو. سندس هينيان ڪتاب آهن:

1- ديوان قليچ، 2- سواءِ خام 3- موتين جي دبلي، 4- املهہ مائڪ،
5- رباعيات عمر خيام 6- ڪشف الاعجاز، 7- چندن هار،8- عجيب جواهر.

انگريزي فارسي ۽ اردوءَ ۾ بہ شعر چيو اٿس. مرزا صاحب جا گهڻا غزل بہ ناصحانا آهن. مرزا صاحب سيني صنعتن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. ائين نہ چئبو تہ مرزا صاحب شعر ۾ فڪر جي اصليت کان خالي آهي، پر ايترو چئبو تہ شعر ۾ هو فني قابليت ٿو رکي ۽ فڪر ثانوي حيثيت وٺي بيهي ٿو.

## شمس الدين بلبل (1858-1919ع)

بلبل جي نثر نگاريءَ تي تبصرو ڪري آيا آهيون. سنجيدو ڪلام بہ چيو اٿس، پر نظم ۾ بہ هن جو موضوع گهڻو ڪري طنز ۽ مزاح آهي. بلبل جو ڪلام "ڪلامِ بلبل" ۽ "ديوانِ بلبل" ۾ڇپيل آهي. بلبل معاشري جي اڻنگي رفتار کي خوب ننديو. ماڻهن جي مڪاريءَ بابت چوي ٿو:

مرد ٿيا مڪار چؤ ڪهڙي چيم،
ڪي رنون ٿيون خوار چئو ڪهڙي چيم.

شيخ سعدي شيرازيءَ جي 'ڪريما' مان تضمين ڪندي طنزيہ انداز ۾ هينئن چوي ٿو:

پيارج ڪو بيروسڪيءَ جو پاءُ،
ڪريما ببخشا بر حال ما.
مٽان هي اسان کي منجهائن ملا،
نگهہ دار مارا زراه خطا.
ڪٽي پسنڙي کي ڪج ڪور ڪور،
نباشي ز گلزار فردوس دور.

بلبل کان پوءِ ٻيو وڏو طنز نگار محمد هاشم 'مخلص' ٿيو.

## مولوي عبدالغفور همايوني مفتون (1844-1919ع)

همايون جي رهاڪو هن بزرگ عالم "فتاويٰ" کان سواءِ هڪ ديوان پنهنجو يادگار ڇڏيو آهي. مولوي مفتون جي ديوان ۾ رنگين بيان ۽ مصرع ڪلام موجود آهي. سندس مشهور موزون ڪافي 'تنهنجي زلف جي بند... ڪيترن شاعرن کي ريس ڏياري پر اهڙو لفظن جو جڙاءُ ٻيو ڪوبہ شاعر رکي نہ سگهيو آهي. مولوي صاحب جي قابليت جو سندس موزون ڪافيون ۽ غزل زنده ثبوت آهن:

تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڌا زندان هزارين مان نہ رڳو.
1- تنهنجي جلوي جمال جي عشق گري، ٿيا ملڪ مطيع وسيع وري،
ڇا جن ملائڪ حور پري، دربان هزارين مان نہ رڳو.
2- ڪيئي گهايل تنهنجي گهور سندا، مخمور غفور مسرور سندا،
تنهنجي نور حضور ظهور سندا، نگران هزارين مان نہ رڳو.
3- ڪيئي ابرو تيغ شهيد ڪيا، ڪيئي ناز مزيد مريد ڪيا،
ري ناٽي ديد خريد ڪيا، سلطان هزارين مان نہ رڳو.
4- اي ماه لقا محبوب مٺا، تنهنجي ناز ادا تان جان فدا،
ٿيا دامن گير امير گدا، حيران هزارين مان نہ رڳو.

## مولوي الله بخش ابوجهو (وفات 1901ع)

اردو جي مشهور "مسدس حالي" جو سنڌي ۾ ترجمو ابوجهي ڪيو. ڪي بند پنهنجا بہ ان ۾ ملايائين. سنڌي زبان ۾ قومي قسم جو شعر عروضي طرز تي ڪجهہ ٻيو بہ آهي، پر هيئن هڪ مڪمل طويل نظم جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پهريائين هي ئي آهي. مولوي صاحب جي ترجمي جو نمونو هي آهي:

گنهگارن کان درگذر ڪرڻ وارو- بد انديش جي دل ۾ گهر ڪرڻ وارو،
فسادين کي زير و زبر ڪرڻ وارو- ڦتهڙن کي شير و شڪر ڪرڻ وارو.
حرا کان لهي پاڻ امت ۾ آيو،
نئون نسخہ ڪيميا تنهن پچايو.
مسدس حالي جو ٻيو ترجمو پوءِ غلام احمد نظاميءَ ڪيو.

## اسد الله شاه 'فدا' (وفات 1926ع)

ٽکڙ جي برگزيده ۽ عالم فاضل ماڻهن مان هو. سنڌي ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. علميت جي ڪري پاڻ 'علامہ' مشهور هو. سندس شعر ۾ وعظ ۽ نصيحت سان گڏ عشق جي چاشني بہ موجود آهي.

آهيان ڪشتہ تڏهن تا ناز مان ٻوڙيو اڇن،
لطف سان مون ڏي 'فدا' اهي ڏس سگان ڪوءِ دوست.

ٽکڙ جي شاعرن تي علامه فدا جي علميت ۽ شاعريءَ جو گهڻو اثر آهي. علامه فدا حقيقت ۾ ٽکڙ جي ادبي شخصيتن مان هڪ اهم شخصيت آهي.

## آخوند فقير محمد عاجز (1846-1918ع)

حيدرآباد جو هي شاعر صاحب ديوان آهي. سندس ڪلام گهڻو ڪري سمورو فارسي شاعرن جي غزلن جو تتبع ڪيل آهي. سندس لکيل هڪ قصو 'گلشن بهار' ڇپيل آهي. 'عاجز' جو سوٽ آخوند لطف الله به شاعر هو، جنهن مشهور قصو 'گل خندان' لکيو. عاجز جي شاعريءَ ۾ اصليت نه آهي. ان ڪري زبان جون غلطيون به ڪيون اٿس. مثال طور حافظ شيرازيءَ جي شعر مان هي شعر جوڙيو اٿس:

تنهنجي باغ وصل کان بهشت ٿيو آب،
۽ درد هجر کان تنهنجي وٺي ٿو دوزخ تاب.

مير عبدالحسين سانگيءَ جي تعريف ۾ هيئن چوي ٿو:

عبدالحسين مير ٿيو سر چشمه فيوض،
جهڙس سخا ۾ ناهه ڪو عالي جناب ڪٿ.
احمد عطا ڪريس خدا يار طولعمر،
ناهي سندس عديل ڪو گودون قبا به ڪٿ.
سانگيءَ جو شعر شرين موزون ويرنمڪ،
آهي 'گدا' به صاف فضيلت ماب ڪٿ.

## هدايت علي نجفي (1860-1942ع)

لالوءِ جي رانڪ جو هي صوفي منش 'تارڪ' تخلص ڪندو هو. سندس ديوان ڇپيل آهي. ان کان سواءِ ڪي ڪتاب لکيا اٿس، جن ۾ تاريخ "شعراءِ سنڌ" مشهور آهي. نفجيءَ جي ڪلام ۾ جوش و خروش گهڻو آهي. دنيا جي بي ثباتي سندس ڪلام جو خاص عنصر آهي. عشق ۽ جوش جنون جي عڪاسي به ڪري ٿو. دنيا جي ثباتيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

عيشق عشرت رنج راحت وصل هجرت چار ڏينهن،
عشق الفت يا عداوت آهي مدت چار ڏينهن،

نه رڳو شاهن جي شاهي ۽ ڪج ڪلاهي چار ڏينهن آهي پر مجازي محبوب جو جلوو ۽ جواني به چار ڏينهن آهي:

فرشاهي ڪج ڪلاهي سو سپاهي سپ گنر،
شان شوڪت ناز نعمت تاب حشمت چار ڏينهن.
يار جاني جي جواني جاوداني ڪين آهه،
محب مورت خوبصورت سر و قامت چار ڏينهن.

عشق جي راهه تي پيو سڀ ڪجهه نابود ٿي وڃي ٿو ۽ فقط عشق وڃي ٿو بچي. ڪثرت ۾ وحدت نظر اچي ٿي:

عشق جي اوقات ۾ ڪثرت جو ڪاروبار ڇڏ،
شهر ڇڏ دڪان ڇڏ واپار ڇڏ بازار ڇڏ.

محبوب جي زلف عنبرين جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

تنهنجي زلف عنبرين جي رشڪ کان ٿيو اي پرين،
عطر ڇڏ عود ۽ اگر ڇڏ نافهٔ تاتار ڇڏ.

دل ۾ ڪو درس پڙهڻ جي تلقين ڪندي صرف و نحو تفسير وغيره جي منع ڪندي چوي ٿو:

علم صرف ونحو تفسير و حديث و فقه ڇڏ،
درس دل جي ۾ وهي ڪو پڙه ڪتاب معرفت.

فقير نجفيءَ جي ڪلام ۾ رنديءَ ۽ مستيءَ جو پيغام موجود آهي. پاڻ کي ساغر نوش رند سڏيندي چوي ٿو:

اسان سي رند ساخر نوش آهيون مست متوالا،
جو صبح و شام جو شغل شراب ارغواني آهه.

## محمد هاشم مخلص (1860-1924ع)

شاعر ٺٽڙ، حافظ حامد جي گهر ۾ محمد هاشم جنم ورتو. جيڪو اڳتي هلي صحافت، طنزيہ ۽ هجويہ شاعريءَ ۾ 'مخلص' مشهور ٿيو. پنهنجي والد 'حامد' وانگر عوامي مقبوليت حاصل ڪيائين. تذڪره شعراءِ ٺٽڙ جو مولف لکي ٿو تہ ابتدا ۾ حافظ حامد پنهنجي پٽ کي شعر چوڻ کان منع ڪندو هو. پر پوءِ حامد کيس اجازت ڏني. مخلص اخبار نويسيءَ ۾ خوب جوهر ڏيکاريا. سندس شاعريءَ ۾ طنز، مزاح ۽ هجو غالب آهي. گدا سندس شاعريءَ ۾ استاد هو. هن معاشري جي ناسورن تي بہ ڪلام چيو ۽ هلڪو ڦلڪو مزاح بہ ڪيائين. مخلص جي شاگردن ۾ نظامي، جمع خان غريب ۽ سرشار عقيلي قادرالڪلام شاعر ٿيا. ظرافت ۾ زبانن جو مڪسچر ناهڻ ۾ بہ ماهر هو:

ديديم تمتمي را شخصي چڙهيده بوده،
گردن ۾ ان جي ڪالر ٽائي لڳيده بوده،

سب شاعران سنڌي افتاد در تعجب،
وه واه شعر هن کان وٺها وجيده بوده،

هماري ميم صاحب جون اکيون آهن هينئر لڳيون،
چيو بٽلر کي صاحب،پڪار آهستہ آهستہ .

پانن جي فائدي جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

مزي جهڙو ٿيو آهي تہ سائي پان ۾ رولو،
وڃائي رنگ قدرت جو وجهي دندان ۾ رولو.

پان سان گڏ سگريٽ بيڙي بہ :

ويو ملڪ ۾ وڌي اڄ سگريٽ پان بيڙي،
انسانيت جو سمجهن بلڪل ٿا شان بيڙي.

فيشن زدن جون خوب لاکون لاٿيون اٿس. موالين ۽ ڀنگوڙين جا بيان بہ گهڻا ڪيا اٿس. ڪنهن تي ڪاوڙيو هو تہ منتن ۾ هجو لکي وٺندو هو. سنجيدو ۽ عشقيہ ڪلام بہ چيو اٿس:

ڇا ساڻ ڏيان يار جي دندان کي تشبيهہ،
ڪنهن جاءِ تي اهڙو ڪو گوهر نہ ملي ٿو.

## حافظ محمد هارون دلگير

مخلص جو همعصر ۽ ٽکڙ جو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام فارسيءَ ۾ گهڻو آهي. ٿورڙو سنڌي ڪلام بہ چيو اٿس. دلگير جو ڪليات شايع ٿيل آهي. سنڌي ڪلام بہ سليس نہ اٿس. نمونو هي آهي:

بي ڪوشش و بي جهد ثمر ڪنهن کي ملي ٿو!
بي غوطہ زني گنج گوهر ڪنهن کي ملي ٿو!
بي خوف پيئڻ لقمئہ تر ڪنهن کي ملي ٿو!
بي جور ڪشي تاج و ظفر ڪنهن کي ملي ٿو!
بي محنت ۽ رنج جي زر ڪنهن کي ملي ٿو!
بي ڪاوش جان، علم و هنر ڪنهن کي ملي ٿو!
جي رتبہ والا جا سزاوار ٿين ٿا،
پهرين سي مصيبت جا طلبگار ٿين ٿا.

## حافظ محمد عبدالله بسمل (1886-1950ع)

بسمل دلگير جو پاءُ هو. ابتدا ۾ پنهنجي والد حافظ محمد يوسف ۽ پوءِ دلگير کان اصلاح ورتائين. ٽکڙ ۾ علميت ۽ فارسيءَ جي ڄاڻ ۾ بسمل آخري بزرگ هو. بسمل جي "مثنوي محمدي" ڇپيل آهي. سندس بيو ڪلام عشقيہ، ناصحانو ۽ قومي آهي.

عشقيہ ڪلام ۾ هن وٽ استادانہ رنگ آهي. محبوب جي مشهوري جذبہ عشق جو نتيجو آهي. ان خيال کي بسمل هيئن ادا ڪيو آهي:

منهنجي خواهش ڪئي سندس حسن جي بازار گرم،
ورنہ عشاق ۾ ائين يار تہ مشهور نہ هو.

يار جي خمدار ڪاڪل کي زنار سڏي ٿو:

منهنجي گردن ۾ وري وجهہ ڪاڪل خمدار کي،
بت پرستن واسطي زنار جو کهڙو ضرور.

يار کي ستمگر هر ڪنهن شاعر سڏيو آهي. مسيحا بہ يار کي ئي سڏيو اٿن. اهو محبوب جڏهن عاشق دلگير ڏي اچي ٿو تہ موت بہ موٽي وڃي ٿو. تقدير ان

خيال ۾ ڪيئن نہ رمز رکي آهي:

موٽي تو وڃي موت، رسي گر تو ستمگر،
تقدير بہ ڇا آهہ تي قاتل جي هٿن ۾.

آرزو دل جو دل ۾ رهي ٿي. ارمان پورا ٿي نٿا ٿين، زندگيءَ جا آخري لمحا اچي ٿا پهچن:

آخرين دم ۾ ڪيم عشق جي حالت معلوم،
جان وئي دم ويو پر دل جو نہ ارمان نڪتو.

بسمل جو قومي ڪلام، مسلمانن کي خواب غفلت مان سجاڳ ڪرڻ بابت آهي. سنڌ جي بمبئي کان جدائي تي بہ هڪ طويل نظم لکيائين، جنهن ۾ هن سنڌ وارن کي نئين عزم سان اڳتي وڌڻ جي تلقين ڪئي ۽ اندروني دشمن کان بہ خبردار ڪيائين. ٽکڙن ۾ حافظ شاهہ، علامہ اسد الله شاهہ فدا، خواجہ محمد حسن جان ۽ ميران محمد شاهہ ثاني جهڙا عالم، شاعر ۽ دانشور پيدا ٿيا، پر بسمل جي شاعرانہ عظمت جو هرڪو معترف آهي.

## غلام احمد نظامي (1895-1950ع)

ڪراچيءَ جو هي دانشور نثر ۽ نظم ۾ يگانو هو. مسدس حالي، جو ترجمو ڪيائين. سندس ڪلام جا بہ مجموعا "بياض نظامي" ۽ "رياض نظامي" ڇپيل آهن،قومي ڪلام شايع ٿوڙي عشقيہ ڪلام ڇپيو اٿس. نظامي هڪ برجستو شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو ڪلام بليغ ۽ فصيح آهي. عشق کي لڪائڻ جي ڪوشش ناڪام جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

مون ڪئي ڪوشش گهڻي ٻاهر نہ نڪري ٻاڦ ڪا،
عشق منهنجو ويو مگر رسوا سر بازار ٿي.

غزل سان گڏ نظم ۽ قومي ڪلام جي ڪري نظاميءَ کي سنڌي عروضي شاعريءَ ۾ گهڻي اهميت آهي. سندس ڪلام زبان ۽ بيان جي لحاظ کان مايہ دار ۽ معياري آهي.

## محمود خادم لاڙڪاڻوي (1895-1960)

جميعت الشعراء جو سرگرم ڪارڪن هو. مشاعرن جو مور هو. علم عروض بابت ڪتاب "رياض البلاغت "لکيائين. محمود خادم جي ڪلام ۾ جدت ۽ معنيٰ آفريني آهي. فارسي اثر جو مبلغ هو. سندس شاعري پوءِ گل، نالہ دل جو هڪ نمونو آهي. يار کي دل جي گهر ۾ وينل ڏسي چوي ٿو:

گهر ۾ دل جي ٿو رهي دلدار مثل بوءِ گل،
عاشقو مون کي تہ اهڙو آ مليو ان جو سراغ.

خادم شعر جي فن ۾ استادانہ دسترس رکندڙ هو. سندس دؤر عروضي شاعريءَ جو هڪ درخشان دؤر هو. هن دور مان ڪي شاعر اڄان انهي نهج تي هليا اچن.

## قادر بخش بشير

پهريائين حقير تخلص ڪندو هو. نظامي ۽ محمود خادم جو همعصر هو قادر بخش بشير جو گهڻو شعر ادبي رسالن ۾ ڇپجندو رهيو. شايد 51-1952ع ڌاري گذاري ويو. هڪ شعر اٿس:

چاريون ۽ ڪبر، سبز ڏسڻ ۾ ٿا اچن اڄ،
جن ملڪ ڪيو آهه، مزيدار ڏسي وڃ.

## جمع خان غريب (1885-1953ع)

محمود خادم جو همعصر ۽ يگانو شاعر هو. غريب ان وقت جي علمي ادبي محفلن ۽ مشاعرن سان وابسته رهيو. ادبي ذوق رکندڙ ۽ قادر الڪلام شاعر هو. سندس ڪلام ۾ وزن جي پختگي ۽ بندش جي چستي اوليت رکي ٿي ۽ خيال جي پرواز ان کان پوءِ "گل نوبهار" سندس ڪلام جو انتخاب آهي.

## غلام علي مسرور(1893-1953ع)

شڪارپور جي هن صوفي شاعر جو ڪلام وعظ ۽ نصيحت سان پر آهي. سندس مشهور مسدس "وهيرن جو هار" ڇپيل آهي. مسرور، بيدل جو معتقد هو. غزل ۾ به توحيد جي تنوار اٿس. سندس ڪلام جو نمونو هي آهي:

نه ڏينهن ڏنو نه رات ڇتي نه شمس قمر شهاب عجب،
نه سرد گرم نه ريت متي نه جاڳ رهي نه خواب عجب،

نه بيگ نه ڪي حقير اتي غريب گدا امير اتي،
غلام علي فقير اتي نه ڏوهه نه ڪو ثواب عجب.

## مراد علي ڪاظم(1901-1954ع)

روهڙيءَ جو هي با ڪمال شاعر عروضي ڪلام چوڻ ۾ پنهنجي همعصر دور ۾ نشانبر هو. سندس ڪلام جدت، جوش ۽ معنيٰ آفرينيءَ جو مظهر آهي. ڪاظم سخن جي خداداد قابليت تي فخر ڪندي اشارتن چوي ٿو:

دلچسپي عالم ٿو رکي شعر خداداد،
خوبي سخن آهه نه جاگير ڪنهن جي.

## نواز علي نياز جعفري (1892-1959ع)

نياز جعفري لاڙڪاڻي جو قادر الڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. سندس غزل، نظم مسدس ۽ مخمس وغيره ڇپيل آهن. فطرت جي حسن جي عڪاسي پنهنجي طويل 'نظم جذبات فطرت' ۾ ڪئي اٿس. جيڪو نئين زندگي ۾ ڇپيل آهي.

رکان ڪيئن آسمان ۾ آسرو مان خير خواهيءَ جو،
جڏهن خود نفس پنهنجي ڪي ئي پنهنجو ٿو عدو سمجهان.

هو سمجهي مون کي رانديڪو سڏي ۽ دل کي وندرائي ،
زياده هن کان پنهنجي خاڪ جي ڇا آبرو سمجهان.

غزل ۾ اشاريت ۽ سوز و گداز نياز وٽ هڪ منفرد انداز ۾ ملي ٿو. هن جدائيءَ جي احساس ۽ وڇڙي ويلن کي هيئن ياد ڪيو آهي:

ڇڏي ويا مون کي غربت ۾ زمين وارا زمان وارا،
ڏسي مون تي ستار ڀي کلن ٿا آسمان وارا.

اندر کي آسرو جن جو ۽ دل کي ڀروسو جن جو،
الائي ويا هليا ڪاڏي، اهي شيرين زبان وارا.

## محمد بخش واصف حيدرآبادي (1892-1954ع)

عروضي شاعرن جي هن لڙهيءَ ۾ واصف هڪ انمول موتي آهي. نثر ۾ به ديني ۽ اخلاقي ڪتاب لکيائين. سندس ديوان ڇپيل آهي. واصف جو ڪلام معنيٰ آفريني ۽ جدت جو هڪ نمونو آهي. بلند خياليءَ ۾ واصف يڪتا آهي. عاشق جي جذبن جي پوري ترجماني ڪئي اٿس. حسن جا ڳڻ به خوب ڳايا اٿس. عاشقانه آه و فغان، سوز ۽ درد منڌي سندس ڪلام ۾ جابجا آهي.

يار کي ڪهڙي سوغات جي گهرج آهي؟ پر عاشق وٽ ڇا آهي؟ فقط هڪ شوريده سر. اهو پيش ڪرڻ لاءِ عاشق تيار آهي. واصف چوي ٿو:

ڪافي ٿيا هي ڳوڙها جي گوهر نٿا رکون،
سر ٿا رکون اي يار اگر زر نٿا رکون.

بي سر و سامانيءَ سبب حسن جي طرفان دڙڪا ملن ٿا، ڇي منهنجي گهٽيءَ مان نڪري وڃو. پر عاشق ٻئي طرف ڪيڏانهن وڃي :

نڪري وڃو گهٽي مان چوي ٿو ڪٿي وڃون؟
هن در سواءِ دوست ڪوئي در نٿا رکون.

محبوب جي ڪليل وارن بابت چوي ٿو ته اهي پريشان زلف، عاشقن کي پريشان ڪري ٿا ڇڏين:

ڇوڙي گهمين ٿو وار تون، پر ڪا خبر اٿئي؟
عاشق ٿين ٿا تنهنجا، پريشان نوان نوا.

عاشق جي بيقراريءَ ۽ گريه و زاريءَ کي ڪڪر جي وسڻ ۽ رعد جي رڙ توڙي کنوڻ سان ڀيٽي ٿو:

مثال ابر گريان آهيان، مثل رعد دانهن ۾،
مثال برق جي ڪو بيقرار آهي ته مان آهيان.

محبوب خود مسيحائي ڪرڻ بدران زخمن تي لوڻ ٻرڪي ٿو:

ٻرڪي نمڪ کي زخم تي مرڪي مٺي ڇيو:
غمگين ٿي نه، توکي اسين شاد ٿا ڪريون.

هڪ طرف شاد ڪرڻ جا دلاسا آهن ته ٻئي طرف غيرن سان مجلسون جاري آهن. وري الزام ڪي به ڪوڙ پيو سڏيو وڃي. روز ڪو ڪوڙا طوفان ڪو نه اٿندا آهن:

ڪلهه غير وٽ وئين ته رقيبن سان اڄ گهمئين،
ڪوڙا اٿن نه روز تا طوفان نوان نوان.

واصف حسن جي هوشربائي ۽ سراپا بيان ڪرڻ ۽ محاڪات جا لوازمات باقاعدي نباهيا آهن ۽ لفظن ۾ تصوير ڪشي ڪئي اٿس، جيڪا هر ڪنهن جي وس ۾ ناهي. محبوب هٿن تي مينڌي لڳائي ٿو ته سو ڇا آهي؟ زلف ڪولي ٿو ته مراد ڪهڙي اٿس؟ رنگين پوشاڪ پهرڻ سان مقصد ڪهڙو اٿس؟ سرمو ٿو پائي ته ڪنهن تي حملو ڪرڻ ٿو گهري؟ عاشق جو ڪهڙو حال ٿو ٿئي؟ انهن سوالن جا جواب واصف ڏي ٿو:

دست رنگين تي جو مينڌي ڪـي لڳائـي نڪـتين،
خون عاشق جو عـجب رنـگ رچائـي نڪـتين.
زلف چوڙي جو ڪلهن تي تون هلئين سير جي لئه،
مرغ دل ڪاڻ مگر دام بنـائي نـڪـتين.
پنهنجي پوشـاڪ ڦـڪـائيءَ ڪان گلن ڦـاڙي ڇڏي،
چولو پٽ جو تون پرين صـبح جو پائـي نڪـتين.
سرمي جي ڪاني نه آهي هـيءَ ڪمـانـي ليـڪـن،
فوج مژگان جي ڇا عاشق تي سنيائـي نڪـتين.
ڪو چئه يار مان ڇا عاشق توکي ٿيو حاصل واطف
دل ڦرائي ميان ناموس وڃائـي نـڪـتين.

واصف جي ڪلام ۾ تشبيهه استعارو گهڻو اچي ٿو. غزل ۾ حسن ۽ عشق جو تذڪرو نهايت سهڻي انداز ۾ ڪري ٿو. ٻين لفظن ۾ واصف حسن ۽ عشق جو شاعر آهي. انهن مضمونن کي شاعرانه فن جي وسيلي نهايت خوبصورت انداز ۾ ٻڌي ٿو.

## حافظ حيات شاهه حافظ (1875-1955)

اصل پنجاب جو رهاڪو هو. عشق جي آڙاهن ۾ سڙندو پڇندو سنڌ ۾ اچي نڪتو. حيدرآباد کي پنهنجو گهر بنائي رهيو. اکين جي روشني ضايع ٿي ويس پر دل جي روشنيءَ کي ڪلام ۾ پـري ڇڏيائين. نثر ۾ پنهنجي درد ڀرئي داستان کي "سلطانه بيگم" ۽ "وڇڙيلن جو ميلو" ڪتاب ۾ لکيائين. ديوان ڇپيل اٿس. غزل ۾ درد ۽ رقت گهڻي اٿس:

جيئري سو ستمگر نه ڪڏهن آيو پڇڻ لئه،
ڪانڌي جي مرڻ بعد سڄڻ ٿئي ته وڏو بخت.

عشق حافظ حيات شاهه کي ڏاڍا ذهني عذاب ڏنا. محبوب جي وڇوڙي هن کي عجيب وادين جا سير ڪرايا. هوندا اميديءَ جي سرحدن تي اچي بيٺو ۽ سندس

اندر مان هي آواز نڪتو:

ڪاتي ڪا ڪيي قرب جي يا ناز جو خنجر،
جلاد ڪري جلد ڪهڻ لاءِ ڪڍهن اچ.

ڪٿي ڪٿي غزلن ۾ نظم وارو تسلسل به اچي ٿو. اهڙي تسلسل ۾ هو ننڍپڻ جي ياد گيريءَ جا پاچا ڏسي ٿو:

ياد پل پل ٿا پون ننڍپڻ جا منڙا ڏينهڙا،
ملهه وٺان جيڪر ملن ننڍپڻ جا منڙا ڏينهڙا.
هاءِ والد ري جا غربت ۾ مصيبت مون ڏٺي،
مان ڪٿي ۽ ڪٿ وطن، ننڍپڻ جا منڙا ڏينهڙا.

اهي منڙا ڏينهن به حافظ کي نه وساريا هئا. جن ۾ ڪو درد نه هو، ڪو فڪر نه هو. ڪا بيماري نه هئي ۽ ڪا مجبوري نه هئي:

هاءِ منڙا ڏينهن سي جن ۾ ڪا بيماري نه هئي،
ڪاڻ هئي ڪنهن جي نه، ڪنهن سان دشمني ياري نه هئي.
حسن جي گرميءَ اجان دل تي نه ڪيڙو هو اثر،
سوز ۽ سڪ جي بدن تي باهه ڪنهن باري نه هئي.
رات منڙي ننڊ لئه ۽ ڏينهن ڪليل چرچي لاءِ هو،
ڪنهن ڏي دل مائل نه هئي ۽ ڪنهن ڪنا عاري نه هئي.

## محمد صديق مسافر (1879-1961ع)

مسافر صاحب ڪيترائي علمي، ادبي ۽ درسي ڪتاب لکيا. سندس ڪليات ڇپيل آهي. شعر گهڻو ڪري ناصحانو اٿس. عشقيه ڪلام ۾ به هو نهايت سنجيدو نظر اچي ٿو. درد ۽ غم جو اظهار ڪنهن سان ڪرڻ کپي، تنهن لاءِ چڻ صحيح صحيح صلاح ڏيندي چوي ٿو:

ٿهن دردمندن سان دم ڪهڙا ڪهڙا،
ڪجن غير محرم سان غم ڪهڙا ڪهڙا.

مسافر جي غزل ۾ به نظم وارو تسلسل آهي:

نه جن جي ڪڏهن درد دلڙي دکائي،
انهن ساڻ اوريون الم ڪهڙا ڪهڙا.

يار جي دڙڪن ۾ به ڪا چڱائي آهي. ڪا حڪمت آهي. مسافر چوي ٿو:

دڙڪا ڏئي مسافر ڪنهن وقت جي محب،
حڪمت تنهن ۾ آهه هزاري عجب عجب.

مسافر جو مشهور نظم 'رات ۽ ڏينهن جو جهيڙو' اڳي ڇهين درجي جي انگريزي لاءِ رکيل سنڌي نصاب ۾ شامل هوندو هو. ان نظم جي آخر ۾ شاعر طرفان رات ۽ ڏينهن کي نيڪ مشورو ڏنل آهي. آخري بند آهي:

ڪنهن موج ۾ مسافر ڪٿ هو پيو ڏڙو ٿيو،
ٻڌنديئي هل هنگامو مهڻي اکيون ڪـڙو ٿيو،
جي جو اي رات راٿي ڏينهن تـوکي آ ڪـڙو ٿيو،
تون ٻڙي تـ ڇا جي هوئي ڪٿي ٻـڙو ٿيو.

## پرسرام ضيا

اصل نوابشاهہ جو هو. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت هليو ويو. پرسرام ضيا مشاعرن ۾ شعر پڙهندو هو ۽ هر طبقي کان داد وٺندو هو. ڪيترن ماڻهن ڪي سندس نعتن جي لاءِ اهو خيال ويٺل آهي تہ اهي ڪنهن مسلمان شاعر جون لکيل آهن. گهڻو وقت اڳي سندس مجموعو "تصور احساس" ڇپيو هو. ضيا نظم، غزل ۽ ٻين صنفن ۾ سهڻا خيال پيش ڪيا آهن. سندس ڪلام ۾ اردو شاعرن جا ترجما بہ ملن ٿا. ڪٿين اڌارا خيال بہ ورتا اٿس. اختر شيرانيءَ جي هڪ نظم 'اي ديس سي آني والي ٻتا' جو پاڇو پرسرام ضيا جي هڪ مخمس تي پيل آهي. هڪ بند هي آهي:

دوستن ۾ اها اڳ واري محبت نہ رهي،
گوپ گوپال ۽ گرڌر ۾ لياقت نہ رهي.
عرس موسي ۽ خميسي ۾ سا الفت نہ رهي،
القصہ ڪنهن کي محبت جي ضرورت نہ رهي:
حال ڪهڙو تو پڇين دوست وطن وارن جو.

رسول ڪريم جن جي حضور ضيا ڪيترين نعتن ۾ عقيدت جا گل نڇارو ڪيا آهن:

ڪاش مون کي شاه يثرب لئہ محبت ٿي پوي،
زندگي منهنجي ئي منهنجي لاءِ جنت ٿي پوي.
گو مسلمان ناهيان پر معتقد آهيان ضرور،
ڇا ٿي پوندو جي ضيا مقبول الفت ٿي پوي.

رباعي هڪ مقبول ۽ مشڪل صنف آهي، جنهن ۾ خيال جي ادائيگي ۽ تاثر لاءِ شاعر جو بلند پرواز هجڻ ضروري آهي. ضيا رباعيون بہ چيون آهن. سور پيڻ باٻت پنهنجو رايو ڏيندي چوي ٿو:

سور پيڻ چاهين چڪو مـي جو پي،
پي پاڻ کي ڏايو ڪري جڳ ۾ تـون جي،
سورن جو توکي هوش ۾ ٿيندو احساس،
ان لاءِ چڱي آهـي ضيا بيهوشي.

عشقيہ ڪلام ۾ ضيا نهايت بليغ آهي. غزل جو روايتي رنگ هن وٽ پنهنجي پوري آب و تاب سان موجود آهي. خنجر ابرو سان بسمل ٿيڻ لاءِ تيار آهي:

خنجر ابرو سان جي بسمل ڪرڻ چاهين تہ ڪر،
پر خدا جي واسطي مشق جفا کان منهن نہ موڙ.

مجموعي طور ڏسبو تہ پرسرام ضيا جي شاعريءَ ۾ حسن ۽ عشق جا مضمون وڌيڪ آهن. سندس ڪلام کي عام مقبوليت تي جو ماسٽر چندر سندس ڪيترا غزل ڳايا. مير علي نواز ' ناز' ( وفات 1935ع) جو ڪلام بہ سنڌ ۾ ائين مشهور ٿيو.

اڄ ڪلهہ جيڪي شاعر علم عروض تي ڪلام پيا چون ۽ عروض کي شعر لاءِ فخر سمجهن ٿا انهن جي بہ هڪ طويل فهرست آهي. هنن شاعرن ۾ ڪي اهڙا بزرگ آهن، جن گذريل پنجاهہ سالن کان هن فن ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاريا آهن، هنن ۾ ڊاڪٽر، شيخ محمد ابراهيم خليل، ليکراج عزيز ' حافظ محمد احسن' ۽ ڪي ٻيا بزرگ اچن ٿا.

## ڊاڪٽر خليل

موجود، وقت ۾ خليل صاحب جي علميت ۽ سندس شاعري سنڌي زبان ۾ مڃيل آهي. سندس تصنيف" رهنماءِ شاعري" (ٽي ڀاڱا) سنڌي شاعرن لاءِ رهنمائيءَ جو باعث ٿي آهي. ڊاڪٽر صاحب کي شعر جي مڙني صنفن تي دسترس آهي. پاڻ ڪيترن ئي نون شاعرن جا استاد آهن. قصيدا، غزل، نظم ۽ مثنويون لکيون اٿن. جيڪي ڄاڻن کان داد وصول ڪري چڪيون آهن. هونئن هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿن. سنڌي عروضي ڪلام ۾ ڊاڪٽر صاحب جو وجود هڪ طغياني آهي، بقول سندن:

آهہ ٿي اکين ۾ اڄ ڳوڙهن جي طغياني وري،
ٿي نظر ٻيڙي اچي عالم جي طوفاني وري.

## ليکراج عزيز

عزيز صاحب ڀارت وڃڻ کان اڳ (1938ع ۾) پنهنجو، ڪليات شايع ڪيو. ڀارت وڃي کي مجموعا ڇپايا اٿس. جهڙوڪ" صراحي آبشار" "پيغام عزيز " "۽ پڇتاءَ جا لڙڪ".

ڪليات تي مقدمو حافظ بسمل لکيو. جنهن عزيز جي شاعرانہ عظمت جو اعتراف ڪيو آهي. "ادب ۽ تنقيد" ۾ ڊاڪٽر خليل سندس ڪلام جي معنوي ۽ فني خامين جي نشاندهي ڪئي آهي.

عزيز جو ڪلام ڪٿي تمام ڏکيو آهي. مشڪل لفظن سان ايترو پر آهي جو سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي. ڪيترو ڪلام سليس بہ آهي. در تي ڪتر ٿيڻ جو اصطلاح هيئن آڻي ٿو:

در تي ڪتر ٿيا جي شاهہ ڇا گدا،
ڪير آهين تون عزيز اچين جو شمار ۾.

## حافظ محمد احسن

حافظ صاحب بہ گهڻو عروضي ڪلام ۽ ڪافيون بہ چيون آهن. ڪيس هن فن ۾ گهڻو تجربو آهي. نثر ۽ نظم جا ڪيترا ڪتاب ڇپيل آهن. جن ۾ "رباعيات

احسن" به آهي. حافظ صاحب جو گهڻو لاڙو نعتيه ڪلام ڏي آهي. غزل جو روايتي انداز به وٽس موجود آهي. عشق جي آتش بابت هڪ رايو ڏي ٿو:

اکيون منهنجيون ٻرن، سيني ۾ سوزش ۽ تپش دل ۾،
ائين هر گهر ۾ اچ ٿي عشق جي آتش فشاني آهه.

ڪيترا شاعر آهن، جن عروضي ڪلام سان گڏ بيت ۽ ڪافيون به چيون آهن، جهڙوڪ: مرحوم سرشار عقلي، مخدوم طالب المولىٰ، غلام محمد گرامي مرحوم، حسين بخش خادم، بيخود حسيني مرحوم،محمد خان غني مرحوم، منظور نقوي، احمد خان مصراڻي، سليم هالائي، عبدالقيوم صائب، هروملي سدارنگاڻي، سرور علي سرور مرحوم، علي محمد مجروح، عارف المولىٰ مرحوم، عطا محمد حامي مرحوم، سليم ڳاڙهوي، محمد حسن ساز، دين محمد اديب، غلام احمد بيدم،قلب علي تڪلو، رشيد لاشاري مرحوم،اظهر گيلاني ، مولانا محمد نورنگ زادو مرحوم، محمد جمن هالو، ساجد سرشاري، معمور يوسفاڻي، ولي سرشاري، عبدالڪريم پلي، هري دلگير، احسن الهاشمي، انور هالائي، فيض بخشاپوري، گل نصرپوري مرحوم، عمر الدين بيدار، سردار علي شاهه ذاڪر مرحوم، عبدالله خواب مرحوم، محمد موسىٰ راز مرحوم، شعبان بخت، شيخ عبدالرزاق راز، عبدالڪريم گدائي مرحوم، محسن ڪڪڙائي، وفا ناٿن شاهي ۽ احمد علي مفلس وغيره. هنن مان ڪن شاعرن جا مجموعا به شايع ٿيا آهن.

## طالب المولىٰ

مٿئين فهرست مان ڪي شاعر اهڙا به آهن جن عروضي ڪلام جي صنفن تي طبع آزمائي ڪرڻ سان گڏ بيت ۽ ڪافيءَ ۾ به نهايت اعلىٰ معيار قائم رکيو آهي. نه رڳو ايترو پر هڪ خاص حلقي تي اثر انداز به ٿيا آهن. انهن ۾ مخدوم صاحب محمد زمان طالب المولىٰ جو اسم گرامي سڀ کان اول اچي ٿو. مخدوم صاحب جي ڪافين ۾ سوز و گداز جو اڻ کٽ خزانو آهي. سندن ڪلام محبت ۽ مجاز جو هڪ جيئرو جاڳندو مثال آهي. غزل ۾ به محبت جي مام کي پنهنجي مخصوص انداز ۽ نرم لب و لهجي ۾ لڪائين ٿا. اهڙي طرح سندن رباعين ۽ ٻين صنفن ۾ به فڪري گهرائي ليي ٿي. پنهنجن همعصرن تي چڱو اثر به ڪيو اٿن. خاص طور پنهنجي تر ۾ اسرندڙ شاعرن تي سندن ڪافي اثر آهي. ڪيترائي شاعر سندن رنگ ۾شعر چون ٿا.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون

1- ٻوڏ ' جيءُ' جو ضد آهي.

2- پروفيسر بدوي، " تذڪره لطفي" جلد ٢ ۾ دلپت جي گرو آسرداس جو ذڪر ڪندي، ان جي نالي هڪ غزل ڏنو آهي، جيڪو صوفي آسورام جو آهي. مطلع اٿس:

لاغرض سان لاشڪ ڇاڻي مون نينهن لاتو،
جيڏيون دعا ڪجو تان نبهي اچيم ناتو.

3- ٻلي، عبدالڪريم : "ونجارن وايون" اسلاميه پرنٽنگ پريس ،حيدرآباد. 1961ع ص ص 11-12.
4- سانوڻ فقير جي وفات انداز 1935ع ڌاري ٿي. ڏسو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو مرتب ڪيل ڪتاب "نڙ جا بيت " سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد. 1970ع مقدمو ص -14.
5- بي پتيو نه : جنهن ڪتاب "نڙ جا بيت " ۾ ڏنل آهي. ص 8 ۽ 162.
6- عروضي شعر کان متاثر تي اڪثر محققن، پراڻي سنڌي شعر کي غير موزون ۽ عروضي ڪلام کي موزون قرار ڏنو. حقيقت ۾ پراڻو ڪلام چند وديا تي آڌاريل آهي. هتي عروضي ڪلام مان مراد واضح ڪيل آهي ۽ موزون ڪلام نه سڏيو ويو آهي.
7- غني، محمد خان: "سنڌ جي جديد شاعري" 1936ع.
8- بدوي، احسان احمد: "،سانگي- شخصيت ، فن ۽ ڪلام " ٽيڪنيڪل پرنٽرز ڪراچي، 1965ع ص ص14-15.
9- اسد، اسد الله ٽکڙائي: " تذڪره شعراءِ ٽکڙ" ، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي. حيدرآباد 1959ع ص ص 18-19 ۽ 20
10- آزاد، محمد حسين: "سخندان فارس" ڇاپو پهريون، شيخ مبارڪ علي تاجر ڪتب لاهور. 1950ع، ص 167.
11- آخوند صاحب حج تي ويندي ديوان بمبئيءَ ۾ ڇپايو.
12- آخوند محمد قاسم ولد محمود هالائي هڪ ٻيو به شاعر آهي، جنهن جو فارسي قصيدو 'هالا ڪندي' مشهور آهي.
13- پروفيسر بدويءَ، مرتضائيءَ جا ڪي غزل پنهنجي مقالي ۾ ڏنا آهن. ڏسو مهراڻ جلد2 نمبر 4-1947ع.
14- "ديوان مفتون" سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي ۽ نياز همايونيءَ ترتيب ڏنو آهي.

## باب ٽيون

# جديد شاعري

### ابتدا

جديد شاعريءَ جو جنم ڪڏهن ٿيو؟ ان لاءِ 1935ع کان وٺي 1943ع وارو دؤر ذهن ۾ رکي سگهجي ٿو. سخت گير عروضي 'جديد شاعري' کي شاعري ڪري ڪونہ ٿا تسليم ڪن. ان جو ٻهريون سبب اهو آهي تہ جديد طرز جي شاعرن هڪ نئين را اختيار ڪئي. عروضي ڪلام ۾ هيئت (Form) ۽ مواد (Contents) جي جيڪا تبديلي آئي، سا هڪ وڏي تبديلي آهي ان تبديليءَ کان اڳ ڪشچند بيوس (1885-1947ع) جي شاعري اچي ٿي. بيوس جو ننڍڙو مجموعو "شيرين شعر"-1937ع ۾ ڇپيو. ڪن حلقن ڪيس شاعر تسليم ڪرڻ کان ئي انڪار ڪري ڇڏيو. بيوس جي ڪلام ۾ وطني ماحول ۽ وطني تشبيهن جو جلوو ڏسي ائين ڪيو ويو. ان وقت اڪيلو بيوس ئي هو، جيڪو عروضي شاعريءَ جي وچير ان جي مضمونن کان آجو ٿيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هن موضوعن ۾ تبديل آڻي، انفراديت قائم ڪئي. بيوس پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي بنياد تي محسوس ڪيو تہ غيروطني شين مان ڪجهہ ورڻو سرڻو نہ آهي.

هيءَ هڪ مجيل حقيقت آهي تہ اسان جي زندگيءَ جو نقشو جيترو وطن جي مانوس شين جي تشبيهن سان واضح ٿئي ٿو، اوترو غير مانوس ماحول ۽ ٻاهرين شين جي مثال ۽ مشابهت سان واضح نٿو ٿئي. بيوس سوسن و سنبل، ياسمين ونسترن ، لالہ و نرگس جي تشبيهن بدران فقط گل استعمال ڪري پنهنجي مراد چٽي ڪري ٿو:

گلن اندر سرهاڻ ترين ٿو-
موتين سان مهراڻ پرين ٿو-
هيرا لال هزارا - قدرت وارا.

بيوس وٽ نہ ڪو مقتل نہ ڪو دشت صحرا، چمن ۽ گلستان ! هن وٽ پنهنجي وطن جو فطري ماحول آهي، جنهن ۾ مهراڻ موجزن آهي. زمين ۽ آسمان، پکي پکڻ، وڏي ڳالهہ تہ ڪڙ ڪبيتو بہ وٽيس ٿو:

چا ڪڙ ڪبيتي کي آهي ڪنوڻ ڪنين ۾،
بجلي بتي ڦري ٿي گويا گلن ڦلن ۾.

هن وٽ باد صبا بدران منڙي هير جو تذڪرو آهي:

جهونڪا اچن سڌير مٺي هير جا هتي،
ايندي لهي وڃن دک دلگير جا هتي.

ڪيتريون معمولي ۽ خسيس شيون بہ شاعر جو ڌيان ڇڪائين ٿيون. انهيءَ سلسلي ۾ 'تڏ' ۽ 'مک' جو جهيڙو بيوس بيتن ۾ لکيو. اهڙي طرح آڱرين جو منڊيءَ تان جهيڙو لکي هن ڪيترا اخلاقي نڪتا بحث هيٺ آندا. بيت ۾ چوي ٿو:

چيو آمين چڱي ڏسي چيچ چترائـي،
خدمت خاصي تون ڪرين، نئڙت نيچائي.
مرڪ تنهن پانيان، منڊي هيءَ مائـي،
پرنئون پهرائي، سوني منڊي چيچ کي.

ڪاڪي لالچند، بيوس جي شعر بابت رايو ڏيندي لکيو . "هلندڙ زماني ۾ بيوس هاٺوڪن خيالن ۽ ريتن کي سندر شعر جو جامو پهرائي ڏيکاري ٿو تہ سنڌ جو اٿيل روح پرواز ڪرڻ لاءِ سنپريل آهي." بيوس فطرت جي حسن ۽ انساني جيوت جا چٽا نقش ظاهر ڪيا آهن. سندس نظمن ۾ 'جهوپڙي' ، 'ڪاري گهٽا' ۽ 'سهائي رات ' اهم آهن. ڪي خيال هن اردوءَ جي شاعرن جي ڪلام مان بہ ورتا آهن.

## نئون موڙ

1944ع ڌاري سنڌي شاعرن مان ڪن اهو واضح طور محسوس ڪيو تہ سنڌي شاعريءَ جي جمود کي ٽوڙڻ کپي اهي شاعر شيخ اياز، شيخ راز ۽ نارائڻ شيام هئا. جن آزد نظم، گيت ۽ سانيٽ لکڻ جي ابتدا ڪئي. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ادبي حلقن ۾ جديد شاعريءَ ۽ خاص طور آزاد نظم تي گهٽي ڏي وئي ٿي. جديد شاعرن کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو پر آهستي آهستي تنقيد جو طوفان ڍرو ٿي ويو. چو جو انهن شاعرن ۾ اهڙا شاعر بہ هئا، جن ماضيءَ ۾ عروضي ۽ روايتي ڪلام بہ چيو هو. هنن کي جن بزرگن قبول نہ ٿي ڪيو تن وٽ دليل ' عروض' ۽ 'ايراني اثر' هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ عروضي شاعر هن نئين طرز کي پنهنجو ڪري نہ ٿي سگهيا ۽ هر نئون شاعر هن نئين گروه ڏي ڇڪجي پئي آيو. اهو بہ سبب هو جو هنن تنقيد ڪئي. ڪن اهڙن صاحبن بہ تنقيد ڪئي، جن ڪڏهن ڪو تخليقي ڪارنامو انجام ڪونہ ڏنو هو ۽ ڪفر جو پوش ڪنهن نہ ڪنهن شاعر تي پئي وڌائون.

هن بحث کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ٻن شاعرن جا تحقيقي مقالا نهايت ڪارآمد آهن. پهريون تنوير عباسيءَ جو ۽ ٻيو شمشير الحيدريءَ جو آهي. تنوير عباسيءَ پنهنجي مقالي 'جديد سنڌي شاعري' ۾ جديد شاعريءَ جون خصوصيتون بيان ڪيون آهن.(1) هو ٻڌائي ٿو تہ ڪيئن جديد سنڌي شاعري اصليت ۽ حقيقت کي ويجهي آهي. مختصر طور جديد سنڌي شاعريءَ جي تاريخ بہ چٽي ڪري ٿو. تنوير عباسيءَ جي تجزيي موجب جديد شاعريءَ ۾ هيٺيون خصوصيرون آهن:

1- ٻاهرين ٻولين جي شعر جون صنفون سنڌيءَ ۾ عام ٿي ويون. جهڙوڪ آزاد نظم - سانيٽ ۽ ترائيل وغيره.

2- ڪلاسيڪي هيئتن، جهڙوڪ: ڪافي، بيت ۽ دوهي جو موضوع بدلايو ويو.

3- ڪلاسيڪي هيئتن،ڪافي ۽ وائي ۾ فارسي ٽيڪنڪ واري بحر وزن کي ملائي کي نيون هيئتون پيدا ڪيون ويون. ان ڏس ۾ شيخ اياز ۽ بردي سنڌيءَ جو ڪم قابل قدر آهي.
4- گيت جي هيئت ۾ ترنم ۾ مصراعن جي گهاٽي واڌيءَ سبب فرق آندو ويو.
5- غزل جو فارسيءَ وارو ڪلاسيڪي رنگ، لب و لهجو ۽ ماحول مٽائي، ان کي نيٺ سنڌي ماحول ۾ اسلوب ڏنو ويو.
6- هر صنف ۾ لفظن جو ترنم ۽ موسيقيت آندي ويئي.(2)

انهيءَ بنياد تي جديد سنڌيءَ ۾ کي خصوصيتون پيدا ٿيون ۽ انفراديت جي حامل ٿي. شاعريءَ جي مزاج ۾ فرق اچي ويو. لب ولهجي ۾ نرمي اچي ويئي. مه جبين مه لقا بدران ' منڙا' ۽ 'سائين' جهڙا لفظ ڪم اچڻ لڳا. شاعريءَ ۾ تجربي ۽ مشاهدي جي بنياد تي تشبيهون وغيره آيون. نرگس بيمار بدران نمن جي ٻور ۽ سرنهن جي گلن جو تذڪرو ٿيو. ڦُٽڻ لڳي آ ميندي منڙا نمن جهليو آ ٻور ( اياز) اڻ ڏٺل ماحول جو ذڪر ختم ٿي ويو. ڏسي وائسي پوءِ موضوع چونديا ويا. رڳو قافين تي اڌار نہ رکيو ويو پر لفظن جي تڪرار ۽ سٽن جي وچـير آندل لفظن جي اندروني موسيقيت جو بہ لحاظ رکيو ويو. ' گوري' گجري پير ۾ چوريءَ ڪينئن اچي(اياز)

ڏنو ويندو تہ جديد شاعرن جن صنفن ۾ ڪلام چيو انهن مان هڪ اڌ اڳ بہ مشهور هيون پر ڪي بلڪل نيون آنديون اٿن. اهي مختلف صنفون هي آهن:

## دوهو

اصل هندي شاعريءَ جي صنف آهي. قديم سنڌي شاعرن جا ڪي بيت 'دوها' آهن. جديد سنڌي شاعرن دوها بہ چيا آهن. ڪٿي وزن جي تبديليءَ جو بہ احساس ٿئي ٿو:

جيئنداسين تہ ائين ئي رهندو سنڌڙتا جو سنگ،
پنهنجي منهن تان مور نہ لهندو مڏ جو ريتو رنگ. (اياز)

بيت: هن پراڻي صنف کي بہ نون شاعرن زنده رکيو آهي. هيءَ سنڌيءَ جي واحد صنف آهي، جيڪا هر دور ۾ شاعرن وٽ رهي آهي. جديد شاعرن وزن جي ڦير ڦير ڪئي آهي. ڇند جي مقرر وزنن ۾ بہ چيو اٿن. اياز چوي ٿو:

ڇو تون مون ڪان پوءِ، ڪنهنجو ٽيندين ڪينرا،
واڪا ڪندي ووءِ، صديون تولڻ سنڌڙي. (اياز)

## وائي

شيخ اياز، بردي، استاد بخاري ۽ ٻين جديد شاعرن وايون چيون آهن. وزن ۽ زبان جي تبديلي بہ ڪن واين ۾ ملي ٿي:

اي زماني جا ضمير. تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ - (اياز)
تنهنجي منهنجي زندگيءَ جو ورق جڻ هڪڙو ڪتاب - (بردي)

اياز جي وائي 'يون نہ آئي پانءُ' زبان ۽ ترنم جو سهڻو مثال.

## آزاد نظم

سنڌ ۾ آزاد نظم کي ناپسند ڪندڙن ڇڙواڳ نظم سڏيو آهي. هو هن صنف کي ڏاريون سمجهن ٿا ۽ قبول ڪرڻ کان انڪار ڪن ٿا. حالانڪ غزل به ڏاريون هو. جديد شاعرن مان شيخ اياز، شيخ راز، بردي، شمشير، امداد حسيني ۽ ٻين ڪيترن آزاد نظم لکيا آهن.

"آزاد نظم فرانسيسي ادب جي علامت نگاريءَ واري دور جي پيدائش آهي. ان جو باني گرئفن (Graffin) هو. هو هڪ آمريڪي هو ۽ اوڻويهين صديءَ جي آخر ۾ پئرس ۾ رهندو هو. گرئفن فرينچ زبان ۾ شعر چوندو هو. هن انوکن عروضي اصولن تي جيڪو نظم لکيو، تن کي (Le vers est li bre) جو نالو ڏنائين.(3)

گرئفن جي هن نظم ۾ هر سٽ ۾ رکن هڪ جيترا نه هئا. حقيقت ۾ آزاد نظم ۾ بحر جي استعمال جو طريقو مختلف آهي. ان ڪري روايتي معنيٰ ۾ هن صنف کي بحر کان خارج سڏيو ويو آهي.(4) انگريزيءَ ۾ ازرا پائونڊ، ٽي ايس ايليٽ ۽ والٽ وٽمن آزاد نظم لکيا. سنڌيءَ ۾ هن صنف کي انگريزيءَ واري 'بلئنڪ ورس يا فري ورس' سان تعبير ڪري نٿو سگهجي. سنڌيءَ ۾ آزاد نظم پنهنجي ٻوليءَ جي مزاج ۽ بحر جي تقاضائن تي ڪجهه نه ڪجهه انحصار رکي لکيل آهن.انگريزيءَ ۾ ڏهن پدن واري (Iembic panta metre) ۾ لکيو ويندو آهي.(5)

آزاد نظم جي هڪ خوبي تسلسل ۽ ڊار به آهي. سنڌيءَ ۾ شيخ اياز( هرڻ هنيلا، ازل جو پراسرار پربن) بردي سنڌيءَ(ساوڻ جي ڪڪري هيڪلي) گووردڻ محبوباڻي( سنٽيٽوريم جي پهرين رات ) امداد حسيني (آخري فيصلو- ترياق – اجنبي ۽ غم) سگن آهوجا (ڪانگ لنوي ٿو) شيخ راز (داستان غم نه چيڙ- زمان و مڪان) شمشير الحيدري (مشورا- هم سفرو- مسرت جي منزل ۽ سراج، نارائڻ شيام، ارجن شاد، سروپچندر شاد، پرواني پيتي، موهن ڪلپنا ۽ نعيم دريشاڻي آزاد نظم لکيا آهن.

## سانيٽ

سنڌيءَ ۾ سانيٽ Sonnet انگريزي شاعريءَ مان آيل آهي. انگريزي شاعريءَ جو مطالعو ڪري سنڌي شاعرن هيءَ صنف اختيار ڪئي. سانيٽ جا هيئت جي لحاظ کان ٻه قسم ٿيندا آهن. سانيٽ ۾ ڪل چوڏهن سٽون هونديون آهن. هڪ قسم جي قافين جي ترتيب انگريزيءَ ۾ هيئن ٿيندي آهي:

a b b a a b b a c d e c d e يا c d c d c d

ٻئي قسم ۾ پهريان ٽي بند چئن چئن مصرعن جا هوندا آهن ۽ آخر ۾ هڪ مقفيٰ شعر هوندو آهي- قافين جو اهو نظام هيئن واضح ڪيل آهي:

a b a b c d c d e f e f g g (6)

سنڌيءَ ۾ ڪيترن نون شاعرن سانيٽ چيا آهن.

## ترائيل

هي فرينچ صنف سخن آهي. اصل نالو (Troilet) اٿس. ترائيل ۾ ڪل اٺ مصراعون هونديون آهن. تن مان هڪ تي ساڳي مصرع ڪل ٽي ڀيرا ورجائبي آهي. سنڌيءَ ۾ ترائيل به لکيل آهن. سانيٽ توڙي ترائيل کي سنڌيءَ ۾ گهڻي مقبوليت حاصل نہ ٿي سگهي آهي.

## هائڪو

جپاني صنف (Haiko) بہ سنڌيءَ ۾ اچي چڪو آهي. هن ۾ ٽي ننڍيون سٽون هونديون آهن. جن ۾ پهرين ۽ ٽين سٽ پاڻ ۾ هم قافيہ هونديون آهن. هڪ خيال جي ادائيگي اهڙي نموني ڪبي آهي جو تاثر واضح ٿي بيهي. شاهہ صاحب چيو آهي- 'وڳر ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾' ، انهيءَ خيال کي نارائڻ شيام هيٺين هائيڪي ۾ آندو آهي:

ڏسو پکين جا ڏانوَ،
هڪ ٻئي مٿان اڏامندي-.
ڪيئن سي ڪن ٿا ڇانو.

هائيڪي ۾ جمالياتي شاعري خوبيءَ سان ٿي سگهي ٿي. هن مان بہ ٻيون هيٺيون بہ اسريون آهن. چونڪ (عبدالجبار جوڻيجو) ۽ پنجڪڙا (پريو وفا).

## گيت

سنڌيءَ ۾ فارسي آميز زبان وارا ۽ عروضي گيت بہ گهڻو اڳ لکيا ويا. جن ۾ لطف الله بدوي ۽ هوند راج دکايل جا گيت اچن ٿا.(7) ريڊيو جا گيت بہ تقريبن اهڙا ئي آهن. جديد گيت جو رنگ ڍنگ مختلف آهي. هندي شاعريءَ جي هن صنف کي جديد شاعرن جذبات جي اظهار لاءِ اختيار ڪندي ان ۾ زبان ۽ بيان جي تبديلي آندي. موضوع بہ بدلجي ويا. هاڻي فراق لاءِ گيت مخصوص نہ رهيو.

اياز جا گيت 'تون جي اڏينديئن رات' ۽ 'تر ۾ ڪهڙا' اٿاڪ پراثر جديد سنڌي گيت جا بهترين نمونا آهن، تنوير جو گيت 'پيار جو سمنڊ اجهاڳ' بہ هڪ سهڻو گيت آهي.

رڳو مختلف صنفن جي جائزي دوران ئي معلوم ٿيو تہ جديد شاعريءَ ۾ موضوع نوان آهن. زبان آسان آهي ۽ ماحول وطني آهي ۽ اسلوب نهايت واضح ۽ چٽو آهي.

## نثري نظم

نعيم دريشاڻي ۽ ٻين شاعرن جو ڪلام هن صنف ۾ آهي. نثري انداز جو ڪلام چوڻ بعد بہ نعيم جو روبو پهرئين مجموعي 'اونده جو ٻيٽ' ۽ تازي مجموعي 'آءُ شهر آهيان' ۾ ساڳيو آهي. صفحي تي پکڙيل لفظن ۾ نظم لکڻ ۽ اڪثر لفظن جي جڙتو صورت ڪم آڻڻ ۾ نعيم جو خيال آهي تہ هو لفظ گهڙي ٿو. جنن

"عڪس" مان عڪسڪاءُ ۽ 'چانڊاڻ' بدران 'چانڊات' ڪم آڻڻ ۽ 'ڪراڙو' بجاءِ 'عراڙو' ڪم آڻڻ ۽ ايئن چوڻ ته 'آءُ لفظ لفظيندو آهيان' اهو ٻوليءَ جي فطري واڌ سان مذاق آهي. خود ئي چوڻ ته:

لفظن جي لباڙ،
سنڌي شاعري اڄ جي.

نعيم پنهنجي تخليقن کي، خود کي خوش ڪرڻ لاءِ لکڻ جي راءِ ظاهر ڪري ٿو. جيڪڏهن تخليق ڇپجي ٿي ته پوءِ پاڻ وندرائڻ وارو دور ختم ٿي ٿو وڃي. خيالات جو اظهار واضح هجي يا لفظن جي لباڙ نقاد ان جو نوٽيس وٺي ٿو. تازو 1982ع ۾ مدد علي سنڌيءَ جو "پنرملن" ۽ موتي لعل جوتوانيءَ جو "سنبندن جي سڙڪن تي" شايع ٿيو آهي. ٻنهي مجموعن ۾ شعريت ۽ جوتوانيءَ وٽ ته ڪهاڻيءَ جو انگ به ملي ٿو.

## وزن

وزن بابت به جديد شاعري ڪنهن مونجهاري جو شڪار ڪونهي. انهي سلسلي ۾ شمشير الحيدري هڪ نڪتو پيش ڪيو آهي. اهو هي ته 'علم عروض سنڌي زبان جي مزاج موجب نه آهي' . هن صاحب پنهنجي مقالي ۾ هن ڳالهه جي اپٽار ڪئي ته: "روايتي شاعريءَ (عروضي شاعري) ۾ بحرن جي مقرر رڪنن ۽ قافيي جي پابنديءَ کي به لازمي سمجهيو وڃي ٿو. ايتري قدر جو انهن کان سواءِ هو ڪنهن به شعري تخليق کي 'غير موزون ڪلام' چون ٿا.(8)

"جيتري قدر فارسي بحرن جو تعلق آهي. اهي دراصل سنڌي شاعريءَ جي مزاج سان ٺهڪندڙ نه آهن. فارسي بحر متحرڪ ۽ غيرمتحرڪ حرفن جي ترتيب سان رٿيل آهن جنهن موجب شاعر کي ڪنهن به مقرر بحر ۾ لکڻ لاءِ، بحر جي رڪن جي ترتيب سان ساڪن حرف جي جاءِ تي ساڪن حرف ۽ متحرڪ حرف جي جاءِ تي متحرڪ حرف آڻڻو آهي." (9)

فارسي بحرن جي مڙني رڪنن جو آخري حرف ساڪن آهي. فاعلاتن، فعولن وغيره پر سنڌي زبان جو هر حرف پڇاڙيءَ ۾ متحرڪ آهي. هاڻي متحرڪ حرف سان ساڪن رڪن جو معاملو ڪيئن ٺهڪندو؟ ان تي عروضين کي جواب ڏيڻو آهي. شمشيرالحيدري مثال ڏنو آهي:

ياد ڪيا دل پنهنجا يار.

هن مصرع جي تقطيع هيئن ٿيندي:

| ياد ڪ | يا دل | پنهنجا | يار |
|---|---|---|---|
| فعلن | فعلن | فعلن | فاع |

هتي وزن جي تقاضا موجب ڪَيا کي ڪيا ۽ يارَ کي يار ڪري پڙهڻو پوندو ۽ اهڙي طرح وزن جي صحت لاءِ تلفظ غلط بنجي ويندو. اهڙا مثال گهڻا ملندا. جيڪڏهن عروضين جي چوڻ موجب متحرڪ کي ساڪن ڪري پڙهڻ غلط آهي ته پوءِ يارَ کي يار ڪري پڙهڻ ڪيئن صحيح ٿو ٿي سگهي. هن مان جديد شاعريءَ جي ڪنهن صنف کي غير موزون سڏڻ وارو عذر ئي ختم ٿي وڃي ٿو. هوڏانهن بيت ۽ وايون ماترڪ ڇند ۾ هجڻ ڪري هيڙي عروضي ڪلام ڪان وڌيڪ موزون آهن. هن بحث تي عروضي ماهرن کي ضرور ڌيان ڏيڻ گهرجي.

جديد سنڌي شاعرن ۾ سڀني کان اهم شاعر شيخ اياز آهي. اياز جو ڪلام ڪيترن شاعرن لاءِ مشعل راهه بڻيو آهي. جديد سنڌي شاعرن مان انهن چند شاعرن جو ذڪر ڪريون ٿا، جن پنهنجو مقام حاصل ڪري ورتو آهي ۽ انهن جو فڪر ۽ فن ايترو پختو آهي جو هر نئون شاعر انهن ڏانهن رهنمائي لاءِ نهاري ٿو.

## شيخ اياز

شيخ اياز (10) تقريباً هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. روايتي شاعريءَ ۾ بہ ڪو دور رهيو هو. سندس پراڻو ڪلام بہ موجود آهي. سنڌي شاعري ۾ نئين جاڳرتا ڪان پوءِ اياز جي فن ۾ جيڪا تبديلي آئي، سا هيئت توڙي مواد جي لحاظ کان هئي. اياز دوهي ۽ گيت کي نئين موسيقي بخشي. تنهن سان گڏ بيتن ۽ واين ۾ بہ ترنم پيدا ڪيائين. اياز جا موضوع سنڌ جي ڌرتيءَ مان، توڙي عالمگير اهميت وارا بہ آهن. هو ٿر ۽ لاڙ کان وٺي ناگاساڪي تائين گفتگو ڪري ٿو. هڪ طرف غربت جو نظارو ڏسي چوي ٿو:

لاڙي وينگس ڇڇ ڇڙي ٿي.

ٻئي طرف دنيا کي ائٽم بم جو ڪاچ ڏيندي ڏسي، ناگاساڪي جي مظلوم انسانن کي ياد ڪري، خبردار ٿو ڪري:

ناگا ساڪي ناهه، آهه تنهنجي آرسي.

اياز وٽ 'امن' ۽ طبقاتي ڪشمڪش بہ اهم موضوع آهن. ويٽ نام جي ويرن کي سلام ڪندي چوي ٿو:

ڪوڪرا ڪن پيا،
سامراجي جي ڪتا-
شير جمهورجا گرجندا وتن.

'ٿري ٻار جو گيت' هڪ مجبوريءَ جو واضح نقش آهي. ساڳيو تاثر 'مزدور جي ٻار جي گيت' ۾ آهي. جيڪو بک ۽ بدحاليءَ سبب سيٺ بابت ٻيو ڇا چوندو، سواءِ هن جي:

ڳـيـا ڳـيـا روئـــلا،
ڪسي ويو ديس جا۔
بڪ ٻـري ديـس جـي،
نڪ ٻـري ديس جـي،
پيٽ ٻـرو سيـڻ جـو،
پيٽ ٻـرو سـيـڻ جـو.

جڏهن ساهه ڪي ڳيي جي ڳولاهه آهي ته ان مان شاهه ڀٽائي جي بيت گنڊي ۽ گراهه سان ٽڪراءُ ڪونهي. پر هيءَ هڪ ٻي حقيقت آهي جنهن ڪي شاعر بيان ڪري ٿو:

سدا آهي ساهه ڪي، ڳيي جي ڳولا،
ٻيؤ ٻنا ٻولا، ناهي ساڃهه سونهن جي.

اياز سنڌي بيت ۾ پنهنجي دور جا درد ڀري ڇڏيا آهن. جمالياتي شاعري به ڪئي اٿس. هن جو ٻرين اهڙو آهي، جنهن ڪي هو مختلف حيثيتن سان ڳائي ٿو. بيت ۾ اندروني موسيقي، جيڪا لفظن جي استعمال سان پيدا ٿئي ٿي سا اياز جي ڪلام ۾ گهڻي آهي:

ڏنا ڏنا ڪنهن ڏنا ڏنا ڪنهن، منا منا سي چپ،
ڪجي هٽي ويا ڪپ اسان ڪي، ڪجي هٽي ويا ڪپ.

گوريءَ گجري پير ۾، چوريءَ ڪيئن اچي،
گهر گهر گهنگهرو گوجندا، ميڙو پل ته مچي.
نانگي اڄ نچي، داتا تنهنجي دوار تي.

تاريڪ پهلوءَ مان اميد جو ترورو ظاهر ٿئي ٿو. ڪينجهر ڪي مايوس ڏسي به قنوطيت ڪان پاسو ڪري ٿو. سڪ جا آثار ڏسي ٿو:

نه تڙ تي تماچي، نه گندريءَ گذارا،
اسارا اسارا ڪنجهر جا ڪنارا.

اجان رڃ مان رڙ اچي ٿي اچي ٿي
متان ائين سمجهين مئامور سارا

ڪنڪر هٽڻ وارن ڪي به 'پيارا' چئي مخاطب ڪري ٿو:

هيرا ته ڏسو، ڪنڪر نه هٽو، اينده نه وري هي وڻجارو،
ڪجهه ذات ڏسو پو بات ڪريو، هي شور اجايو آ پيارا.

اياز جي رومانوي شاعري پنهنجي پر ۾ هڪ خاص موضوع آهي. رومانوي شاعريءَ ۾ هن جي لفظن جي چونڊ وڻندڙ آهي. حسن جو تذڪرو به هو مخصوص انداز ۾ ڪري ٿو. ڪنهن جي تقليد نٿو ڪري . گيتن جي لفظن ۾ موسيقي ڀري ٿو ۽ سٽن جي وچ ۾ قافيا رکي ٿو:

تون جي ايندين رات، الا او رات،
تہ منهنجي رات امر ٿي ويندي.

تون جي ايندين ٻول ، تہ ٻهہ ٻهہ ٻرندا منهنجا ٻول
جهر جهر جرڪي پوندا جن ۾، منهنجا روح رتول،

وائي اهائي وات، الا او وات،
تہ منهنجي لات امر ٿي ويندي.

واين ۾ بہ اياز وٽ ساڳي موسيقيت موجود آهي. وائي جي پنهنجي ابتدائي رنگ کي هن خود ئي بدلايو. فارسي آميز ٻولي ترڪ ڪري ڇڏيائين. اياز جي واين ۾ ٽل جو ترنم گهڻو حسن پيدا ڪري ٿو. چند ٽل ونون ٿا:

1- روز وڪاڻي هاءِ نماڻي، وينگس وچ بازار.
2- هير مئي او هير مئي، ڪير چوي ٿو هير مئي.
3- ڪافر مومن ناهيان ، رو ڪافر مومن ناهيان.
4- پونءِ نہ آئي پانءِ الا مان اڏري وينلوسانءِ.

گيت اجايل مورن جا' ۾ اياز جي طبع جو وهڪرو درياءَ جي وهڪري کان گهٽ نہ آهي:

مان توکي گيت ڏيان اي ڌرتي!
تون مون تي زنجير وجهين،
هي گيت گلابي جهڙ ڦڙ جا،
هي گيت شرابي جهڙ ڦڙ جا،
هي سانوڻ جا من پانوڻ جا،
هي اگم اگم آنوڻ جا،
هي گيت اجايل مورن جا،
ريتيءَ تي ڪنت ڪنورن جا،
هي گيت سنهري سنتوءَ جا. - الخ.

سٽ سٽ جو هي نظم، شاعر جي 'درد نهان' جو واضح اظهار آهي. نظم جو تسلسل ۽ آبشار جي رواني ڏيان ڇڪائيندڙ آهي. اياز محبوب کي 'او بانورا او سانورا' چئي مخاطب ٿو ڪري.

اياز جو گيت 'سمجهي چا آهي سنسار' سندس مشاهدي جو هڪ پرتوو آهي. هو زندگيءَ کي جيئن ڏسي ٿو، تئين پيش ڪري ٿو. پينو نينگر کي وات تي واجهائيندي ڏسي تمام گهڻو متاثر ٿئي ٿو. هنيلا هرڻ چا ٿا سوچين، ان جو نفسياتي تجزيو ڪري ٿو. هرڻ سوچين ٿا تہ واريءَ جي ويندي ۾ لهندي سج جي ٽڪ جڙڻ وارو ازلي وينجهر ڪٽي آهي.

1970ع ۾ اياز بہ منظوم ڊراما لکيا. اهو ثابت ڪيائين تہ هن وٽ اها

قابليت بہ آهي. دودي سومري جو موتُ ’ ۽ رُني ڪوٽ جا ڏاڙيل‘ - ٻاگهيءَ جي واتان چوائي ٿو:

ڪانئر جي هر سوچ بہ ڪوڙي،
لاپ بہ ڪوڙو لوچ بہ ڪوڙي.
ريت بہ ڪوڙي پريت نہ ڪوڙي،
جڻ هو ڪائي ڪچي چوڙي.

اياز جي خيالن سان اختلاف ٿي سگهي ٿو. پر هن جي فني قابليت، مطالعي مشاهدي ۽ شاعرانہ عظمت کان انڪار ڪرڻ هٺ ڌرميءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي.

اياز جي سوچ ابتدائي زماني واري شاعريءَ ۾ بہ اها هئي. جيڪا اڄ آهي. هو انقلابي آهي. ان وقت ڳايائين.:

او باغي او راڄ دروهي، ڀارت ۾ بلوي جا باني!

اڄ ڳائي ٿو:

جنهن تي بہ ٿيو، جنهن وقت ٿيو، جنهن جاءِ ٿيو،
سو مون تي ظلم ٿيو آهي.

انهيءَ حساب سان هو بين الاقواميت (Internationalism) جو ويساهي چئبو. تنهن هوندي بہ ڪير ڪيس تنگ نظر سڏي تہ اها خود قريبي آهي. اياز جي ڪلام ۾ سندس سچي سوچ پکڙي پيئي آهي. موجوده سنڌي شاعرن ۾ اياز ڪلهي تي ڪينرو ڪٽي ظاهر ٿيو آهي. هن جو فن قديم سنڌي شعر جي مطالعي ۽ بين الاقوامي ادبيات جي اڀياس جو نتيجو آهي، ان ڪري هو پٽ ڌڻيءَ کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

أءَ پٽائي آءَ، تنهنجي ڪهہ منهنجون اکيون،
ڏس مون تنهنجو ڪينرو پوريو ناهي پاءَ،
ساڳيو جوڳ جڙاءَ، ساڳيا سڏڙا ساز جا.

اياز وٽ مشاهدي کي لفظن جو حسن ڏيڻ ۾ هڪ مخصوص انداز آهي. جماليات اياز وٽ نئين رنگ ۾ آهي:

سر تي نوڙيون سومريون، جهبا ڏين نہ جهل،
جهومڪ جهومڪ پاڙيون، جهرمر جهرمر ڳل،
جهرڪي پيا جهاجهہ ۾، ڪائي انگ اٿل،
چا چا پيارا پل، وارياسي جي وات ۾.

جهرمر جهرمر جهومڪيون، ٻر ٻر ڪنگڻ ڪن،
نوڙي نٿ نموريون، مٿان مرڪ لڏن،
پهتا چپ چپن، سون سمايو سون ۾.

جنن بيتن ۾ اياز ڀرپور اظهار ڪيو تنن واين ۾ بہ هو اڳرو آهي. خاص طور

سندس ڪي وايون راڳ جي روپ ۾ آيون ته هر ڪنهن محسوس ڪيو ته اياز وٽ راڳ وارو پهلو به خالي نه هو. ملڻ جي آس ڏي اشارو ڪري ٿو:

نڙي پوندا تارئين، جڏهن ڳاڙها گل.
تڏهن ملنداسين.
جڏهن ورنديون ڪونجڙيون، هر هر ڪري هل.
ڳل ڳوڙها ٽمندا ، جڏهن موتين تل.
وڇوڙي جا ڏينهڙا پورائيءَ جي پل.

عمر جي تقاضا چئجي، جو اياز جهڙي شاعر جي عزم ۾ مايوسيءَ جو عڪس ملي ٿو:

اڻ ڏٺا اونار، منهنجا جيءَ جيار.
ايندم نيندم ماڳ تي.

ميون مالهٽيون ، سڪا موتئي گجرا.
آيا ڏينهن ڏهاڳ جا، چوٽيون چڪ ٿيون.
نوڙي ڪيڏيون نندڙيون ، چوڏهين چنڊ نيون،
ڪه چاٽان ايندا ڪڏهن، ڪيسين جاڙ جيون.

”لڙيو سج لڪن ۾“ اياز جي چاهت واين جو مجموعو آهي، جيڪو 1980ع ۾ شايع ٿيو.

## هري دلگير

پنهنجي استاد بيوس جو هڪ وڏو نمائندو شاعر آهي. سنڌ ۾ به ’ڪوڏ‘ ۽ پيو ڪلام مجموعن جي صورت ۾ ظاهر ڪيائين. ڀارت لاڏي وڃڻ کان پوءِ به عمدا شعر پيو لکي. هري دلگير کي نظم لکڻ جو هڪ منفرد انداز آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هن کي جديد شاعرن مان ڪنهن سان به پيٽي نٿو سگهجي. ’قليلي‘ ’قيدي‘ توڙي ڪيترا شاهڪار نظم لکيا اٿس. هريءَ جي ڪلام ۾ نواز علي ’نياز‘ وانگر حسن فطرت (Beauty of nature) جا جلوا نظر اچن ٿا. هو وٽن ٽڻن ’ گلن‘ قلن بنين ۽ درياهن جي حسن جا پهلو شعرن ۾ ظاهر ڪري ٿو. دلگير جي ڪلام ۾ رومانيت جا مڙئي انگ موجود آهن. گيت توڙي نظم ۾ دلگير هڪ ڀرپور تاثر قائم ڪري ٿو:

ڪندئين جي ياد، ته تنهنجي نهار ۾ هوندس،
چمن ۾ گيت ۾ هر ڪوهسار ۾ هوندس.
جڏهن تون سيج تي سمهندئين ته خواب ۾ ايندس،
۽ جاڳ ۽ تنهنجي ڳوڙهن جي تار ۾ هوندس.

هري دلگير جي ڪلام ۾ ٻوليءَ توڙي موضوع جي لحاظ کان بيوس جا پرتوا

پوندا نظر ايندا. هري ڪنهن به طرح فارسي انداز ۾ شعر جو نقال نه آهي ۽ اهائي هن جي ڪلام جي هڪ وڏي خصوصيت آهي. جنهن تي هن جي ڪلام جي عمارت بيٺل آهي.

## هوندراج دکايل

1924ع کان دکايل موسيقيءَ جي آڌار تي گيت ۽ نظم لکندو اچي. هن جو مجموعو ڪلام "سنگيت ڦول" جيڪو 1926ع ۾ ڇپيو، اُن ۾ موسيقيءَ جي طرزن تي ڪلام چيل ۽ مرتب (Compose) ٿيل آهي. اهائي دکايل جي خصوصيت آهي. هن جو ڪلام سريلو هجڻ سان گڏ موضوع توڙي هيئت جي لحاظ کان بيوس جي مڪتبہ فڪر جي ترجماني ڪري ٿو.

## ڪيئل داس فاني

فانيءَ جي شاعري به بيوس جي شاعريءَ جي مرهون منت آهي. توڙي اڄڪلهہ جا سٺا شاعر جهڙوڪ گووردن محبوباڻي ۽ نندا شاعر جهڙوڪ ديال آشا وغيره به انهيءَ سلسلي جي ڪڙيءَ ۾ ڪڙيءَ مثل آهن. (11)

ڪيئل داس فاني، دکايل وانگر رڳو طرزن تي شعر مرتب (Compose) ڪونه ٿو ڪري پر هو هڪ مفڪر شاعر آهي. هن ڪي جيڪي نظريا آهن، تن جو گنڀيرتا سان بيان ڪري ٿو. فانيءَ کي سنڌ ڇڏڻ جو گهڻو افسوس ٿيو. وطن جي حب ۾ هن پنهنجي ڪلام ۾ ملڪ جي تقسيم تي به ڇوهہ ڇنڊيا. وري پنهنجي پاڻ ڏي نهاري پاڻ پڇي ٿو ته:

مون مفلس جو چاهي جنهن تي آءُ ٿيان نادان!

فانيءَ جو شعر، فڪر، لفظن جي استعمال ۽ موسيقيت ڪري جديد شاعريءَ ۾ نهايت پيارو ڪلام آهي.

## حيدر بخش جتوئي

سنڌ جو هي لافاني سورمو سڄي زندگي مظلومن جي حقن لاءِ وڙهندو رهيو. اڪثر موضوعن تي سندس نظم به آهن. حيدر بخش جتوئي جو نظم 'درياءِ شاهہ' تمام گهڻو مقبول ٿيو. ان کان سواءِ 'جيئي سنڌ' ۽ 'شڪوه سنڌي' ۽ بيا نظم به لکيائين*.

## نرمل جيوتاڻي (1921-1944ع)

نرمل سنڌيءَ جو هڪ نوخيز شاعر هو. جنهن زندگيءَ جون 23 بهارون

* حيدر بخش جتوئيءَ جي شاعري تي مشتمل ڪتاب "جيئي سنڌ جيئي سنڌ" باباءِ سنڌ حيدر بخش جتوئي اڪيڊمي پاران ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي.

ڏنيون ۽ سنڌي ٻوليءَ کي سريلا گيت ۽ نظم ڏنا. نرمل جي ڪلام ۾ بيوس وارو ساڳيو رنگ جهلڪيون پيو ڏي. فارسي شاعريءَ جي روايتي مضمون کان آجو آهي:

الاهي سندرتا دنيا ۾ بکي-
منو نور آغوش ۾ لکي،
مگر ڪوج وارو مچي سو چکي!
سدا وهڪ جاري اچي ٿي نظر!
نڪا ڪا انداري اچي ٿي نظر!
مگر غافلن کي نہ ڪل ٿي رهي،
نڪا اندر واري اچل ٿي رهي!
سندر راه تن جي منجهيل ٿي رهي!

نديءَ جي جذبات جي ڪنهن کي پروڙ آهي؟ سائنسدان وٽ نقطہ نظر علمي آهي. پر شاعر پاڻ حساس آهي، ان ڪري نديءَ جي جذبات جو ذڪر بہ جذباتيت سان ڪري ٿو. نديءَ جي تيز لهر اندر هئين چيو:

'سندم جل نہ ڪنهن خاص لئہ آ رهيو،
پياسن سين لئہ سدا پئي وهان،
تڏهن پڻ وجي پنهنجو پيارو لهان.

ستارن وٽ بہ نديءَ واري دريا دلي آهي، هو مسافر کي دڳ لائن ٿا.

جهلڪ آ اسان جي سين لئہ رهي،
اگر ڪوبہ وچڙيل مسافر هجي،
لڳائڻ سنئين دڳ اسان کي سجهي.

## تنوير عباسي

هن نوجوان شاعر جي زبان سهڪ ۽ لب و لهجو نرم آهي. تنوير جا ٽي مجموعا "رڳون ٿيون رباب" ۽ "شعر" ۽ "سج تريءَ هيٺيان *"ڇپيل آهن. تنوير کي نظم جو رنگ محل جوڙڻ جو خاص ڏانوَ آهي. سندس نظم 'ٻيجل ڏانهن' ، 'نئين مارئي' ، 'موهن جو دڙو' ، 'جهونگار' ۽ 'جوڳي' شاعر جا شاهڪار آهن. ڪٿي مغربي شاعريءَ جو پرتوو بہ سندس ڪلام ۾ ملي ٿو. مثال طور ورڊ سورٿ جي "Solitary reaper" تنوير وٽ 'ڦٽيون چونديندڙ' آهي. آخري بند آهي:

هوءَ گيت اهو آهي جيڪو،
ڪنهن جي بہ چپن تي ڪين آيو.
هوءَ اهڙو گل آهي جنهن کي،
تـڙندي نہ ڪنهن پي آهہ ڏنو.

---

* تنوير عباسي جي شاعري جو هڪ وڏيڪ مجموعو: "ڌرتي" پڻ ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي. تنهن کان پوءِ تنوير جي ڇپيل شاعري جي مڙني مجموعن کي گڏي سنڌالاجيءَ پاران "تنوير چئي" ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

نظم 'بيجل ڏانهن' جو پهريون شعر ئي سلاست جو کليو کليو اظهار آهي:

اَڻ وري ساڻ اهو چنگ کٽي آءُ،
تن کي تپائي جو اهو تند کي ڏي تاءُ.

وقت جي پڪار کان متاثر ٿي بيتن ۾ ڪيڏارو به لکيو اٿس. جنهن ۾ رڳو ڪردار نوان آهن پر ڳالهه ساڳي آهي. اهڙي طرح رزم تي به طبع آزمائي ڪئي اٿس. هوڏانهن بزم جو رنگ به تنوير وٽ آهي، سونهن جو ذڪر به پنهنجي مخصوص انداز ۾ ڪري ٿو:

ماڻڪن جان ماڻڪيون واسينگ جهڙا وار هئا،
پنکڙين جهڙي هئي پوشاڪ سو سينگار هئا.
جنهن ڏي نظرون ٿي ڪچيون سو روح ويو ٿي گهائجي،
سونهن ڪا وئي آهي منهنجي ساه ۾ سمائجي.

سونهن کي هو انسان جي اندر ۾ ڏسي ٿو. رڳو چهري تي نظر ڪونہ ٿو رکي. هرڪو ماڻهو موتيءَ داڻو نظر ٿو اچيس:

هرڪو ماڻهو موتيءَ داڻو،
هرڪا دل هيرن جي کاڻ،
ڄاڻي ڏس تہ سهي اڻ ڄاڻ.

ڪنهن جي جيءَ ۾ جهاتي پائي،
آهي ڏنو تو ڪونہ،
ٻاهر جيڪو ڪارو ڪوجهو،
اندر سارو سون.

جو ڏک جي ڪوريءَ ۾ ڪاڻو،
سوئي سات - ڏٺي سرواڻ.
هرڪو ماڻهو موتيءَ داڻو،
هر ڪا دل هيرن جي کاڻ.

تنوير جي ڪلام ۾ حسن ۽ عشق جي اُپٽار ظاهر آهي. ڪابہ ڳالهہ ڳجهي نٿو رکي. هن جي هٿ ۾ اهڙو ساز آهي، جيڪو هر راز سلي ٿو. وقت جي اڪ مان تمثيل ڳوڙها ۽ ڪوري مان سڙيل ساهہ جيڪي گيت ظاهر ڪري ٿو، سي اکين ۾ آڪيرو بنائي وينل منن ماکيءَ جهڙن ماڻهن لاءِ آهن. انهن جي فراق ۾ گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ آهي. هوڏانهن پيار هڪ اجهاڳ سمنڊ آهي. پيار واري کي تنوير سڏ ڪري ٿو:

آءُ ڳچيءَ جا هار،
هنئين جا هار-
الا او آءُ هلي.

تنوير وٽ موسيقيت، ترنم ۽ لفظن جو تڪرار موجود آهي، جيڪو سٽ جي سر کي راڳ بنايو ڇڏي:

سانت سانت ۾ پانت پانت جون،
ڳالهيون ٿينديون گهٽيون گهٽيون،
ننيڙيون ننيڙيون پياريون پياريون،
جڻ تہ مينهن جون ڪٽيون ڪٽيون.

## نارائڻ شيام

انهن چند شاعرن مان شيام هڪ آهي، جيڪي جديد سنڌي شاعريءَ جو جنم سنبرن ٿا. شيام وٽ شاعريءَ جو فن گهٽو آهي. سوچ جا بہ سمنڊ اٿس. جيڪي دوهن، هائڪن، غزلن ۽ واين ۾ ظاهر ڪري ٿو. شيام جي ڪلام ۾ چنڊ جي چانڊاڻ آهي. چانڊوڪيءَ جو چاهہ آهي:

چانڊوڪيءَ جو چاهہ، ڪئن نہ چمي رابيل ڪي!
سهڻي اُجلي روپ ۾، ڪنهن سپني جو ساهہ،
ڏسندي ئي هرڪيو هنيون، نيڻن جو ويساهہ،
هلڪي جنبش سان هوا، واسيندي وٽراهہ،
ڪنهن جو ويٺيءَ واسطي، البيلو انساهہ،
گونجي سرهي راڳڻي، مرڪي شانت اٿاهہ،
ڪئن نہ چمي رابيل!

شيام حسن جو شاعر آهي. هو حسن کي پنهنجي اکين ۾ ڏسي ٿو، جيڪو سندس نيڻن جي پنيان وينو نهاري:

وينو ڪوئي نهاري، منهنجي نيڻن پٺيان.-

زندگيءَ جو ٻيو روپ درد آهي. خواب، خيال، درد ۽ انتظار سڀ زندگيءَ جو ورثو آهن. شيام انتظار ۽ اوسيئڙي سان گڏجاڻيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

پيڙا پيڙا جيون، جيون جيون پيڙا،
اوسيڙا گڏجاڻيون، گڏجاڻيون اوسيئڙا.

ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي شاعرن ۾ نارائڻ شيام هڪ سرواڻ شاعر آهي. هن جي شاعريءَ نوجوان شاعرن کي فن ۽ فڪر جي نئين جلا بخشي آهي.

## شيخ عبدالرزاق راز

راز صاحب بہ انهن چند شاعرن مان آهي، جن خاص طور پهرين پهرين آزاد نظم چيو ۽ جن کي شاعريءَ جي نئين موڙ جي حقيقت جي خبر آهي. ڪلام جا مجموعا سارنگ، "پيهي منجهہ پاتار" ۽ "سڄڻ سفر هليا" ڇپيل اٿس. راز وٽ ڪٿي روايتي شاعريءَ جا اهڃاڻ بہ آهن. مقبوليت گهڻي حاصل نہ ٿي اٿس. ڪڏهن

ائين محسوس ڪبو آهي تہ هو جديد شاعريءَ جي شاهراه تان هٽي، وري بہ ان پاسي پيو وڃي، جيڪو پاسو پاڻ اياز سان گڏ ڇڏي آيو هو. راز صاحب بيت، گيت، نظم، غزل ۽ آزاد نظم لکيا آهن. آزاد نظم ۾ آبشار جي رواني سان گڏ ٿوري دقت بہ اٿس. ان جو سبب زبان آهي:

ڇڏي ڏي منهنجي جان! زمان و مڪان جا هي،
قصا پراڻا ڇڏي ڏي.
اسان هن زمان و مڪان جا تہ پابندي ناهيون،
ٻڌين ٿي.
جواني اسان جي مشقت ۽ محنت ۾ گذري وئي آهہ،
گوارا خدا ڪي نہ محنت اسان جي رهي آهہ،
نہ محنت اسان جي، محبت اسان جي،
ٿئي ٿي شب و روز ذلت اسان جي.

ڪن صنفن ۾ راز صاحب روايتي شاعريءَ جا اهڃاڻ بہ قائم رکي پيو. مضمون توڙي اسلوب پراڻا بہ اٿس:

تو ڪئي مهر و عنايت جي نظر،
منهنجا سڀ شڪوا اجايا ٿي ويا.

مون ڪئي اختر شماري ٿي مگر،
بادلن جا پوءِ ڪي سايا ٿي ويا.

## شمشير الحيدري

شمشير جو مجموعو "لاٽ" ڇپيل آهي. شاعريءَ جي مڙني صنفن تي طبع آزمائي ڪري ٿو. غزل ۾ پراڻو اسلوب ڇڏي نئين رنگ ۾ آيو آهي. زبان بہ آسان ڪم آڻي ٿو:

دنيا جي اکين ۾ ڏسان ٿو،
دنيا ڪنهن کي پئي نهاري.

اوهين تہ وسرڻ جا ڪين آهيو،
اوهين وساري ڇڏيو تہ وہ وا.

شمشير جو شعر زبان ۽ بيان جي لحاظ کان بلڪل نئون هوندو آهي. قافيا رديف بہ نوان تہ مثان وري مستزاد بہ عجيب رکي ٿو:

اسين حال هيٺا اوهان جي خدائي- وڏي ڳالهہ آهي،
هلي پئي اجا زندگيءَ جي لڙائي- وڏي ڳالهہ آهي.

هڪ طويل طنزيہ وائي چئي اٿس. جنهن ۾ نالي واري مصرع جي جاءِ تي

چئن سٽن ۾ 'سوائي' شامل ڪيل آهي. وائي ۾ انيتهه مصراعون آهن. چوي ٿو:

مستن تي نہ ميار، سائين مستن تي نہ ميار!
ڪڏهن ايڪو ايڪ اڪيلا، ڪڏهن ٻہ ڏون چار،
ڪڏهن مست مست مدامي ڪڏهن دل درڪار،
ڪڏهن پوت پيوتي ڪڏهن جهالر سان دستار. ..... الخ.

شمشير جي آزاد نظم ۾ رواني ۽ تسلسل جو وڻندڙ ميلاپ آهي. هو مناسب لفظن سان سٽن ۾ موسيقيت پيدا ڪري ٿو. هن جا مشهور آزاد نظم آهن. 'مشورا' ، 'هم سفرو' ۽ 'مسرت جي منزل' . مشورو ۾ چوي ٿو:

چوي ڪير ٿو
تہ تون ڪجهہ نہ ڪر؟
ڀلا ڪير ٿو توکي روڪي
تہ تون پنهنجي حسن دو روزه تي نازان نہ ٿي،
جوانيءَ جي دولت تي شادان نہ ٿي
چوي ڪير ٿو؟
تہ تون پنهنجي جوين جياريل بهارن جي بخشيل، سريلي ۽ شفاف نرمل ۽ نازڪ، گلابي بدن تي،
سدا صاف،ريشم ۽ ڪمخواب و مخمل جي زرتار پوشاڪ پهرڻ ڇڏي ڏي.
نہ ڪر سينڌ سرمون،
۽ پنهنجي خيالن ڪي دل جي ئي ويران خانن ۾ جڪڙي،
تبسم جي چپڙن تي شوخيءَ جي سرخي لڳائڻ ڇڏي ڏي؟

## بردو سنڌي

ڳوٺاڻو ماحول ۽ ڳوٺاڻي ٻولي بردي جي هڪ، خصوصيت آهي. مجموعو "اڪڙيون ميگهہ ملهار" ڇپيل اٿس. بيت، گيت، وايون، ڪافيون، نظم، آزاد نظم ۽ دوها ڇپيل اٿس.* سرائيڪي گيت ۽ ڪافيون بہ هن مجموعي ۾ آهن. بردي جي ڪلام ۾ سچ پچ تہ ميگهہ ملهار واري رمز رکيل آهي:

موتي مند ملهار او سائين، موتي مند ملهار،
ڪوئل ڪوڪي، مور الاڏامي، ٻري ٻري پئي اُس اُجهامي،
اڳڻ مٿي ڪا آسروندي، وينئي چوڙي وار -

آزاد نظم 'سانوڻ جي ڪڪري هيڪلي' شاهڪار آهي. روانيءَ ۽ سلامت سان جذبات جو اظهار ڪري ٿو. سانوڻ جي ڪڪريءَ سان مخاطب ٿيندي چوي ٿو:

---

* بردي سنڌيءَ جي شاعريءَ جو پهريو مجموعو: "بوندون بس نہ ڪن" سنڌالاجي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

او بانوري،
او سانوري،
سانوڻ جي ڪڪري هيڪلي!
ڪر خبر،
ڇو ٿي روئين؟
ڇو ٿي روئين ڇا جي ڪري؟

## نياز همايوني

لوڪ رس نياز وٽ گهڻو آهي. هن ڪيترن لوڪ گيتن کي نوان ٻول ڏنا آهن. نياز جي ڪلام ۾ 'هنبوشي'، 'هو جمالو'، 'سنيهو'، 'ڇيڙو'، 'همرچو' ۽ 'لولي' پڙهندي جيڪو لطف اچي ٿو، تنهن جو اندازو اهو ماڻهو لڳائي سگهندو جنهن کي هنن عوامي گيتن جي اهميت جي صحيح پروڙ هوندي.

نياز وٽ نج وطني تشبيهن جا انبار آهن. گل ڦلن، وڻن ٽڻن، ميوي ڪان وڏندو ياڇين ۽ ڪٿي ته پسارڪي هٽ تي وڃي ٿو پهچي. ڪو موضوع ڪيس تمام طوالت تائين ڪٿي وڃي ٿو. مثال طور قوميت وارا نظم نياز جي شاعريءَ جو اصل رنگ ظاهر ڪن ٿا.

غزل، گيت ۽ ٻين صنفن ۾ ٻه اهائي بلند خيالي سمايل اٿس. هڪ گيت ۾ چوي ٿو:

ٻيڙيءَ وارا ٻيلي مونکي پار پڄاءِ،
جهڙي دڙد درياءَ ۾،
تهڙي منهنجي من.
موج سان موج ملاءِ.
مون کي پار پڄاءِ.

زندگيءَ لاءِ ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي؟ ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ خاطر جيئري ئي مرڻو ٿو پوي. هن شيرين لاءِ نياز وٽ فرهاد وارو ادم ۽ سعيو آهي. چوي ٿو:

الا زندگي تنهنجي صدمن تان صدقي،
تون شيرين اسان تنهنجا فرهاد آهيون.

نياز سوچن جي رنگ محل ۾ ويهي، حقيقت کي محسوس ڪري ٿو ۽ روپ بهروپ کي کولي بيان ڪري ٿو. پنهنجو حال ڪهڙو آهي:

تنهنجي دنيا سپ رنگ سانول،
مون وٽ روپ نڪو بهروپ الا.
تنهنجي دنيا اندلٺ ريکا،
منهنجي دنيا گدلا بادل.

تنهنجي دنيا سج جا پاچا،
منهنجي دنيا چنڊ جان گهايل.

حسن کي اک ٽيٽ ڪري نہ رڳو ڏسي ٿو ونئي پر ان کي پنهنجي انفرادي ۽ مخصوص انداز ۾ بيان ڪري ٿو:

جهڪين تہ ٿاري ڏاڙهونءَ جي، ڪر ڪٽي تہ هرڻي هرڪي،
ٽڪين تہ تارا پاڻ لڪائن، لڪين تہ مکڙي گل ٿئي:
روح ٿيو رابيل ڏسي هيءَ رانـد رمڻڙي ڀوليا،
هاءِ اسان جي جندڙي ٿي ويئي پنـڊ پهڻ ڙي ڀوليا.

نياز جا نظمن جا ڪتاب "ساٿيهہ جي ساک" "ڌرتيءَ جا گيت" شايع ٿيا آهن. طب جي تاريخ ۽ ٻيا ڪتاب بہ ڇپيل اٿس..

## امداد حسيني

نوجوان شاعرن ۾ امداد انفرادي حيثيت رکي ٿو. ڪجهہ وقت روايتي شاعريءَ جي چار ۾ قائل هو، پر هڪدم آجو ٿي ويو ۽ وري ان ڏي نہ نهاريائين. اڳتي ۽ اڳتي وڌندو رهيو. گذريل چند سالن ۾ امداد گهڻو اپريو آهي. نظم سندس پسنديده صنف آهي. ان ۾ خوب گلڪاريون ڪيون اٿس. هونئن ٻيون صنفون بہ هن جي ڪلام ۾ آهن. مختصر ترين نظم امداد لکيا آهن ۽ مختصر آزاد نظم بہ مختصر نظمن مان 'شاعر' ۾ چوي ٿو:

هيترن ستارن جي وچ ۾
چنڊ ائين آهي اڪيلو ۽ اداس-
بيوقوفن جي جهان ۾،
جيئن اڪيلو عقلمند-
عقلمندن جي جهان ۾!
جيئن اڪيلو بيوقوف.

آزاد نظم 'تنهنجو وات گلاب' ۾ زبان ۽ بيان جي جدت موجود آهي:

اڌ برابر مٺي آهيان،
تنهنجو وات گلاب!
برابر تچ بہ آهيان،
تچ بہ ناهيان!
ڪوري ڪاڳر تي هڪ ليڪ آهيان،
ليڪ بہ ناهيان!
ٻيو بہ الائي ڇا ڇا آهيان؟
آهيان بہ الائي ناهيان!
لوڻا چو تو ڦيرائين؟

جيڪا ڳالهه چوڻ ٿو چاهين،
منهنجي اکين ۾ گهوري چئو.

اِمداد جو نظم 'شرط' گهڻو مقبول ٿيو. نظم جا پهريان ٻه بند هي آهن.ع

عشق جي راهن مٿي ڪاوا آيا،
تون نه هل تنهنجو صبا جهڙو خرام:
تون نه ڪل جان بهاران تون نه ڪل،
هر طرف آهي گلن جو قتل عام.

زندگيءَ جي ميري بيڏل ڊنڊ ۾،
تون نه ڏس، تنهنجون ڪنول جهڙيون اکيون:
تون فقط تارن کي ڏس، سورج کي ڏس،
تون نه رو تنهنجون غزل جهڙيون اکيون.

زندگيءَ جي راهه تي انسان ڪهڙن مرحلن مان لنگهي ٿو؟ لاڳاپن ۾ هو ڇا ڏسي پسي ٿو؟ ان لاءِ امداد جي نظم 'بنا عنوان جي' جو آخري بند هڪ واضح اشارو آهي:

اوهان جي گلابي بدن جي وڳي، جا سوين روپ آهن،
سوين رنگ آهن.
اسان جي مٿي ۾ مٽي آ، ڪپڙا ٻه ميرا،
جي آهن ته چاهي.

امداد جو تازو نظم 'هاڻ ته جانان' جديد انداز ۾ آهي ۽ مخصوص ردم ۾ ڊرم جي تال تي ڪمپوز ڪري سگهجي ٿو. مون ان کي ڊرم بيٽ تي ڪمپوز ڪيو آهي. موسيقيءَ جي جديد انگ ۾ مترنم ۽ ڳائڻ جهڙو آهي:

هاڻ ته جانان-
من تي مچ مگر.
رجهي رهيا آهن رستا
جسم پگهر ۾ شل.
اندر ٻاهر،
ترتي ٿامو.
ڪوري جهڙو ڏينهن
آڳ اوڳاڇيندو سج
پل پل ديڳ پڪل.

هاڻ ته جانان
سوچون لوچون
سيخن تي جڻ ماهه هجي
گهٽ ٻوسٽ

لکيءَ ۾ جڻ ساه هجي.

هاڻ تہ جانان
اوڙو پاڙو
چيپون چيپون
تن تي لفظن جو پئٽرول
هاڻ تہ جانان
تن تو تاڙي وانگر تاڙي
من جو مور ٿهوڪي
هاڻ تہ هليا پنيا کولي
اپ ٽرتيءَ واري ليڪ لتاڙي
لوڪ پلي پيو روڪي ٽوڪي
ڪرمر ڪامي پڃري.

## سحر امداد

سنڌيءَ جي هن نوجوان شاعره پهريائين 'سحر بلوچ' جي نالي سان لکڻ شروع ڪيو. جديد شاعريءَ جي سيني صنفن ۾ لکيو اٿس. جيڪڏهن معيار کي ڏسجي تہ سنڌي خواتين ۾ سحر هڪ منفرد شاعره آهي. هن وٽ جذبي جو اظهار اوليت رکي ٿو ۽ لفظن کي سجائي بي معنيٰ سٽون جوڙڻ سحر جو ڪم نہ آهي. نظم جو مخصوص ڏانوَ اٿس. انهيءَ سلسلي ۾ 'نينهن ڇجڻ نہ جهڙو' ۽ ٻيا نظم سحر جي جذباتي شاعريءَ جي ساک پرين ٿا.

ٻوليءَ ۾ آسانيءَ جو خيال رکڻ خاطر اڪثر هندي پنڊار جي لفظن کي اوليت ڏني اٿس. ائين ڪرڻ سان اڪثر عربي فارسي پنڊار جا حامي ناپسنديدگيءَ جو اظهار ڪن ٿا، پر شعر نسبتاً آسان ٿئي ٿو. مثال طور آسان زبان ۽ ننڍي زمين ۾ سحر جو هي غزل وٺي سگهجي ٿو:

مارو موتيءَ مل،
جهڙو جائن ڦل.
آهي گهٽ پوست،
هير وانگيان گهل.
سيني هٿ پٿر،
تون ٿي هڻ ڪو گل.
سوڪهڙي جي منڊ،
چولين وانگر چل،

* امداد جي شاعريءَ جو هڪ مختصر مجموعو: "امداد آهي رول" ڇپيل آهي.

دوزخ آهي گهر،
هل رستن تي رل.
پريين پار سج،
ڪاڻ سرنگ نہ پل.
جئڻ کهڙو جس،
جاسين جيئين جل.

غزل ۾ آسان ۽ سمجهہ ۾ اچڻ جهڙا اشارا سحر وٽ ڪئين آهن:

سور پيئڻ ڪان پوءِ ٿي رات جٽيندي سج،
پگهري پوندي برف ۽ لهريون لهنديون لانءِ.

سحر ننڍڙا نظم بہ لکيا آهن. تن مان 'سنجوڳ' تي ٿورو واد وواد بہ ٿيو. بجاءِ نظم جي تاثر ۽ شعريت کي سمجهڻ جي اڪثر نقاد نظم کي بين ماين تي جانچڻ لڳا. سحر ڪافي ڪلام چيا آهن، پر اڃا سندس مجموعو شايع نہ ٿيو آهي.

جديد شاعريءَ ۾ ڪيترا ٻيا بہ نالا اچن ٿا. جهڙوڪ: موتي پرڪاش، سگن آهوجا، ارجن شاد، بشير موريائي، تاج بلوچ، قمر شهباز، ايم ڪمل، هريڪانت، تاج جويو، خاڪي جويو، عبدالحڪيم ارشد، وفا ناٿن شاهي، عبدالغفور عابد، سرو پچندر شاد ۽ استاد بخاري وغيره. هنن مان ڪن شاعرن جي ڪلام ۾ روايتي شاعريءَ جا اڻ لکا اهڃاڻ بہ آهن پر هو پاڻ کي شاعريءَ جي نئين موڙ سان وابستہ ڪن ٿا.

## حوالا ۽ سمجهاڻيون


1- تنوير عباسي: مقالو 'جديد سنڌي شاعري' ادبي اوسر، مرتب ڊاڪٽر غلام علي الانا، سنڌي زبان پبليڪيشن، حيدرآباد 1967ع، ص 117.

2- ايضاً- ص 124.

3- شمشير الحيدري: مقالو 'آزاد نظم جو تاريخي پس منظر' ماهوار نئين زندگي ڪراچي، مارچ 1968ع، ص 74.

4- نظير صديقي: "علم بلاغت اور علم عروض"، پاڪ ڪتاب گهر ڊاڪا، 1960ع ص- 61.

5- شمشيرالحيدري: مقالو 'سنڌي آزاد نظم' ادبي اوسر، ص 115.

6- رجوع ڪريو، حوالو نمبر 4 ص 64.

7- رشيد ڀٽي: مقالو 'سنڌي گيت' تقاضا سکر (سالنامو 1957ع) ص - 20.

8- رجوع ڪريو حوال نمبر 5، ص- 106.

9- ايضاً، ص 107.

10- شيخ اياز جي ڪلام جا ڇهہ مجموعا شايع ٿيل آهن. اُهي آهن: "ڀونر ڀري آڪاس"، "ڪلهي پاتم ڪينرو"، "ڪي جو ٻيجل ٻوليو"، "وجون وسڻ آئيون"، "ڪپر ٿو ڪن ڪري"، "لڙيو سج لڪن ۾". اياز جي چونڊ ڪلام جو اردو ۽ پنجابيءَ ۾ ترجمو ڪتابي صورت ۾ ڇپجي چڪو آهي.

11- اجواني، ايل- ايچ: سنڌي ادب جي تاريخ (انگريزي)، ساهتيہ اڪيڊمي، نيو دهلي، 1970ع، ص 168.

## باب چوٿون

# محقق ۽ مقالہ نگار

سنڌي ادب، تاريخ ۽ ثقافت جي مختلف پهلوئن تي ڪيترائي محقق ۽ عالم ۽ مقالہ نگار لکندا رهيا آهن. جن سڀني جو جائزو پيش ڪرڻ ممڪن ڪونهي. هن باب ۾ اهم عالمن جي ڪم جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

سنڌ جا بي مثال اديب ۽ محقق جيڪي ماضي قريب ۾ جهان ڇڏي چڪا آهن، تن مان دين محمد وفائي، علامہ آءِ آءِ قاضي، پروفيسر محبوب علي چنہ، پروفيسر لطف الله بدوي، احسان بدوي، ساقي سجاولي، غلام حيدر گبول، عبدالحسين شاهہ موسوي، عطا حسين شاهہ موسوي، الله بچايو سمون، غلام محمد گرامي، مولائي شيدائي، پير حسام الدين راشدي ۽ عطا محمد حامي وغيره جو ڪم نهايت نمايان ۽ سنڌي زبان جو بيش بها خزانو آهي.

پروفيسر لطف الله بدويءَ جو ڪيترو ئي ڪم موجود آهي، پر سندس ڪتاب "تذڪره لطيفي" (ٽن جلدن ۾) تمام اهم آهي. احسان بدوي "ناظم حڪمت"، "تنقيد ۽ تنقيد نگاري" ۽ "سانگي شخصيت ۽ ڪلام" وغيره ڪتاب ۽ ڪيترائي تحقيقي مقالا لکيا. مولانا دين محمد وفائيءَ "لطف اللطيف"، "شاهہ جي رسالي جو مطالعو"، "تذڪره مشاهير سنڌ" ۽ ٻيا ڪتاب ۽ تحقيقي مقالا لکيا. سندس ادارت ۾ توحيد وڏو علمي فرض بجا آندو.

### عبدالحسين شاهہ موسوي

بيدل ۽ بيڪس جا ديوان مرتب ڪيا ۽ لوڪ ادب جي صنفن جي سمجهاڻيءَ جي سلسلي ۾ محمد ابراهيم عباسيءَ سان گڏ "سڳنڌ" ۽ "سرهاڻ" ڪتاب لکيائين. پروفيسر چنہ جا ڪافي اهم ڪتاب ۽ مقالا موجود آهن. علامہ قاضيءَ 'شاهہ جو رسالو' ايڊٽ ڪري شايع ڪيو. گرامي صاحب ادب جي مختلف صنفن تي ڪتاب ۽ مقالا لکيا. سهماهي مهراڻ جو سندس ايڊيٽريءَ وارو دور مثالي هو.

### مولائي شيدائيءَ

مولائي شيدائي جو خاص موضوع تاريخ رهيو. هن سنڌ جي تاريخ تي ٻہ اهم ڪتاب "جنت السنڌ" ۽ "تاريخ تمدن سنڌ" لکيا. "مختصر تاريخ بلوچستان" بہ مولائي صاحب جي زور قلم جو نتيجو آهي*. هو صاحب تاريخ نويسيءَ ڪري مشهور ٿيو. ڪيترائي مقالا بہ لکيائين.

### پير حسام الدين راشدي

سنڌ جي تاريخ بابت ڪيترو ئي مواد پير صاحب ايڊٽ ڪري حاشيا ۽ واڌارا لکي شايع ڪيو. خاص طور فارسي مخطوطن کي روشنيءَ ۾ آندائين.

ايڊيٽنگ جو پورو پورو حق ادا ڪيائين.

پير صاحب جا اهم ڪتاب "مقالات الشعراء"، "مڪلي نامہ"، "تڪملہ"، "مير معصوم بکري"، "تحفة الڪرام" (فارسي)، "مظهر شاهجهاني"، "تذڪره امير خاني"، "روضه السلاطين"، "هو ڏوٿي هو ڏينهن"، "ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون" ۽ "قصائد و مثنويات قانع" وغيره آهن. پاڻ سنڌي فارسي ۽ اردو جا 25 کان مٿي مستقل ۽ ضخيم ڪتاب لکيا اٿن. تنهن کان سواءِ سندن بيشمار تحقيقي مقالا بہ موجود آهن. پير صاحب 1982ع ۾ اسان کان جدا ٿي ويو. سندس علمي ۽ ادبي ڪارنامن سنڌ جو هميشه لاءِ ڳاٽ اوچو ڪري ڇڏيو آهي.

## پروفيسر عطا محمد حامي

پروفيسر حاميءَ جو ادبي ۽ تحقيقي ڪم توڙي سندس شخصيت هڪ منفرد انداز جي هئي. نهنائي ۾ يڪتا ۽ تحقيق ۾ بي مثل. سچل سان بي پناهہ عقيدت ڪري سچل تي ڪم ڪيائين ۽ فارسي مثنوين جو ترجمو ڪيائين. منصور ثاني، ڪلاسيڪي شاعري ۽ سندس ڊي فل جي ٿيسز توڙي نثين زندگي ۽ ٻين مخزنن ۾ سندس مقالا يادگار آهن. 1982ع ۾ حامي صاحب اسان کان جدا ٿي ويو.

زنده اديبن ۾ جي. ايم. سيد ۽ پير علي محمد راشدي* جا ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۽ "اهي ڏينهن اهي شينهن" سنڌ جي علمي ۽ ادبي تاريخ، سياست توڙي ثقافت تي محيط آهن. اهي عالم ۽ اديب جيڪي تحقيقي ڪم ڪري رهيا آهن، تن مان چند اهم شخصيتن جو مختصر جائزو هن هيٺ پيش ڪجي ٿو:

## مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي

مولانا صاحب جهڙي علمي شخصيت هن دور جي هڪ خوش نصيبي آهي. پاڻ عربي ۽ فارسيءَ، حديث ۽ فلسفہ، منطق ۽ ٻين علومر ۾ بلند پايہ جا عالمر آهن. ڪيترن ئي ڪتابن کي ايڊٽ ڪري حاشيا لکي شايع ڪيو اٿن. شاه ولي الله اڪيڊمي جو "الرحيم" سندن ئي ادارت ۾ نڪري ٿو. مولانا صاحب جا علمي ۽ ادبي مقالا ڪيترائي آهن. "شاهہ جو رسالو" بہ ترتيب ڏنو اٿن. مولانا صاحب جن جي مرتبي جو عالمر ڪنهن سياڳي سرزمين کي حاصل ٿيندو آهي.

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

ڊاڪٽر صاحب جون علمي سرگرميون هميشه تيز کان تيز تر رهنديون اچن. پاڻ سنڌي ادب، تاريخ، ثقافت ۽ آثار قديمہ جي مختلف پهلوئن کي پنهنجي خداداد قابليت سان اُجاگر ڪيو اٿن. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا علمي ڪارناما مرزا قليچ بيگ کان پوءِ ٻي ادبي اُتل آهي. پاڻ سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب رٿا کي چاليهن جلدن ۾ مڪمل ڪيو اٿن. ڪيترن اهم شاعرن جوڪلامر مقدمي ۽ حاشين سان ايڊٽ ڪيو اٿن، جن ۾ ڪليات حمل، ڪلامر نواب ولي محمد، لطف الله قادريءَ جو

---

* ياد رهي تہ: پير علي محمد راشدي هن جهان مان لاڏاڻو ڪري چڪو آهي.

ڪلام، شاهه شريف پاڏائيءَ جو رسالو، ڪليات سانگي، مئين عنات جو ڪلام ۽ خليفي صاحب جو رسالو اهم آهن. فارسي متن ۾ لب تاريخ سنڌ، تاريخ طاهري ۽ ٻين ڪتابن کي ايڊٽ ڪيو اٿن. ٻيلي جي شاعري جو جائزو پنهنجي ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول' ۾ ورتو اٿن. جنهن جو ٻيو سنڌاريل ڇاپو به نڪتو آهي. ساڳي طرح "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" جو ٻيو سڌاريل ڇاپو به شايع ٿيو آهي. ڊاڪٽر صاحب 'سنڌي موسيقيءَ جي مختصر تاريخ' به لکي آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي تاريخ جي رٿا ۾ ٽي بنيادي ڪتاب چچ نامہ، تاريخ معصومي ۽ تحفة الڪرام (سنڌي) ايڊٽ ڪيا اٿن. شاهه لطيف ثقافتي مرڪز جي اشاعتي رٿا کي به ڊاڪٽر صاحب اُجاريو ۽ اُجاگر ڪيو آهي. ماخذن جي اشاعت خاطر ٽي رسالا ۽ ٻيا ڪتاب لکيا ۽ ايڊٽ ڪيا اٿن.

جامع سنڌ لغات جا ٻه ڀاڱا* ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان سان گڏ "اردو سنڌي" ۽ "سنڌي اردو" ڊڪشنريون به سندس علمي ڪارنامو آهي.

ٻيا به ڪافي ڪتاب تاريخ، ادب ۽ ثقافت تي ڊاڪٽر صاحب جن لکيا آهن ۽ تحقيقي مقالن جو ته ڪو شمار ئي ڪونهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪا آهن سندن ڪيل علمي پالوٽ ڊبون ڊانڪا ۽ ڪڏون ڪوٻا سيراب ڪري ڇڏيا آهن.

## پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي

ڀارت ۾ ڪلياڻ صاحب جو ڪم ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. اتي وڃي هن صاحب "شاهه جو رسالو"، پهريان مڪمل ۽ پوءِ مجمل شايع ڪيو. "شاه"، "سچل" ۽ "سامي" سندس ٽي ننڍا ڪتاب آهن، جن ۾ شاعرن جي حيات ۽ ڪلام جو جائزو ورتو اٿس. ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو نالو سنڌيءَ ٻولي جي عالمن ۾ اوچو آهي.

## پروفيسر علي نواز جتوئي

جتوئي صاحب جو خاص موضوع تصوف آهي.

پاڻ ڪيترائي علمي ۽ ادبي ڪتاب ۽ مقالا لکيا اٿن. سندن ڪتابن ۾ 'مئين عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو ڪلام' ۽ 'علم لسان ۽ سنڌي زبان' نهايت ئي اهم ۽ بلند پايہ آهن.

## جهمٽمل ڀاوناڻي

پروفيسر ڀاوناڻي شاهه جي رسالي جو انتخاب "ڪامل جو ڪلام' شايع ڪيو. چند وديا ۽ علم عروض تي جدا جدا ڪتاب لکيل اٿس. جن ۾ هن سنڌي شعر جو جائزو وٺندي ٻڌايو آهي ته سنڌي بيت ناموزون نہ آهن.

بيتن جو وزن چند تي آهي. ان نڪتي کي ڊاڪٽر جوتواڻي اڳتي هلي تفصيل سان سمجهايو.

---

* جامع سنڌي لغات پنجن جلدن ۾ مڪمل طور ڇپجي پڌرو ٿي چڪي آهي.

## ڊاڪٽر غلام علي الانا

ابتدا ۾ جناب غلام علي الانا افسانا به لکيا ۽ هڪ ناول به. ان کان پوءِ سندس لاڙو تحقيقي ڪم ڏي ٿيو. سندس ڪيترائي تحقيقي مقالا لکيل آهن. لسانيات جي مختلف پهلوئن تي مقالا ۽ هيٺيان ڪتاب سندس اهم ڪتاب آهن: "سنڌي صورتخطي"، "سنڌي صوتيات"، "سنڌي ٻوليءَ جو بُڻ بنياد" ۽ "سنڌ جي لساني جاگرافي". سندس ٻين ڪتابن ۾ "سنڌي نثر جي تاريخ" ۽ "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ" اهم آهن.

ادب ۽ لسانيات ۾ اهم ڪتاب لکڻ سان گڏ الانا صاحب ثقافت سان خاص دلچسپي رکي ٿو. اُن سلسلي ۾ ڪيس ماهرانه قابليت حاصل آهي.

## ڊاڪٽر موتي لعل جوتواڻي

جوتواڻي دهليءَ ۾ پروفيسر آهي. هن سنڌي ادب ۽ ثقافت بابت انگريزيءَ ۽ هنديءَ ۾ به لکيو آهي. سندس ٿيسز شاهه لطيف تي آهي. شاهه ڪريم جي ڪلام جو انگريزيءَ ترجمو ڪيو اٿس. ۽ هنديءَ ۾ به، سنڌي ۾ به جوتواڻي صاحب جو قابل قدر ڪم ٿيل آهي.

## ڊاڪٽر موليڌر جيٽلي

"جيٽلي صاحب دهليءَ ۾ پروفيسر آهي. سندس ڪم گهڻو ڪري لسانيات سان تعلق رکي ٿو. سندس اڪثر مقالا هتي به شايع ٿين ٿا.

## ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو

سنديلو صاحب عوامي ادب ۽ لغت تي ڪم ڪري رهيو آهي. سندس مستقل تصنيفن ۾ 'تحقيق لغات سنڌي"، "وينجهار"، "سنڌ جو سينگار"، 'ڏهس نامو'، "ڪليات حسين ديدڙ"، "ڪليات شاهه محمد ديدڙ" ۽ "ساميءَ سنديون سپون" اهم آهن. ڪيترا مقالا به لکيا اٿن.

## ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد

علم ادب ۽ سنڌ جي تاريخ جي ڪيترن ئي پهلوئن تي ميمڻ صاحب جا مقالا ۽ ڪتاب ڇپيل آهن. سندس اهم ڪتابن ۾ "مائڪ موتي لال"، "تذڪره شعراء سکر"، "ڏور" "ڪريم جو ڪلام" "سنڌي نعتيه شاعري" ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. سندس خاص لاڙو شاعرن جي ڪلام ۽ انهن جي فلسفي جي سمجهاڻي توڙي تاريخ ڏي آهي.

## ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو

ٻوهيو صاحب ڪيترن ئي مقالن جو ليکڪ ٻوهيو صاحب خاص طور ٻوليءَ ۽ سماج جي اڀياس سان دلچسپي رکي ٿو: سندس ٿيسز 'سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج' ۽ 'تنقيدون' شايع ٿيل آهن*.

## مير محمد بخش خان ٽالپور

سنڌ جي تاريخ جي اهم مجاهد، شير سنڌ مير شير محمد خان جي خانوادي سان تعلق رکندڙ هي بزرگ تاريخ جي ميدان جو ئي شهسوار آهي. مير صاحب جا مقالا سنڌ جي تاريخ جي اهم پهلوئن تي لکيل آهن. مير صاحب جو تاريخ تي هڪ اهم ڪتاب "تاريخ ميران سنڌ" شايع ٿيل آهي.

## حامد علي خانائي

ڪيترن ئي تحقيقي مقالن جو ليکڪ آهي. خانائي صاحب ساهتي پرڳڻي بابت توڙي ٻين علمي مقالن ۾ پنهنجي اڻ ٿڪ محنت جو ثبوت ڏنو آهي.**

## محمد سومار شيخ

بدين جو هڪ بي سرو سامان اديب آهي. ادب جي خفت ۾ گهر ٻاري ڏياري ڪري چڪو آهي. شيخ صاحب جا لکيل ڪتاب ٻن سون ڪان مٿي آهن. تن جو چوٿون حصو شايع ٿي چڪو آهي. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ "ڪچين جا قول"، "بدين ضلعي جي ثقافتي تاريخ" ۽ ڪيترائي ننڍا ڪتاب آهن. هر ڪتاب ۾ هو هڪ نئين جذبي سان نظر اچي ٿو.

## ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ

نوجوان ڊاڪٽر سنڌي ادب جي مختلف پهلوئن تي ڏاڍا ڏڍ مقالا لکي رهيو آهي. ادب جي صنفن ۽ صحافت جي مواد کي جنهن حسن ۽ خوبيءَ سان ترتيب ڏنو اٿس، سو اڳتي هلي نهايت ڪارآمد ثابت ٿيندو.

## ڊاڪٽر نواز علي شوق

شوق صاحب جا سنڌي ادب جي مختلف صنفن تي مقالا ۽ ڪتاب موجود آهن. سندس ڪتابن ۾ "ملاوت جا ماهر"، "آديسي اُتي ويا"، " ڪلام سچل سرمست" ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. ٿيسز هدايت علي نجفيءَ جي ڪلام ۽ سوانح بابت لکي اٿس.

محققن جي ڪم جو مختصر جائزو ورتو ويو آهي. ڀرپور جائزو آئيندي جو ادبي مورخ وٺندو.

---

* ڊاڪٽر الهداد ٻوهيني جا ٻه وڌيڪ ڪتاب، "ادب جا فڪري محرڪ ۽ علم تحقيق ٻترا ٿي چڪا آهن.

# ضميمو

الف: ڪتاب جي ابتدائي حصي ڇپجي وڃڻ کان پوءِ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مختصر تاريخ" جو ٻيو ڇاپو شايع ٿيو، جنهن ۾ قديم شاعرن بابت وڌيڪ معلومات موجود آهي. تفصيلي احوال تہ اُتي ئي پڙهي سگهجي ٿو. هتي آءٌ فقط گرونانڪ، دادو ديال ۽ پراڻناٿ بابت مختصر طور چند لفظ ڊاڪٽر صاحب جي ڏنل احوال مان آڻيان ٿو. جيئن خاص طور شاگرد طبقو واقف ٿئي.

## مهرراج پراڻناٿ

ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو: "مهر راج جاڙيجن ڄامن جي شهر نوان نگر (ڄام نگر) ۾ سنہ 1618ع ۾ ڄائو. هو ڄام جي ديوان (وڏي وزير) ڪيشو ٺاڪر جو پٽ هو. سندس ماءُ هڪ سنڌي مائي هئي ۽ سندس نالو ڌن ٻئي هو". "سنڌ ۾ ٺٽي طرف سندس اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. سنہ 68-1667ع ۾ جڏهن ٺٽي آيو تہ ڏہ مهينا سانده ٺٽي ۾ رهي پيو، جتي ڀائي لال داس سندس چيلو ٿيو، جنهن پوءِ سندس حياتيءَ جو احوال لکيو. سامي پراڻناٿ (مهر راج) 29 جون 1694ع ۾ هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو.' (ص ص 265-266).

بلوچ صاحب لکي ٿو: "هن درويش 18758 سلوڪ چيا، جيڪي گجراتي، سنڌي، هندي ۽ هندوستانيءَ ۾ رچيل آهن' . 'ستر ورهن جي ڄمار ۾ سنہ 89-1688ع ۾ هن سنڌي واڻي چئي جنهن ۾ 584 بيت ۽ 16 چوپايون آهن.' (ص 266)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب شايع ٿيل سنڌي واڻيءَ مان ڏہ بيت ٻہ ڏنا. اتان هڪ بيت ڏجي ٿو:

سڪائيين تہ سڪان، مون ۾ سڪڻ نہ ڪين،
رو هوندس تيهي حال ۾، آنئين رکندا جين.

ص- 268

## دادو ديال (1544-1603ع)

دادو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي لکڻ موجب هو ڪجھ عرصو سنڌ ۾ رهيو. ڪيس سنڌي ٻوليءَ جي چڱي ڄاڻ هئي. هن راجستاني ۽ هندي ٻولين ۾ گهڻو ڪلام چيو پر سنڌيءَ ۾ ٻہ ڪافي چيائين. (ص 275) دادوءَ تي قاضي قادن جو اثر هو.(ص- 274)

شاہ جي رسالي ۾ بيراڳ ۾ ٻہ دادوءَ جو ڪلام آيل آهي. سندس سنڌي ڪلام جو نمونو هي آهي:

دادو غافل ڇو وتين، منجهين رب نهار،
منجهيئي پي پاڻ جو، منجهيئي ويچار.
دادو جين تيل تلن ۾، جين ڳنڌ ڦلن،
جين مکڻ کير ۾، تين رب رهن.

ص- 276

## گرونانڪ (1469-1539ع)

سکن جي گرونن جي ڪلام ۾ سنڌي لفظن جي نشاندهي ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪئي آهي. (ص ص- 256 کان 260) انهن سنتن ۾ گرونانڪ ۽ گرو ارجن (1563-1606ع) جو ڪلام بحث هيٺ آيو آهي. (ص ص 256 کان 260)

گرونن جو ڪلام هندي ۽ پنجابي گاڏڙ آهي. انهن سان سنڌيءَ جا ڪي لفظ ساڳيا (Common) بيهن ٿا. ان ڪري لفظن جي ذخيري تي اها راءِ ظاهر ڪرڻ ۾ احتياط جي به ضرورت آهي.

ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب ۾ قاضي قادن جي ڪلام جو به جائزو ورتو آهي، ان کان اڳ سندس مقالا تفصيل سان هيري ٺڪر جي ڪتاب تي سماهي مهراڻ ۾ آيا آهن. قاضي قادن بابت ڊاڪٽر صاحب هڪ ٻيو به حوالو ڏنو آهي، جنهن موجب شاعر جي ڪلام جي ڪن ٻين قلمي نسخن جي به نشاندهي ٿيل آهي. (ص301)

ب: ڪتاب ڇپجندي اڪثر ڪاغذ هيٺ مٿي ٿي ويا ۽ جيڪو مواد ڇپجي چڪو هو تنهن کان پوءِ جو مواد ته ٻيهر لکيو ويو، پر وچ واري مواد لاءِ ضميمي جو سهارو وٺڻو پيو. ان سلسلي ۾ شاه لطيف جي مشهور فقير تمر جو ٿورو احوال هتي ئي ڏجي ٿو:

## تمر فقير

تمر فقير ذات جو سالارو هو. سندس والدين حج ويا. تمر اتي ڪجهيءَ جي وڻ هيٺان ڄائو. نالو حاجي علي هوس. شاه صاحب کيس تمر سڏيو. تمر راڳ جو سرواڻ هو. شاه صاحب جي وفات کان پوءِ گادي جي تڪرار واري معاملي کان پاڻ بچائڻ خاطر ڪڇ ۾ وڃي رهيو. پٽ ڏي موٽندي واٽ تي وفات ڪيائين.

تمر فقير جو ڪلام شاه صاحب جي ڪلام جو عڪس آهي. سندس شاعريءَ ۽ سوانح تي سيد قادن شاه "تمر فقير جو ڪلام" نالي ڪتاب لکيو آهي. (هن مواد جو آڌار ان تي آهي)

## ج: شمس الدين بلبل

سنڌ جو مشهور صحافي، نثر توڙي نظم جو هڪ معياري مصنف آهي. بلبل جو قلم مزاح ۽ طنز ۾ تيز رهيو هو، ڪيترين اخبارن جو ايڊيٽر رهيو. سندس ڪلام سان گڏ نثر ڪي به نئين ترتيب سان گرامي صاحب سنڌي ادبي بورڊ وسيلي ايڊٽ ڪري شايع ڪيو. بلبل جي قومي خيالن جي اُپٽار سندس ڪتاب "جام جم" ۾، ۽ مزاح جو مجموعو "مزاحيات" جي نالي سان آهي. جنهن ۾ 'قلندر جو ميلو' ۽ 'تيرهن چار...' گهڻو مشهور ٿيا. گرامي صاحب بلبل جي سيني ڪتابن تي ڀرپور مقدما لکيا آهن.

د : ڪي شعر جا نوان مجموعا بہ اچي ويا آهن، جن ۾ شيخ اياز، جو "پتڻ تو پور ڪري"*، ذوالفقار راشديءَ جو "سوچ ڪي لوچ" ۽ تاجل بيوس جو "جڏهن پون بٺي"** اهم آهن. سنڌي شاعريءَ ۾ هنن شاعرن جي اهميت آهي.

ساڳي طرح ڪيترا نوان افسانا بہ شايع ٿيا آهن. ڪتاب ڇپجي وڃڻ ڪان پوءِ مون پڙهيا آهن. انشاءالله اينڊڙ ايڊيشن ۾ انهن جو جائزو وٺبو. مثال طور نون ليکڪن مان ابراهيم خشڪ جي تازي ڪهاڻي 'سو ديس مسافر منهنجو ڙي' (هلال پاڪستان ميگزين جنوري 1983ع) مقصديت واري ۽ فن طور بہ بياني طرز ۾ هڪ ڪامياب ڪهاڻي آهي.

* شيخ اياز جي شاعري جا وڏيڪ مجموعا: "رڻ تي رم جهم"، "پکڻ سنگهہ ڪي ڦاسي" "راج گهاٽ تي چنڊ"، "ٻڙ جي ڇانوَ اڳي کان گهاٽي"، "اڪن نيرا ڦليا"، جهڙ نيشان نہ لهي"، اُبر چنڊ پس پرين"، "هينئڙو ڏاڙهونءَ گل جيئن"، "ٽڪڙا ٽتل صليب جا"، "واٽن ڦلن ڇانئيون"، "الوداعي گيت"، "ننڊ وليون"، "ڪتين ڪر موڙيا جڏهن جلد 1 ۽ 2، "سر لوهيڙا ڳيپا"، "سورج مکيءَ سانجهہ" ۽ جَر ڏيئا جهمڪن" پڌرا ٿي چڪا آهن.

** تاجل بيوس جي شاعريءَ جا ٻيا مجموعا: "انبن جهليو ٻور"، "ڪاڇي مٿان ڪونج"، "ڪنڌيءَ ڪڙنر ترن" ۽ "ڪنڌيءَ اڪ ڦلاريا" پڌرا ٿي چڪا آهن.

# اداري جا وڪري لاءِ موجود ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1- | مڪڙيون ماڪ ڦڙا | مير محمد پيرزادو | 20/= |
| 2- | مٺيءَ هاٿا ماڻهو | عبدالواحد آريسر (ڇپائي هيٺ) | |
| 3- | ماڻهو ميگهه ملهار | عبدالواحد آريسر | 15/= |
| 4- | تاريخ مون کي بيڏوهي قرار ڏيندي | فيڊل ڪاسترو | 25/= |
| 5- | عظيم انقلابي عورتون | سنڌيڪار: تاج جويو | 20/= |
| 6- | ڦاسيءَ جي ڇانوَ ۾ | جولس فوچڪ | 25/= |
| 7- | پاڪستان ۾ قومي سوال | امداد چانڊيو | 25/= |
| 8- | فلسفي جو ابتدائي ڪورس | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | 50/= |
| 9- | ترقيءَ جو غير سرمائيداراڻو رستو | لعل چارڻ | 12/= |
| 10- | سوشلزم ماضي، حال، مستقبل | سنڌيڪار: امداد چانڊيو | 10/= |
| 11- | سوويت جمهوريت اصول ۽ عمل | چرننڪو | 15/= |
| 12- | چٽاڪانگ جا عظيم انقلابي | ڪلپنا دت / سرواڻ | 22/= |
| 13- | چي گويرا جي ڊائري | سنڌيڪار: يوسف سنڌي | 50/= |
| 14- | مظلوم قومن جو مستقبل | جام ساقي | 25/= |
| 15- | انقلاب جي واٽ | ابو جبران | 30/= |
| 16- | بين الاقوامي انقلاب جو راهه عمل | سنڌيڪار: رشيد ڀٽي | 32/= |
| 17- | ويٽنامي ڪهاڻيون | رسول بخش پليجو | 25/= |
| 18- | لينن جي انقلابي ڪهاڻي | نجم عباسي | 40/= |
| 19- | سنڌ جي بمبئي کان آزادي | جي. ايم. سيد | 27/= |
| 20- | پريستروئيڪا | ميخائيل گورباچوف/ گهنشام پرڪاش | 80/= |
| 21- | تاريخ اسان سان انصاف ڪندي | گل محمد جکراڻي | 20/= |
| 22- | فڪر جي آزادي | سنڌيڪار: محمد ابراهيم جويو | 75/= |
| 23- | نئين سنڌ لاءِ جدوجهد | جي. ايم. سيد | 62/= |
| 24- | پيءُ جا ڌيءُ ڏي خط | جواهر لعل نهرو/ پرويز | 25/= |
| 25- | بغاوت | خليل جبران / يوسف سنڌي | 20/= |
| 26- | چار گهڙيون چين ۾ | احمد علي رند | 27/= |
| 27- | ڏونگر منجهه ڏيئو | بورس پوليوواٽي/ پرويز | 80/= |
| 28- | شاهه، سچل، سامي | محمد ابراهيم جويو | 35/= |
| 29- | منهنجي ڪهاڻي | جواهر لعل نهرو | 88/= |
| 30- | غدار | ڪرشن چندر/ ولي رام ولڀ | 25/= |
| 31- | اسان زنده رهنداسين | ليليٰ خالد / زيب سنڌي | 35/= |
| 32- | عورت ۽ قومي آزاديءَ جا انقلاب | آزاد قاضي | 32/= |
| 33- | ماءُ (مڪمل) | ميڪسم گورڪي/ گوبند مالهي | 50/= |

| | | |
|---|---|---|
| 34- بک، عشق ۽ ادب | موهن ڪلپنا | 65/= |
| 35- ڪنوار جي سيج | خليل جبران/ زيب سنڌي | 20/= |
| 36- ڌرتي دين ڌرم | ابراهيم منشي | 42/= |
| 37- موت ۽ زندگي | خليل جبران / گل محمد | 20/= |
| 38- حويليءَ جا راز | ماٺڪ | 45/= |
| 39- سنڌ ڪهاڻي | ڪيول ملڪاڻي / تاج جويو | 80/= |
| 40- ساهه مُن ۾ | ماٺڪ | 45/= |
| 41- ڏوهاري | خليل جبران / يوسف سنڌي | 20/= |
| 42- خليل جبران جي جيون ڪٿا | سنڌيڪار: زيب سنڌي | 20/= |
| 43- گوندر ويندا گذري | ابراهيم منشي | 60/= |
| 44- دل جي دنيا | امر جليل | 40/= |
| 45- ٽي ناوليٽ | ماٺڪ | 45/= |
| 46- شاهه جو رسالو (مڪمل) | ڪلياڻ آڏواڻي | 150/= |
| 47- نسيم کرل جون ڪهاڻيون | نسيم کرل | 80/= |
| 48- پاڻ ۾ وينا آهيون | نجم عباسي | 55/= |
| 49- شاهه جا سرمور | منوهر مٿلاڻي | 80/= |
| 50- درد جو درياهه | موهن ڪلپنا | 55/= |
| 51- دوستي | افلاطون / ڊاڪٽر گل | 55/= |
| 52- زندگي زندگي | استاد بخاري | 60/= |
| 53- ڀڳوت - گيتا هڪ اڀياس | سنڌيڪار: ولي رام ولڀ | 51/= |
| 54- نه ڪم نبيرو- نه غم نبيرو | استاد بخاري | 90/= |
| 55- ڌاريو | البير ڪاميو/ ولي رام ولڀ | 65/= |
| 56- شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهواڻي | 250/= |
| 57- سنڌي نثر جي تاريخ | منگهارام ملڪاڻي | 80/= |
| 58- نيڻ مهتي خيال جاڳيا | تاج جويو | 60/= |
| 59- پرين پڳهه چوڙيا | شهيدالله قيصر/ غلام نبي ناشاد | 60/= |
| 60- سنڌباد جو سفر | علي بابا | 45/= |
| 61- مقدمه لطيفي | هوتچند مولچند گربخشاڻي | 30/= |
| 62- سنڌي ادب جي مختصر تاريخ | عبدالجبار جوڻيجو | 65/= |

گهرائڻ لاءِ لکو: **روشني پبليڪيشن**
**پي- او ڪنڊيارو**
**فون:** 697

• تحقيق ۽ کوجنا جي لحاظ کان هي ڪتاب جوٽيجي صاحب جي بهترين ڪوشش آهي. سنڌي ادب جي تاريخ تي سنڌي زبان ۾ جيڪي به ڪتاب لکيا ويا آهن، تن ۾ هي ڪتاب چڱو مقام ٿو رکي. هن ڪتاب مان نه فقط الڳ الڳ امتحانن ۾ ويهندڙ شاگرد فائدو وٺي سگهندا پر سنڌي ادب جي ڌار ڌار مصنفن ۽ مضمونن جي عام معلومات لاءِ پڻ هي ڪتاب مفيد ثابت ٿيندو.

هن ڪتاب جي لاءِ مواد گڏ ڪرڻ ۾ قابل مصنف چڱي محنت ڪئي آهي.سندس محنت جو ثبوت مقدمي کان شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ هن سنڌي ادب جي انهن سڀني تاريخن ۽ تذڪرن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾ هن ڪتاب کان اڳ سنڌي ادب جي تاريخ جي باري ۾ مواد ملي ٿو، يا جيڪي هن ڪتاب جا ماخذ رهيا آهن.

سنڌي ادب جي تاريخن ۾ هي پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ڌار ڌار حوالن سان سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ ان جي بڻ بنياد جي باري ۾ بحث ڪيو ويو آهي. هن بحث دوران جوٽيجي صاحب سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد جي باري ۾ انهن نظرين جا حوالا ڏنا آهن جيڪي ڌار ڌار ماهرن ۽ لسانيات جي شاگردن طرفان پيش ڪيا ويا آهن،

• هن تاريخ ۾ سڀ کان اهم حصو سنڌي ادب جو ٽيون دؤر آهي، جنهن ۾ انگريزن جي زماني واري سنڌي ادب يعني 1843ع کان وٺي هلندڙ دور تائين ادبي تاريخ جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ويئي آهي. هن حصي ۾ نثر سان گڏ نظم جو به گهڻو حصو ڏنل آهي. هن حصي جي پهرين ۽ سڀ کان اهم خوبي هيءَ آهي جو هن ۾ 1853ع کان وٺندي 1875ع تائين سنڌيءَ ۾ جيڪي ڪتاب لکيا ويا هئا، انهن جو ڪئٽلاگ ڏنو اٿس. هن دؤر جي اديبن ۽ شاعرن جي مختصر احوال کان سواءِ سندن ڪتابن جو مختصر تعارف به ڪرايو اٿس.

ڊاڪٽر غلام علي الانا

A Roshni Book
Literature
Pakistan. Rs. 65

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڏڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪلٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)